# شاهہ جو رسالو

## شاهہ عبداللطيف ڀٽائي

مرتب: ڪلياڻ آڏواڻي

ڪمپوزنگ؛

سنڌي ڪمپيوٽنگ

ترجمو ۽ معنيٰ جي ڪمپوزنگ؛

اشفاق احمد ٽالپر

# پنهنجي پاران . . . .

وائيس آف سنڌ جي اداري جو قيام اڄ کان تقريبن پوڻا ٽي سال پهرين ڪيو ويو. اسان جو شروع کان ئي اِهو مقصد ۽ نصب العين رهيو آهي تہ سنڌيءَ زبان کي انٽرنيٽ جي دنيا ۾ وڌ کان وڌ روشناس ڪرايون. انهيءَ مقصد تحت ئي وائيس آف سنڌ هيستائين ڪيترا ئي املهہ سنڌيءَ ڪتاب انٽرنيٽ تي مفت فراهم ڪري چڪي آهي.

لاکيڻي لال شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي 263 هين عرس جي موقع تي اسان کي بيحد خوشي آهي تہ اسين شاهہ جي رسالي کي معنيٰ ۽ ترجمي ساڻ پبلش ڪري رهيا آهيون. انهيءَ موقع تي آءٌ انهن سڄڻن کي هر گز نہ وساريندس جنن محنت ڪري شاهہ جي رسالي جي ڪمپوزنگ ڪئي. اُنهن دوستن جا نالا هيءُ آهن:

عبدالماجد پرڳڙي، احمد چنڊ، شاهنواز سومرو، محمد حبيب سنائي،
عبدالرحيم نظاماڻي، فقير اسلح علي قلباڻي، عاشق حسين نظاماڻي ۽ رشيد پرڙو

سنڌيءَ ڪمپيوٽنگ گروپ طرفان شائع ڪيل اِهو شاهہ جو رسالو سيني سنڌين جي لاءِ مفت ۾ فراهم ڪيو ويو ۽ هر ڪنهن کي اِها جازت ڏني ويئي تہ هُو پنهنجي سائيٽ تي اِهو رسالو لڳائي سگهي ٿو. اسان بہ وائيس آف سنڌ تي سائين ماجد صاحب جي ٿورن سان ئي شاهہ جو رسالو ايڊ ڪيو آهي.

ماجد صاحب جي ڪم کي جاري رکندي شاهہ جي رسالي جا ڏهہ سُر معنيٰ ۽ سمجهاڻي سان پيش ڪري رهيا آهيون. ۽ وڌيڪ سُرن جي معنيٰ ۽ انهن جي سمجهاڻي جي ڪمپوزنگ جاري آهي. انشاء الله تمام جلد شاهہ جي مڪمل رسالي جي معنيٰ ۽ سمجهاڻي انٽرنيٽ تي آڻبي. انهيءَ جي لاءِ توهان سيني سڄڻن ۽ دوستن جي حوصلہ افزائي ۽ توهان جي مفيد راين جو انتظار رهندو.

آفتاب احمد

ايڊيٽر وائيس آف سنڌ ڊاٽ نيٽ

www.voiceofsindh.net

editor@voiceofsindh.net

# سٽاءُ

# هن رسالي بابت

# ”جي تو بيت ڀانيان، سي آيتون آهن.“

آگسٽ 1958ع ۾، هندستان ڪتاب گهر وارن صاحبن جي سرپرستيءَ هيٺ، منهنجو تيار ڪيل شاه جي رسالي جو نسخو، نهايت زيب ۽ زينت سان ڇپجي، ظاهر ٿيو. جن صاحبن، منهنجي خسيس محنت جو قدر ڪري، منهنجي همت ۽ عزت افزائي ڪئي، تن جو مان دل و جان سان شڪر گذار آهيان. حقيقت ۾ هي رسالو، سندن جي بنده نوازي ۽ ذره پروريءَ جي ڪري ئي وجود ۾ آيو آهي.

خوشقسمتيءَ سان، زندگيءَ جي دوران ۾، ڪن اهڙن اعليٰ اِنسانن ۽ صاحبدل بزرگن جي ڪيميا جهڙي صحبت نصيب ٿي اُتم جن منهنجي جان کي، هر خزان ۾ بهار ۽ منهنجي قلب کي، هر تاريڪيءَ ۾ روشن پئي رکيو آهي. اُنهن صاحبن جي اَملهه خيالن ۽ بي بها هدايتن جي برڪت سان ئي، هي رسالو نازڪ طبيعت هوندي به، تيار ڪري سگهيو آهيان. خاص طرح، دادا منگهارام ڪيمچند مهتاڻيءَ جي صوفياڻي مزاج ۽ فقيراڻي طبيعت جو، منهنجي دل تي گهرو اثر ٿيو آهي. هو صاحب، پلاري پٽ ڏٽيءَ جي سونهاري ساٿيهہ ۾ خير خوبيءَ سان، پنهنجن پکن ۾ رهيو پيو آهي. سرود ۽ سماع جون مجلسون جاري رکندو اچي. هن سپين پارين سهڻي صاحب سان، منهنجو نياز منديءَ جو رستو آهي، ۽ جڏهن به هتي سندس ديدار ٿيندو اُتم، تڏهن منهنجي سلام جي وراڻيءَ ۾، شاه صاحب جا هيٺيان سخن فرمائي، منهنجي دل نوازي ڪندو آهي:

**متان ٿئين ملُور، ڪين اڳاهون آهيان.**

اُنجي جواب ۾، سندس خدمت ۾، منهنجي طرفان، شاه صاحب جو صرف هي قول پيش آهي:

**ڪي ويجهائي ڏُور، ڪي ڏُور به اوڏا سپرين.**

هن رسالي ۾، جا ترتيب اختيار ڪئي ويئي آهي، سا هيءَ آهي: ڪلام، هاڻوڪي تلفظ ۾ پيش ڪيو ويو آهي، جئَن اُن جي پڙهڻ ۾، ڪنهن به صاحب کي ڪا دقت نہ ٿئي. مڙني سرن مان، داستان به داستان، صرف اُهي وايون ۽ بيت آندا ويا آهن، جن ۾ پوليءَ توڙي خيال جي لحاظ کان، شاه جي رسالي جو سمورو جوهر يا مغز سمايو پيو آهي، ۽ ساڳئي وقت، جنجي سمجهاڻيءَ، شاه جي ڪيترن ئي مشتاقن کي عين درڪار آهي. هونئَن تہ شاه صاحب جو هر هڪ بيت، هڪ بي بها دُر آهي، پر هتي سليس بيت اِنهيءَ ڪري نہ ڏنا ويا، جو اُنهنجو مفهوم يا مطلب، گوهر شناس سنڌي، ساعت ۾ پروڙيو وٺن. منهنجي خيال موجب، هنن صاحبن کي، ههڙي هڪ ٻئي دفتر جي حاجت، هرگز ناهي.

هر هڪ سر اڳيان اُن جو مهاڳ آهي، جنهن ۾ انسان سان تعلق رکندڙ قصو، تمثيل، سميت، پيش ڪيل آهي، يا ان جا مکيہ خيال، ظاهري توڙي باطني، درج ٿيل آهن. هر هڪ داستان جي مهڙ ۾، اُن جو سار ڏنو ويو آهي، جئن پڙهندڙ کي پريندي ئي ان جي پرک پئجي وڃي. هر هڪ بيت جي سامهون، ان جي سمجهاڻي، سليس عبارت ۾ ڏني ويئي آهي. ڏکين لفظن جي معنائن ۽ اَعرابن ۾ ڪابہ ڪفايت نہ ڪئي ويئي آهي. پلنامي ۾ اهم درستيون ڇاٽايل آهن. (پلنامي جون غلطيون درست ڪيون ويون آهن ناشر) رسالي جي مهاڳ ۾ شاه صاحب جي زندگيءَ ۽ شعر تي مختصر روشني وڌي ويئي آهي. هر حالت ۾، اجائي اُپٽار کان ڪنارو ڪيو

ويو آهي، ڇو تہ سنڌي سڳورا اَڪثر صوفيانہ رازن ۽ رمزن جي بحر ۾، اُڪيئي سراپا ٻڏا پيا آهن. جي رب چاهيو تہ ٻين روحاني شاعرن جو ڪلام بہ، ساڳي طرز تي، درجي بہ درجي، پيش ڪندو رهندس.

مون کي اميد آهي تہ شاه جا مڙيئي شايق هن رسالي جي بخوبي آجيان ڪندا ۽ پڻ اسان جا ادبي صراف، وينجهار جوهري ۽ غواض، اُن مان نوان معنيٰ جا موتي لهي، ناچيز کي نوازيندا.

وڄن ۾ وينجهار پاٽيٽ جي، پرڪا،
ڪنير پائي اُکئين، لهن سيڪنهن سار،
موتيءَ جي مزاج جو، قدر منجهہ ڪنار،
صرافنئون ڏار، ماڻڪ ملاحظو ٿئي.

# ـــ ڪلياڻ آڏواڻي

# شاه صاحب جي زندگيءَ جو احوال

شاه عبداللطيف ڀٽائي سنہ 1689ع ۾ حيدرآباد ضلع جي هالا تعلقي ۾ هالا حويليءَ جي ڳوٺ ۾ ڄائو. شاه عبداللطيف، سيد حبيب الله شاه جو پٽ، سيد عبدالقدوس شاه جو پوٽو ۽ سيد جمال شا جو پڙ پوٽو هو. سيد جمال شاهہ شاه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو ٽيون پٽ هو. شاهہ تاجيءَ ۽ پيٽي سيد هو. سندس والده بہ مخدوم دياني جي خاندان مان هئي. مخدوم دياني جو مقبرو، پراڻن هالن جي ايرندي طرف آهي. شاه جي ڄمڻ کان ٿوروئي پوءِ، شاه حبيب هالا حويليءَ مان لڏي، وڃي ڪوٽڙيءَ ۾ رهيو. هالا حويلي، ڀٽ کان نوَ ڪوه پري آهي ۽ ڪوٽڙي ٻہ ڪوه. ٻئي ڳوٺ هاڻ ويران پيا آهن.

چون ٿا تہ شاه حبيب، پنهنجي پٽ کي، وائي ڳوٺ جي مشهور عالم آخوند نور محمد ڀٽيءَ وٽ علم پرائڻ لاءِ موڪليو. وائيءَ جو ڳوٺ، ڀٽ کان ڇهہ ۽ اُڏيري لعل کان ٻہ ڪوه پري آهي. چون ٿا تہ شاه ”الف“ اُچاري، ”ب“ چوڻ کان نابري واري. شاه صاحب اُمي (اڻ پڙهيل) هو يا نہ، تنهن بابت جدا جدا عالمن، جدا جدا رايا ڏنا آهن. ڪن صاحبن جو رايو آهي تہ هو هڪ يگانو عالم هو، ۽ ڪن صاحبن جو رايو آهي تہ مٿس ”علم لدني“ نازل ٿيل هو، جو ڏٺيءَ جي طرفان ڪامل ولين کي عطا ٿيندو آهي.

شاه صاحب سان اڪثر ٽي ڪتاب همراه هوندا هوا: قرآن شريف، مولانا جلال الدين روميءَ جي مثنوي، ۽ شاه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو رسالو. اِنهن ڪتابن تي ڪنهن بہ هنڌ ڪجهہ لکيل ناهي، جنهن کي شاه جو دستخط چئجي. مير علي قانع ٺٽوي، جو شاه جو معتقد هو ۽ سندس ئي زماني ۾ رهندو هو. سو پنهنجي ڪتاب ”تحفت الڪرام“ ۾ لکي ٿو: ”اگرچہ حضرت شاه عبداللطيف اڻ پڙهيل هو، تہ بہ ساري عالم جو علم، سندس دل جي لڪل تختيءَ تي لکيل هو.“ ”تحفت الڪرام“، شاه صاحب جي وفات کان صرف سورنهن سال پوءِ، يعني 1768ع ۾، لکيل آهي. اِنهيءَ ڪري ڪي عالم، اُن کي هڪ اهم سند ٿا سمجهن. حقيقت ۾، عارفن ۽ اوليائن جو ذڪر ڪندي، مير علي شير وڃي ڪرامتن ۽ معجزن جي عشق ۾ گرفتار ٿيو آهي. سندس دفتر مان ڪو خاص تواريخي يا شخصي احوال خير ٿو ملي.

روايت آهي تہ شاه ويهن ورهين جو هو تہ کيس مجازي محبت جا ڪان لڳو. چون ٿا تہ ڪوٽڙيءَ جي مرزا مغل بيگ جو شاه حبيب ۾ ڪامل ويساه هو ۽ کيس دعا ڦيڻي لاءِ اڪثر پنهنجي گهر ۾ وٺي ويندو هو. هو اَرغون هو ۽ سندس گهر ۾ سخت پردو هوندو هو. سندس گهر ۾ ڪو اَگهو ٿي پوندو هو تہ مرشد کي عرض ڪري دعا لاءِ وٺي ويندو هو. قضا سان، هڪ دفعي سندس نياڻي بي چاڪ ٿي پيئي. اتفاق سان، ساڳئي وقت شاه حبيب جي طبيعت بہ ناساز هئي. اِنهيءَ ڪري مرزا بيگ جي عرض تي، پنهنجي پُٽ عبداللطيف کي ساڻن وڃڻ جي هدايت ڪيائين. شاهہ مغل جي دختر جو حسن ڏسندي بيخود ٿي ويو، ۽ سندس آڱر پنهنجي هٿ ۾ جهليندي، چيائين: ”جنهنجي آڱر سيد هٿ ۾، تنهن کي لهر نڪو لوڏو.“ اِهي سخن سٽي، مرزا ۽ سندس عزيز غضي ۾ لال ٿي ويا، پر ٻاهرين صبر اختيار ڪيائون. اُن کان پوءِ اندران ئي اندران، سيدن کي اهڙو تپائي ڪنيائون، جو هو لاچار ٿي، ڪوٽڙي ڇڏي، اُتر طرف ڪجهہ مفاصلو پري، وڃي ڏار حويليءَ اَڏي ويٺا. عشق جي ڪان لڳڻ کان پوءِ، شاه هرڻ ۽ هما وانگر، صحرائن ۽ بيابانن ۾ سرگردان ۽ حيران ٿي پيو ڦرندو هو. هڪ دفعي تہ ٽي ڏينهن ساندهہ هڪ هنڌ غش ئي غش پيو هو. سندس جسم تي واريءَ جا ٿهہ چڙهي ويا ۽ رڳو سندس

هڪ ڪپڙي جو پلاند ٻاهر پئي ڏٺو. قضا سان، هڪ پنوهار جي وجي مٿس نظر پيئي، جنهن سارو احوال وڃي شاه حبيب کي سڻايو. شاه حبيب اُڏامندو اَچي اُنهيءَ هنڌ پهتو ۽ ڏاڍي سوز مان چيائين:

”لڳي لڳي واءُ، ويا اَنگڙا لتجي“

شاه بيخوديءَ جي حالت مان ڇرڪ ڀري اُٿيو ۽ ٺهه پهه جواب ۾ چيائين:

”پيئي ڪٿي پساهه، پسڻ ڪارڻ پرينءَ جي“

ڪي شعوري ماڻهو ان خيال جا آهن ته هن شعوري زماني ۾، اَهڙي روايت کي ”ڏند ڪٿا“ ڪري شمار ڪرڻ جڳائي ۽ انهي کان گريز ڪرڻ يا ڪنارو ڪرڻ واجب آهي.

هڪ ڏينهن، شاه، اوچتو ئي اوچتو، بنا ڪنهن کي ٻڌائڻ چتائڻ جي، جوڳين جي سنگ ۾، هنگلاج ڏانهن هليو ويو. ڏسجي ٿو ته ساڻن گنجي ٽڪر واري واٽ وٺي ويو هو، ۽ سندس صحبت ۾ ٽي ورهيه سفر ۽ سياحت ۾ رهيو. جوڳين جي صحبت ۾، جيءَ کي اَنيڪ جفائون ڏنائين، جهاني تجربا پرايائين ۽ املهه آتمڪ خزانا هٿ ڪيائين. هنگلاج ڏانهن ويندي جيڪي هنڌ ۽ مڪان ڏٺائين، تن جو ذڪر سسئي وارن سرن، ڪاهوڙي، رامڪلي وغيره ۾ ڪيو اٿس. هنگلاج کان موٽندي، شايد ٺٽي کان سنڌو نديءَ وارو پتڻ اُڪري، مغلين، لکپت، هالار، دوراڪا، پوربندر، جهوناڳڙهه، گرنار ۽ ڪنيائ گهميو آهي. چون ٿا ته ٺٽي ۾ مخدوم معين ۽ ٻين عالمن فاضلن سان به رهاڻيون ڪيائين. مخدوم معين کي ”مخدوم تارو“ به چوندا هوا. وطن ڏانهن ورندي، جلسمير ۽ ٿر به گهمندو آيو ٿو ڏسجي. ”سر مارئي“ ۾ ٿر جي نظارن ۽ ٿرين جي زندگيءَ جو اکين ڏٺو احوال ڏنو اٿس. ممڪن آهي ته جليسمير کان پنج ڪوه پري، لڊاڻو ٽڪري ۽ ان سان لڳل ڪاڪ ڪنڌي به ڏسي آيو هجي. ”سر مومل راڻو“ اهڙي شاهدي ڏئي ٿو.

ساري ڏج، سيد چئي، لڊاڻي تان لاه.

ننگر ٺٽي ڏانهن ورندي، هڪ غار ۾ هڪ شخص کي ڏٺائين، ته هيءَ مصرع، نهايت دردناڪ نوع ۾ پيو چوي:

هيڪليائي هيل، پوربنديس پنهونءَ ڏي.

پڇڻ تي معلوم ٿيس ته هو هڪ جت هو، هالن جي پرسان لنگهندي، فقيرن جي واتان اِها مصرع ٻڌي هوائين. شاه چيس ته ”جي چاهين ته بيت جون باقي ٻه مصراعون به سڻايانءِ.“ انهيءَ تي جت خوشي ڏيکاري. شاه تنهن تي ٻي مصرع چئي ٻڌايس:

آڏا ڏونگر لڪيون، سوريون سڄن سيل؛

ٻي مصرع ٻڌندي ئي، جت وجد ۾ اچي ويو ۽ ٽي مصرع ٻڌڻ لاءِ بيتاب ٿيو، جنهن تي شاه ٽي مصرع چئي ٻڌايس:

ته ڪر پيلي آهن پيل، جي سور پريان جا ساڻ مون.

شاه جو بيت ختم ڪرڻ ۽ جت جو فوت ٿيڻ. شاه جي ارمان ۽ عجب جي حد نه رهي. پوءِ جت کي اُتي دفن ڪيائين. اُنهيءَ جت جي قبر اجا تائين واٽهڙن کي ڏسڻ ۾ ايندي آهي. شاه اڪثر چوندو هو ته ”انهي جت جهڙو درد وارو انسان، مون ڪڏهن ڪونه ڏٺو.“

شاه حبيب، پٽ جي فراق ۾ بيحال ٿي پيو هو ۽ رات ڏينهن، پيو دَٽيءَ در ٻاڏائيندو هو، ته سندس پٽ ڪيس وري سلامت اچي ملي.

مخدوم نوح جي درگاه تي ٻه، هر روز اِهائي دعا پنندو هو. هڪ ڏينهن اوچتو ئي اوچتو، شاه عبداللطيف اچي پنهنجي گهر سهڙيو. پيءُ جون اکيون ٺري پيئون؛ ورهين جو وڇوڙو هڪ ڪن ۾ لهي ويو.

شاه جي گهر موٽي اچڻ کان سست ئي پوءِ، مٿس شاديءَ جو ٻنڌڻ پيو. جنهن جي ڪارڻ، گهڻو وقت بي تاب ٿي، جهنگ واديون ۽ رڻ ڦريو هو، تنهن سان ئي قدرت سندس ناتو جوڙيو. اها هئي مرزا مغل بيگ جي نياڻي، بيبي سيده بيگم، جنهن کي شاه صاحب جا مريد، پوءِ اَدب وچان، تاج المخدرات (ستين جو چٽ) سڏيندا هوا.

شاه جي شادي ڪئين ٿي، سا ٻه هڪ حيرت جهڙي ڳالهه آهي. هڪ ڏينهن، اتفاق سان ائين ٿيو، جو ڪي دَل ذات جا رهزن، مردن جي غير حاضريءَ جو فائدو وٺي، مرزا مغل بيگ جي گهر ڪاهي آيا، سارو قيمتي سامان ڀهاري رمندا رهيا. پوءِ مغل هٿيارٻند ماڻهو ساڻ ڪري، ڌاڙيلن جي ڪڍ لڳا، ۽ اچي شاه جي پاڙي مان لانگهائو ٿيا. اها روئداد ڏسي، شاه سچي نيت سان، پنهنجون ۽ پنهنجن ماڻهن جون خدمتون آڇين، پر مرزا، ان کي حقارت سان ٺوڪاري ڇڏيو. شاه کي انهيءَ تان ڏاڍو رنج رسيو. چون ٿا ته سندس زبان مان بي اختيار بد دعا نڪري ويئي. مرزا پنهنجن ماڻهن سميت شاهينگن هٿان مارجي ويو. اهو حادثو 1124 هه مطابق سنه 1813ع ۾ ٿيو. مغلن جي زالن؛ سيدن جي رنج مٽائڻ لاءِ، اچي ڪانئَن معافي ورتي. پوءِ مرزا مغل بيگ جي نياڻيءَ جي شادي، شاه سان ڪرايائون. بيبي صاحبہ هڪ نهايت پاڪ دامن، پارسا ۽ نيڪ اطوار عورت هئي. شيخ سعديءَ جو فرمودو آهي:

زن نيک و فرزانہ و پارسا ـــ کنند مرد درويش را پادشا.

يعني نيڪ، سياڻيءَ عورت، فقير مرد کي ٻه بادشاه بنائي ٿي ڇڏي. هنجي سڳوريءَ صحبت، شاه کي هڪ روحاني بادشاه بنائي ڇڏيو ته ڪهڙو عجب! هوءَ پاڻ سان پنهنجو ننڍو پاءُ گولو وٺي آئي هئي، جو جلدئي گذاري ويو.

شاه کي ڪو اولاد ڪونہ ٿيو. چون ٿا ته بيبي صاحبہ کي هڪ وار اميدواري ٿي هئي، پر پوءِ ڪيهاءِ ٿي پيس. انهيءَ جو ڪارڻ، هن ريت ڄاڻايل آهي: هڪ ڏينهن شاه پنهنجي هڪ فقير کي پري کان سهڪندو ايندي ڏٺو؛ پڇڻ تي معلوم ٿيس ته بيبي صاحبہ کي پلي تي دل ٿي هئي؛ ۽ اهو فقير، ڊوڙي وڃي گهٽي پنڌ تان پلو هٿ ڪري آيو هو. اهو حال ڏسي، شاه چيو ته ”اهڙو اولاد ئي گهوريو، جو ڄمڻ کان اڳي ئي منهنجي فقيرن کي ٿو رُلائي.“ شاه هميشہ چوندو هو ته ”هي فقير ئي منهنجو اولاد آهن، جنجون دليون عشق کان گهايل آهن.“ تحقيق، درويشن جا مريد سندن نوري پٽ آهن.

هاڻي شاه جي زندگيءَ هموار ۽ موزون نموني ۾ گذرڻ لڳي. وقت، رياضت، عبادت، شعر گوئي ۽ قدرت جي جمال پسڻ ۾ صرف ڪندو هو. قدرت جا من موهيندڙ نظارا، کيس وجد ۾ آڻي ڇڏيندا هوا. اڪثر اونهي ويچار ۾ گذاريندو هو. ”انسان ڇا آهي؟ عالم ڇا آهي؟ حق ڇا آهي؟“ جي باريڪ مسئلن تي غور ڪندو هو. ويدانت ۾ ٻه انهن ئي باريڪ نڪتن تي ويچار آيل آهن: ”جيو، جڳت ۽ ايشور ڇا آهن؟“

شاه جي ٻاجهاري طبيعت، نيڪ اطوارن ۽ پاڪدامنيءَ، ڪيترن ئي انسانن کي مٿس مفتون ڪري ڇڏيو. هڪ هو اڳيئي سيد، ٻيو سياءُ جو هو سٻاجهو، سو ته باقي ٻه ماڻهن کي موهي وڌائين. شاه پاڻ پوڄائڻ کان پري هو، پيري ۽ شيخي، دل کي نہ وڻندي هيس:

پوڄا ڪرَ م پاڻکي، جوڳي! رکج جوڳ،
خلق خادم جڻَن ڪرين، اي راوَل! وڏو روڳ.

پر خلق خود ڏانهنس ڇڪجي ٿي آئي. ماڻهن وٽ شاهہ جي ايڏي عزت، آسپاس جي پيرن ۽ ميرن کان سٺي نٿي ويئي. مطلب تہ سمورو حسد، پيريءَ مخدوميءَ تان هو. شاهہ ذاتيءَ طرح پاڻ بہ ان جي خلاف هو، پر جنجي اکين ۾ موريسر سي ڪئَن سچ ڏسن! سيني پنهنجي پر ۾، کيس تنگ ۽ پريشان ڪرڻ سان گهٽايو ڪين، بلڪ، ميان نورمحمد تہ کيس صفحہ هستيءَ تان اڏائڻ جي بہ ڪوشش ڪئي. پر شاهہ جي مڙيئَي دشمن، کيس ذرو بہ ضرر رسائي نہ سگهيا.

شاهہ کي اچي خيال ٿيو تہ شاهہ عبدالڪريم جو مقبرو جوڙايان، سو ڪاشيءَ جي سرن آڻڻ ڪاڻ، ملتان کهي ويو. موٽندي جڏهن خدا آباد پهتو، تڏهن ڪئين ماڻهو سندس قدم بوسيءَ لاءِ آيا. ميان نورمحمد ڪلهوڙي، هڪ معجون جي دٻلي نذراني طور ڏياري موڪليس. شاهہ دٻلي وٺندي درياهہ ۾ اڇلي ڇڏي ۽ چيائين تہ ”پل تہ سارو عميق، هن معجون جو فيض وٺي.“ معجون ۾ زهر قاتل ملايل هو. چون ٿا تہ پاڻيءَ ۾ اوڏي مهل ئي، مئل مڇيون ترنديون نظر آيون. ٻئي دفعي وري دعوت ڏيئي، هڪ سرڪش گهوڙي، سونن سنجن سان سينگاريل، تحفہ طور ڏنائينس. شاهہ لغام کي پري اڇلي، گهوڙيءَ کي اڙي هٽي، اتان طوفان جيان نڪري ويو، ۽ ٿوري وقت کان پوءِ صحيح سلامت ساڳي منزل تي موٽي آيو. ميان نورمحمد ڪلهوڙو پنهنجي ڪئي تي ڏاڍو پيشمان ٿيو، ۽ دشمن مان قري، سندس معتقد ٿي پيو. چون ٿا تہ ميان نورمحمد کي، ميان غلام شاهہ ڪلهوڙو، شاهہ جي دعا سان ڄائو.

شاهہ کي هاڻ خلوت جي عشق، ڪوٽڙيءَ ۾ آرام نہ ڏنو. پنهنجي سير جي دوران ۾، نون هالن کان ٻن ڪوهن جي مفاصلي تي، ڪرار ڍنڍ نزديڪ، هڪ دڙن ۽ دٻين جي وچ ۾ ٻيٽل، ۽ ڪرڙن ۽ ڪنڊن ۾ ويڙهيل، واريءَ جو دڙو چٽائي ڇڏيو هوائين. سندس نظر ۾ اِهو سيهرو، عبادت لاءِ هڪ آدرشي آستان هو. نهايت ڪشالي ۽ محنت سان، انکي پنهنجي محبوب ”ڀٽ“ جي صورت ڏنائين. فقيرن سان گڏ انهيءَ واريءَ جي دڙي مٿان چيڪي مٽي وڌائين، ۽ پوءِ پنهنجي لاءِ هڪ جهوپڙو اڏيائين. هڪ ننڍڙي مسجد ۽ پنهنجي اَبي ۽ اَمڙ لاءِ هڪ حويلي بہ اڏارايائين، ۽ فقيرن کي بہ رهڻ لاءِ حدون مقرر ڪري ڏنائين. مينهن جي موسم ۾ ڀٽ، هڪ رونقدار ويس پهريندي هئي. شاهہ ”سر سارنگ“ ۾ اُن رونق ڏانهن ڪي اِشارا فرمايا آهن.

چون ٿا تہ شاهہ عبدالڪريم، هڪ لڳا انهيءَ هنڌان لنگهندي، اتي نماز پڙهي هئي ۽ پڻ فرمايو هوائين تہ ”اسانجي اولاد مان هڪ ولي ۽ وڏو شاعر، هن هنڌ پنهنجو آستانو جوڙيندو.“ اُن وقت شاهہ عبدالڪريم، هالن واري مخدوم نوح کي ملڻ لاءِ وڃي رهيو هو چو تہ مخدوم صاحب ۽ شاهہ عبدالڪريم پاڻ ۾ گهرا دوست هوندا هوا.

شاهہ اڃا ڀٽ کي تيار ڪرڻ ۾ ئي لڳل هو تہ پنهنجي والد سڳوري جي سخت بيماريءَ جي خبر مليس. شاهہ حبيب، قاصد هٿان ڀٽ ڏانهن هي نياپو ڏياري موڪليو:

ڪنهن جنهن نينهن ننڊام، جي مون واجهائيندي نہ ورو،
جيڪي مئي ڪندام، سو جانب ڪريو جيئري.

شاهہ پنهنجي والد کي آخرين طرح گڏجڻ لاءِ بيحد بيتاب ٿيو ۽ قاصد کي جواب ۾ هي بيت ڏنائين.

مٿان ٿئين ملور، ڪين اڳاهون آهيان،
ڏسڻ ۾ ڪر ڏور، حد پنهي جي هيڪڙي.

شاهہ حبيب کي ڀٽ جو نياپو مليو تہ اندر کي آرام اچي ويس. شاهہ نياپي موڪلڻ کان ترت ئي پوءِ پنهنجي والد سڳوري کي ملڻ لاءِ روانو ٿيو. افسوس جو سندس پهچڻ کان اڳيئي شاهہ حبيب جو روح وڃي حق سان هڪ ٿيو. پيءُ جي وفات ڪري شاهہ کي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ هو ڪيترا ڏينهن ماتم ۾ رهيو.

شاهہ حبيب جي وفات کان پوءِ، کيس شاهہ جي هدايت موجب، محمود فقير جي سيرانديءَ کان دفن ڪيائون. هاڻي مقبري مٿان گنبذ ٺهيل آهي. اِهو گنبذ شاهہ صاحب جي مقبري کان اتر طرف اَٺن نون وکن جي مفاصلي تي آهي. شاهہ حبيب سنہ 1842ع ۾ وفات ڪئي. اها تاريخ محمد صادق نقشبنديءَ جي عربي مصرع مان نڪري ٿي: اَلموت جسر يوصل الحبيب اليٰ لقاءِ الحبيب“ يعني موت هڪ پل آهي، جنهن تان هڪ دوست لنگهي وڃي پنهنجي دوست کي ملي ٿو.

شاهہ صاحب، پيءُ جي وفات کان پوءِ، رڳو ڏهہ ورهيہ زنده رهيو. پيءُ جي گذرڻ کان پوءِ اٿالي سميت، ڪوٽڙي ڇڏي، وڃي ڀٽ تي رهيو. سندس هاڪ، هينئَر هنڌين ماڳين پکڙجي ويئي، ۽ ڪتان ڪتان جا ماڻهو، سندس ديدار لاءِ آيا ٿي.

وٽس سارو ڏينهن سرود ۽ سماع جاري هوندو هو. دهليءَ جا ٻہ مشهور گويا، اَٽل ۽ چنچل ٻہ، اَچي سندس خدمت ۾ حاضر ٿيا. راڳ، شاهہ صاحب جي جان هو. موسيقي يا گائن وديا جو ڪامل ڄاڻو هو. پاڻ بہ پنهنجو چيل ڪلام ڳائيندو هو. چون ٿا تہ وفات کان ٿورو اڳ، گهڻو ڪري هيئين ڪافي چوندو رهندو هو. ”سر سهڻي“ جي پهرئين داستان کان پوءِ اَچي ٿي.

ڪهڙي منجهہ حساب؟ هئَڻ منهنجو هوت ري لا!......

حياتيءَ جي پڇاڙيءَ ۾ اچي سڪ ٿيس تہ ڪربلا جي زيارت ڪري اچان. قضا سان واٽ ۾ هڪ خدا رسيدو مريد گڏيس، جنهن چيس تہ ”سائين سڳورا! اوهين ماڻهن کي چوندا آهيو تہ اوهانجو ڪفن دفن ڀٽ تي ٿيندو، پوءِ هينئَر ڪئين پڇاڙيءَ جي وقت هيڏي سفر تي نڪتا آهيو؟“ شاهہ جي دل ۾ اِهي سخن تير مثل پيهي ويا، ۽ هو ڪربلا شريف جي زيارت جو خيال ترڪ ڪري، ڀٽ ڏانهن واپس وريو. ڀٽ تي پهچڻ سان، ڪارو ويس ڪري، امامن جي ماتم ۾ ”سر ڪيڏارو“ چيائين. پورا ايڪيهين ڏينهن ايڪانت ۾ رهيو، ۽ اُنهيءَ عرصي ۾ ٻن ويلن جيتري ماني مس کاڌائين. جڏهين ٻاهر نڪتو، تڏهين غسل ڪري هڪ چادر مٿان وجهي، مراقبي ۾ ويهي رهيو. پوءِ سرود ۽ سماع جو اِشارو فرمايائين. ٽي ڏينهن برابر فقيرن جو راڳ روپ پئي هليو. آخر راڳ ختم ٿيو، پوءِ شاهہ صاحب جي ويجهو ڇا وڃي ڏسن تہ سندس روح مبارڪ پرواز ڪري، وڃي رب سان مليو هو! شاهہ صاحب صفر مهيني جي چوڏهين تاريخ سنہ 1125هہ مطابق 1752ع ۾ جهان مان لاڏاڻو ڪيو. سندس عمر، حضرت محمد صلعم ۽ حضرت عليءَ جي عمر جيتري ٿي يعني 63 ورهيہ.

شاهہ صاحب جو لاش مبارڪ، سندس وصيت موجب، ڀٽ تي، محمود شاهہ جي پيرانديءَ کان دفن ڪيو ويو. ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي، پنهنجي خرچ سان، سندس تربت مٿان سنہ 1754ع ۾، هڪ عاليشان مقبرو، وقت جي نامياري عيدن رازي کان جوڙائي راس ڪرايو. ميرن جي صاحبيءَ ۾ مير نصير خان، انهيءَ مقبري ۽ مسجد جي عمدي مرامت ڪرائي. سندس سوٽ مير محمد خان، قبي کي چانديءَ جو دروازو وجهايو. جو اڄ تائين قائم آهي. دروازي مٿان، توڙي ديوارن تي، ڪيترائي سهڻا فارسي بيت نقش ڪيل آهن، جن مان شاهہ صاحب جي وفات جي تاريخ ملي ٿي.

شاهہ حبيب جي تربت سڳوري، هينئَر عام و خاص لاءِ هڪ زيارتگاهہ آهي. اُن جو ديدار قلب کي آرام ڏيندڙ آهي.

ساري رات سبحان، جاڳي جن ياد ڪيو،
اُن جي عبداللطيف چئي، مٽيءَ لڌو مان،
ڪوڙين ڪن سلام، آڳهہ اچيو اُن جي.

هر جمع رات، پٽ شريف تي، فقير، شاھ صاحب جو ڪلام ڳائيندا آهن. ڪلام، رات جو ڏهين بجي ڌاري شروع ٿيندو آهي، ۽ صاف صبوح تائين هلندو آهي.

شاھ جو رسالو ڪلام، وجد واري حالت ۾ چيل آهي. شاھ صاحب جڏهين انهيءَ حالت ۾ ايندو هو، تڏهين ويندو هو شعر چوندو، جو سندس فقير بر وقت قلم بند ڪندا ويندا هوا. هڪ روايت آهي ته وفات کان ٿورو وقت اڳ، سارو رسالو ڪراڙ ڍنڍ ۾ داخل ڪري ڇڏيائين، چو ته اهو خيال اچي ٿيس ته متان ماڻهو سندس رمزون نه سمجهي، وڃي گمراهيءَ ۾ پون. چون ٿا ته شاھ جي ائين ڪرڻ تي، فقيرن ڪي ماتم وٺي ويو، ۽ پاڻ مٿن رحم آڻي، هڪ مريدياڻي، مائي نيامت (نعمت) کي فرمايائين ته فقيرن کي اهو لکرائي ڇڏي. چون ٿا ته اِنهيءَ مائي کي شاھ جي ڪلام جو ڪجھ حصو ياد هو. پوءِ انهيءَ نئين سر تيار ٿيل رسالي کي ”گنج“ ڪري سڏيائون ۽ تمر فقير جي حفاظت ۾ ڇڏيائون. فقير جا پويان اجا تائين اُنجي حفاظت ڪندا اچن.

شاھ صاحب جو ڪلام، سندس سيرت جو آئينو آهي. جن ۾ گڻن کي پنهنجي ڪلام ۾ واکاڻيو اٿس، تن مڙني جو مجسم هو. سندس متو هو هر حال ۾ تواضع ۽ خاڪساري ڪرڻ ۽ ”سيني سين، من ماري ميڻ“ ڪرڻ. جيڪي خاڪ ۾ ڏٺائين ، سو عالم جي ٻي ڪنهن به شي ۾ نه ڏٺائين: سو نه ڪنهن شي ۾، جيڪي منجھ تراب. شاھ صاحب جي واٽ، نيستيءَ واري هئي، نه هستي واري. نيستيءَ ۾ هستي ۽ نابوديءَ ۾ بود ڏٺائين. شاھ صاحب ڪائيندو پيئندو ۽ پهريندو سادو هو. اِلاهي محبت ۾ رڱيلن جي، نه ڪڏهين پوشاڪ سان پيئي آهي، نه خوراڪ سان. شاھ صاحب جي، ظاهري لباس، سينڌ سرمي ۽ ٺاه ٺوه سان نه پوندي هئي.

شاھ صاحب جي پوشاڪ، ڪاري ڏاڳي سان سبيل هڪ گيڙوءَ رتي ڪفني هوندي هئي. مٿي تي سفيد رنگ جي وڏي ٽوپي يا ڪلاه ۽ اُن جي مٿان ڪاري رنگ جي ڪپڙي جو ٽڪر ويڙهيل هوندو هوس. هٿ ۾ جوڳين جي بيراگڻ جهڙي لٺ کڻندو هو. کاڌي پيتي لاءِ هڪ ڪشتو يا ڪشڪول هوندو هوس. اهي شيون اَجان تائين پٽ شريف تي پوري حفاظت ۽ احترم سان سانديل آهن. پور هوندو هوس ته جتي پائيندو هو، نه ته پيرين اگهاڙو پنڌ ڪندو هو. اوڇي بستري تي نه، پر هڪ پراڻيءَ کٽائينءِ گودڙي تي سمهندو هو. ڪڏهين به ڪنهن دنيوي فرحت کي اوڏو نه ويو. ننڊ به نهايت ٿوري ڪندو هو. جهڙيون رياضتيون شاھ صاحب ڪيون، تڙيون ڪنهن ورلي ڪيون هونديون. سمهندو به هڪ صندل تي هو، جو اجان تائين موجود آهي.

شاھ لاطمع به هڪڙو ئي هو. ڪڏهين به ڪنهن جو ٿورو کڻڻ نه چاهيندو هو. پاڻي به پنهنجن هٿن سان پري پيئندو هو، چو جو ڪنهن کي پاڻي آڻڻ جو چوڻ به، سندس خيال ۾ سوال ۾ داخل هو.

چون ٿا سندس هڪ مريد، هر سال جڏهين زيارت لاءِ ايندو هو، تڏهين هڪ ڪٽو پاڻسان نذراني طور آڻيندو هو. هڪ سال، مسڪينيءَ سببان، ويچارو ڪٽو ڳنهي نه سگهيو، تنهنڪري شاھ صاحب وٽ لڄ وچان آيو ئي ڪين. ٻئي سال، دستور موجب ڪٽو کڻي، شاھ صاحب وٽ آيو. شاھ صاحب پڇيس ته ”پر سال چو نه منهن ڏيکاريءِ؟“ جواب ڏنائين ته ”پر سال توفيق نه هيم جو سائين جن لاءِ ڪٽو ڳنهي کڻي اچان؛ چيم ته هٿين سکڻو ڪئين اچان“. اِنهيءَ تي شاھ صاحب فرمايو ته ”اهو ڪٽو ئي گهوريو، جو دوست کي دوست کان سڪائي“

شاھ صاحب جو قلب نهايت ڪومل هو. نه رڳو انسان ذات لاءِ، پر پکين ۽ پسن سان اٿاه قرب هوس. حياتيءَ ۾ ڪڏهين ڀُلئي ڀُلائي به، ڪنهن پرندي ۽ پسونءَ کي ڪو ڏک نه رسايائين. شڪارين کي اَجل جي يادگيري ٿو ڏياري، جئن ويچارن گگدامن کي مارڻ کان باز اچن. (اها، عام اِنسانن لاءِ به، هڪ هدايت آهي.)

شڪار تون شهباز جو، تون تان منجھ شڪار!

ڪونجڙين کي شڪار ٿيندو ڏسي، سندس هردو درد کان رجيو ٿي. اُنهن معصومڙين جي هردي مان ڇڻ پيهي نڪتو هو. ماريءَ جي چار ۾ ڦاسڻ وقت، اَندر ۾ اُهو ئي وڍ پيو پوين، تہ سندس پٺيان، سندن ٻچا ڪٺئين ڪندا.

ڪونجيون ٽيون ڪٽڪن، جيڪس هلڻ هاريون،
ٻچا پوءِ اُٿن، وجن وانڊا ڪنديون.

ڪونجڙين کي اندر ۾ وڍ پوندا ڏسي، سندس اندر جا بہ چاڪ ٿي چڪيا. اُنهن جي فراق وارين دانهن، سندس فراق جا ڦٽ آلا ٿي ڪيا:

ڪونجڙي ڪالهہ لنئَين، سڄڻ وڏم چت،
آئون جنهن ريءَ هت، گهنگهر گهاريان ڏينهڙا.

دل ايتري قدر تہ نرم هيس، جو ڪهل وچان ٻن ڪتن کي پنهنجي هٿن سان پاليو هوائين، جو تہ انهن جي ماءُ کين ننڍڪي حالت ۾ ڇڏي ويئي هئي. اُنهن مان هڪ کي ”موتي“ ۽ ٻي کي ”ڪينهو“ ڪري سڏيندا هوا.

شاہ صاحب نهايت پرهيزگار ۽ پاڪدامن هو. مجازي عشق ڪمايائين، پر اُن ۾ اَٽڪي بيهي نہ رهيو. شاديءَ کان پوءِ پنهنجي ٽڙ ڏاڏي شاه عبدالڪريم وانگر، چڙائيءَ جي واڪاڻ ڪندو هو. راڳ تي ايتري قدر تہ مفتون هو، جو وصال بہ راڳ ٻڌندي ڪيائين. سارو وقت وٽس سرود ۽ سماع لڳو ئي پيو هوندو هو. سماع هلندي، سر جي سمڪ نہ هوندي هيس. تندن جي تانن ۾ روحاني راز پروڙيائين.

تان نہ آهي تند جو، رون رون ڪري راز.

راڳ جو سچو قدر ”سر سورٺ“ ۾ ڪيو اٿس. راڳ جي عشق جي لحاظ کان، راءِ ڏياچ، شاه پاڻ آهي.

شاہ صاحب وڏي ڏيا ۽ حشمت جو صاحب هو. سندس حضوريءَ ۾ ڪنهنکي بہ ڪا گستاخي ڪرڻ جي مجال نہ هئي. هميشہ ڳورو ۽ ڳنڀير گذاريندو هو. البت، وڳند يا ورو فقير سان، وقتي چرچا گهڻا ڪندو هو. ”سر بلاول“ ۾ انهي ”جسم ۾ جڏي“ فقير سان چڱو مذاق ڪيو اٿس. شاه صاحب جي هن جڏڙي سان اهڙي ڪا خاطر هئي، جو هنجي صدقي، ظريفاڻو شعر بہ چيو اٿس. وڳند کي گهڻن ئي مذاقي لفظن سان ياد فرمايو اٿس: ”نسورو ئي نرڳ“، ”بي نماز“، ”ڪلاڻ“، ”نرڳي“. هنجي گدائيءَ ۽ پيٽوڙ پائيءَ تي چڱائي چرچا گهڻا ڪيا اٿس. اهو فقير ڪوٽڙيءَ جو ئي هو. ٻيا فقير، جي شاه صاحب جي مريدن ۾ داخل هوا، سي هوا: تمر فقير، سندس خاص خليفو، جنهنجو اولاد اڄ ڏينهن تائين سندس درگاه جو مجاور آهي؛ محمود شاه، جو اَميري ترڪ ڪري فقير ٿيو هو، ۽ جنهن لاءِ شاه صاحب کي ايڏي عزت هئي، جو پنهنجي تربت، هنجي پيرانديءَ کان ڪرڻ جي وصيت ڪئي هوائين؛ شاه عنايت، هڪ وڏي زميندار جو پٽ؛ ميون هاشم علوي ريحان جو پوٽو، جو راڳيندڙ بہ هو ۽ لڪيڙه جو ڪم بہ ڪندو هو؛ ۽ بلال، جنهن سان ايڏي محبت هيس، جو ڪڏهين ڪڏهين هنجي ملاقات لاءِ هنجي ڳوٺ ڪهي ويندو هو.

شاه کي ڪامل درويشن سان رهاڻين ۽ ملاقاتن ڪرڻ جو شوق هو ۽ اڪثر پاڻ وٽن ڪهي ويندو هو. شاه جي زماني ۾ سنڌ ۾ گهڻيئي ڪامل فقير هوا. شاه صاحب پنهنجي حياتيءَ جي عرصي ۾ گهڻن ئي الله لوڪن سان ملاقاتون ۽ رهاڻيون ڪيون. ڦوه جوانيءَ جي زماني ۾ شاه عنايت جهوڪ واري سان ملاقات ڪيائين. چون ٿا تہ شاه عنايت کيس ڏسندي ئي هيٺيون بيت چيو. ان ۾ سالڪ کي طريقت جي واٽ وارين مشڪلاتن جو شير دليءَ سان مقابلو ڪرڻ بابت هدايت فرمايل آهي.

ڏسي ڏونگر ڏار، متان هلڻ ۾ هيٺي ٿئين،

ڪي مجازاٽيون موٽيون، سٽي پنڌ پچار،
پويون پائج پرينءَ کي، حقيقت جو هار،
سِگهي لهندءِ سار، آريچا عنايت چئي.

شاه صاحب جواب ۾ هيٺيون بيت فرمايو:

پسي ڏونگر ڏاهُ! جم هلڻ ۾ هيٺي وهين،
لانچي لڪ، لطيف چئي، پٽيءَ ڪيچين ڪاهه،
پڇي پورج، سسئي! بلوچاڻي باهه،
اِن وڙائتي ور جي، آسر هڏ م لاهه،
جو اکنئُون اوڏو آهه، سو پرين پرانهون م چَئو.

شاه عنايت شهيد جي شهادت وقت، شاه ايڪٽيهه سالن جو هو. خواجه محمد زمان لواريءَ جي ملاقات لاءِ به پاڻ ڪهي ويو هو، جيتوڻيڪ عمر جي لحاظ کان، خواجه صاحب، شاه صاحب کان گهٽو ننڍو هو. شاه صاحب خواجه صاحب جي ڪماليت کان اهڙو ته متاثر ٿيو هو، جو جڏهين به ونس هن صاحب جو ذڪر نڪرندو هو، تڏهين از خود زبان مان هي بيت چئي نڪرندو هو:

مون سي ڏٺا ماءِ، جنين ڏٺو پرينءَ کي،
ڪري نه سگهان ڪاءِ، اُنين سندي ڳالڙي.

شاه صاحب، مخدوم محمد معين، ٺٽي جي مشهور عارف وٽ گهڻو ايندو ويندو هو. مخدوم صاحب، جو "اويسيه" نالي رسالو لکيو، سو به شاه صاحب جي اِستدعا تي، جو جو شاه صاب جو اويسي طريقي سان خاص پيوند هو. بلڪ اِئين چئجي، ته شاه صاحب پاڻ هڪ اويسي عارف هو. شاه صاحب جي مرشد جي ڪل، ڪنهن کي به نه رهي آهي؛ هو صاحب، رياضتن ۽ ڪشالن جي ذريعي ئي، روحاني ڪماليت کي رسيو.

"تحفت الڪرام" ۾ آيل آهي ته جڏهين مخدوم صاحب جي وفات جو وقت ويجهو آيو تڏهين شاه صاحب پنهنجن فقيرن کي فرمايو ته "هلو ته پنهنجي دوست سان پڇاڙيءَ جي ملاقات ڪري اچون." فقيرن اُتي پهچي سماع شروع ڪيو. مخدوم صاحب تي سماع جو ايڏو ته اثر ٿيو، جو هو ذوق ۽ حال ۾ اچي، پنهنجي حجري ۾ هليو ويو، ۽ ساعت کان پوءِ سندس روح وڃي حق سان هڪ ٿيو.

شاه صاحب جي، سچل فقير جي ڏاڏي ميان صاحب ڏني سان به ملاقات ٿي. هن صاحب اُن وقت ڪپڙن جي ويڙهه ۾ لڪائي ويٺي رياضت ڪيدي. شاه صاحب ڪيس ڏسي فرمايو ته "يار کي لڪائڻ نه گهرجي، پر هنکي ٻاهر آڻجي." اِنهيءَ تي هُو صاحب ٻاهر نڪري آيو. وري ٻئي دفعي جڏهين درازن ۾ آيو، تڏهين پنجن ورهين جي ٻالڪ سچل کي ڏسي فرمايائين ته "اسان جيڪو ڪنو چاڙهيو آهي، تنهن جو ڍڪڻ هي لاهيندو."

چون ٿا ته مخدوم دين محمد صديقي سيوهاڻيءَ جي به، شاه صاحب سان گهاٽي دوستي هوندي هئي. انهيءَ ڪري، شاه صاحب جو، گهڻيئي دفعا، سيوهڻ ۾ وڃڻ ٿيو. ٻنهي جي پاڻ ۾ ايڏي ته محبت هئي، جو هڪ لڳا، پاڻ ۾ دستارون بدلائي، پڳ مٽيا يار ٿيا هوا.

شاه صاحب جي، مدن ڀڳت سان به، گهاٽي پريت هئي. مدن صاحب، ڪوٽڙي مغل جو ويٺل هو، ۽ وڏي پهچ وارو فقير هو. شاه صاحب، هن هندو صوفيءَ سان به چڱيون رهاڻيون ڪيون.

شاه جو روحاني طريقو ڪهڙو به هجي؛ سندس ڪلام مان ظاهر آهي ته هو مذهبي اِختلافن کان مٿي هو؛ هر شئيءَ ۾ حق جو جلوو پسندڙ هو.

ڏسڻ ڏسين جي، تہ همہ ڪي حق چوين.

شاه صاحب نڪي هو شيعو، نڪي هو سني. هڪ لڳا، سوال پڇيو ويس تہ ”سائين، اوهين سني آهيو يا شيعا؟“ جواب ۾ فرمايائين تہ ”آهيان بہ اهو ڪي ڪين.“

پڇيو ئي جان دوست، تان پاسي ڪر پرهيز ڪي،
جنين ڏٺو هوت، تن دين سيپئي دور ڪيا.

اگرچہ باطن ۾ هڪ صوفي عارف هو، تہ بہ ظاهري طرح، ماڻهن جي صحيح هدايت لاءِ، شريعت جا سڀ حق پوريءَ ريت بجا آڻيندو هو. باطن ۾ توڙي ظاهر ۾، هڪ ڪامل هادي ۽ رهبر هو. سندس هدايت آهي.

ڪر طريقت تڪيو، شريعت سچاڻ،
هنئون حقيقت هير تون، ماڳ معرفت ماڻ،
هوءِ ثابوتي ساڻ، تہ پسڻ ڪان پالهو رهين.

---

# شاهہ جي ڪلام ۾ سندس شخصيت جو عڪس

پهرين وڃان لوءِ، پوءِ مر پچنم ڏينهڙا.

شاهہ هڪ اعليٰ درجي جو وطن دوست هو. سندس زندگيءَ توڙي ڪلام، سندس جي حب الوطنيءَ جي فراوان شاهدي ڏين ٿا. شاهہ جي دل ۾ سنڌ ڏيهہ لاءِ بيحد محبت هئي، جا رسالي ۾ پاريون ڪري پلٽي آهي. ٻوليءَ، نظم ۽ خيالات جي لحاظ کان، شاهہ صاحب جو رسالو، حب الوطنيءَ جو هڪ بي نظير دفتر آهي.

شاهہ جي زماني ۾ عربي ۽ فارسيءَ کي شرف حاصل هو. شاهہ، سنڌي زبان کي شاعرانہ پرواز ڏيئي، پنهنجي حب الوطنيءَ جو ثبوت ڏنو. سنڌي ٻولي، سنسڪرت جي فاسد يا بگڙيل صورت آهي، ۽ ان جو بنيادي طرح، عربيءَ ۽ پارسي سان ڪوبہ تعلق ڪونهي. البت، پارسي ۽ عربيءَ جو مٿس اثر ٿيو آهي. شاهہ جي سنڌي، تلفظ ۽ نحوي بناوتن جي لحاظ کان، پراڪرت کي نهايت ويجهي آهي؛ ۽ ساڳئي وقت، منجهس پارسي ۽ عربي ٻوليءَ جي بہ نهايت سهڻي نزاڪت ۽ رونق آهي. هن صاحب جي ٻوليءَ ۾ هندن توڙي مسلمانن جي تهذيب ۽ تمدن جو لحاظ رکيل آهي، جا هڪ وڏي قومي خدمت آهي. مثلن، شاهہ جي هيٺئين بيت جو لباس سنسڪرتي آهي ۽ منجهس سمايل خيال ويدانتي:

ڪوڙين ڪاياڻون تنهنجون، لکن لک هزار،
جئُ، سيڪنهن جي سين، درسن ڏارو ڏار،
پريم تنهنجا پار، ڪهڙا چئي ڪَئن چئان.

وري هيٺئين بيت جو ويس عربي ۽ پارسي آهي ۽ خيال صوفياڻو:

پاڻهين جل جلالہ، پاڻهين جان جمال،
پاڻهين صورت پرينءَ جي، پاڻهين حسن جمال.

شاهہ شعر جي نظم ڪرڻ ۾ بہ، حب الوطني ڏيکاري آهي. سنڌي شاعر پنهنجو شعر اڪثر علم عروض تي ٺا ٻڌن، پر شاهہ وزن (دوهي) جي باري ۾ بہ، ديسي نمونو ورتو. اهڙي طرح، پاڻ کي هڪ ڏارئي ۽ مصنوعي طريقي کان آزاد رکيائين. هندستان جي مشهور سنتن جون ٻاٽيون، دوهرن ۾ لکيل آهن ۽ شاهہ بہ اهو ساڳيو طريقو اختيار ڪيو؛ پر دوهري ۾ نيون ۽ نهايت نزاڪت واريون تبديليون آندائين. شاهہ کي ”سنڌ جو حافظ“ ڪري سڏيندا هوا. سو شايد اِنهيءَ ڪري جو شاهہ سنڌين کي اَهڙو پيارو آهي، جهڙو ايرانين کي حافظ، ۽ ”ديوان حافظ“ اَهڙوئي الهامي ڪتاب آهي، جهڙو ”شاهہ جو رسالو“؛ ورنہ حافظ ۽ شاهہ هم خيال شاعر ناهن، نڪي ڪي شاهہ حافظ وانگر غزل چيا. شاهہ روميءَ جو شايق هو ۽ روميءَ جي مثنوي هميشہ ساڻ هوندي هيس. چاهي ها تہ پنهنجو شعر، مثنويءَ جي صورت ۾ چئي سگهيو ٿي، پر سندس حب الوطنيءَ جي جذبي کيس اِئين ڪرڻ نہ ڏنو. تنهن هوندي بہ سندس ڪلام ۾ اَهڙي مستي آهي، جهڙي روميءَ جي ڪلام ۾، خمار هميشہ شراب مان پيدا ٿيندو آهي ۽ نہ پيالي مان؛ تہ بہ شراب کي جهلڻ لاءِ پيالو ضرور گهرجي.

مستي ز باده مي رسد و از اياغ نيست
هر چند باده را نتوان خورد بي اياغ.
(اقبال)

شعر آهي شاعر جي دل جو پاٽي، جو ڪهڙي به پيالي (نظم) ۾ پنهنجو جوهر نه وڃائيندو. شاهه دوهري ۾ به اهڙي شاعرانه نزاڪت ۽ خيالات جي بلندي رکي سگهيو آهي، جهڙي روميءَ مثنويءَ ۾ ڏيکاري آهي.

شاهه جي سنڌيءَ سان ايتري ته محبت هئي، جو ڪٿي به پارسي شاعر جي ڪابه تڪ، تضمين طور پنهنجي ڪلام ۾ نه آندي اٿس. ٻيا شاعر ڇڏيو پر روميءَ جي مثنويءَ مان به، ڪوبه سخن، تضمين طور نه کنيو اٿس، جيتوڻيڪ روميءَ سان بيحد محبت ۽ عزت هئي. رومي ئي آهي، جنهن جو نالو پنهنجي شعر ۾ آندو اٿس؛ پر هن جي فيلسوفيءَ کي به سنڌي لباس پهرايو اٿس:

طالب ڪٿي، سونهن سر، اِي رومي جي رهاڻ،
پهرين وڃائڻ پاڻ، پسڻ پوءِ پرين کي.
(سر يمڻ ڪلياڻ)

”سر سهڻيءَ“ ۾ شاهه هڪ پارسي مصرع تضمين طور ڪم آندي آهي. پر اِها شاهه عنايت شاهه جي چيل آهي، جو سنڌ جو هڪ جنگ درويش ٿي گذريو آهي. هو صاحب، سنڌ ۾ عاشقن جو سر مور ٿو ليکجي، ڇو ته شهادت جو جام پيتو هوائين. اِتي به شاهه پنهنجي وطن جو مان ڪيو آهي، جو سنڌ جي هڪ درويش شاعر جي ئي مصرع کنئي اٿس؛ شاهه عنايت شاهه جي مصرع هيٺينءَ طرح ڪم آندي اٿس.

سر در قدم يار فدا شد چه بجا شد، وصل اهوئي ونگ.

رڳو هڪ ئي هنڌ، شاهه ڪجهه نهايت مختصر پارسي پنهنجي شعر چئي آهي:

بر خيز بده ساقي، پيار کي پرين.
(سر يمڻ ڪلياڻ)

شاهه صاحب، قرآن شريف ۽ حديث شريف مان حوالا به پنهنجي ڪلام ۾ آندا آهن، پر پنهنجي مادري زبان سان بيحد محبت هئڻ ڪري، اُنهن جو سنڌيءَ ۾ شاعرانه ترجمو به ڏيئي ويو آهي.

شاهه سماع تي فدا هو ۽ هندستان جي ڳائڻ وديا جو اونهو علم هوس. سندس جدا جدا سرن تي هندستاني راڳن ۽ راڳڻين جا نالا رکيل آهن، جنهن مان سندس حب الوطنيءَ جو ثبوت ملي ٿو. البت، رسالي جي ڪن سرن تي، اُنهن جي مضمونن جي مدنظر نالا رکيل آهن، پر اهي مضمون خود ديسي آهن ۽ شاهه جي وطن پرستيءَ تي ڪافي روشني اُڇلين ٿا. هر هڪ سر، داستانن ۾ ورهايل آهي ۽ هر هڪ داستان جي پڇاڙيءَ تي وائي آيل آهي. ”وائي“ شاهه جي ايجاد ڪيل آهي، پر اُن جي بناوت هندستاني ٺمريءَ جهڙي آهي. ”سر حسيني“، جنهن ۾ شاهه سسئَي جي درد ناڪ صدائن ۽ سياپن جو ذڪر ڪيو آهي، سو هڪ مشهور عربي ۽ فارسي سر آهي، پر اهو سر به هندي ڳائڻ وديا ۾ جذب ٿي ويو آهي.

شاهه تشبيهون به اُهي ڪم آنديون آهن، جي ديسي حالتن مطابق آهن. شاهه جي محبت هئي سنڌ ۽ سنڌ جي شين سان. هو، گل ۽ بلبل جي عشق کي ڇڏي، ڪونر ۽ ڀونر جي پريم جي مهما ٿو ڳائي. مطرب جي بجاءِ ”چارڻ“ کي شرف ٿو ڏئي. باد صبا جي بجاءِ ڪانگل ۽ قمر کي قاصد ٿو ڪري. شراب ۽ ساقيءَ کي وساري، ڪلاڙ ۽ ڪڪوه جي واکاڻ ٿو ڳائي.

شاهه جي سونهن ۾ سرس ۽ سورميون، بزم يا محفل ۾ نمائش جي لاءِ تيون اچن، پر هو آتڻ منجهه ويهي، بلبلن وانگر لاتيون ٿيون لنون. شاهه جي رڳ رڳ ۾ وطني پريم سمايل هو. شاهه جي ڪلام ۾ شيخ شبلي ۽ شيخ صنعان جو نالو به ڪونهي؛ هو پنهنجي ديس جي جوڳين ۽ سنياسين تي مست آهي. شاهه هندستاني ڪوين وانگر اِستريءَ کي عاشق بڻائي، سندس دل جي اُمنگن جي ترجماني ڪئي آهي. ايراني شعر ۾ مجنون ۽ فرهاد

جون، ۽ مومل، مجنون جون سڪون تي لاهي. سورمين جي سيرت نگاريءَ ۾ بہ شاهہ هندستاني دستور موجب هليو آهي ۽ پارسي شاعرن جو نمونو هرگز نہ ورتو اٿس.

ڪيترن ئي شاعرن، وطن پرستيءَ جا نهايت سهڻا خيال ظاهر ڪيا آهن. پر شاهہ جيڪا مارئيءَ جي ويس ۾ وطني حب ظاهر ڪئي آهي، تنهن ۾ جادوءَ جهڙو تاثير آهي. شيڪسپيئر، انگلنڊ کي هڪ ”بي بها هيرو“ تو سڏي، جو ”چانديءَ جهڙي سمنڊ“ ۾ جڙيو پيو آهي. شاهہ وطن جي خاڪ کي تاتار جي مشڪ ۽ وطن جي پاڻي کي آب ڪوثر کان وڌيڪ ٿو سمجهي. پنهنجي وطن جي خاڪ ۾ دفن ٿيڻ، سندس نظر ۾ ابدي حياتي ماڻڻ آهي. ”سر ڪاپائتي“ ۾ شاهہ چرخي چورڻ جو پرچار ڪيو آهي، جو قوم جي آسودگيءَ جو هڪ اهم وسيلو آهي. سنهي سُٽ جي پيٽ ۾، ماڻڪن کي بہ تڇ ٿو سمجهي.

جي ماڻڪ موٽائين، توءِ ملهہ اُن جو.

ململ بہ هڪ زرخيز پدارت آهي، جو وطن کي سون سان مالا مال ٿو ڪري.

ململ منجهان، ماءِ! جي سکيون، تن سون ڪيو.

شاهہ چرخي جو پيغام، رڳو سنڌ ۽ هند کي ڪونہ ٿو ڏئي، پر سيني ديسن کي. شاهہ جو هڏ سڄي جهان لاءِ ٿو ڪرڪي ۽ هُو سيني ديسن کي آسودو ڏسڻ ٿو چاهي.

ڪي اوبين عرب ۾، ڪي ڪابل منجهہ ڪتن،
سٽ اُن جو سڦڙو، متيو ماڻڪن.

”سر سارنگ“ ۾ ساري عالم جي آبادي ۽ آسودگيءَ  لاءِ دعا ٿو پني. پنهنجي پياريءَ ۽ مٺيءَ سنڌ کي دليون دعا ٿو ڪري. سارنگ جي مرحبا ڪندي چوي ٿو:

اڄ منهنجي يار وسڻ جا ويس ڪيا.

شاهہ سارنگ ۾ پنهنجو پرين ٿو پسي، جو ”رب العالمين“ آهي ۽ جو ڪنهن بہ ديس کي پنهنجي نوازش کان محروم نٿو رکي. سارنگ جي ورڪا رڳو سنڌ تي نٿي ٿئي، پر سيني ملڪن تي. شاهہ ساري عالم، پر خاص طرح سنڌ لاءِ، حق جي درگاهہ ۾ دعا ٿو پني:

موٽي مانداڻ جي، واري ڪيائين وار،
وڄون وسڻ آئيون، چوڏس ٿي چوڌار،
ڪي اُٿي ويون استنبول ڏي، ڪي مٿيون مغرب پار،
ڪي چمڪن چين تي، ڪي لهن سمرقندين سار،
ڪي رمي ويئيون روم تي، ڪي ڪابل قنڌار،
ڪي دهليءَ، ڪي دکن ڪي گڙن مٿي گرنار،
ڪنهين جنبي جيلسمير تان، ڏنا بيڪانير بڪار،
ڪنهين ڀڄ ڀڃائيو، ڪنهين ڍٽ مٿي ڍار،
ڪنيهن اڄي عمر ڪوٽ تان، وسايا ولهار،
سانئيم! سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سڪار،
دوس! مٺا دلدار! عالم سڀ آباد ڪرين.

شاهہ صاحب جي اخلاقي سکيا جو بنياد تواضع آهي. تواضع سيني ڳڻن ۾ مول ڳڻ آهي. نئڙت جي صاحب کي صبر، شڪر، صداقت ۽ ساري مخلوقات سان همدردي ۽ محبت ضرور هوندا. شاهہ قدرت جي هر

هڪ چيز کي اخلاقي نگاھ سان ڏسي ٿو. سندس نظر ۾، جيڪي خاڪ ۾ آهي، سو ٻيءَ ڪنهن به چيز ۾ ناهي.

سو نہ ڪنهن شي ۾، جيڪي منجھ تراب

(سر سهڻي)

شاھ صاحب جي مول هدايت اِها آهي تہ هر انسان کي جڳائي تہ هميشہ خاسڪاريءَ ۾ گذاري ۽ پنهنجي ضمير يا وويڪ جي حڪمن هيٺ هلي. اِئين ڪرڻ سان، نہ سندس هٿان ڪو گناھ صادر ٿيندو، نہ ئي هُو هن جهان مان ئي ڪانيارو ٿي لڏيندو.

پايو منهن مونن ۾، غربت ساڻ گذار،
مفتي منجھ وهار، تہ قاضي ڪانيارو ٿئين.

(سر يمڻ ڪلياڻ)

غرور واري انسان جي صحبت کان هميشہ ڪنارو ڪجي، چو تہ اُن مان مورڳو اخلاق کي ضرر رسندو.

لاٽيون جي لباس جون، سي چپائي ڇڏ،
”آئون“، ”اسين“ ڪن جي، پاسي تن م اَڏ.

(سر آسا)

ڪينو ڪيرائيندڙ آهي ۽ ڪميا اڏيندڙ. ڪمندن جي هر حال ۾ سوڀ آهي ۽ هوڏين جي هار. ويڻ ڏيندڙ کي ورندي تہ ڏيڻ آهي نجس نفس کي نهوڙڻ. هاديءَ جي هدايت اِها ئي آهي:

سٽي ويڻ ڪنن سين، ورائج م وري،
هاديءَ جي هدايت جي، اِي ڳري،
تن سچي ساھ سري، جن ماريو نفس ماٺ سين.

(سر يمڻ ڪلياڻ)

ڏمر مان انسان کي ڏک ئي رسٹو آهي؛ صبر هڪ جانفزا عطر آهي.

ڏمر پاسو ڏک سين، کاند ڪٿوري هوءِ.

(سر يمڻ ڪلياڻ)

شاھ صاحب وڏو ڪرم يوگي آهي. هُو سڪٽي توڪل جو پرچار نہ ٿو ڪري. انسان جو فرض آهي دل و جان سان ڪرم ڪرڻ ۽ ان جو نتيجو رب تي ڇڏڻ. ڪرم ڪندي ڪهڙي بہ مشڪلات اچيس، تہ همت نہ هاري، پر پوري دليريءَ سان، ان کي منهن ڏئي. پوءِ ڪاميابي اَوس سندس قدم چمندي. ستن کي قدرت وٽان سوغاتون ملٽيون ناهن؛ قدرت جو هٿ اُنهن کي تو رسي، جي سچي دل ۽ نيت سان سعيو ٿا ڪن.

چپر ڪين ڏئي، سوڪڙيون ستن کي.

(سر ڪاهوڙي)

انسان جو فرض آهي تہ همت رکي، مشڪل ۾ منهن وجهي؛ اُن جو حل پاڻيهي هادي پيدا ڪندو. ڪي پنهنجي سر جوشي، ڪي خدا جي مدد.

ڪي تران ڪي تار مون، ڪي سگهان ڪي سگھ.

(سر سهڻي)

هلڻ ۾ سوڀ آهي، وهڻ ۾ هار. نہ ويٺلن لاءِ واهر آهي، نہ سُتلن لاءِ ساٿ. دلي مقصد اُهي حاصل ڪن، جن ڪشالن ۾ منهن وڌو آهي.

ويٺلن ناه وراڪو، ستين ڪونهي سنگ،
هوت هلندن ڪئيو، جن انگن چاڙهيو انگ.

(سر سسئي آبري)

اڳيان رڻ هجي يا جبل، مهراڻ هجي يا جهنگل، تہ دهلجي ويهڻو ناهي، پر سر جو سانگو نہ ڪري، اڳيان ڌوڪي پوڻو آهي. پوءِ ئي رڻ مان ڪٿوري، جبل مان لعلون، مهراڻ مان موتي ۽ جهنگل مان ڦل ڦول هٿ ايندا. بحر ۾ گهڙندڙن کي ماڻڪ تہ ملن، ڪناري تي ويهندڙن کي ڪوڏ ۽ سپون.

سمنڊ جي سيوين، تنين ماڻڪ ميڙيا،
ڇلر جي ڇوئين، تن سانڪوڙا ۽ سپيون.

(سر سريراڳ)

دنيا جي ڪرم ڀومي يا يڌ جو کيتر آهي، جتي دل جا وهم وساري، سچي سوره وانگر، سوڀ لاءِ لڙڻو آهي.

سوره مرين سوڀ کي، دل جا وهم وسار.

(سر ڪيڏارو)

بي همت انسان مان قدرت بہ بيزار آهي. بيڪار ۽ آرام پسند اِنسان کي جاڳائي تہ قدرت ڏانهن نظر ڪري ۽ ان مان محنت جو سبق وٺي. اِنسان پاڻ بہ تہ قدرت جو جزو آهي، پوءِ جنهن صورت ۾ سج، چنڊ، تارا، سمنڊ، نهرون ۽ نارا هميشہ هلن پيا، تنهن صورت ۾ ڪيس ڪئين واجب آهي، تہ بي توجہ ٿي، پنهنجي زندگي، بيڪاريءَ ۾ برباد ڪري!

نڪو سڪ نکٽين، نہ ويساند نئين،
جيڪا اچئي سامهين، پائين سا سئين،
موڙي ڪوه مئين؟ جئن سڄيون راتيون سمهين؟

(سر سريراڳ)

اِنسان، دنيا جي کيتر ۾، ڪرم جو ٻج پوکڻ آيو آهي. جيڪڏهن هن پوري وقت تي پاڻ سنڀالي، پنهنجو فرض ادا نہ ڪيو، تہ وڃي ڪنهن اهڙي اوڙاه ۾ ڪرندو، جتان پاڻ ڪڍڻ مشڪل ٿي پوندس.

پره ڦٽي، رات گئي، جهيڻا ٿيا نکٽ،
هاري! وڃءِ وٽ، گهڻا هڻندينءِ هٿڙا.

(سر ڌهر)

اِنسان پاڻ پساهن جا هيرا ۽ ماڻڪ کڻي آيو آهي. جيڪڏهن غفلت وچان، اِنهيءَ قيمتي پدارٿ کي لُٽي، پاڻ سچو ڪيائين، تہ مئي پڇاڻا، حقيقي صراف اڳيان منهن هاري وڃي ويهڻو پوندس.

لک مڙيئي لٽيا، منهين ويا هزار،
تو کي آرس اکڙين ۾!

(سر سريراڳ)

اِنسان پاڻ سان هُتان سون ۽ جواهرات کڻي آيو آهي، پر هت پنهنجو هٿ وجي ٿو شيهي ۽ شيشي جي وٽج ۾ وجهي. کٽيو تہ گهوريو، مورڳو پنهنجو مُور بہ وڃائي، برباد ڪري ٿو ڇڏي. لوڻ جي سودي ۾ بہ ڪڌهين ڪٿوري ملي آهي! اِنسان جو حال بہ اهو ئي آهي. پنهنجا اَملهہ پساهہ اَجايا وڃائي، ڪئَن ٿو سچ جي سوغات طلبي!

وکر وهائين لوڻ، رنگ ڪٿوري گهرين!

(سر سريراڳ)

انسان ڪي انسان جو دشمن ڏسي، شاهہ نهايت ارمان ۽ افسوس ٿو ڪائي. ماڻهن جو اِخلاص مائو ٿي ويو آهي ۽ هر ڪو ٻئي جو ماس پيو ڪائي.

آدمين اِخلاص، متائي مائو ڪئَو،
هاڻ ڪائي سيڪو، ماڙهونءَ سندو ماس.

(سر ڏهر)

آدمين کان وڌيڪ پکين ۾ ساڃهہ آهي، جو هو وڳر ڪيو، پاڻ ۾ پريت پيا وندين. هيڏانهن، انسان، اِنسان کان وڻُ پيو وڃي!

وڳر ڪيو وتن، پرت نہ ڇنن پاڻ ۾،
پسو پکيئڙن، ماڙهنئان ميٿ گهڻو.

(سر ڏهر)

دنيا ۾ هر ڪو ڪوڙيءَ دوستيءَ جو دم پيو هڻي؛ پرک تڏهين ٿي پوي، جڏهين ڪنهن جو ٻئي ۾ ڪم ٿو اَٽڪي.

يار سڏائي سيڪو جاني زباني،
آهي آساني، ڪم پئي ٿي ڪل پوي.

(سر بروو سنڌي)

پکي تہ ڇڏيو، پر ڪکن ۽ ڪانن کي بہ اِنسان کان وڌيڪ مريادا ۽ ساڃهہ آهي. نديءَ جي ڪناري تي بيٺل ڪکن کي بہ ڏسو تہ ڪيڏو نہ مرم آهي! جڏهين ٻڏندڙ پيو ڪو حيلو وسيلو نہ ڏسي، منجهن هٿ ٿو وجهي، تڏهين يا تہ کيس ڇڪي مٿي ٿا ڪن، يا مرم وچان پاڙان پٽجي ۽ درد جي دانهن ڪري، ساڻس گڏ سير ۾ ٿا هلن! اِنسان کي گهرجي تہ وفاداريءَ جو سبق، ڪکن مان پرائي.

ٻڏندي پوڙن کي، ڪي هاٿڪ هٿ وجهن،
پسو لڄ، لطيف چئي، ڪيڏي کي ڪکن،
توٽي ڪندي ڪن، نات ساڻن وڃن سير ۾.

(سر سهڻي)

آخر سڀ فنا آهي. اِنسان ڇا تي غرور ڪري، جڏهين وڏا وڏا حشمت ۽ عظمت جا صاحب بہ نيٺ زمين دوز ٿي ويا! جنهن زمين تان اسين پنڌ پيا ڪريون، تنهن جي هيٺان ڪيئي سڄڻ دفن ٿيا پيا آهن. اِنسان جو ڪم آهي تہ سجاڳ ٿي حقيقي پرينءَ کي لوڇي.

جا يون پيرين مون، سا يون مٿي سڄڻين،
ڏڳ لٽبا ڏوڙ ۾، اُپي ڏٺاسون،

ڏينهن مڙيئي ڏون، اُتي لو چ لطيف چي.
(سر مومل راڻو)

شاه هجي توڙي گدا تہ کيس لتجڻو مڙيئي ڏوڙ ۾ آهي. دنيا هڪ ساعت جو چٽڪو آهي، جنهن تي پلجي، سچ جو سودو هٿان نہ ڇڏڻو آهي.

فاني ني فاني! دنيا دم نہ هيڪڙو،
لٽي لوڙ لتن سين، جوڙينڌ جاني!
ڪوڏر ۽ ڪاني، آه سر سيڪنهن.
(سر بروو سنڌي)

شاه سنڌ ۾ پهريون شاعر هو، جنهن طبيعي شعر چيو. هُو سير ۽ سياحت جو شايق هو. قدرت جي هر ڪرشمي کي پنهنجي نوراني ۽ باريڪ نظر سان جاچي، اُن جي جمال ۽ جلال تي اونهو تصور ڪيو اٿس، ۽ پوءِ اُن جي هوبهو تصوير پنهنجي ڪلام ۾ پيش ڪئي اٿس. شاه سنڌ جي ڍنڍين ۽ ڍورن، برن ۽ بحرن، ٽڪرن ۽ نهرن، ٽرن ۽ ماڙين تي ئي عاشق هو. سندس شعر ۾ ڪٿي بہ سرو ۽ شمشاد جو ذڪر نہ ٿو اچي. هُو ٿر جي ولين ۽ وڻن تي عاشق هو.

قدرت جي ڇهچٽن چٽڻ ۾، شاه ڪٿي بہ اجائي اينگهہ نہ ٿو ڪري. رڳو اُنهن جون مکيہ خوبيون وفائيءَ سان نقش ٿو ڪري. پي سندس خاصيت هيءَ آهي، جو قدرت جي ڳجهارتن ڏانهن اشارو ڪري، اُنهن کي وڃيو انسان جي دل جي حال سان لڳائي.

”سر سارنگ“ ۾ برسات جو عجيب بيان ڪيو اٿس. بادلن جي برجن ۾ رسيلا رنگ ٿو ڏسي، قدرت ۾ هر هنڌ ساز، سارنگيون ۽ سرندا وڃندا ٿو پڌي. مينهن جو صاف پاٽي، ايراني شاعرن واريون صراحيون ياد ٿو ڏياريس.

اڄ رسيلا رنگ، بادل ڪڍيا برجن سين،
ساز سارنگيون، سرندا، وڃائي برجنگ،
صراحيون سارنگ، پلٽيون رات پڌام تي.

سانوڻ جي مند تي نہ آهي، تہ آڪاس ۾ مندبل وڃڻ شروع ٿا ٿين؛ حقيقي پرين، نوان سينگار ڪري، ناز منجهان نڪري نروار ٿو ٿئي. ڪڪرن جي ڳوري چال ۾، معشوقاڻي رفتار جي ڪشش آهي. سنسڪرت ڪوي، سهڻي چال واري پريتم کي، ”گج گامن“ يعني هاٿيءَ جي چال وارو ٿا چون. شاه جي نظر ۾، هيءَ اهڙي چال آهي، جو هاٿيءَ جيڪر چاه پئي ان کي سکن.

گنير گت سکن، چلڻ جي چاه پئي.

وڄن جي چمڪ جي لالاڻ مان پرينءَ جي لبن جي لالائي عيان آهي. گلال جهڙا ڳاڙها مينهن وسارا بہ، اِها لالائي ڏسي، حيرت ۾ پئجيو وڃن.

هندوا حيرت ۾ پيا، لالي ڪئَي لبن.

ڪڪرن کي پرينءَ جا ڪارا ڪيس (زلف) آهن؛ ۽ وڄن کي محبوب وارا گلاب جي گلن جهڙا لباس پهريل آهن. اُنهن جي نروار ٿيڻ سان، شاعر جو جڻ پنهنجي معشوق سان مڪاميلو ٿو ٿئي.

اَڄ پڻ اُتر پار ڏي، ڪارا ڪڪر ڪيس،
وڄون وسڻ آئيون، ڪري لعل لبيس،

پرين جي پرديس، مون کي مينهن ميڙيا.

محبت جون ماريل دليون، برسات جو نرمل نظارو ڏسڻ سان، ججهي پونديون آهن، ۽ پرينءَ جي ديدار جي لاءِ ڦٿڪنديون آهن.

محب منهنجا سپرين، آٽيندءِ الله،

توکي ساريو ساهه اکنديو آهون ڪري.

ويچارن واندين جو حال افسوس جهڙو آهي. ڪانڌن کي ياد ڪيو، ڳجها ڳچ پيئون ڳارين.

ڪٺڪن ڪانڌ چت ڪيو، جهڙ پسيو جهڄن.

شاهه سندن حق ۾ اِها دعا ٿو پني ته شل سندن غريباڻ پکن کي ڪو ضرر نه رسي.

وري ري واندن اَڏيا سي مر پسن.

سچ، جهڙ جي ڪري اَلوپ ٿي ويو آهي؛ پر ڪنوڻ، عاشقن کي واڌايون پيئي ڏئي ته اِجهو ٿو محب مليوَ.

سچو صاف نه اُبري، سرلي وچان سچ،

منهن چڙهيو ماڙهن کي، ڏئي واڌائي وڄ،

هنئڙا! ڪپ ۾ ڪج، سگها ملندءِ سپرين.

آسمان ۾ جهڙ ڏسيو، عاشقن جي اکين ۾ به جهڙ لهيو پوي، چو ته جهڙو ويس سپرينءَ جو ٿو ٿئي، تهڙو سارنگ جو به آهي. محبوب جي مشڪڻ سان، سڀ سور وڃيو پري پون.

ڪڪر منجهه ڪپار، جهڙ نيڻئون نه لهي،

جهڙا منهنجا سپرين، تهڙا ميگهه ملار،

کڻ اکيون، کل يار! وڃن سور سنڌا ڪيو.

نه رڳو عاشق، پر سرشتيءَ جا سڀ جيوَ سارنگ لاءِ بيقرار ٿا رهن.

سارنگ کي ساڙين، ماڙهو، مرگهه ميهون،

آڙيون ابر آسري، تاڙا تنوارين،

سپون جي سمونڊ ۾، نئي سچ نهارين،

پلر پيارين، ته سنگهارن سک ٿئي.

سنگهاريون ۽ سنگهار، سارنگ ڏسي سرها ٿا ٿين، چو ته مينهن پوڻ سان، گاهه ۽ اَناج جام ٿا ٿين، ۽ ماڻهو ۽ مرون ڍئجي ٿا پون. سارنگ، برڪت جو سائين آهي. اَناج سستو ٿو ٿئي ۽ مکڻ به جهجهو ۽ ارزان.

هڪ ارزان اَن ٿيو، ٻيو مکڻ منجهه ماٽي.

سنگهاريون گلي ۾ گلن ڦلن جون مالهائون پائي پيئون ٿلن.

سرهيون ٿيون سنگهاريون، پويو پائين طوق.

موذين ۽ ڏڪارين جي دل کي ئي سخت چوٽ ٿي رسي؛ ٻي ساري مخلوقات خوشيءَ ۾ آهي. ڏڪارين اَن ميڙي رکيو هو، جئن پوءِ وڏي اَگهه تي وڪڻي سگهن؛ ۽ پنجن مان پندرهن ڪري، خلق کي پيڙيو هوائون؛ هاڻي خدا جي حساب ۾ آيا آهن، ۽ سرد آهون پري، منهن متو ٿا پٽين. چي: ”مهانگو لهي ميڙيوسين، هاڻي سستو ڏيڻو پوندو.“ شل اَهڙا دئت، هن پرٿويءَ تان چٽ ٿي وڃن.

جن مهانگو لهي ميڙيو، سي هٿ ٿا هڻن،

پنجن منجهان پندرهن ٿيا، اِئين ٿا ورق ورن،

ڏڪاريا ڏيهه مان، شل موذي سپ مرن.

ڪئين نه شاهه نرالن اِنسانن جي دل جي ڪيفيت جو نقش، وفائيءَ سان چٽيو آهي! اِها شاهه جي خاص خوبي آهي، جو قدرت جو نظارو چٽيندو به ٿو وڃي، ۽ ساڳئي وقت اِنساني دل جي حال جو به ورنن ڪندو ٿو وڃي. لاشڪ، قدرت جي جدا جدا ڪرشمن جو، اِنسان جي دل تي نرالو نرالو اثر آهي.

شمس هجي يا قمر يا سهڻو سارنگ، ته شاهه جي پرينءَ سان، حسن ۾ ڪنهن جي جاءِ ناهي. شاهه سارنگ جي ساراهه ڪرڻ ۾ وسان ڪين گهٽايو آهي، ته به اُنجي سوبيا ڪان، پنهنجي پرينءَ جي سونهن کي، سهسين پيرا سرس ٺهرايو اٿس. انيڪ برساتون پون، پر ساجن بنا عشق جي جيءَ کي قرار اچڻو ناهي. جانيءَ جو هڪ درشن، برابر آهي سهسين سارنگن جي.

آگم اِي نه اَنگ، جهڙو پسڻ پرينءَ جو،
سيڻن ريءَ سيد چئي، روح نه رچن رنگ،
سهسين ٿيا سارنگ، جاني آيو جوءِ ۾.

مطلب ته قدرت جو ڪهڙو به حيرت انگيز نظارو، شاهه جي پرينءَ سان، سونهن ۽ سينگار ۾ مٽ پئجي نه سگهندو.

”سر سهڻيءَ“ ۾ شاهه سمنڊ جو وئرات روپ چِيو آهي. درياهه جي دهشت ڏسي، ماهر تارو به ڪنبي اُن ڪان ڪنارو ٿا ڪن. اَندر ڪارن ڪنن جا ”ڪاريهر ڪڙڪا“ ۽ ڪناري وٽ پوائتيون پواريون پيئون پون. هيبتناڪ درندا واڪا ڪيو، هڪ ٻئي تي اُلرون پيا ڪن. واڳهن، سيسارن، ٿلين ۽ لوهٽين جو ليکو ئي ڪونهي. اونهاڻ جي سڌ ماٿيڙن کي ناهي، وڏا جهاز به منجهس غرق ٿيو وڃن. اَهڙي پوائتي ساگر ۾ ڏٽيءَ جو لطف ٿو گهرجي.

دهشت دم دريا ۾، جت جايون جانارن،
نڪو سنڌو سير جو، مپ نه ملاحن،
درندا درياهه ۾، واڪا ڪيو ورن،
سچا پيڙا پار ۾، هليا هيٺ وڃن،
پرزو پڌا نه ٿئي، تختو منجهان تن،
ڪو جو قهر ڪنن ۾، ويا ڪين ورن،
اُتي اَڻ تارن، ساهڙ! سير لنگهاءِ تون.

”سر گهاتوءَ“ ۾ ڪلاچيءَ جي قهري ڪن جو ذڪر ٿو اچي. جو اندر گهڙيو، سو وڃڻ کي ويو:

ڪو جو قهر ڪلاچ ۾، جو گهڙي سو نئي.

(سر گهاتو)

درياهه جو دور داناڻن کي ديوانو ڪيو ڇڏي؛ وڏن وڏن ماهرن جون متيون به اُت منجهيو وڃن؛ ۽ اڄ ۽ سياڻ جي سارئي دماغ مان نڪريو وڃين.

گهنگهريا گهڻ چاڻ، موڙهي مت مهائيين،
ويا گڏجي وير ۾، پيا منهن مهراڻ،
اَڳيان پويان ٿاڻ، ويا ويچارن وسري.

”سر سريراڳ“ ۾ به سمنڊ جي خطرن ۽ خوفن جو ذڪر ڪيو اٿس. سمنڊ ڪي به لڪين لباس آهن؛ ڪٿي لڙ آهي، ڪٿي لهر؛ ڪٿي لس آهي، ڪٿي ليٽ؛ پر اُن جي اونهاڻ جو انت ڪونهي:

لڙ لهريون، لس ليٽ؛ جتي اَت نه آب جو.

درياه جو سفر، جگر تو گهري. پريان ئي ڪنن تي سمنڊ جا غوغاءُ پيا پون، جي ٻڌي، سينو ڪنبيو وڃي.

اَچن ٿا آواز، سٽاٽي سمونڊ جا.

ملاحن کي گهرجي ته هر دم سجاڳ رهن، چو ته سمنڊ جي ڦهري ڪنن، ڪئين وڏا ٻيڙا نيا آهن.

وڏا ٻيڙا ٻوڙيا، سائر ڏيئي ساه،

ملاحظو، ملاح! ڪج اِنهيءَ ڪن جو.

اها سڌ چاڻن کي آهي، ته درياه ڪهڙو نه ديوانو آهي:

سونهان سڏيون ڏين، اُن ديواني درياه جون.

درياه جو ٻاهريون روپ لاشڪ ڀوائتو آهي، پر جيڪي همت رکي، منجهس پيهي ٿا وڃن، تن سان وڏا وڙ تو ڪري. سمنڊ کي جي جلال آهي ته جمال به اٿس. ظاهري صورت خوفناڪ ۽ ڪرڙي اٿس. پر باطن ۾ نهايت سباجهو ۽ سخي آهي. هر طرح پوڄڻ لائق آهي. سمنڊ جي سيوا مان اَملهه ماڻڪ ۽ موتي ٿا پرٽين.

سي پوڄارا پر ٿيا، سمنڊ سيويو جن،

آنڊائون عميق مان، جوتي جواهرن،

لڌائون لطيف چئي، لالون مان لهرن،

ڪانهي قيمت تن، ملهه مهانگو ان جو.

قيمتي خزانا هٿ ڪرڻا آهن، ته سمنڊ جي ٻاهرين روپ کان نه ڪنبي، سندس پوڄا ڪرڻي آهي. مٿان واگهو، سيسار ۽ مڇ پيا ڦرن، پر پاتال ۾ ماڻڪ ۽ موتي پيا جرڪن. اِها سڌ ٽوٻيڙن کي آهي، جي خبرداريءَ سان منهن کي ڪائو ڏيئي، پاتال مان ماڻڪ ميڙي ٿا اچن.

اِي گت غواصن، جئن سمنڊ سوجهيائون،

پيهي منجهه پاتار جي، ماڻڪ ميڙيائون،

آٽي ڏنائون، هيرا لعل هٿن سين.

لوهيڙي جي سهٽي وڻ ۽ سر سبز گاه کي ڏسي، وڻجاري جي اِستريءَ کي پنهنجي پتار جي پياس ٿي ٿئي.

سر لوهيڙا گيپيا، ڪيسر نسريا،

تو ڪئن وسريا، ڍوليا! ڏينهن اچڻ جا؟

”سر ڪاموڏ“ ۾ شاه ڪنيجهر ڍنڍ جو نرمل نظارو پيش ڪيو آهي. هيٺ ڪينجهر جو اوجل پاڻي، مٿان وڻن جي ڇانو؛ وري جو اچي اُتر جي هير، ته ڪينجهر ڄڻ هندورو ٿيو پوي. ڪنڌيءَ وٽ، ڪنول صف لايو بيٺا آهن. بهار جي رت ۾، ساري ڍنڍ، هڪ عجيب سرهاڻ سان واسجي ٿي وڃي.

هيٺ جر، مٿي مجر، پاسي ۾ وڻراه،

لڳي اتر واءُ، ڪنجهر هندورو ٿئي.

هيٺ جر، مٿي مجر، ڪنڌيءَ ڪونر ڦرن،

ورئي واهوندن، ڪنجهر ڪٿوري ٿئي.

”سر کنڀات“ ۽ ”سر مومل راڻي“ ۾ سنڌ جي مخملي آسمان جي سونهن ڏانهن ڪي اِشارا ڪيا اٿس. سنڌ جي اوجل آڪاس ۾ چوڏهينءَ جو چنڊ، سهسين سينگار ڪري ٿو اڀري، ۽ شعريٰ تارو، صبح جي وقت، پوري حسن ۽ جمال سان چمڪي ٿو. سوپيا ۾ پنهي جي، پرينءَ سان جاءِ ناهي.

ڪتيون ۽ تارا ٻہ پوري چمڪاٽ سان ٿا چمڪن،
ڪتين ڪر موڙيا، تيڙو اُڀا ٿيئي.

(سر مومل راڻو)

شاهہ قدرت جي هر رنگ جو مشتاق آهي؛ پر پنهنجي پرينءَ جو، ان کان وڌيڪ پياسي آهي.

شاهہ قدرت جا ٻئي پاسا ڇتيا آهن ـــــ پينڪر ۽ موهيندڙ. قدرت قاتل ٻہ آهي، تہ ٿڀن تي ٿار وجهندڙ ٻہ. سسئيءَ وارن سرن ۾ جبلن جي جلداين ۽ ڏونگرن جي ڏاڍاين جو ذڪر ٿو ڪري. مصيبت جي ماريل اِنسان کي، قدرت ۾ همدرديءَ جو ذرو ٻہ ڏسڻ ۾ نٿو اچي. سندس دل رتو رت آهي، پر قدرت کي رتيءَ جو ٻہ ڪهڪاءُ ناهي.

ڏونگرا! ڏوراپو، پهرين چونديس پرينءَ کي:
”پهڻ پير پٿون ڪيا، تريون ڇنيون تو،
رحم نہ پيءَ روح ۾، قدر منهنجو ڪو؛“
”وو! مون سين جبل تو جاڙون ڪري!“

(سر ڪوهياري)

سنڌ جي جبلن ۽ برپٽن جو پنڌ ٻہ دوزخ جهڙو آهي. ڪٿي جنهنگلي وڻ روڪ پيا وجهن، تہ ڪٿي تتل واريءَ هلڻ کان عاجز ڪيو ڇڏي؛ ڪٿي نيلا نانگ، دل کي دهلايو ڇڏين.

وڏا وڻ وٽڪار جا، جت جائو، جمر، جر
ڪوسا تين ڪڪرا، پي دمدم تپي ڏر. . . .
وڏا وڻ وٽڪار جا، جت نانگ سڄن نيلا . . .

(سر سسئي آبڙي)

سفر اهڙو تہ اٽانگو آهي؛ جو جبرا ۽ سپر اٽ ٻہ هڪواري ات دهلجيو بيهيو وڃن.

دوڪ دهليا جت، گوڏا لن نہ گس ۾.

(سر ديسي)

جئن ديواني درياہ کي ڏسندي، دانائن کان دانائي ڇڏايو وڃي، تئن ڪرڙا ڏونگر ڏسي، حريف ئي حيران ٿيو وڃن.

ڪرڙا ڏونگر، ڪهہ گهٽي، جت برپٽ، بيران،
ڏاهن ڏاهپ وسري، ٿيا حريف حيران.

(سر ديسي)

بيابان ۾ واسينگ وراڪا ڏيو پيا گهمن. واسينگن جا ٻچا ڏسڻ ۾ سنها، پر اَهڙا زهري، جو هاٿيءَ جهڙي پربت حيوان کي ٻہ جيڪر کن ۾ ڏاهي وجهن.

سنها ڀانءِ م سپ، وياءَ واسينگن جا،
جنين جي جهڙپ، هاٿي هنڌان ئي نہ چري.

(سر ڪارايل)
وڻن ۾ چڻن ۽ چيهن جا آشيانا ۽ پيهن جون پوليون آهن. جبل جا پنڌ، پيرن ڪي رتو رت ڪيو ڇڏين ۽ سارو ڏينهن، مٿان لوه پيئي وسي. اهڙي هنڌ، اڪيلائي، موت ڪان وڌيڪ بري بلا آهي. لڪن جا ڪشالا ۽ چيلهه ڀڃيندڙ آهن.

وڏا وڻ وڻڪار جا، چهون جت چيها،
منزل دور، من تنها، اُت پوليون ڪن پيها،
رائي پير رت ڪيا، لڳي لڪ ڏيها،
لڪن جيون ليها، لوڙهيا لال لطيف چي.

(سر سسئي آبري)
هي لاثاني شاعر، ٿر ملڪ جي ڪک پن تي مفتون هو. ”سر مارئيءَ“ جو هر لفظ اها شاهدي ڏئي ٿو. ٿرين جي سادي پر اخلاقي زندگيءَ ۽ ٿر ملڪ جي فطرتي سينگار تي عجيب جادو بياني ڪئي اٿس. ٿر ملڪ جي نرالن نرالن گلن ڦلن، ميون، اُنن ۽ گاهن ڏانهن، مارئيءَ جي ويس ۾، نهايت محبت ۽ تاثير ڀريل لفظن ۾ اِشارا فرمايا اٿس. برسات ڪان پوءِ، ٿر هڪ گلستان ٿي پوندو آهي، ۽ پٽن تي اهڙي عجيب گلزاري ۽ ساوڪ نمايان ٿيندي آهي، جو قادر مطلق جي قدرت تي، عقل، حيرت جي گرداب ۾ غرق ٿيو وڃي.

ٿري ويچارا، جن جو گذران، گولاڙن ۽ گاهن تي آهي، ۽ جن لاءِ پلر هڪ نعمت آهي. سي ڪيئن نه سارنگ جي اچڻ سان وجد ۾ اچن! ماروئڙا پنهنجا پکا ئي وڃيو پٽن پر اڏين.

پٽن پر هوندا، پکا پنوهارن جا.
جت جهڙ ڦر، تت سندن جهوپڙا:
جهڙ ڦر جت ٿيان، تت اَڏيائون پکڙا.

ٿر جا ماڻهو ته ٺهيو، پر پکي پرندا ۽ مرون به سارنگ لاءِ بيتاب ٿا رهن.

ويچارو ٿر ڀاپيهو ته لوه لڳڻ سان مريو وڃي. شاه صاحب، هن سارنگ جي فدائي پکيءَ کي، هڪ حقيقي عاشق جو مرتبو ٿو ڏئي.

منجهان منهنجي روح، جي وڃي ساجن وسري،
مر لڳي لوه، ٿر ڀاپيهو ٿي مران.

ساري ٿر جو گذران، مال ۽ چاري تي آهي. مارئي اهڙو اشارو ڪري ٿي:

منهنجو ٿُور تلن ۾، چيها ٿو چاري.

مطلب ته ٿر ملڪ جو، اُهو ڪو دلڪش تفصيل ناهي، جو شاه صاحب جي نظر کان گُتو هجي.

شاه، سنڌ جي قدرتي نظارن کي هڪ باريڪ، فلسفانه، عارفانه ۽ عاشقانه نظر سان جاچيو آهي. سندس طبيعي شعر جي وڏي ۾ وڏي خوبي اِها آهي، جو ان ۾ نهايت وفائيءَ سان، هيڪلائيءَ جي ماريل دلين جو احوال چٽيل آهي. قدرت جا نرالا نرالا نظارا ڏسندي، ستايل دلين ۾ جيڪي پور ۽ اُڌما ٿا اُٿن، تن جو نهايت سوز ڀرئي نوع ۾ وستار ڪيو اٿس. شاه، طالب به پاڻ آهي، مطلوب به پاڻ. پنهنجي حسن تي پاڻ حيران آهي.

پنهنجون اهي پئي شخصيتون، پنهنجن سورمين ۽ سورمن جي قالبن ۾ پلٽيون اٿس. طالب جي صورت ۾، هُو سهڻي ۽ سسئي، مومل ۽ ليلا، نوري ۽ مارئي آهي. سهڻيءَ ۽ سسئيءَ جو عشق، سندس بي انتها عشق جو عڪس آهي؛ اِهو عشق، درياه جي دهشت ۽ بيابان جي وحشت کي، ڪن ۾ مات ڪيو ڇڏي. محبوب حقيقي

لاءِ مومل ۽ ليلا جي روپ ۾ رڙي ٿو؛ مارئيءَ جي ويس ۾، پنهنجي اصلوڪي غيبي وطن لاءِ ڳوڙها ٿو ڳاڙي؛ ۽ محبوب جي حضوريءَ ۾ هوندي به، نوريءَ وانگر، ڪنڌ هيٺ نوائي ٿو وهي، چو ته:

رئنديون ڏٺيون مون، اِن در متي دادليون.

جان نثاري ۽ فدا ڪاريءَ جون اِهي مورتون چٽي، پنهنجي حقيقي وصفن جو اِظهار ڪيو اٿس. هنن جي محبوبي صورتن ۾ پنهنجي باطني حسن وجمال جو عڪس پسايو اٿس.

منجهين ڪاڪ ڪڪوري، منجهين باغ بهار

درحقيقت، شاه جا سورما، پهرين طالب ٿيا آهن، ۽ پوءِ ڦري مطلوب بنيا آهن. سچي عاشقي ڪمائي، سچائي ۽ صداقت جا پروانا بنجي، عشق ۽ معشوق مٿان، ايتري قدر پاڻ فدا ڪيو اٿن، جو سندن مطلوب خود ڦري، سندن طالب بنجي پيئون آهن. شاه مطلوب جي حيثيت ۾، پاڻ کي پنهون، راڻي، چنيسر ۽ ميهار جي صورت ۾ روشن ڪيو آهي. هُو، هڪ اهڙو سچو طالب آهي، جو پنهنجي بي انتها صداقت جي ڪري ڦري، هڪ محبوبي مطلوب ٿي پيو آهي.

عاشق سي چئجن، جن تي عاشق پاڻ ٿيو،
اهڙي رنگ رچن، سي عاشق معشوق ٿيا.

(سامي)

اِهو آهي حقيقي راز، جو شاه پنهنجن سورمن ذريعي، نروار ڪيو آهي.

سسئي، شاه پاڻ آهي. سسئيءَ جا ڪشالا، شاه جي حقيقي جفائن جو عڪس آهن. شاه جي دل ۾ سمايل بره جي آتاه باه جا شعلا، سسئيءَ جي صدائن ۾ نڪري ظاهر ٿيا آهن. پر اُهي لفظ شعلا آهن، آتش شاه جي سيني ۾ ئي محفوظ رهي. تڏهين شاه چوي ٿو:

حقيقت هن حال جي، جي ظاهر ڪريان ذري،
لڳي ماٺ مرن کي، ڏونگر پون ڏري،
وڃن وڻ ٻري اوپڙ اُبري ڪين ڪي.

(سر ڪوهياري)

پر جيڪا ذري آتش سسئيءَ جي لباس ۾ ظاهر ڪئي اٿس، سا به پڙهندڙ جي دل تي وڄ وانگر ٿي ڪري. سسئي، ٻنن ۽ ٻرپٽن مان لنگهندي، دلي سوز ۽ جگري جوش جو طوفان مچائيندي ٿي وڃي. پاڻ ته قرب جي ڪٺل ۽ ويراڳ جي وڍيل آهي، پر پنهنجي درد سان، بي جان شين کي به وڍيو ٿي ڇڏي. مرون ۽ مرغ ۽ پيو هر ڪو جيو، جو ڪيس ڏسي ٿو، سو ماتم ۾ مريو وڃي:

وڍيءَ سي واڍوڙيا، رت نه ڏنو جن،
موت قبوليو تن، ڏٺو جن ڏکيءَ کي.

(سرمعذوري)

شاه پنهنجي سورمين کي سچي عشق ۾ رڱي، هميشه لاءِ زنده رکيو آهي. درحقيقت، نوري به شاه پاڻ آهي، ته سهڻي به پاڻ؛ ليلا به پاڻ آهي، ته سسئي به پاڻ. انهن جي پائندگيءَ جو ذڪر ڪندي درحقيقت پنهنجي پائندگيءَ ڏانهن اِشارو ڪيو اٿس. نوريءَ کي تماچي نه نوازي ها، ته سندس نالو، گمناميءَ جي دفتر ۾ لکيل هجي ها؛ سهڻي، ساهڙ جي صدقي سير ۾ گهڙي قربان نه ڪري ها، ته اڄ سندس نالو، عدم جي طاق تي ئي اڪريل

هجي ها؛ سسئي محبت جي مارڳ ۾ مئَي، تڏهين ئي سندس نالو ديسان ديس وڃي ويو آهي؛ نہ تہ هوند سنڌ ۾ ڪين سچائيس ها تہ ڪير هئي.

سڏر سين سڳ ڪري، پرڪندين پيياس،
ڪير برهمڻ ڪن جي، ڪير چاٽي ڪيٽاس،
هند نہ سنڌ سياس، هن پريين ڪيس پڌري.

(سر معذوري)

شاهہ دنيوي جيوت جا ڏينهڙا، نماڻي نموني ۾، غريباڻي پٽ تي گهاريا، پر اڄ سندس خوشبوءِ ولايتن کي واسي ڇڏيو آهي. سسئي، پنهونءَ جي محبت ۾ مئي؛ ۽ شاهہ اِلاهي عشق ۾ فنا ٿيل هو. شاعر سان گڏ سندس سورميون بہ هميشہ زنده رهنديون.

هر ڪو شاعر عاشق آهي. دنيا ۾ اهڙو شاعر پيدا نہ ٿيو آهي، جنهن جي چولي ۾، عشق جي چڻنگ نہ پيئي هجي، يا جو ان جي اثر هيٺ نہ آيو هجي. دنيا جو ڪوبہ شاعرانہ دفتر، عشق جي ثنا کان خالي نہ آهي. مشرق شاعر، ان جي اچارڻ سان ئي، وجد ۾ اچي ٿا وڃن. رومي چوي ٿو: ”عشق ۾ اهڙو ڪو زبردست برقي اثر آهي، جو ان جي پڙهڻ سان، جبل بہ جنبش ۾ اچي ٿو وڃي ۽ نچڻ لڳي ٿو.“

”کوه در رقص آمد و چالاک شد.“

شاهہ کي مجازي ۽ حقيقي عشق جو تجربو هو. جيڪو بہ ڪلام چيو اٿس، سو عشق جي مستيءَ ۾. روميءَ وانگر، شاهہ بہ عشق جي مدح ڳائيندي وجد ۾ اچي ٿو وڃي:

مدح مون کان نہ ٿئي. سندي سور صفت،
هِجي ڪريان هيج سين، مطالع محبت.

(سر معذوري)

”مون کي لفظ ئي ڪينهن جو مان درد جي صفت يا ساراهہ ڪري سگهان. ’محبت‘ جي هِجي ئي آءٌ جيڪر وڏي شوق سان ڪريان ۽ سڪ جو سبق، بيحد چاهہ سان پڙهان.“ شاهہ هڪ آدرشي عاشق آهي، ۽ پنهنجي ڪلام ۾، عاشقن لاءِ اعليٰ درجي جون هدايتون ۽ آدرش ڇڏي ويو آهي. عشق جو سارو روپ، سندس ڪلام ۾ چٽيل آهي؛ عشق جو هر هڪ راز ان ۾ سمايو پيو آهي. شاهہ عشق جي وارتا، ابتدا کان وٺي ڪئي ٿو. پر محبت هڪ اهڙي چيز آهي، جنهن کي انتها آهي ئي ڪين. شاهہ جو عشق بہ لا انتها آهي.

شاهہ محبت کي هڪ عجيب اُڃ ڪري بيان ڪيو آهي، جا ڪڏهين بہ اُجهامڻ جي ناهي. ”سر سهڻي“ ۾ چوي ٿو: اندر ۾ پرينءَ جي عشق جي اهڙي تونس اٿم، جو سارو سمنڊ پيي وڃان، تہ بہ مون لاءِ چڻ هڪ سرڪ بہ نہ آهي:

ڪامان، پچان، پڃران، لڄان ۽ لوچان،
تن ۾ تئونس پرين جي، پيان نہ ڍاپان،
جي سموند منهن ڪريان، توءِ سرڪيائي نہ ٿئي.

”سر سسئي آبري“ ۾، انهيءَ عجيب اُڃ جو ساڳئي نموني ۾ ذڪر ٿو ڪري. جئن جئن محبت جو جام پيئبو، تئن تئن اها تشنگي زور پيئي وٺندي. عاشق جي اُڃ تڏهين لهندي، جڏهين سندس معشوق جي اندر ۾ بہ اهڙي ساڳي اُڃ پيدا ٿيندي. پوءِ ٻنهي جو ابدي وصال ٿيندو، ۽ اُڃ اُڃ سان مٽجي ويندي.

محبت جن جي من ۾، تن تشنگي تار،

پي پيالو اُڃ جو، اُڃ سين اُڃ اُٽيار.

محبت اڳيان، ڪھڙيون بہ ڳريون مصيبتون، بيھي نہ سگھنديون. ندي ۽ واھڙ ڪھڙي چيز آھن، جي سھڻيءَ جي اٿاہ عشق اڳيان سٽ جھلي سگھن، يا جبلن ۽ برپٽن کي ڇا مجال آھي، جو سسئيءَ جي لا انتھا سڪ اڳيان، پنھنجي هستي قائم رکي سگھن!

جن کي عشق جي اُساٽ، سي واھڙ پائن وڪڙي. (سر سھڻي)

جبل وڏو جو، لوڻ مڙوئي نينھن کي. (سر ديسي)

ھيءَ تہ ھڪ ندي ھئي، پر سھڻيءَ جھڙي سچي عاشقياڻيءَ اڳيان، ڪٽي سھسين سمنڊ پنھنجي دھشت ڏيکارين ھا، تہ بہ سندس نينھن کي لوڏي نہ سگھن ھا. مطلب تہ سچو عاشق، ڪھڙين بہ مصيبتن کي خاطر ۾ نتو آڻي.

سھسين سائر گجن، توءِ سھج نہ مٽي سھڻي،

تہ ڪي نينھن ڇڄن، پر تنھين پرين جي؟

(سر سھڻي)

شاہ عشق تي عاشق آھي. ڪڏھين بہ وصل لاءِ نٿو واجھائي، بلڪ ھميشہ اِھائي آرزو ٿو رکي تہ دائم سڪندو رھان. فراق، محبوب جي ياد کي سرسبز ۽ تازو ٿو رکي؛ وصل، سڪ کي موت جي سيج تي ليٽائي ٿو ڇڏي. شاہ وصل جي ويجھو بہ نہ ٿو وڃي، پر ھميشہ فراق جي مرحبا ٿو ڪري.

وصالان فراق جي، سچي ڳالھہ ڳري. (سر سھڻي)

ڦوڙائي فراق جي، سچي ڳالھہ ڳري. (سر سسئي آبري)

”سر حسيني“ ۾ فراق جي شان ۾، ڪھڙو نہ سھڻو خيال ٿو پيش ڪري! جيڪي فراق ۾ آھي، سو وصل ۾ ناھي. محبوب مليو تہ سڪ لٿي؛ گويا محبوب، عاشق کي ويجھو ٿيڻ سان، ھن کي پاڻ کان پري ٿو ڪري. وصل، محبوب ۽ عاشق جي وچ ۾ ويڇو ٿو آڻي، ڇو تہ وصل جي حالت ۾، عاشق جا فراق وارا ڪڙھندڙ ڦٽ ميٽجي ٿا وڃن، ۽ عاشق، سوز ۽ درد کان خالي ٿو رھجي وڃي. جي دل ۾ دوست جو درد نہ رھيو، تہ عاشقي ختم ٿي چڪي ۽ عشق جو لطف وڃڻ کي ويندو رھيو. شاعر دل و جان سان فراق جي آجيان ٿو ڪري.

جيڪي فراقان، سو وصالان نہ ٿئي،

اڇي اوطاقان، مون کي پرين پري ڪيو.

شاہ سخين تي عاشق ھو، جئن سندس مديحي ڪلام مان ظاھر آھي. سچو سخي بہ ھڪ اھڙو فقير آھي، جنھن جي وڏائي ڪامل عارف بہ ٿا ڳائين. سخين جي سخاوت، ھڪ ابدي گل آھي، جنھنجي سرھاڻ، ”جڳان جڳ“ ڦھليل ٿي رھي.

سخين جي صدقي، شاہ مديحي شعر چيو آھي. ”سر پرڀاتي“ ۾ سپر سخي، لس ٻيلي جي سخي حاڪم ۽ ”سر بلاول“ ۾ مشھور سخي ڄام (سنڌ جي سمي حاڪم ڄام جکري) جي، دل کولي واکاڻ ڪئي اٿس. ايراني شاعر ڪنھن انعام جي تمنا رکي، خسيس بادشاھن کي بہ پنھنجن قصيدن ۾ وٺي عرشين چاڙھيندا ھوا.

شاہ جن حاڪمن جي ساراہ ڪئي آھي، سي تن ڏينھن ۾ جھان ۾ ئي ڪين ھوا. شاہ اھو مديحي شعر، انھيءَ لاءِ چيو آھي، تہ دنيا ۾ سخين جي سخاوت اَمر رھي، ۽ حاڪم سخاوت کي پنھنجي خوءِ ڪن. تحقيق، ڪنھن سخيءَ جو ديدار ئي ھڪ پاڪ زيارت آھي؛ ۽ سندس ساراہ ڳائڻ، ھڪ ”عجيب عبادت“.

راءِ ڏياچ، ھڪ ڪامل راڳائيءَ کي، پنھنجو سر ڏاڻ ۾ ڏنو؛ ھوڏانھن، سپڙ سخيءَ وري ھڪ ڏڏ مڱڻھار کي، ھڪ سئو تازي گھوڙا اِنعام طور ڏيئي ڇڏيا. راءِ ڏياچ پنھنجو سر لھيندي لاٿو، جو تہ پيچل جي تند کي، ”سئو ھزارن سرن“ ۽ ”ڪوڙين ڪپارن“ کان مٿي ٿي سمجھيائين؛ سپڙ سخيءَ بہ ڏڏ مڱڻھار سان وڏا ئي ور ڪيا؛ ڪيس سندس بي سرائيءَ بابت تہ ڪجھ نہ چيائين، پر پاڻ ساڻس ڏک ڪيائين تہ ”اي جاجڪ! پين درن تي وڃڻ بدران، جو ھن کان اڳ، منھنجي در تي نہ آئين، تڏھين ئي ھيترا سارا ڏکيا ڏينھن ڏٺا اٿيئي.“

ڏاتار ڏک ڪيا، پاڻا مٿي مڱڻي،
”مون در ڇڏيو، مڱڻا! مڱين ڪوه پيا؟
تڏھن تو پيا، وڇان ولھا ڏينھڙا.“

(سر پرڀاتي)

ڄام سمي جي سخاوت کي، ھن ريت ٿو داد ڏيئي: ”جس جو لائق، ھڪ ڄام سمو آھي؛ پيا مڙيئي حاڪم ”انيراءِ“ (جنھن راءِ ڏياچ جو، پيچل محل معرفت، سر وڍايو ھو) مثل آھن. جنھن ھنڌ، ھي سخي سردار جڙي راس ٿيو ھو، تنھن ھنڌ، پيو ڪوبہ انسان اھڙو نہ جڙيو، جو تہ اُتي مٿي ھئي ئي ايتري. ھن سخي حاڪم کي ڏسڻ سان پيو ڪوبہ راجا، دل تي ئي نہ ٿو اچي، جو تہ جتي مٺي پاڻيءَ جو چشمو ھوندو آھي تتي پين کوھن کٽڻ جو ڇا سود!“

جڪرو جس جڪرو، پيا سڀ اَنيراءِ،
جئائين گھڙيو جڪرو، تئائين نہ پيا،
مٽي تنھن ماڳاءِ اصل ھئي ايتري.
ڏٺي ڄادم جکري، چت نہ پيا چڙھن،
تہ ڪي کوه کڻن، جہ سر ليي سيرو.

شل سخين جي سخاوت، ھميشہ قائم رھي! سخين کان سواءِ، دنيا ۾ اَنڌوڪار آھي. سخي، ھن دنيا جي ريگستان ۾، مٺي ۽ ٿڌي کوه مثل آھن، جنھن مان رڻ اُڪرندڙ پاڻيءَ چڪو پي، پنھنجو جيءُ ٺارين ٿا. شل اُھي امر رھن!

اَلا! جنگ، جنين اَجھي گھاريان،
شال مَ سڪي ويئري، جئان پي پين.

شاھ ڄادم جکري جي واکاڻ ڪندي، وجد ۾ اچي ٿو وڃي، ۽ مبالغي ۾ اچي ٿو چٽڪي: ”ھن حاڪم سان پيا سوين سردار بہ نہ پاڙيان. اي سخي! تنھنجي سخا، مينھن مثل آھي. تنھنجي ’جھڙ‘ يعني سخاوت، ارڙھن ھزارن حاتمن کي ڍڪي ڇڏيو آھي.“

پاندپ سين نہ پاڙيان، سوين پيا سردار،
آھي مثل مينھن جي، سخي تنھنجي سار،
حاتم ھزده ھزار، جھڙ تنھنجي جھپيا.

(سر بلاول)

شاھ الله جو عاشق ھو، تنھن ڪري الله جي عاشقن جو بہ عاشق ھو. اِمام حسين جي شھادت جو بيان، نھايت رقت آميز نموني ۾ ڪيو اٿس. اِمام حسين پنھنجو سر، غزا يا ديني جنگ ۾ ڏنو. شاہ جھڙو عاشق،

ڪئين نہ اهڙي واقعي کي، پنهنجي ساري روحاني قوت ۽ شاعراني شعور سان چٽيندو؟ عاشقن جي مرڪ ئي آهي شهادت.

سي ڌڙ پسي سڌ، ڪنهن اَياڳيءَ نہ ٿئي.

(سر ڪلياڻ)

فردوسيءَ وانگر، شاهہ تاريخي دلچسپيءَ ڪان، رزمي شعر نہ چيو آهي. اگرچہ ”سر ڪيڏارو“ آهي تاريخي حقيقتن تي ٻڌل. هن نموني جو شعر بہ شاهہ حقيقي عشق جي جذبي هيٺ چيو آهي. ”سختي شهادت جي نسورو ئي ناز“. ڪيڏارو، سنسڪرت شبد ”ڪيدار“ جو بگاڙ يا فاسد صورت آهي. ”ڪيدار“ جي معنيٰ ئي آهي يڌ جو کيتر يا جنگ جو ميدان. ”سر ڪيڏاري“ ۾ جنگ جو جوش ۽ خروش، بهادرن جي همت ۽ شجاعت، جهونجهارن جي دل دهلائيندڙ رڪ وهندي راند، شيرن جي ڪنڌن جو رڻ ۾ نچڻ، ونڪن جي وهن جي جان ڏڪائيندڙ واويلا، ڪائنات جو عاشقن جي شهادت تي ماتم ڪرڻ وغيره ـــ اِنهن مڙني جو ذڪر قلب کي پاڻي ڪندڙ لفظن ۾ ڪيو اٿس.

شاه جي نظر ۾ سوره اُهو آهي، جو ويڙه ويل، ڪٽڪ ۾ بنا ڪنهن وسوسي يا هبڪ جي، ڪاهي ٿو پوي. نہ زره ٿو بت تي پهري، نہ پنهنجي بچاءُ ۾ ڍال اڳيان ٿو ڌاري. هُو سر جو سانگو لاهي، نيزي ۽ تلوار جو مارو ڪندو ٿو اچي، ۽ سواءِ ويڙه جي، ٻيو ڪو بہ ويچار اندر ۾ نہ ٿو اچيس. جو سپاهي، جنگ جي ميدان ۾ زره ۽ ڍال ٿو سنياري، تنهن کي اجا جان سان موه آهي. اهڙو سپاهي، سوره سڏجڻ جو لائق ناهي. سچو سوره اُهو آهي، جنهن کي جيئڻ جي رتيءَ جيتري بہ سڌ ناهي.

ڪلي وير ڪٽڪ ۾، پاکر جو پائي،
اجا اُن کي جيئڻ جو، آسانگو آهي،
سوره سو چائي، جو رڳو ئي رڻ گهڙي.

شاهہ بهادرن کي هيءَ تلقين ٿو ڏئي:

سوره! مرين سوپ کي، دل جا وهم وسار،
هڻ ڀالا، وڙه ڀاڪرين، آڏي ڍال م ڍار،
مٿان تيغ ترار، مار تہ متارو ٿئين.

شهزادن جي مرڪ آهي جنگ جو شوق رکڻ؛ ۽ جيسين جيئن، تيسين رڪ جي پيالي پيئڻ جي تمنا رکندا اچن؛ ۽ آخر ۾ جنگ جي ميدان ۾ شهادت جو جام پيئن.

ڪونر ڪلي جا ڪوڏيا! جانڪي تائين جيُ،
مٿان اُتن اُسري، رڪ پيالو پيُ،
ڳاه ڳجهن جو ٿيُ، ويٺي جن وره ٿيا.

پر شاهہ کي احساس آهي تہ جنگ جي ميدان ۾ دلير ٿيڻ، هر ڪنهن مڙس جو ڪم ناهي. هتي اهو ڪڏي ڪاهي پوي، جو پچڻ کي وڏو مهڻو سمجهي.

ڪلي وير ڪٽڪ ۾، سائو سڀ نہ هوُن،
پڙ تي سيئي پون، موٽڻ جنين ميهڻو.

شاهہ هڪ سچو صوفي هو. اها صوفياٽي پر ناهي، جنهن ڏانهن شاهہ صاحب اشارا نہ ڪيا آهن؛ اِهو صوفي طريقو ناهي، جنهنجو هن صاحب اِيپاس نہ ڪيو آهي. سندس رسالي ۾، صوفين جي جدا جدا منزلن يعني

شريعت، طريقت، معرفت، حقيقت ۽ صوفيانہ اُصولن جھڙوڪ ذڪر ۽ فڪر، قضا ۽ رضا، توڪل ۽ تسليم، تجلي ۽ استتار وغيره ڏانھن بہ اِشارا موجود آهن، جئن هيٺين مثالن مان ظاهر آهي.

جسي ۾ جبار جو، خفي خيمو ڪوڙ.
جلي تون زبان سين، چارئي پھر جوڙ.
فڪر سين فرقان ۾، اِسم اعظم ڏوڙ،
پيا در وجي م ووڙ، اِي امل اِئائين سپجي.

(سر يمڻ ڪلياڻ)

قضا: قضا جا ڪريم جي، تنھن ڪان ڪنڌ ڪيبو ڪئن؟ (سر سھڻي)

توڪل: ڏيئي توڪل تڪيو، آر لنگھيا آسان. (سر سريراڳ)

رضا ۽ تسليم: سيپئي سبحان جي، ڪر حوالي ڪم،
تي تحقيق تسليم ۾، لاهي غم وھم.

تجلي ۽ استتار: عاشق کي ڪڏهن مشاهدو ٿو ملي، ڪڏهن پردا ٿا چڙهينس.

ڪڏهن طاقيون ڏين، ڪڏهن ڪلن در دوس جا. ـــ (سر بروو سنڌي)

صوفين جي جدا جدا منزلن ڏانھن بہ اشارا ٿو ڪري:

راه شريعت هليا، تفڪر طريقون،
حال حقيقت رسيا، معرفت ماڳون،
ناسوت، ملڪوت، جبروت، اِي اِنعام لڏون،
پس لاهوت لنگھيون، هاهوت متي هليا.

(سر رامڪلي)

سالڪ کي شريعت جي پيڙه تمام پختي ٻڌڻي آهي، پوءِ ئي ان جي مٿان، هڪ سالم حقيقي عمارت اَڏي سگھندو. روحاني پنڌ ۾ انيڪ خوف ۽ خطرا آهن ۽ جيسين طالب کي ڪو ڪامل رهبر ناهي، تيسين هو هي ڏاٿانگو سفر طئي ڪري نہ سگھندو. اهڙا اِشارا شاه صاحب ڪيترن ئي هنڌ ڪيا آهن. صوفين جي چوڻي آهي تہ جنھن کي ڪو مرشد نہ آهي، تنھنجو مرشد شيطان آهي. ”سر ديسيءَ“ ۾ شاه صاحب سالڪ کي تاڪيد ٿو ڪري تہ بنا مرشد جي سپ اونده آهي:

دُودُ دِل تان دُورڪَري، ڪَر، ساجَنَ! صَفائي:
مَنَ لاَ شَيَخُ لَهُ فَشَيَخُهُ الشَّيطَانُ، اِنَ رِءَ اُونداَهِي؛

سالڪ کي مرڻ کان اڳي مرڻو آهي يعني سيني حرصن کي ختم ڪرڻو اٿس. ”موتوا قبل ان تموتوا“ (حديث) اِنهيءَ چوڻيءَ جي شاه ”سر معذوري“ ۾ اپٽار ڪئي آهي. هڪ داستان ۾ اهو ئي سر اَلاپيو اٿس: ”موت کان اڳي مرو“: ”موتوا قبل ان تموتوا“. موت کان مرڻ آهي حرصن کي فنا ڪرڻ، نہ جيءَ کي جفا ڏيڻ يا ڪنڌ ڪپائڻ.

مري، جيءَ تہ ماڻيين، جانب جو جمال،
ٿئين هوند حلال، جي پند اهائي پارئين.
پر ۾ پڇي پرينءَ کي، مري نہ ڄاتوءِ،
”موتوا“، منڌا! نہ سوءِ، ڪنڌ ڪڄاڙيا ڪاٽئين؟

صوفين جو قول آهي تہ جڏهين ڏٺيءَ جهان خلقيو، تڏهين چيائين ”ڪن“ يعني ٿيءُ؛ پوءِ ائين ٿيو پوي: ”فيڪون“ خدا جڏهين روح خلقيا، تڏهين اُنهن کان پڇيائين تہ ”الست بربڪم“ يعني ”ڇا، نہ آهيان مان اوهانجو رب؟“ روحن جواب ۾ چيو: ”هائو (قالو بليٰ). قرآن شريف ۾ بہ ائين فرمايل آهي. شاه جي ڪلام ۾ اِنهيءَ عقيدي ڏانهن بہ اِشارا آيل آهن:

”الست بربڪم“، جڏهن ڪن پيوم،
”قالو بليٰ“ قلب سين، تڏهن تت چيوم.

## ـــــ ڪلياڻ آڏواڻي

# شاه جو رسالو

## (مجمل ۽ معنيٰ سان)

# سُر ڪلياڻ

”ڪلياڻ“ سنسڪرت لفظ آهي ۽ معنيٰ اٿس سک يا شانتي. هي سر مَن کي آنند ٿو بخشي. گائن وديا موجب هي سر، ديپڪ راڳ جي اٺن پٽن مان هڪ آهي ۽ سنجها جو ڳائبو آهي. ڪن صاحبن جو رايو آهي تہ هي سر اَسر جو بہ ڳائڻ ۾ ايندو آهي، ڇو تہ سنجها ۽ اَسر ٻئي سڳوريون مهلون آهن ۽ بندگيءَ جي لاءِ رٿيل آهن.

رسالي ۾ هي سر ڌڻيءَ جي ساراه سان شروع ٿو ٿئي. شاه صاحب، پيغمبر صاحب اڳيان سر نوائي ۽ ڪيس ”ڪارڻي“ ۽ هيڪڙائي جو پيغام رسائيندڙ ڪري ٿو مڃي.

رسالي جي هڪ هڪ سر ۾ روحاني مطلب رکيل آهي. هن سر ۾ شاه صاحب پهرين ”وحدت مان ڪثرت“ وارو صوفياڻو راز سمجهايو آهي: ڌڻي هڪ آهي ۽ سندس ڪو ثاني نہ آهي. هيءَ سموري ظاهري گهڻائي سندس هيڪڙائيءَ مان نڪتي آهي. هو ”سونهن جو سر“ آهي. پاڻ ئي سهڻيون شيون پيدا ڪندڙ آهي ۽ پاڻ ئي پنهنجي سونهن تي حيران آهي. هي سمورو ماندڻ سندس ئي منديل آهي. هيءَ ڪائنات هڪ محل آهي، جنهن کي سهسين دريون آهن دريءَ دريءَ منجهان سندس ديدار آهي. هر هڪ روپ ۾ پاڻ سمايل آهي. جيءُ جيءُ ۾ سندس درسن آهي. جيڏانهن پرک ڪر، تيڏانهن صاحب سامهون آهي؛ ڪوڙين سندس ڪايائون آهن.

ڌڻيءَ جا عاشق ساڻس هڪ ٿيا پيا آهن. هو سن ئي سن ۾ روحاني ولايت جا سير پيا ڪن. هو سُوريءَ تي سرها آهن ۽ چوڄ مان سر ڪلهن تان لاهي ٿا ڏين. هنن لاءِ سوري سيج آهي ۽ مرڻ مشاهدو. نينهن جو نالو ڳنهڻ آهي سيخن ۾ ماس پچائڻ. ڌڻي بہ جنکي چاهي ٿو، تن کي ڪوٺي، ڪهي ٿو. جنهنکي پنهنجو ٿو ڪري، تنهنکي خوب خنجر ٿو هڻي. هو پنهنجن عاشقن سان ”ڪاسائڪي ڪار“ ٿو ڪري ۽ سندس ”جيرا، جگر، بڪيون“ ڪباب ٿو ڪري. هو سندن رڳون بہ ٿو سوجهي.

شاہ مرشد يا گروءَ کي ڪاسائيءَ جو روپ ڏيئي، وري ڪلال جو روپ ٿو ڏئي. سندس شراب، زهر جهڙو قاتل ۽ ٿوه جهڙو ڪئوڙو آهي. سندس عاشق اِنهيءَ ”ڪڙي ۽ قاتل“ جا هيراڪ آهن. هي اهڙو مَنڌ آهي، جنهنجي پيئڻ سان رڳن مان ساه نڪريو وڃي، پر عاشق اُنکي ڏسي پيا وهسن ٿا. هي سر ڏيئي اُنجي سرڪي ٿا وٺن. حقيقت ۾ هن املهہ شراب جي هڪ پڪ بہ سر جي عيوض سستي چئبي. جنجي پاڳ ۾ لکيل آهي، تنکي ئي اُنجي سرڪي تي ملي. شاہ ڪامل مرشد کي ”مهيسر“ ٿو ڪوٺي. سموري تمثيل سچي سائينءَ توڙي روحاني رهبر سان ٿي لڳي.

سر ڪلياڻ

# داستان پهريون

ڏاتار، پاڻ ئي پيڙا ڏيندڙ آهي ۽ پاڻ ئي لاهيندڙ آهي. ستيون تڏهن اٿر ڪن، جڏهن سندس امر ٿئي. پاڻ ئي حبيب آهي، پاڻ ئي طبيب. ويچارا نينهن جا وڍيل سنجهي ۽ صبح ڪرڪن ۽ ڪنجهن پيا. هو پاڻکي پاڻيهي پٽيون پيا هڻن. ڪنهن ويچ جو وٽن وجهڻ ناهي. پرينءَ جي پاپوهہ ئي هنن لاءِ شفا آهي. مٽن اهڙي ڪا اگهائي چڙهيل آهي، جو پٽ تي اونگهہ ئي اونگهہ پيا آهن ۽ پاسو بہ نہ ٿا ورائين. هو سارو وقت ڳجهو پيا روئن ۽ پاڻ کي پرين خاطر ڪباب پيا ڪن. جي پڊري پٽ هنجون ٿا هارين، تنجي پرت تي ڪا پت ناهي. جي درد جي چاڻ لهڻي اٿيئي تہ واڍوڙن وٽان هڪ رات رهي اچ.

| مشڪل الفاظ | معنيٰ |
|---|---|
| عليم | ڄاڻيندڙ |
| عالم | جهان |
| قادر | سگهارو |
| قدرت | سگهہ |
| قديم | آڳاٽو، انادي |
| والي | مالڪ |
| واحد | هڪ |
| وحده | هو هڪ آهي (عربي) |
| رزاق | روزي رسائيندڙ |
| رحيم | ٻاجهارو |
| حمد | واکاڻ |
| حڪيم | سياڻو |
| ڪريم | مهربان |
| اُتوسين | ويساه سان چيو |
| ڪارڻي | دنيا جي پيدا ٿيڻ جو ڪارڻ |
| قلب | دل |
| لِسان | زبان |
| فائِقَ | هو اعليٰ درجي وارا |
| فرمان | ڏٺي جي حڪم ۾ |
| اَوَتڙ | اُبتو يا اڙانگو تڙ، گمراهي |
| اوليا | ڳهلجي ويا |
| سُتَڙ | سئي تڙ تي |

| **سالم** | صاف دل وارا |
|---|---|
| **هيڪائي** | هڪ ڏيل |
| **احد** | هڪ (ڌڻي) |
| **عالم** | سچي ڄاڻ وارا |
| **بي بها** | املهہ |
| **بالم** | اعليٰ انسان |
| **آڳي** | مالڪ |
| **اَڳهين** | ازل يا آد کان |
| **نسوروئي** | نج، خالص |
| **نور** | روشني |
| **لاخوف عليهم ولا يحزنون** | نہ ڪو خوف آهي ڪين، نہ ڪو ڏک رسندن (قرآن شريف) |
| **مولي** | ڌڻيءَ |
| **معمور** | ڀلو، آباد |
| **انگ** | ڀاڱي |
| **ازل** | اصل يا آد |
| **اِلااللہ** | الله کان سواءِ (ڪلمي جو جز) |
| **اورين** | ڏئور ڪن |
| **حقيقت، طريقت، معرفت** | صوفين جون منزلون |
| **ڏيساندر** | روحاني جهان |
| **ووڙين** | گهارين |
| **ڪُلَهنِئُون** | ڪلهن تان |
| **ڪورِينِ** | ڪپين |
| **وحده لا شريڪ لهٖ** | هو هڪ آهي ۽ سندس ڪوبہ مٽ نہ آهي |
| **سُئا** | ٻڌا |
| **گَهَٽَ** | هِنئَين ۾ |
| **وِهائج** | اختيار ڪج |
| **وِيُ** | ڏنڊو |
| **پاَٽان** | پاٽيهي |
| **جام** | پيالو |
| **جنت** | بهشت، سرڳ |
| **ٻَڪُ** | ٻاڪر |

| ورِسيا | گمراه يا پشيمان ٿيا |
|---|---|
| ڍوُنڍيا | ڳوليان |
| ڪانِھ | ڪيڏانھن |
| وھاڻِءِ | وھانئوں وصال |
| خالق | رچيندڙ |
| خام | الڙ اڻ آزمودگار |
| مخلوق | خلقيل، رچيل |
| سُلوڪ | روحاني راز |
| ناقصئا نِگيو | عيب کان آجو ٿيو |
| وحد | هيڪڙائيءَ مان |
| ڪثرت | گھڻائي |
| ڪُل | سموري |
| باالله | ذاتيءَ جو قسم |
| جلالھ | جلال يا شان وارو |
| جمال | سونھن، حسن |
| حُسن ڪَمالُ | پورن سونھن |
| خوب | سھڻيون شيون |
| طالب | ڳولائو، فدا |
| وَرُ | پيچ، رمز |
| قَصَرُ | محل |
| ڪوڙين | ڪروڙين |
| ڪَٽِسِ | اُن کي |
| ڳڙڪيون | دريون |
| پرڪ | نظر، نرت |
| ڪايائُون | سرير، روپ |
| پريم | منھنجا پرين! |
| پار | نشان، پتا |
| پريان | پرينءَ کي (سرائڪي) |
| نينھن نيڻين | نينھن نيڻن مان پيدا ٿيندو آھي |
| ڳُڻُ ڳالھ | اِنھيءَ ڳالھ جي خوبي |
| چتايم | سانديم |
| ٻوجھي | ڄاڻي |
| سُڃي | سڃي پيو |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| 1<br>اَول الله عَلِيمُ، اعليٰ، عالَمَ جو ڌَڻي؛<br>قادِرُ پنهنجي قُدرت سين، قائم آهِ قديمُ؛<br>والي، واحِدُ، وَحْدَهٗ، رازق، رَبُّ رَحِيمُ؛<br>سو ساراه سَچو ڌڻي، چِئِي حَمدُ حَڪِيمُ؛<br>ڪري پاڻ ڪَرِيمُ، جوڙُون جوڙَ جهانَ جي. | پهرين نالو سائينءَ جو، جو سڀ ڪجهه ڄاڻيندڙ، سڀ کان وڏو ۽ ساري جهان جو مالڪ آهي. هو سگهارو، پنهنجي ئي سگهه سان اصل کان موجود آهي ۽ سڀ کان آڳاٽو آهي. هو جڳ جو والي آهي. هو هڪ آهي ۽ سيني جو پاليندڙ ٻاجهارو آهي. اُنهي سچي سائين جي ساراه ڳاءِ ۽ اُنهي ڏاهي صاحب جي واکاڻ ڪر. هو مهر ڀريو، پنهنجي ڪاريگريءَ سان ساري جهان جو جنسار تو جوڙي. |
| 2<br>وَحْدَهٗ لا شَرِيڪَ لَهٗ، جن اُتوسين ايمانَ؛<br>تن مڃيو مُحَمَّدُ ڪارَڻي، قَلبَ ساڻ لسانَ؛<br>اُوءِ فائِقَ ۾ فَرمان، اَوَتڙِ ڪنهن نہ اَوليا. | جن ويساه سان اِئين چيو تہ "هو هڪ آهي ۽ ڪوبہ سندس ثاني ناهي"، تن دل توڙي زبان، سان حضرت محمد صلعم کي مڃيو، جو دنيا جي پيدا ٿيڻ جو ڪارڻ آهي. اُهي وڏي مرتبي وارا، جي هميشہ ڌڻيءَ جي حڪم ۾ رهندڙ آهن، سي ڪڏهن بہ اُبتي تڙ (گمراهيءَ) ڏانهن گهلجي نہ ويا. |
| 3<br>اَوَتڙَ ڪنهن نہ اوليا، سُتَڙِ ويا سالِمَ؛<br>هيڪائِي هيڪُ ٿيا، اَحَدَ سين عالِمَ؛<br>بي ٻها بالِمَ، آڳي ڪيا اڳهِين. | اُهي سالم ۽ صاف دل وارا ڪڏهن بہ ابتي تڙ ڏانهن گهلجي نہ ويا، پر سلامتيءَ سان وڃي سٽائي تڙ تي رسيا. سچي ڄاڻ وارا هڪ (ڌڻيءَ) سان هڪ ٿي ويا. ڌڻيءَ اصل ۾ ئي هنن کي املهہ ۽ اعليٰ ڪري ڇڏيو هو. |
| 4<br>آڳي ڪيا اڳهِين، نسورو ئي نُورُ؛<br>لَا خَوفٌ عَلَيهِمۡ وَلَا هُمۡ يَحۡزَنُونَ، سچن ڪونهي سُورُ؛<br>مولي ڪيو مَعمُورُ، اَنگُ اَزَلَ ۾ اُنِ جو. | ڌڻيءَ هنن کي سراپا نور ڪري ڇڏيو هو. "اُنهن کي نہ ڪو خوف آهي، نہ ڪو ڏک رسندن." سچن اِنسانن کي ڪوبہ درد نہ ٿو رسي. ڌڻيءَ اصل ۾ ئي سندن بخت بالا ڪري ڇڏيو هو. |
| 5<br>وَحْدَهٗ جي وِڍيا، الَا الله سين اوريِنِ؛<br>هِنيون حقيقت گڏيو، طريقت تورِينِ؛<br>معرفت جي ماٺ سين، ڏيساندَرُ ڏورِينِ؛<br>سُک نہ سُتا ڪڏهين، ويهي نہ ووڙِينِ؛<br>ڪُلَهِنئُون ڪورِينِ، عاشق عَبۡدُاللطِيفُ چئي. | جي سالڪ، هڪ (ڌڻي) جي هيڪڙائيءَ جا ڪٺل آهن، سي اهو ئي دور پيا ڪن تہ "سواءِ سائينءَ جي، ٻيو سائين نہ آهي." هُو، پنهنجو هنئون حقيقت سان هڪ ڪري، طريقت (روحاني راه) جي واٽ تي تور تڪ (خبرداريءَ) سان پيا هلن. هُو سچي ڄاڻ (معرفت) واري سُن سان روحاني ولايت پيا ڳولين. هو ڪڏهن بہ سُک سان نتا سمهن ۽ ويسر ۾ ويهي نہ ٿا گهارين. شاه صاحب فرمائي ٿو تہ نينهن وارا، پنهنجا سر ڪلهن تان ڪپيو ڇڏين. (هو پنهنجي هستيءَ کي وڍيو ڇڏين.) |
| 6 | "هُو هڪ آهي ۽ سندس ڪو مَٽُ ناهي." اي ٻوڙا! |

<table>
<tr><td>وَحَدَهٗ لا شَرِيڪَ لَهٗ، ٻُڌءِ نہ ٻوڙا؛<br>ڪہ تو ڪنين سُئا، جي گُهٽَ اَندر گهوڙا؛<br>ڳاڙيندين ڳوڙها، جت شاهد ٿِيندءِ سامُهان.</td><td>تو اِها وائي نہ ٻڌي آهي؟ هي جو تنهنجي اندر ۾ هڪلون (وويڪ يا ضمير جون پڪارون) پيئون پون، سي چا تو ڪنن سان نہ ٻڌيون آهن؟ جتي تنهنجي سامهون شاهد اچي بيهندا، تتي هنجون هارڙيون پوندءِ.</td></tr>
<tr><td>7<br>وَحَدَهٗ لا شَرِيڪَ لَهٗ، اِهو وهائج وِيُّ؛<br>ڪَٽين جي هارائين، هَنڌ تَنهنجو هِيُّ؛<br>پاٽان چونڊءِ پِيُّ، پري جام جَنَّت جو.</td><td>”هو هڪ آهي ۽ سندس ڪو مَٽُ ناهي“: تون اِهو ئي ئي سودو (دور) پيو ڪج. تنهنجي ڪٽڻ يا هارائڻ جو هنڌ هيءُ جهان ئي آهي. سپرين پاڻ مرادو بهشت جو (روحاني) پيالو پُر ڪري، توکي چوندو تہ ”پيءُ“.</td></tr>
<tr><td>8<br>وَحَدَهٗ لا شَرِيڪَ لَهٗ، اِيُ هيڪڙائِيءَ حَقُّ؛<br>ٻيائِي کي ٻَڪُ، جن وڌو، سي ورِسيا.</td><td>”هو هڪ آهي ۽ سندس ڪو مٽُ نہ آهي“: اهوئي ڏٽيءَ جي هيڪڙائيءَ کي پرورڻ جو شرط آهي. جن ٻيائيءَ کي ٻاڪر وڌو (جي ٻيائيءَ کي چنبڙيا)، سي گمراہ ۽ پيشيمان ٿيا.</td></tr>
<tr><td>9<br>سِرُ ڍُونديان، ڌڙ نہ لهان، ڌڙ ڍُونديان، سِرُ ناہِ؛<br>هَٿَ ڪَرايُون آڱريون، ويا ڪپجي ڪانهہ؛<br>وحدت جي وِهاَنءِ، جي ويا، سي وڍِياَ.</td><td>سر ٿو ڳوليان تہ ڌڙ نہ ٿو لهان؛ ڌڙ ٿو ٿو ڳوليان تہ سر نہ ٿو لڀي. هٿ، ڪرايون ۽ آڱريون وڍجي جدا ٿي ڪيڏانهن ويا! جي هيڪڙائيءَ واري وصال تي ويا، سي ڪپجي فنا ٿي ويا.</td></tr>
<tr><td>10<br>عاشق چَؤ مَ اُنَ کي، مَ ڪِي چَؤ معشوق؛<br>خالق چَؤ مَ خامَ تون، مَ ڪِي چَؤ مخلوق؛<br>سَلِج تنهن سُلوڪ، جو نَاقِصئا نِگيو.</td><td>نہ تون هن کي (ڏٽيءَ کي) عاشق سڏ، نہ معشوق. اي الڙا! نہ کيس خلقيندڙ (رچيندڙ) ڪوٺ، نہ خلقيل (رچيل). اهو روحاني راز تون اُنهيءَ سان سلج جنهن پاڻ کي هر ڪنهن اوٽائيءَ کان آجو ڪيو آهي.</td></tr>
<tr><td>11<br>وحدتان ڪَثرت ٿي، ڪثرت وحدت ڪُلُّ؛<br>حق حقيقي هيڪڙو، ٻوليءَ ٻِيءَ مَ ڀُلُ؛<br>هُو هُلاچو هُل، با الله سندو سڄٽين.</td><td>هيڪڙائيءَ مان ئي گهڻائي ٿي؛ هيءَ گهڻائي، سموري هيڪڙائي (ڏٽيءَ جي هيڪڙائيءَ) آهي. ڏٽيءَ هڪ آهي، ٻي ڪنهن بہ ڳالهہ تي ڀلجي نہ وڃ. سائينءَ جو سَنهُن تہ هي سمورو هُل ۽ شُغل هڪ پرينءَ جو ئي آهي.</td></tr>
<tr><td>12<br>پاڻَهِين جَلَّ جَلَالَهٗ، پاڻهين جان جمالُ؛<br>پاڻهين صورت پِرِينءَ جي، پاَڻهِين حُسن ڪَمالُ؛<br>پاَڻهِين پر مُرِيد ٿئي، پاڻَهِين پاڻَ خيالُ؛<br>سڀ سِيوئِي حالُ، منجهان هَي معلوم ٿئي.</td><td>هو پاڻ ئي وڏي شان وارو آهي ۽ پاڻ ئي سونهن جو جوهر (تت) آهي. هُو پاڻ ئي پرينءَ جو روپ آهي. ۽ پاڻ ئي پورن سونهن آهي. هو پاڻ ئي مرشد (ستگرو) ٿو بنجي ۽ پاڻ ئي مريد (شش) ٿو ٿئي. هُو پاڻ ئي ”خيال“ آهي (جنهن مان هيءُ سمورو مانداڻ يا پسارو نروار ٿيو آهي). اِهو سمورو حال اندر مان ئي ٿو پروڙي سگهجي.</td></tr>
<tr><td>13<br>پاڻَهِين پسي پاڻکي، پاڻهِين محبوب؛</td><td>هو پاڻ پرين آهي ۽ پاڻ ئي پنهنجي سونهن پيو پسي. هو پاڻ ئي سهٽيون شيون ٿو رچي ۽ وري پاڻ ئي</td></tr>
</table>

| | |
|---|---|
| **پاڻهين خلقي خوب، پاڻهين طالب تن جو.** | اُنهن تي فدا (موهت) ٿو ٿئي. |
| 14<br>**پڙاڏو سو سَڏُ، وَرُ وائِيءَ جو جي لَهِين؛**<br>**هُئا اَڳِهين گڏ، ٻُڌڻ ۾ ٻہ ٿيا.** | جي ٻوليءَ جي رمز يا پيچ پڙورين تہ اصل ۾ سڏ آهي، سوئي پڙاڏو آهي. اصل ۾ ٻئي هڪ آهن، پر ٻڌڻ ۾ رکو ٻہ ٿا اچن. |
| 15<br>**ايڪ قَصرُ، دَرَ لَکَ، ڪوڙين ڪَڙِسِ ڳِڙکيون؛**<br>**جيڏانهن ڪريان پرک، تيڏانهن صاحب سامهُون.** | محل هڪ آهي، پر اُنکي لکين ڪروڙين دريون آهن. جيڏانهن تو نظر ڪريان، تيڏانهن صاحب (ڌڻيءَ) کي سامهون ٿو ڏسان. |
| 16<br>**ڪوڙين ڪاياٿُون تُنهنجيون، لِکَن لَکَ هزارَ؛**<br>**جِيءُ سيڪنهن جيءَ سين، دَرسَن ڏارون ڏَارَ؛**<br>**پِرَيمِ تنهنجا پارَ، ڪهڙا چِئِي ڪيئن چوان.** | تنهنجون لکين هزارين، بلڪ ڪروڙين ديهيون آهن. سڀ ڪنهن جيوَ ۾ اُهو هڪ جيوَ (صاحب) ئي ٿو وسي. هر ڪنهن جيوَ مان سندس نيارو نيارو درسن ٿو ملي. اي منهنجا پرين! تنهنجي اهڃاڻن (نشانن) مان ڪهڙو ۽ ڪئين وستار (داستان) ڪريان |
| **وائي**<br>**سيڪا پريان ڪُون پُوڇي؛**<br>**نيهن نيڻين، ڳُڻُ ڳالهہ وو.**<br>**جا چتايمِ چتَ ۾، سجڻ سا تو ٻُجهي؛**<br>**لاتَ جا لَطِيَفُ جي، سَڏُ تنهنجو سُجي.** | سيڪا پنهنجي پرينءَ جي پوڇا ٿي ڪري. نينهن جو ڳڻ اِهو آهي، جو اُهو نيڻن مان ئي ٿو پيدا ٿئي. جيڪي مون پنهنجي چت ۾ سانديو آهي، سو سڀ سڄڻ ڄاڻي ٿو. شاه عبدالطيف جو مٺو آلاپ (لات) اَوس ئي پيو ٻڌجي ۽ ٻڌبو. |

سر ڪلياڻ

# داستان ٻيو

پرين وٽ نيٺ پريم جي اگهائي اگهي. ويڄن جون سٽيون، پيچون ۽ ڏيِ هن اگهائيءَ ۾ ڪوبہ اثر نہ ٿا ڪن. عاشقن لاءِ سوري سينگار آهي ۽ مرڻ مشاهدو. جن کي سچي شراب جي طلب آهي، تن کي پنهنجو سر ڪلال جي هٽ تي وڍائڻو آهي. جي سچي شراب جي سُرڪي، سر جي عيوض ملي تہ بہ سستي چئبي. هي هڏو ۽ چمہ پرينءَ جي پڪ برابر بہ نہ آهي. سپرينءَ سان گڏ هڪ ساعت گهارڻ سئو سرن کان مٿي آهي. سڪڻ جي معنيٰ ئي آهي سر ڏيڻ. هي بي بها شراب لکئي سان ٿو ملي، نہ سر ڏيڻ سان.

| مشڪل لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| اگهي | قبول پيئي، ملهہ پاتو |
| اگهائي | ناچگائي |
| سورانگهي | اورانگهي، پار اڪري |
| ڏيل | جسمہ سرير |

| پيـج | آش، پيچي |
|---|---|
| سيـج | سيج، چپر کٽ |
| مشاهدو | درشن، ديدار |
| سينگار | زيب، زينت |
| مُتڙڻ | پاسو ڪرڻ |
| ميهڻو | عيب |
| نِظاري نروار | پڌري پٽ، ڪليو ڪلايو |
| قَرار | واعدو، انجام |
| اصل | ازل، آد ڪان |
| سيڻَ | عاشق |
| سَنَرا | سرها |
| جيلهه | جنهن صورت ۾ |
| تي | تنهن صورت ۾ |
| سَئو وارَ | سئو ڀيرا |
| چَنگ | ڪنڌي (سوريءَ) |
| جِمَ | متان |
| پِرت | پريت |
| پارَ | حد، انت |
| جِئان | جتان |
| ڪاتي پاءِ | سر تي ڪاتي وهاءِ |
| پريتڻو | پريت |
| واڇَڻَ | ساز يا واڇٽ وانگر |
| ماهُ | ماس |
| ڳيڙُءِ | ڳڏءِ |
| عجيب | محبوب (جنهن جي سونهن عجيب آهي) |
| لِچيو | ڪنبيو يا ڏڪيو وڃي |
| اَنَدوه | درد، فڪر |
| مَرُ | ڀل |
| مُنياڻي | مڏي، لمي |
| وِرمَن | ترسن |
| تَوءِ | تنهن ڪري |
| اَڏِن | اَڏيءَ جو جمع |

| مَڄُڻ | متان |
|---|---|
| مُهايَنِ | وڏيلن |
| ڪَلالڪي هَٽِ | شراب چڪائيندڙ جي دڪان تي (يعني ڪامل مرشد جي آستان تي |
| ڪوپُ | قهر |
| ڪاٽي | ٻٽي |
| پڪَ | ڏڪ |
| وَرَنَهَ | نوجوان |
| وِهاٽي | بي سرت ڪري |
| سِرَوَتِ | سر جي بدلي |
| سَرو | شراب |
| ڪُوءِ | گهٽي |
| مَهيسر | شو مهراج، شراب يا مڌر جو ديوتا |
| مَنڌَ | شراب |
| هَڏِهين | سدائين |
| رمز | ڳجهارت |
| رُوءِ | طرز |
| سِرَوَتِ | سر جي عيوض |
| سَڳُڻي | نفعي يا ڳڻ واريءَ |
| ڪَڪوهُ | شراب |
| مَٽن پاس | مٽن جي پاسي ۾ |
| وهُ | زهر، وک |
| وِهُسَنِ | سرها ٿين، خوش ٿين |
| چِڪَنِ چاڪَ | هنن جا ڦٽ ڪڙهن |
| سَري | شراب |
| ٿوهُ | ٿوه جهڙي ڪئوڙاڻ |
| روحُ | ساه |
| ڪاٽي | ٻٽيءَ تي |
| ڪَڪوهُ | شراب |
| سَڌَڙيا | ڪوڙي سڌ ڪندڙ |
| ڪُهُ | ڇو |

| جُہ | جڏن |
|---|---|
| دوڳ | ماس جو ٽڪر |
| ديڳ | ديگ |
| سئو سِسِنئان | سئو سسين يا سرن سان |
| اڳرو | ملهائتو |
| دوسان | دوستن |
| هڏو ۽ چمُ | هڏن ۽ ماس جو جسم |
| نہ پَڙي | برابر نہ ٿئي |
| متي | متي يا سر جي عيوض |
| سَٽ | سودو ٿهي |
| لڌا تي لين | ياڳن ۾ لکيا |
| قَطرو | شراب جو ڦڙو |
| مَنڌُ | شراب |
| آڳ | آگ |
| مِڙيئي | مڙيئي بہ ڏينهن |

| | |
|---|---|
| 1<br>**اڳهي اڳهائي، رَنجُ پريان کي رسيو؛**<br>**چَکيَمِ چڱائِي، سورانگهي سُورِيءَ تان.** | منهنجي اڳهائي پرينءَ وٽ قبول پيئي ۽ سندس دل ۾ مون لاءِ ڪهڪاءُ پيدا ٿيو. مون سوريءَ تي چڙهي، سچي صحبت جو مزو ورتو. |
| 2<br>**انڌا اُونڌا ويجَ! ڪَلَ ڪُجاڙيا ڪانئِين؟**<br>**اسان ڏُکي ڏِيل ۾، تون پيارِئين پيجَ؟**<br>**سُورِي جنِين سيجَ، مرڻ تي مُشاهِدو.** | اي انڌا ۽ اونڌي سمجهہ وارا طبيب! تون چا لاءِ مونکي ڏنپ ڏيئي، منهنجي ڪل تو جلائين؟ اسين جسم جڏا ۽ جُهريل، تن کي تون وتين آشون پيارِيندو! جن لاءِ سُوري چپر کٽ آهي، تن لاءِ مرڻ آهي پرينءَ کي پسڻ. |
| 3<br>**سُوري آہ سينگار، اڳهين عاشقن جو؛**<br>**مُڙِڻ مونٿِ ميهڻو، ٿيا نِظاري نِروارُ؛**<br>**ڪُسڻَ جو قَرارُ، اصل عاشقن کي.** | عاشقن جي لاءِ اصل کان ئي سوري تي چڙهڻ سچو زيب آهي. سوريءَ کان پاسو ڪرڻ يا سوريءَ تان واپس ورڻ هنن لاءِ عيب آهي. هو پڌري پٽ شهيد ٿيڻ جا ڪوڏيا آهن. هنجو اصل ۾ ئي سر ڏيڻ جو انجام هو. |
| 4<br>**سُوريءَ متي سيڻَ، ڪهڙي ليکي سَنَرا؟**<br>**جيلَہ لڳا نيڻَ، تي سُوريائِي سيجَ تي.** | عاشق، سوريءَ تي ڪهڙي ڪارڻ سرها ٿا ڏسجن؟ جنهن صورت ۾ سندن نيڻ پرينءَ جي نيڻن سان اَڙيا آهن، تنهن صورت ۾ سوري ئي هنن لاءِ سيج ٿي پيئي آهي. |
| 5<br>**سُوريءَ تي سَؤ وارَ، ڍِهاڙيو چَنگ چڙهين؛** | جي توکي ڏهاڙي سئو ڀيرا سوريءَ جي نيزن تي چڙهڻو پوي تہ بہ تون متان بيزار ٿي، پريت جي پچر ڇڏين. جتان |

| جِمَ وِرچي چِڏئين، سِڪڻ جي پَچارِ؛<br>پِرتَ نہ پسِين پارَ، نيهن جِئان ئي نِگيو. | خود نينهن نسريو آهي، تتان ئي نہ ٿو اُنجو اَنت (راز) پروڙين! |
|---|---|
| 6<br>پهرين ڪاتي پاءِ، پڇج پوءِ پريتڙو؛<br>ڏُکُ پريان جو ڏِيلَ ۾، واجَٽَ جئن وَڄاءِ؛<br>سِيخنَ ماهُ پَچاءِ، جي نالو ڳِيڙُءِ نِينهنَ جو. | پهرين سر تي ڪاتي وهاءِ، پوءِ پريت جو پرو پڇ. پنهنجي سرير ۾ (رڳن ۾) ساز جيان پرينءَ جي سوز کي وڄاءِ. جي نينهن جو نالو ڳِڌو اٿيئي تہ پنهنجو ماس، سيخن ۾ پچاءِ. |
| 7<br>ڪاتِيءَ ڪونهي ڏوهُ، ڳُنُ وڍيندڙَ هٿ ۾؛<br>پَسيو پَرِ عجيب جي، لِڇيو وڃي لوهُ؛<br>عاشقَن اندوهہ، سدا معشوقن جو. | ڪاتيءَ جو ڏوہ ڪونهي، ڇو تہ ان جو ڳُنُ ڪُهندڙ جي هٿ ۾ آهي. سهڻي محبوب جي رَوَش پَسِي، لوہ خود ڪنبي ٿو وڃي. عاشقن کي هميشہ معشوقن جي ئي جهوري لڳل آهي. |
| 8<br>ڪاتِي تکي مَ ٿئي، مَرُ مُنِيائِي هوءِ؛<br>مانَ وِر مَن توءِ، مُون پِريان جا هٿڙا. | ڪاتي تيز نہ هجي، پل تہ مُڏي (لمي) ئي هجي؛ اِنهيءَ ڪري پرين جا هٿڙا مون کي ڪهڻ ۾ ويرم لائين ۽ مون مٿان ٿورو ترسن. |
| 9<br>اڳيان اَڏِنِ وَٽِ، پويَن سِر سنباها؛<br>ڪات نہ پوينَ قبولَ ۾، مَڇُڻ پائين گهٽِ؛<br>مٿا مُهايَنِ جا، پِيا نہ ڏِسين پَٽَ؟<br>ڪلالڪي هَٽِ، ڪُسڻ جو ڪوپُ وَهي. | جي اڳيان آهن، تن جا سر اَڏِين تي آهن؛ پويان سر ڏيڻ جي سانباهي ۾ آهن. پنهنجو سر وڍاءِ تہ قبول پوين، متان اِنهيءَ ڪان گهٽ ڪي سمجهين. ڪٽلن جا سر، پٽ تي پيل ٿتو ڏسين؟ ڪلال (شراب چڪائيندڙ يعني مرشد يا گروءَ) جي دڪان تي ڪوس جو گهر جاري آهي. |
| 10<br>جي اَٿيئِي سَڌَ سُرڪَ جي، تہ وَنءُ ڪلالن ڪاتي؛<br>لاهي رک، لَطِيفُ چئي، مٿو وَٽِ ماٿي؛<br>تک ڏيئي پِڪَ پِيُ تون، منجهان گهوٽَ! گهاتي؛<br>جو وَرَنہَ وِهاتِي، سو سِرِ وَٽِ سَرو سهانگو. | جي سُرڪي پيئڻ جي پياس اٿئي تہ ڪلال جي ڀٽيءَ تي وڃ. تون پنهنجو سِرُ مٿ اڳيان وڍي رک. اي گهوٽ! ڳيت ڏيئي، گهاٽي شراب مان سرڪي پيءُ. جو شراب جُنگ جوانن جي هوش کي نهوڙي ڇڏي، سو سر جي عيوض بہ سستو آهي. |
| 11<br>جي اَٿيئِي سَڌَ سُرڪَ جي، تہ ونءُ ڪلالڪي ڪُوءِ؛<br>مَهيسَر جي مَنڌَ جي، هُتِ هَڏهين هُوءِ؛<br>جان رمز پروڙيم روءِ، تان سِرَ وَٽِ سُرڪِي سَڳُٺي. | جي چُڪي پيئڻ جو چاه اَٿيئي تہ ڪلال جي گهِٽيءَ ۾ وڃ. اُتي شوَ (مڌرا جي ديوتا) جي شراب جو هميشہ هوڪو پيو پوي. جڏهن ڳجهارت جي طرز پڙوريم، تڏهن سهي ڪيم تہ سر جي عيوض سرڪي ملي تہ بہ نفعي واري آهي. |
| 12<br>ناٽي ناهِ ڪَڪُوهُ، ڪي ملهہ مهانگو مَنڌُ؛<br>سَنباهج، سيّد چئي، ڪاٽڻ ڪارڻ ڪَنڌُ؛<br>هِيُ تنِين جو هنڌُ، مَن پاسِ مَرَنِ جي. | هي شراب، ناٽي تي نہ آهي. اِهو منڌ مهانگي اگهہ وارو آهي. تون پنهنجي سِسيءَ کي وڍائڻ لاءِ سنباهي تيار رکج. هي آستان انهن جو آهي، جي مَٽن جي پَر ۾ مري ساه ڇڏين. |
| 13 | عاشق زهر پئيندڙ آهن ۽ وِک ڏسي ٽِڙن ٿا. هو هميشہ |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| عاشَق زهر پياڪَ، وهُ ڏِسي وهُسَنِ گهڻو؛<br>ڪڙي ۽ قاتِلَ جاَ، هميشه هيراڪَ؛<br>لڳين لنؤ، لَطِيفُ چئي، فَنا ڪيا فِراقَ؛<br>توڙي چِڪَنِ چاڪَ، تہ بہ آهَ نہ سَلِن عامَ ڪي. | ڪئوڙي ۽ جان نهوڙيندڙ شراب تي هريل آهن. هنن کي نينهن جو نيش لڳل آهي ۽ وڇوڙي کين وڏي فنا ڪري ڇڏيو آهي. توڙي سندن زخم ڪڙهن پيا تہ بہ هُو خلق اڳيان آه بہ نہ ٿا ڪڍن. |
| 14<br>مَ ڪَرِ سَڌَ سَري جي، جي تون ٿارِئين ٿُوهُ؛<br>پِتي جَنهن پاسي ٿئي، منجهان رَڳُن رُوح؛<br>ڪاٽي چِڪُ ڪڪُوهُ، لاهي سِرُ، لَطِيفُ چئي. | جي تون ٿوه جي ڪئوڙاڻ کان ڪئو ٿو ڪائين تہ پوءِ اِنهيءَ شراب جي سڌ نہ ڪر، جنهنجي پيئڻ سان، رڳن مان بہ ساه نڪري وڃي. تون سر لاهي ڪلال جي هٿ تي رک ۽ پوءِ سَري جو سواد وٺ. |
| 15<br>سَڌَڙيا شراب جون، ڪُهُ پَچارُون ڪنِّ؟<br>جُہ ڪاٽَ ڪَلالِن ڪيِيا، تہ موتيو پوءِ وِجنِّ؛<br>پِڪُون سي پِيِنّ، سِرَ جن جا سَٿِ ۾. | سڪٽي خواهش ڪندڙ چوٽا شراب جون گفتارون ڪن؟ جڏهن ڪلال پنهنجا ڪات ڪڍي ٿا نروار ڪن، تڏهن هو ڏهڪيو، پٺتي ٿا ورن. سرڪيون اُهي پيئن، جنجا سر هن سودي ۾ هڪيا حاضر هجن. |
| 16<br>سِرَ جُدا، ڌَڙَ ڌارَ، دوهَ جنين جا ديگِ ۾؛<br>سي مَرُ ڪن پَچارَ، حاضر جن جي هَٿَ ۾. | جنجا سر جدا ۽ ڌڙ الڳ ۽ سُڌيون ديڳ ۾ هجن، ۽ جنجا مٿا سندن هٿ ۾ هڪيا حاضر هجن سي ڀلي اِنهيءَ سُرڪيءَ جي سَڌ ڪن. |
| 17<br>اصل عاشقن جو، سِرُ نہ سانِڍُ ڪمُ؛<br>سَؤ سِسِنئان اڳرو، سَندو دوسان دمُ؛<br>هِيُ هڏو ۽ چمُ پِڪَ پِريان جِيَ نہ پَڙي. | سر سانڍڻ، عاشقن جو ور اصل نہ آهي. دوستن جي صحبت جو هڪ دم بہ سئو سرن کان مٿي آهي. پرينءَ جي سُرڪي سان، هِي هڏن ۽ چم جو سرير مٽ نہ تو پئجي سگهي. |
| 18<br>جي مٽي وٽِ مڙَنِ، تہ سيڪنهن سَڌَ ٿئي؛<br>سِرَ ڏني سَٽَ جُڙَي، تہ عاشقَ ائن اچنِ؛<br>لڌا تي لِيَنِ، مُلهِ مَهانگا سُپرينِ | جي سر ڏيڻ جي عيوض سپرين ملن، تہ بہ جيڪر سيڪنهن کي عشق جو شوق ٿئي. جي سر ڏيڻ سان سودو ٿهي تہ جيڪر ڪيئي عاشق اَچي اُتي ڪڙڪن. بي بها سپرين ڪنهن لڪئي سان ٿا ملن. |
| 19<br>مُلهِ مَهانگو قَطرو، سڪَڻُ شَهادت؛<br>اَسان عِبادتَ، نَظَرُ نازُ پِريَنِ جو. | عشق جي شراب جو قڙو بہ وڏي ملهہ وارو آهي. سڪڻ جي معنيٰ آهي شهيد ٿيڻ (سر ڏيڻ) اَسانجو ڪم آهي عبادت ڪرڻ، پرينءَ جو ڪم آهي اَسان کي ناز واري نظر سان نوازڻ. |
| وائي<br>مَنڌُ پئندي مون، ساڄَنُ سهي سُڃاتو؛<br>پي پيالو عِشقَ جو، سيڪي سمجهيو سُون؛<br>پِريان سندي پارَ جِي، اَندرِ آڳِ اَٿُون؛<br>جِئڻُ ناهي جڳ ۾، ڏينهن مڙيئي ڏُون؛<br>الاَ، عَبدُاللَطِيفُ چئي، آهين تُون ئي تُون. | عشق جو شراب پئيندي، مون پوريءَ طرح سڄڻ سڃاتو. محبت جو جام پِي، سيڪي (سارو روحاني راز) پروڙي ورتوسين. اسان جي اندر ۾ پرينءَ جي پچار جي آڳ آهي. جهان ۾ هميشہ لاءِ جيئڻ نہ آهي؛ زندگي رڳو ٻہ ڏينهن آهي. شاه صاحب ٿو چوي تہ ”اي ڌڻي! تون ئي تون آهين.“ |

سر ڪلياڻ

# داستان ٽيون

پرين پاڻ ئي پيڙا ڏيندڙ آهي ۽ پاڻ ئي ڏک لاهيندڙ آهي. ويچ اُن ۾ رتيءَ جيترو بہ فرق آڻي نٿا سگهن. هو جنهنجو دوست ٿئي ٿو، تنهنکي خوب خنجر ٿو هڻي. هو مجلس ۾ مٺو ٿو لڳي، پر اندر ۾ نهايت ظالم آهي. هو پنهنجي عاشق جون رڳون ٿو سوجهي. زبان تي ميٺاج اٿس، هٿ ۾ ڪاتي. جنهن کي کهي ٿو، تنهن کي ڪوني ٿو، جنهن کي ڪوني ٿو، تنهن کهي ٿو. چنڻ توڙي ڳنڍڻ سندس وس ۾ آهي. عاشق جون رڳون رباب وانگر پئيون وڄن، پر جانب پاڻ خاموش آهي. سندس طرفان جيڪي پڙاڏي، سو مٺائي آهي. نينهن وارن لاءِ ڪسڻ قرب آهي ۽ مرڻ مشاهدو.

| معنيٰ | الفاظ |
|---|---|
| اُٿاري، جاڳائي | اُٿياري |
| پاڻ نڪري ويا | اُٿي ويا |
| درد، پيڙا | آزارَ |
| عذاب، بيماري | پيڙا |
| طبيبن جي گفتگو | طبيبن تنوار |
| عجيب بيماري | اَورِ |
| رهبر | رَهَنُما |
| نگاه ڪندڙ | رَقِيبُ |
| اڪثير دوا | ساترِ |
| ظالم | قَهارُ |
| پردو رکندڙ (ستر= پردو) | سَتارُ |
| جاچي صاف ڪري | سوجهي |
| تنبوري جهڙو ساز | رَبابُ |
| هر وقت | ويلَ سَيَڪَنهين |
| ري جواب، خاموش | ري جَبابُ |
| مرهم لڳائي چٽائيندم | سَنڌيندُم |
| نسورو يا خالص | عينُ |
| راه ڏيکاريندڙ | رَهَنُماءِ |
| قرآن شريف مان آيت، جنهن جو شاعرانہ ترجمو پهرين سٽ ۾ | وَ تُعِزُّ مَنَ تَشَاءُ، وَ تَذِلُّ مَنَ تَشَاءُ. |

| | |
|---|---|
| | آيل آهي |
| ڏيکيو | ڏنو |
| سُڪوتُ | خاموشي |
| چيت ڪري | هوش ڌاري، چت لائي |
| فَاذْڪُرُونِي اَذڪُرَ ڪُمَ | ياد ڪريو مون کي تہ مان بہ اوهان کي ياد ڪريان (ق. ش) |
| بات | ڳالهہ |
| ڳڙ واتِ | زبان تي شيريني |
| پاٻوهي | مرڪي |
| اَلَستُ بِرَبِڪُم | ڇا مان نہ آهيان اوهانجو رب (ق. ش). اهو سوال ڏٺيءَ تعاليٰ روحن کان الست جي ڏينهن پڇيو هو. روحن جواب ڏنو هو: "هائو" |
| وارَ | ويل، وقت |
| ڪِنار | ميخ، ڪنديو |
| تَڏاهڪون | تڏهن کان |
| پاٻوهِيو | مرڪي |
| اَجَل | موت |
| جُلُ | اڳتي وڌ |
| وِڃائي ڇاڻ | خودي يا هستي وڃائي |
| سِڪَ وَرَندي | سڪ يا محبت جي وراڻي |
| ساهِ | ساهہ اها |
| آسَرَ | آسرو |
| ڪَرَ | خبر، سنڀال |
| ماءِ | اي جيجل |
| مُهَنِ | ڪُهن، عذاب ڏين |
| تِڇي | وڍي، زخم ڪري |
| ٻُڪي | دوا درمل |
| عجيبُ | محبوب |
| غوُر | پرگهور، جاچ |
| هاتِڪُ | ماهر، قابل |

| بيت | معنیٰ |
|---|---|
| 1<br>اُٿياري اٿي ويا، مَنجهان مُون آزارَ؛<br>حبيبَ ئي هَٿِي ويا، پيڙا جا پَچارَ؛<br>طَبيبن تَنوارَ، هَڏِ نہ وَٽِي هاڻِ مون. | پرين منهنجي اندر ۾ محبت جو آزار اٿاري، پاڻ نڪري ويا. محبوب مونکي عشق جي عليلائي (بيماري) ڏيئي هليا ويا. هاڻي مون کي ويڇن جي ڳالهہ هرگز نہ ٿي وڻي. |
| 2<br>اَورِ ڏُکَندو اُو ٿئي، هادِي جنهن حَبيبُ؛<br>تِرُ تَفاوتُ نہ ڪري، تنهنکي ڪو طَبِيبُ؛<br>رَهَنُما رَقِيبُ، ساتَرِ صِحتَ سُپرين. | جنهنکي پرين هدايت ڏيندڙ آهي، تنهنکي هڪ نرالي پيڙا اچيو وٺي. اُن ۾ ويچ رتيءَ جيترو فرق بہ آڻي نہ ٿو سگهي. پرينءَ واٽ ڏيکاريندڙ ۽ پرگهور لهندڙ آهي ۽ صحت لاءِ "سائر" (ٿار وجهندڙ مرهم) آهي. |
| 3<br>ساتَرِ صِحتَ سُپرين، آهي نہ آزارُ؛<br>مجلسَ ويرَ مِٺو ٿَئِي، ڪوٺِيندي قَهارُ؛<br>خَنجرُ تنهن خُوب هٽي، جنهن سين ٿئي يارُ؛<br>صاحِبُ رَبُّ ستَّارُ، سوجهي رَڳُون ساهَ جون. | پرين صحت لاءِ ٿار وجهندڙ مرهم آهي، ۽ هو هرگز پيڙا ڏيندڙ نہ آهي. هو ڪچهريءَ ۾ (رهاڻ ڪندي) مٺو ٿو لڳي، پر ڪوٺڻ ۾ قهري (ظالم) ٿو اچي. جهنجو هو دوست ٿئي، تنهنکي خوب ڪاتيون ٿو هٽي. پردو رکندڙ رب ساه جو رڳون بہ ٿو نِچوئي. |
| 4<br>رَڳُون ٿيون رَبابُ، وَجَنِ ويلَ سَيَڪَنهين؛<br>لُچَڻُ ڪُڇَڻُ نہ ٿِيو، جانِبُ ري جَبابُ؛<br>سوئِي سَندِيندُم سُپرين، ڪَيِسِ جنهن ڪَبابُ؛<br>سو ئِي عينُ عَذابُ، سو ئِي راحَتَ رُوحَ جي. | منهنجون رڳون رباب (ساز) مثل ٿي پيئون آهن هر وقت اُنجي تندن جيان پيئون وڄن. عاشق لاءِ لچڻ رڳو آهي، نہ ڪڇڻ. جاني پاڻ ري جواب (خاموش) آهي. جنهن پرينءِ مون کي جلائي ڪباب ڪيو آهي. سوئي اچي مرهم پٽي ڪندم. هُوئي سخت پيڙا ڏيندڙ آهي ۽ هُوئي روح جي راحت (دل کي فرحت ڏيندڙ) آهي. |
| 5<br>سو ئِي راهَ رَدّ ڪري، سو ئي رَهَنُماءُ؛<br>وَ تُعِزُّ مَنۡ تَشَاءُ، وَ تَذِلُّ مَنۡ تَشَاءُ. | اُهوئي واٽ بند ڪري، اُهوئي واٽ ڏيکاريندڙ ٿئي. جنهنکي وٽيئي تنهنکي عزت وارو ڪرين؛ جنهن کي وٽيئي تنهنکي ذلت وارو ڪرين. |
| 6<br>سِڪِين ڪُه سَلامَ کي، ڪَرين ڪه نہ سَلامُ ؟<br>بِيا دَرَ تن حرامُ، اِيُ دَرُ جنِين ديکيو. | پرينءَ جي سلام لاءِ چوٽو سڪين؟ تون پاڻ چونہ ٿو وڃي وٽس سلام پرين؟ جن اِهو در ڏٺو آهي، تن لاءِ ٻيا سڀ در ناروا آهن. |
| 7<br>مِٺايان مِٺو گهڻو، ڪَڙو ناه ڪَلامُ؛<br>سُڪُوتُ ئِي سَلامُ، پِريان سَندي پارَ جو. | پرينءَ جا سخن مٺائيءَ کان مٺا آهن ۽ هرگز ڪئوڙا نہ آهن. پرينءَ جي طرفان ماٺ ئي سلام آهي. |
| 8<br>پِريان سَندي پارَ جي، مِڙيئي مِٺائي؛<br>ڪانهي ڪَڙائي، چَکِين جي چيتُ ڪري. | پرينءَ جي طرفان جيڪي پڙيي، سو مڙيوئي مٺائي آهي. اُن ۾ ڪابہ ڪئوڙاڻ نہ آهي، جي تون هوش ڌاري، اُن جو ساءُ وٺين |
| 9<br>تو جنِين جي تاتِ، تن پڻ آهي تنهنجي؛ | توکي جنجي سار آهي، تنکي تنهنجي پڻ سار آهي. "سنياريو مونکي آءُ بہ اوهانکي سنياريان" (ق. ش): اِنهيءَ سخن کي چڱي پر سمجهج. هت ۾ ڪاتي ۽ زبان تي ميڻاج: اِها آهي |

| فَاذْكُرُونِي اَذْكُرْ كُمْ ، اِيَ پَرُوڙِج بات؛<br>هَٿِ ڪاتي ڳُڙُ واتِ، پُڇَڻُ پَرِ پِرين جي. | پرينءَ جي پڇڻ جي ريت. |
|---|---|
| 10<br>پابوهي هيڪارَ، مون ڪان پُڇيو سَڄَڻين؛<br>اَلَسْتُ بِرَبِّڪُمْ، چَيائون جنهن وارَ؛<br>سَندي سورَ ڪِنارَ، تَنَ تَڏهانڪُون نہ لهي. | پرين هڪ وار مونکان مرڪي سوال پڇيو. جنهن وقت ”چا، نہ آهيان مان اوهانجو رب (سائين)؟“ چيائون، تڏهن کان منهنجي جيءُ مان عشق جي آزار جو ڪنڊو ٿتو نڪري. |
| 11<br>پابوهِيو پُڇَنِّ، ڪِٿي هَٿُ حَبيبَ جو؛<br>نيزي هيٺان نِينهنَ جي، پاسي پاڻُ نہ ڪَنِّ؛<br>عاشقَ اَجَلَ سامُهان، اوچي ڳاٽ اَچَنِّ؛<br>ڪُسَڻُ قُربُ جَنِّ، مَرَڻُ تَنِّ مُشاهِدو. | عاشق مرڪي پيا پڇن تہ، پرينءَ جو هٿ ڪٿي آهي؟ هو نينهن جي نيزي ڪان هٽي پاسو نہ ٿا ڪن. هو موت جي سامهون بہ سر اوچو ڪري ٿا اچن. جن لاءِ ڪسجڻ ئي سچو نينهن (پرينءَ کي ويجهو ٿيڻ آهي)، تن لاءِ مرڻ آهي محبوب جو ديدار ماڻڻ. |
| 12<br>ڪوني ڪُهي سُپِرين، ڪوني ڪُهڻَ ساڻُ؛<br>نيزي هيٺان نِينهنَ جي، پاسي ڪر مَ پاڻُ؛<br>چُلِ، وِجائي جاڻُ، عاشِقَ! اَجَلَ سامهُون. | سپرين ڪوٺڻ سان ڪهي ٿو ۽ ڪهڻ سان ڪوٺي ٿو. (ڪهِي، پاڻ سان ٿو ملائي) تون عشق جي نيزي هيٺان هٽي پاسو نہ ڪر. اي عاشق! تون پنهنجي هستي وڃائي، اڳتي هل. |
| 13<br>ڪونڻُ قَريبَنَ جو، عيـنُ تَڙڻُ آهِ؛<br>اِيَ اُلٽي ڳالَهڙي، سڪَ وَرَندي ساهِ؛<br>آسَرَ هُڏِمَ لاهِ، چِنَڻُ ڳِنديَڻُ اُنِ جو. | عاشق کي پاڻ وٽان بنهہ تڙي ڪڍڻ، اِهو سچ پچ تہ محبوبن جو ”ڪوٺڻ“ آهي. اِها جا هڪ اُبتي ڳالهہ پيئي لڳي، سا ئي عشق جي وراٽي (ورندي) آهي. تون آسرو نہ لاهج، چو تہ هنن جو چنڻ ئي ڳنڍڻ آهي. |
| 14<br>ڪُهَنِّ تان ڪَرَ لَهَنِ، ڪَرَ لَهَنِ تان ڪُهَنِّ؛<br>سيئِي ماءِ! مُهَنِّ، سيئي راحتَ رُوحَ جي. | جي ڪهن ٿا تہ چڻ سار ٿا لهن؛ جي سار ٿا لهڻ چاهين تہ ڪهن ٿا. اي امڙ! اُهي وڍين ٿا ۽ اُهي ئي جان جي فرحت ۽ آرام آهن. |
| 15<br>ڪُهي سو ڪَرَ لَهَي، ڪوني سو قَريبُ؛<br>اِها عادتَ سڪيو، هَر زَمان حبيبُ؛<br>تِچي سو طبيبُ، سو ئي راحتَ رُوحَ جي. | جو ڪهي ٿو، چڻ سماءُ ۽ سنڀال ٿو لهي. اُهو جو ڪوٺي ٿو، سوئي جاني آهي. پرين هر وقت اِهائي پر سکيو آهي. جو وڍي ٿو، سوئي سچو ويج ۽ روح جي راحت آهي. |
| وائي<br>ٿيندو تَنَ طبيبُ، دارُون منهنجي دَردَ جو؛<br>بُڪِي ڏيندُم باجَهہ جِي، اَچي شالَ عجيبُ؛<br>پِرين اچي پاڻَ ڪِيو، سندو غورُ غريبَ؛<br>ڏُکندَو سيوئي ڏُور ڪِيو، مَنجهون تَنَ طبيبَ؛<br>اَديُون! عَبدُاللّطِيفُ چَئي، هاتِڪُ آهِ حبيبُ. | پرين ئي منهنجي جسم جو طبيب ۽ آزار جو علاج ٿيندو. سپرين شال اچي مونکي مهر جي سٽي ڏيندو. پرينءِ پاڻ اچي هن مسڪين جي سار لڌي. منهنجي طبيب منهنجي سرير مان سمورو درد اچي دفع ڪيو. اي سرتيون! (شاهہ عبداللطيف ٿو چوي) منهنجو سپرين ماهر ويج آهي. |

# سر يمڻ ڪلياڻ

## مشڪل لفظن جي معنيٰ ۽ تشريح

يمڻ ڪلياڻ بہ ”ڪلياڻ“ جو قسم آهي. ”يمڻ“ جي معنيٰ آهي ”من کي روڪڻ“. هن ۾ شاه صاحب من کي وس ۾ آڻڻ لاءِ هدايتون ڏنيون ڏيئي. ڏمر ۾ ڏک آهي ۽ صبر ۾ سک. سيني سان من ماري مين ڪرڻ گهرجي. چوندڙن جو چيو وسارجي ۽ اڻ چوندڙن کي ڪجهہ نہ چئجي. اٿ ئي پهر ادب سان اِها پر پاڙڻ گهرجي. جنجي صحبت ۾ من جو آزار وڃي، تن کان ڪنارو ڪرڻ گهرجي؛ ۽ جنجي سنگ ۾ دل جو درد دوُر ٿئي، تن جي ويجهو پکا اَڏجن.

هن سر جي پنجين داستان ۾ شاه صاحب سمجهايو آهي تہ ”صوفي“ ڪنهن کي چوڻ روا آهي ۽ صوفي ٿيڻ لاءِ ڪهڙيون وصفون گهرجن. صوفي اُهو آهي، جو سموريون سُڌون ساڙي ۽ وجود جو ورق ڌوئي صاف ڪري. صوفيءَ جو ڪم آهي ذڪر فڪر ۾ گهارڻ ۽ سموري ڪثرت کان ڪنارو ڪرڻ. هن سموري ڪثرت جو ”سَرُ“ هڪ الک آهي ۽ ساري ڪائنات سندس ڳولائو آهي. اِهو روميءَ جو رايو آهي. روميءَ کي شاه روحاني رهبر ڪري مڃيو آهي ۽ سندس مثنويءَ جو سار ٿورن بيتن ۾ سمائي ڇڏيو اٿس.

شاه صاحب، ويدانت وارن وانگر، هن دنيا کي ”مانديءَ جو منڊ“ سڏيو آهي. هر ڪو خوديءَ ۾ گرفتار آهي ۽ ائين ٿو سمجهي تہ هيءَ مڙيوئي طلسم آهي. علم وارا مس سان ڪاغذ ڪارا ڪن، پر منجهن ڪهڻيءَ سان گڏ رهڻي ناهي. جئن جئن هو پنا ٿا ورائين، تئن تئن پاڻتي نوان نوان ڏوه پيا چاڙهين.

جن سَت ڏٺي آهي، سي ڪڇن نہ ٿا. ساجن هر هنڌ پيو وسي ۽ ڪوبہ هنڌ هن کان خالي ناهي. اٺ ئي پهر الک پوڄڻ سان ئي هرجا صاحب سامهون ڏسڻ ۾ ٿو اچي ۽ نہ چاليهن رکڻ سان.

هن سُر ۾ پرينءَ جي باري ۾ جدا جدا تمثيلون آيل آهن. ڪٿي هو شهسوار آهي، تہ ڪٿي ڪامل تير انداز. ڪٿي ويڄ آهي تہ ڪٿي ڪلال تہ ڪٿي لهار. مطلب تہ روحاني راه تي هلندڙن لاءِ سوين سختيون آهن. ويچارو پانڌيئڙو هڪ بي حال رنڪ مثل آهي، جنهنکي ”شهسوار“ پنهنجي گهوڙن هيٺان ٿو لتاڙي. ڪٿي ”تير انداز“ سندس جيرا جگر ۽ بڪيون چيري ٿو ڇڏي. ڪٿي ”لهار“ ڪيس پچائي رُڪ ٿو ڪري. ”قاتل ڪلال“ وري سرڪيءَ جي عيوض سندس سر ٿو وٺي. اِهي سڀ صورتون ڪامل رهبر (گرو يا مرشد) جون آهن، ۽ اهي مڙئي عذاب، طالب (پانڌيئڙي) جي حق ۾ چاٺايل آهن. مطلب تہ نہ رهبر سولو سرڇي، نہ رَهرَو (پانڌيئڙو) سولو حقيقي منزل تي پهچي.

# سر يمڻ ڪلياڻ

## داستان پهريون

ڏاتار پاڻ ئي پيڙا ڏيندڙ آهي ۽ پاڻ ئي لاهيندڙ آهي. ستيون تڏهن اٿر ڪن، جڏهن سندس امر ٿئي. پاڻ ئي حبيب آهي، پاڻ ئي طبيب. ويچارا نينهن جا وڏيل سنجهي ۽ صبح ڪرڪن ۽ ڪنجهن پيا. هو پاڻڪي پاڻيهي پٽيون پيا ٻڌن ۽ پنيون پيا هڻن. ڪنهن ويچ جو وٽڻ وجڻ ناهي. پرينءَ جي پاٻوه ئي هنن لاءِ شفا آهي. مٽن اهڙي ڪا اگهائي چڙهيل آهي، جو پٽ تي اونگهه ئي اونگهه پيا آهن ۽ پاسو به ٿٽا ورائين. هو سارو وقت ڳجهو پيا روئن ۽ پاڻڪي پرين خاطر ڪباب پيا ڪن. جي پٽري پٽ هنجون ٽا هارين، تنجي پرت تي ڪا پت ناهي. جي درد جي چاڻ لهڻي اٿيئي ته واڊوڙن وٽان هڪ رات رهي اچ.

| معنیٰ | مشڪل الفاظ |
|---|---|
| آزار، پيڙا، عذاب | آزَرَ |
| انواع (نوع جو جمع)، قسم | اَنوا |
| پيڙا کان ڇوٽڪارو | شِفا |
| علاج، دوا | دارون |
| اي ڏاتار (سخي) | ڏاترَ |
| پيڙائن، بيمارين | ڏُکندَن |
| ستيون | ڦَڪِيون |
| ڦيرو آڻين | فَرَقُ |
| فرمان، حڪم | امَرُ |
| محبوب | حبيب |
| پيچ وٺي | ٻنگان لهِي |
| تير، ڪان | ٻاڻُ |
| بهانو، مڪر | مِنهُن |
| اِنهيءَ طرح | اِنَ پَرَ |
| شل، من | مانَ |
| گڏجاڻي | مُقابلو |
| ٻاڻ، تير | نائُڪَ |
| وديا (طبي علم) | وِجا |
| ڪان لڱل | ڪانارِيا |
| ڪرڪن | ڪُڙِڪَنِ |

| لوهُ | رڪ جي نئوڪ |
| --- | --- |
| چِڪِيا ڪَن | علاج ڪن |
| واڍِ وڙِيَنِ | وڍِيلن |
| وَتاءِ | وتّان |
| گهَٽَ مَنجهاران | گهٽ اندر |
| لوڪاءِ | لوڪ ڪان |
| ڪَنجهو ڪَنجهه | دانهن تي دانهن |
| واڍِ وڙَڪِيءَ | وڍِيلن جي |
| مَنَهينءِ | جهوپڙيءَ ۾ |
| جُه | جذّهن |
| سَنجهه | سنجها |
| پِنيون | لپريون |
| سَگهَنِ | نوبنن، چگّن پلن |
| گهايَلَ | زخميل، قتيل |
| وارِينِ | ورائين |
| پَر ۾ | ڳجهه ۾ |
| هَنجوُن | ڳوڙها |
| سارِينِ | ياد ڪن |
| رُنڪَن | ڪرڪن |
| رَنجوري | اڳها، رنج ۾ ورتل |
| ماموري | ڳري پيڙا، (ڏٽيءَ وتّان امر ٽيل عذاب) |
| سَدا جي سوُري | هميشه واري سوري (دائمي آزار) |
| پرت | محبت، پريت |
| پوُري | سچي، مڪمل |
| آيَلَ | اي جيجل |
| وسَهان | ويساه ڪريان |
| آبُ | نير |
| ڏيهه | دنيا کي |
| ورسِيا | ورچي پيا |
| ڊَبَ | ستيوُن، ڦڪيون |
| ٻُڪي | ستي، دوا |
| سوُرق ڏٽي | درد ڏيندڙ ۽ هتائيندڙ |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| 1<br>تون حبيبُ، تون طبيبُ، تون دَردَ جي دَوا؛<br>جانبَ! منهنجي جِيءَ ۾ آزَرَ جا اَنوا؛<br>صاحبَ! ڏي شِفا، ميان! مريضن کي. | تون ئي پرين، تون ئي ويڄ ۽ تون ئي مرض جو علاج آهين. اي جاني! منهنجي جيءَ ۾ انيڪ قسمن جا عذاب ۽ پيڙائون آهن. اي صاحب! تون ئي اَگهن کي اَگهائيءَ کان ڇوٽڪارو بخش. |
| 2<br>تون حبيبُ، تون طبيبُ، تون دارُون کي دَردَن؛<br>تون ڏئين، تون لاهئين، ڏاتَرَ! کي ڏکندَن؛<br>تڏهين ڦَڪيُون فَرَقُ ڪَن، جڏهين اَمرُ ڪريو اُن کي. | تون ئي پرين، تون ئي ويڄ ۽ تون ئي مرض جي دوا آهين. اي ڏاتار! تون ئي پيڙائون ڏيندڙ آهين ۽ تون ئي اُهي لاهيندڙ آهين. دوائون ۽ ستيون بہ اگهائيءَ ۾ تڏهن ٿيون ڦيرو آڻين، جڏهن اُنهنکي تنهنجو حڪم ٿو ٿئي. |
| 3<br>هَڻُ، حبيبَ! هَٿُ ڪٽِي، بَنگان لهي باڻُ؛<br>ماڳهين مون مِنهُن ٿِئي، جهولِيءَ وَجهان پاڻُ؛<br>اِنَ پَرِساجَنَ ساڻُ، مانَ مُقابلو مون ٿِئي. | اي پرين، هٿ ڪٽي، پورو پيچ وٺي، مونکي ڪان هڻ، جئن مونکي مورڳو بهانو ملي، جو پاڻکي اَچي تنهنجي جهوليءَ ۾ اُڇلايان. (ماري شڪار ٿيل پکيءَ کي پنهنجي جهول ۾ وجهندو آهي) من اِنهيءَ ريت سڄڻ سان منهنجو ميلاپ ٿئي. |
| 4<br>جِت حبيبَ هَٽِن، نائُڪَ پَري نِينهن جِي؛<br>تِتي طبيبِن، وِڃا وِجي وِسري. | جتي پرين، پرت جو تير پري ٿو هڻي، تتي ويڄن کي پنهنجي وديا وسريو وڃي. |
| 5<br>هَٽِين جي حبيبَ! محبتي مَيا ڪري؛<br>پُڇان ڪينَ طبيبَ، هوند گهائَن سين ٿِي گهارِيان. | اي پرين! جي مهر ڪري مونکي ٻاڻ هڻين تہ جيڪر مان ويڄن کي پڇان بہ ڪين، پر هميشہ گهائن سان گڏ گذاريان (خوشيءَ سان زخم سهان). |
| 6<br>ڪاناريا ڪُٽِڪَن، جِنين لوهُ لڳِن ۾؛<br>محبتَ جي ميدانَ ۾، پيا لالَ لُڇَن؛<br>پاڻهين ٻَڌن پَٽيُون، پاڻهين چڪيا ڪَنِ؛<br>وَٿان واڍوڙِيَن، رهِي اَچجي راتڙِي. | ڪان جا ڪٺل، جنکي جسم ۾ رڪ جي نئوڪ لڳل آهي، سي ڪرڪن ۽ ڪنجهن پيا. عشق ۾ رڱيل، نينهن جي ميدان ۾ لڇن ۽ ڦٽڪن پيا. هو پاڻ ئي پنهنجن ڦٽن جي ملم پٽي پيا ڪن ۽ پاڻ ئي پنهنجو علاج پيا ڪن. عشق جي وڍيلن وٽ جيڪر هڪ رات گهاري اچجي. |
| 7<br>رهي اَچجي راتڙِي، تن واڍوڙين وَٽاءِ؛<br>جن کي سورُ سريرَ ۾، گهٽَ مَنجهارَان گهاءَ؛<br>لِڪائي لوڪاءَ، پاڻهين ٻَڌن پَٽيُون. | اُنهن وڍيلن وٽ هڪ رات گهاري اچجي جنجي سرير ۾ سُور ۽ گهٽن ۾ گهاءُ آهي. هو ماڻهن کان پاڻ لڪائي، پاڻ ئي پاڻ کي پٽيون پيا ٻڌن. |
| 8<br>اَڄُ پڻ ڪَنجهو ڪَنجَهہ، واڍوڙَڪِيءَ مَنَهينءَ؛<br>جہُ پڻ پِيِيَنِ سَنجَهہ، هُو پِنيُون هُو پَٽيُون. | اڄ پڻ وڍيلن جي جهوپڙيءَ مان دانهن ئي پئي ٻڌجي. مٿان سنجها اچي پيئي اٿن تہ بہ پاڻ کي اُهي ئي ليڙيون پيا هٽڻ ۽ اُهي ئي پٽيون پيا ٻڌن |

| بيت | معنيٰ |
| --- | --- |
| 9<br>**سَگَهنِ سُتِ نہ سُورَ جي، گهايَلَ کيئن گهارِينِ؛<br>پِيَلَ پاسو پَٽَ تَان، واڍوڙَ نہ وارِينِ؛<br>پَرِ ۾ پَچَنِ پِرينءَ لَئي، هَئي! هَنجُون هارِينِ؛<br>سَجَڻُ جي سارِينِ، تن رويو وِهامي راتڙي.** | چڱن ڀلن کي درد جي ڄاڻ نہ آهي ۽ نہ وري اِنهيءَ ڳالهہ جي تہ گهايل ڪهڙي حال ۾ پيا گذارين. پٽ تي پيل وڍيل عاشق پاسو بہ نہ ٿا ورائين. هاءِ! هاءِ! هو ڳجهو ئي ڳجهو پرينءَ لاءِ پچي ڪباب پيا ٿين ۽ ڳوڙها پيا ڳاڙين. جنکي پرينءَ جي سار آهي، تنکي رات روئندي ٿي گذري |
| 10<br>**سَگَهنِ سُتِ نہ سُورَ جي، ٿا رُنڪَن رَنجُوري؛<br>پِيا آهِن پَٽَ ۾، مَٿِن مامُوري؛<br>لڳين لَنئُ، لَطِيفُ چَئي، سَدا جِي سُوري؛<br>پِرتِ جن پُوري، تن رويو وِهامي راتڙي.** | چڱن ڀلن کي درد جي ڄاڻ نہ آهي؛ ۽ رنج ۾ ورتل ڪرڪن ۽ ڪنجهن پيا. هو پٽ تي پيا آهن ۽ مٿن ڳري بيماري چڙهيل آهي. هنن کي لنءُ لڳل آهي ۽ هو هميشہ وَاريءَ (دائميءَ) سوريءَ تي سوار آهن. جنجي پريت يا محبت پورن آهي، تن جي رات روئندي ٿي گذري. |
| 11<br>**آيَل! اُن نہ وسَهان، هَنجُون جي هارِينِ؛<br>آٽيو آبُ اکينِ ۾، ڏيهہ کي ڏيکارِينِ؛<br>سَجَڻُ جي سارِينِ، سي نڪي روئن نہ چون ڪِي.** | اي جيجل! مان اُنهن تي ويساهہ نٿو ڪريان، جي پڌري پٽ ڳوڙها ٿا ڳاڙين، ۽ جي اکين ۾ پاڻي آڻي، دنيا کي ٿا ڏيکارين. جي پرينءَ کي ياد ٿا ڪن، سي نڪي روئن، نڪي زبان سان ڪي چون. |
| وائي<br>**وِرسيا ويجَ ويچارا! دِلِ ۾ دَردُ پِرينِ جو؛<br>اُٿيو ويچا! مَ وهو، وَجو ڊِبَ ڪٽي؛<br>ٻُڪي ڏيندا ٻاجهہ جي، آيا سُورَ ڏَٽي؛<br>آيا جيءَ جِيارا، دِلِ ۾ دَردُ پِرينِ جو..** | ويچارا طبيب ورچي هليا ٿا وڃن. اسان کي دل ۾ پرينءَ جي محبت جو درد آهي. اي ويڄو! اوهين سٽيون ڪٽي هليا وڃو. هتي ويهو نہ. سُور جا سائين (ڏيندڙ ۽ لاهيندڙ) جيءُ جياريندڙ اچي ويا آهن. اسان کي دل ۾ پرينءَ جي محبت جو درد آهي. |

سر يمڻ ڪلياڻ

# داستان ٻيو

ويڄن کي پرت جي پيڙا جي پروڙ نہ آهي. پرينءَ جو درشن ئي اِنهيءَ لاءِ ستي آهي. روحاني طبيبن کي اَگهن (دنيوي حرصن ۾ ورتلن) لاءِ گهڻو ئي ترس آهي، پر ڪريءَ بنا ڪي ٿيٺو نہ آهي. هنن پاڻيهي پنهنجي ڪايا سان ڪئي آهي. سچا ويڄ هڪيا حاضر آهن، پر سندن جي مت تي نہ هلڻ ڪري، ويسرن جي اکين ۾ موريسر (موتيا) پئجي ويا آهن. روحاني ويڄن ڪان، سر ڏيئي بہ ستي ونڃي. هو ناڙُون نهاري، ٻاجهہ جي ٻڪي ٿا ڏين، ۽ سموري پيڙا کن ۾ لاهيو ڇڏين. عاشقن کي جڳائي تہ چورن جا ڳڻ پرائين؛ اُنهن لاءِ جاڳڻ جشن ۽ سُوريءَ تي چڙهڻ مرڪ آهي.

| مشڪل لفظ | معنیٰ |
| --- | --- |
| **ڊِبرا** | ڦڪيون |
| **ڀُون** | زمين |
| **وائيءَ پيا** | سخن پٽيائون، وات پيا |
| **پَند** | صلاح |

| تَرسُ | قياس، ڪٿڪاءُ |
|---|---|
| ڪيو وَسُ | حيلا هلايا |
| تان | پر |
| ڪِريءَ ري | بنا پرهيز |
| مُور | هرگز |
| تيلاهين | تنهن ڪري |
| موريَسرَ | موتيا، ڦلا |
| هارِيا | اي بي عقل |
| هري | هَير وجهي |
| ڪُپڇ | چيهو، بد پرهيزي |
| تَوانو | نوبنو |
| مِڙان | ملان، گڏجان |
| چوران ڪي | چورن جي |
| ڌاتِ | ريت، روش |
| سَلي | سلهي، هڪ بيماري سان ڀڏجي، عذاب سهي |
| ڪاتِ | ڪات سان |
| چِڪيا چاڪ | ڦٽ |
| چيهون | ڦاڪون، چيرون |
| نَپَنِ | ڦٽن |
| اُبهان | سگهو تي اُٿان |
| روز | هڪ ڏينهن ۾ ئي |
| راسِ | چڱو ڀلو |
| هِينئڙا | اي منهنجا هينئان |
| تنين | انهن وٽ |
| ڪَرَ لاهو | خبر يا سماءُ لهندڙ |
| ڏيئي ۾ سَٽِ | عيوض ۾ |
| ڪُهه | چو نہ |
| ڪُويجن | جڏن طبيبن |
| ڏيلُ | بت، جسم |
| جَڏَنِ | بيمارن، اگهن |
| جات | ذات، بنهہ |
| دارُونئان | دوا ستيءَ کان |

| علاج | دارُون |
|---|---|
| حيلا وسيلا | ڪارُون |
| نبضُون | ناڙون |
| پرين | سيڻ |
| سنيارون، سماءُ | سارُون |
| اي آزار | ڏُکندا |
| مهر پريي | مِهريءَ |
| تنهنجي | تُماري |

| | |
|---|---|
| 1<br>تَنَ طبيب نہ تُون، سُڌ نہ لهين سُورَ جي؛<br>سانِدِ پنهنجا ڏِيَڙا، ڪَڏَ ڪٽي ۾ پُون؛<br>ڪانَ گُهرجي مُون، حياتِي هوتَنِ ري | جيڪي منهنجي دل سان لڳل آهي، تنهن جو تون علاج ڪندڙ نہ آهين ۽ تون منهنجي درد جي پروڙ نہ ٿو لهين. ڪڏ ڪٽي، تون پنهنجون دوائون ستيون زمين ۾ پوري ڇڏ. مونکي پرينءَ ڪانسواءِ هيءَ حياتي نہ گهرجي. |
| 2<br>ويڄنِ سين وائِيءَ پيا، ڪري نہ ڪيائون؛<br>جي پَندِ پارِيائُون، تہ سِگهائِي سَگها ٿِيا. | ويڄن سان وات پيا ۽ پرهيز نہ ڪيائون. جي سندن صلاح مڃن ها تہ ترت ئي نوبنا ٿين ها. |
| 3<br>آهي گهڻو اَگهنِ جو، تَرسُ طبيبنِ؛<br>ڪيو وَسُ ويڄنِ، تان ڪِريءَ ري ڪينَ ٿئي | ويڄن کي بيمارن لاءِ گهڻو ئي قياس آهي. ويڄن گهڻيئي حيلا هلايا، پر پرهيز ڪان سواءِ ڪجهہ بہ نہ ٿو ٿئي. (ماڻهو روحاني رهبرن جي هدايت تي نہ ٿا هلن.) |
| 4<br>پاڙي ويڄَ هُئام، تان مون مُور نہ پُڇِيا؛<br>تيلاهين پيام، مورَيسرَ اکين ۾. | منهنجي پاڙي ۾ ئي ويڄ موجود هوا، پر مون هرگز اُنهنجي پڇا نہ ڪئي. اِنهيءَ ڪري ئي منهنجين اکين ۾ موتيا پيا آهن. |
| 5<br>هارِيا! تو هِرِي، ڪُپَڄُ ڪايا سين ڪيو؛<br>ڪِرئين جيَ ڪِرِي، تہ تون تَوانو ٿئين | اي مورک! تون پاڻ ۾ بُري هير وجهي، پنهنجي سرير سان پاٽيهي ويڌن ڪئي. جي تون پرهيز ڪرين تہ تندرست ٿي پوين. |
| 6<br>جي پائِين پرينءَ مڙان، تہ سکُ چوران ڪِي ذاتِ؛<br>جاڳُنُ جَشَنُ جن ڪِي، سُکُ نہ ساري راتِ؛<br>اُجهي بُجهي آئيا، وائي ڪَنِ نہ واتِ؛<br>سَلِي سُوريءَ چاڙهيا، بيان ڪَنِ نہ باتَ؛<br>توڻي ڪُسَنِ ڪاتِ، تہ بہ ساڳِي سَلَنِ ڪينَ ڪِي. | جي چاهين تہ پرينءَ سان ملان تہ چورن جي روش سک. هنن لاءِ ساري رات جاڳڻ، جشن آهي ۽ ذرو بہ آرام نہ اٿن. هو چاٽي ٻجهي ٻاهر نڪريو پون ۽ زبان سان حرف بہ نہ ٿا ڪڇن. هو هڪ ٻئي سان سلهاڙجي، وڃيو سُوريءَ تي چڙهن، پر وات مان وائي نہ ٿا ڪڍن. هُو ڪات سان ڪسجيو وڃن، تہ بہ سچي ڳالهہ نہ ٿا سلين. (عارف بہ اِئين آهن ۽ منجهن ساڳيون وصفون آهن.) |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| 7<br>تڙي طبيبنِ، گهايَلُ گهران ڪَڍيو؛<br>ڇِڪيا ڇاڪَ ڇيهُون ڪري، ڪَڙيُون مور نہ ڪَنِ؛<br>دوستَ جي درسنَ سين، پَئي ٺارُ ٺَپَنِ؛<br>وِرچِيو ويجَ وَجنِ، آءٌ تہ پِريَمِ! اُبهانَ. | طبيبن، گهايل کي گهران تڙي ڪڍي ڇڏيو. هنن جي زخمن جون چيرون ڪڙهن پيئون ۽ مٿن ڪَڙيون مُور نہ ٿيون چڙهن. پرينءَ جي درسن سان ئي سندن ڦٽن تي ٺار ٿو پوي. ويج ورچيو هليا ٿا وڃن. اي پرين! تون پيهي اچ تہ نوبنو ٿي اُٿان. |
| 8<br>وَڏي جَنِ وڏياسِ، وَري ويجَ ئِي سي ٿِيا؛<br>ٽُرتُ ٻَڌائُونَ پَٽيُون، روز ڪيائُون راسِ؛<br>هِينئڙا! تنِين پاسِ، گهارِ تہ گهايَلُ نہ ٿِئين | جن وڍي وڌو هو، سي ئي وري طبيب ٿيا. ترت ئي ملم پٽي ڪيائون ۽ هڪ ڏينهن ۾ ئي ڇٽائي ڇاڪ ڪيائون. اي دل! اُنهن وٽ گهار تہ وري گهاءُ نہ رسيئي. (هتي روحاني طبيبن ڏانهن اِشارو آهي.) |
| 9<br>ويجَ! مَ ٻُڪِي ڏي! اَلا چَڱي مَ ٿِيان!<br>سَڄَڻُ مانَ اَچِي، ڪَرَ لاهُو ٿِي ڪَڏهِين. | اي طبيب! مونکي ڪابہ دوا ستي نہ ڏي. شل مان چڱي ڀلي نہ ٿيان. من اِئين ڪنهن ڏينهن پرين سار لهڻ لاءِ مون وٽ پيهي اچي. |
| 10<br>هُئين تہ ويجِنِ وَٽِ، تون ڪِئن جِيءَ جَڏو ٿِئين؟<br>سِرُ ڏيئي ۾ سَٽِ، ڪُهہ نہ ڪَيءِ ڊِٻَڙا؟ | تون هئين بہ طبيبن جي نظر هيٺ، پوءِ ڪئن سرير ۾ ڍِلُ ٿئين؟ پنهنجو سر عيوض ۾ ڏيئي، ڇو نہ تي دوا ستي ڪيءِ؟ |
| 11<br>ڪُنِيس ڪُويجَنِ، تَنَ طبيبَ نہ گڏيا؛<br>ڏيئي ڏنيَ ڏُڏَنِ، پاٽان ڏِيلُ ڏڪوئِيو. | نيم طبيبن منهنجي سرير ۾ وڍ وڌا ۽ طبيب منهنجي تن کي نہ مليا. اُنهن اڻ ڄاڻن مون کي مورڳو ڏنب ڏيئي، منهنجو بت جهوريو. |
| 12<br>تَرسُ طبيبنِ جو، جَڏَن ڪيو نہ جاتِ؛<br>جو ويجِنِ جي واتِ، دارُونَئان تنهن ڏُورَ ٿِيا. | بيمارن خود ويڄن جو ويچار پٽيءَ نہ ڪيو. جا دوا طبيبن وات سان ڏسي، تنهن کان هُو پري هٽي ويا. |
| 13<br>دارُون ۽ ڪارُون، جان ڪِي ڪيا ويجَ مون؛<br>ٻُڪِي ڏيندا ٻاجَهہ جِي، نِهاري ناڙُون؛<br>جن جون سيڻَ لَهنِ سارُونَ، تن تان ڏُکندو ڏُور ٿئي. | ويج مون تي ڪيئي ستيون آزمايون ۽ وس هلايا. هو (پرين) منهنجي نبض جانچي مونکي مهر جي دوا ڏيندا. جنجي پرين سنڀارون ٿا لهن، تن جي پيڙا لهيو وڃي. |
| 14<br>اَڱهن مِڙيِ اَڄُ، ڪيو سَڌُ صِحَتَ ڪي؛<br>ڏُور، ڏُکندا! ڀَڄُ، مِهريءَ مُنهن ڏيکاريو. | اڄ ٿا ڇگن گڏجي چڱيلائيءَ کي سنڀاريو. اي اَڱهائي! هينئر تون پري ڀڄ، ڇو تہ مهر پريي پرينءَ منهن ڏيکاريو آهي. |
| وائي<br>اَچِي سارَ لَهيج، ساجَنَ سُورَ تُماري آئُون ماري!<br>سُورَ تُماري جي مَران، تان مُون ڏوهُ مَ ڏيج؛<br>ڏِٻَنِ پَري هَٿَڙا، دارُون، دوست! ڪَريج. | اي سڄڻ! تون اچي سار لهج؛ مان تنهنجي درد جي ماريل آهيان. جي مان تنهنجي درد وگهي مران تہ مونکي ڪو ڏوهہ نہ ڏج. اي پريتم! پنهنجا هٿ ڏبين سان پري، منهنجو علاج ڪج. |

سر يمڻ ڪلياڻ

# داستان ٽيون

عاشقن جي اندر ۾ هميشہ پرينءَ جي ڦوڙائي جي ”هيءِ! هيءِ!“ پيئي پوي. سندن جيرا، جگر ۽ ٻڪيون ٽيئي سيخن ۾ آهن. پچڻ جي سُڌ پتنگن کي آهي. عاشق کي ٻہ گهرجي تہ مچ پسي، پنتي نہ هٽي، پر ان ۾ ٽپي پوي. پچڻ گهٽن کي پچايو آهي، پر ڪيس گهرجي تہ خود پچڻ کي پچائي. عشق جي تنور کي صبر جي چنڊي سان چمائڻو آهي. روحاني رهبر لهار مثل آهي. جن جي ڏيٺ ساڻس آهي، سي رُڪ مثل تا پهڪن، ۽ مٿن ڪڏهن ٻہ ڪٽ نہ ٿو چڙهي.

| مشڪل الفاظ | معنیٰ |
|---|---|
| وَهي | وسي، هلي |
| ڪانڊين ٿانڊين | ڪنڊيءَ جي ٿانڊن |
| ٻاٻُرين | ٻٻر جي ٿانڊن |
| ويڄنئون ويئي | ويڄن جي وس ڪان نڪري ويئي |
| وهيٺي سَڄَٽين | سڄڻ جي وس |
| سَرُ | تير، ٻاڻ |
| سَڄيو | ڪشيو |
| چِمڪيو | چم چم ڪندو ويو |
| چوهُ | تيزيءَ مان |
| جيءُ | جان |
| جَڙي | ڪُپي |
| ٽاٽيان | چڪي ڪيڻ جي ڪريان |
| ڪامڻ | سڙڻ يا جلڻ |
| سَهائي | شعاع، روشني |
| اَروٽ | اڻ پڪل، ڪچو |
| لِچيا | لڏيا، ڪنبي هتيا |
| تنوُر | ڪوري |
| چَندي | صبر جي چندي سان |
| چَماءِ | اُجهاءِ، جهڪو ڪر |
| آڳِ | آگ |
| بُرقعان اندر | اندر ئي اندر |
| بازيون | روحاني رانديون يا منزلون |

| هَڏِ مَ | هرگز پڏرو نہ ڪر |
|---|---|
| لوڪ لَڪاءِ | ماڻهن جي چاڻ |
| وصالان | وصال (گڏجاڻي) کان |
| وچ | ويڇو |
| تَنوران | ڪوري مان |
| تاپائون | تپاپائون |
| وَڏان | واڍ کان |
| پَهاڻ | ڪچو لوهہ |
| آڳِڙيُن | آگ وارن، لهارن |
| ڏَنءُ ڏَنءُ | ڏنءُ ڏنءُ جو آواز |
| ڏَمڻ وار | ور ور ڏمڻ |
| مَجاز | محبت |
| ڏُوڏا | اي ڏمڻ وارا (ڪچا پانڌيڙا) |
| ڪَٽيون | رتيون رتيون |
| سانداڻ | سندان (جنهن تي تتل لوهہ رکي، ٽپبو آهي) |
| وَهِ | محبت جي ٽِڪ ۾ |
| ڏُباڻون | مهميزون، ڏڪ |
| ڏُڳرين | ڪاٺ جي ڳن ڪي |
| آڳِڙيا | آگ وارا، لهار |
| سوُڌا | ماهر ۽ پلا |
| سراٽي | سراڻ وارا (سراڻ تي اوزارن کي تکو ڪبو آهي) |
| پياري پاڻي | تتل لوهہ کي پاڻي ڪٽائي، آبدار بنائي |
| تيغون | تراريون |
| سائو | ماهر، فن ۾ ڪامل |
| مُورياڻ | زنگ، ڪٽ |
| ساجاءِ | ڏيٺ |
| منهنجڙو هاريو | نراس ڪريو |
| اُجيو | اڃايل، پياسي |
| عَميق | اونهي سمنڊ مان (مهر جي ساگر مان) |

| پوُجَ | ڳِچ، گھڻو انداز ڏِو تي |
|---|---|
| اُتاريو | لاهيو |
| ڪَرَمَ | مهر |
| ڪريمن | مهر وارن |
| نرمل نور | اي پاڪ نور وارا (اي نوراني!) |

| | |
|---|---|
| 1<br>هَيءِ هَيءِ! وَهي هاءِ، مَنَ ۾ محبوبنِ جي!<br>جيراَ جوشَ جَلائِيا، بُڪين بَري باهَ!<br>پَسو مَڇَ مَٿاءِ، جي ويساهَ نہ وِسَهو! | هيءِ هيءِ! اَندر ۾ پرين لاءِ ”هاءِ! هاءِ!“ جي ڪوڪار پيئي پوي. محبت جي تاب، جيرا جلائي ڇڏيا آهن ۽ بڪين ۾ باه پيئي ٻري. جي ويساه نہ اَچيوَ تہ منهنجي مٿان اچي مڇ ٻرندو ڏسو. |
| 2<br>ڪاندين ٿاندين ٻاٻُرين، پَڇان مَرُ پيئِي!<br>جيرا، جِگرَ، بُڪِيُون، سيخُنِ ۾ ٿيئِي!<br>ويڄَنِئون ويئِي، ٿِي وهيڻِي سَڄَڻين! | پل تہ ڪنديءَ ۽ ٻٻر جي ٿاندن تي پيئي ڪباب ٿيان ۽ جيرا، جگر ۽ بڪيون ٿيئي سيخن ۾ هجنم. هاڻ ويڄن جي وس کان ڳالهہ نڪري ويئي آهي ۽ وجي سڄڻ جي هٿ وس ٿي آهي. |
| 3<br>سَرُ جو سَڄِيو سَڄَڻين، ٻيهَرَ ٻاڻُ پَري؛<br>چِمڪِيو سو چِوهَ مان، ڪَڙ ڪَڙ ڪانُ ڪَري؛<br>جيرا، جِگرَ، بُڪِيُون، لنگهي پِيو پَري؛<br>لڳو جِيءَ جَڙي، تاڻِيان، تِيرُ نہ نِڪري! | سڄڻ جو ٻيهر ڪان ڪشي هنيو، سو ”ڪڙ ڪڙ“ ڪندو ۽ چوه مان چم چم ڪندو ويو. اُهو تير جيرا، جگر ۽ بڪيون ڪپي هليو ويو ۽ جان ۾ اهڙو ڪپي ويم، جو ڇڪيان ٿو تہ بہ ٻاهر نہ ٿو نڪري. |
| 4<br>پُڇُ پَتنگنِ کي، سندِيُون ڪامَڻَ خَبَرُون؛<br>آڻِيو وجَهنِ آڳِ ۾، جيءُ پَنهنجو جي؛<br>جيري جنِين جي، لڳا نيزا نِينهَن جا! | جلڻ جي سڌ پتنگن کان پڇ، جي پنهنجو جسم اَچيو آگ ۾ وجهن ۽ جن جي جيري ۾ عشق جون نائڪون لڳل آهن |
| 5<br>پتنگ چائِين پاڻَ کي، تہ اَچي آڳِ اُجهاءِ!<br>پَچَڻَ گهڻَا پَچائِيا، تون پَچَڻَ کيَ پَچاءِ!<br>واقُف ٿِي وِساءِ، آڳِ نہ ڏِجي عامَ کي. | جي پاڻکي پتنگ ٿو ڪوٺائين تہ اچي آگ کي وساءِ. پچڻ (آتش) گهڻن کي جلايو آهي، پر تون خود پچڻ کي پچائي ڇڏ. (آگ کي پاڻ ۾ جذب ڪري ڇڏ) هوشيار ٿي، آگ کي جهپي وٺ؛ اُن جو اَنت ماڻهن کي ڏيڻ نہ گهرجي. |
| 6<br>پَتنگُ چائِين پاڻَ کي، پَسي مَڇُ مَ موٽُ!<br>سَهائِيءَ سُپِيرين جي، کِهڙُ تہ ٿِئين گهوٽُ!<br>اَجا تون اَروٽُ! ڪُوري خَبَرَ نہ لهِين! | جي پاڻ کي پتنگ ٿو چوائين تہ مچ پسي پٺتي نہ وَر. محبوب جي شعاع ۾ ٽپي پئو تہ لال ٿين. تون اجا اَڻ پڪل آهين ۽ ڪوري جي سڌ سماءُ لهڻ جهڙو نہ آهين. |
| | |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| 7<br>پَتنگن پَهُ ڪيو، مِڙيا متي مَچَّ؛<br>پَسِي لَهسَ نہ لچيا، سَڙيا مَٿي سَچَّ؛<br>سندا ڳِچين ڳَچَّ، ويچارن وڃائِيا. | پتنگن پاڻ ۾ پهہ ڪيو ۽ اچي مچ جي مٿان مڙيا. هو تاب ڏسي ڪين لڏيا، پر اڳتيءَ روپي سچ مٿان جلي پورا ٿيا. ويچارن ڪيئي سسيون قربان ڪري ڇڏيون. |
| 8<br>جي تَتو تَنُ تنُورَ جئن، تہ چَندي ساڻُ چَماءِ؛<br>آٽي آڳِ اَدب جي، ٻاري جانِ جلاءِ؛<br>ٻُرقعان انَدر بازيون، پنهنجو سَپ پچاءِ؛<br>لَچَڻُ لنؤُ، لَطِيفُ چئي، پَدَرِ هَڏِ مَ پاءِ؛<br>متان لوڪ لَڪاءِ، وصالان وڃ پَئي! | جي تنهنجو تن ڪوري جيان تپي تہ ان تي صبر جي چنديءَ سان ٿار وجهہ. اَدب جي آڳ ٻاري، پنهنجي جان جلاءِ. پردي اَندر (ڳجهہ ڳوہ ۾) پنهنجون روحاني منزلون پوريون ڪر. لڇڻ پڇڻ کي هرگز پڌرو نہ ڪر، متان ماڻهن کي سڌ پوڻ سان، تنهنجي ميلاپ ۾ ويڇو پئجي وڃي. (هتي "ادب" لفظ ضابطي جي معنيٰ ۾ آيو آهي. |
| 9<br>اجا تَنُوران، ڪالهہ ڪڍيائون سڄٽين؛<br>پڻ تايائون تڪڙو، وحدت جي وَڏان؛<br>محبتين مٿان، مچُ مُورائينِ نہ لهي! | اَڃا مونکي ڪالهہ سڄڻن تنور (ڪوري) مان ٻاهر ڪڍيو آهي. پوءِ مورڳو هيڪڙائيءَ جي منزل (وحدت) تي تڪڙو پهچائڻ لاءِ تَوَ کي تکو پيا ڪن. نينهن وارن جي مٿان مچ هرگز نہ ٿو لهي. |
| 10<br>پَچائي پَهاڻُ، جنِ رساٽيو رُڪَ کي؛<br>تنين سندو جاڻُ، آهي آڳِرِيُنِ کي. | جن ڪچي لوہ کي پچائي، رڪ جي صورت ۾ آندو آهي، تن جي پروڙ لهارن کي آهي. (جن طالبن پاڻ پچايو آهي، تنجي جاڻ ڪاملن کي آهي.) |
| 11<br>ڏنءُ ڏنءُ ڏَمڻَ وار، اڃ پڻ آڳِرِين جي؛<br>ٻاري مچ مَجاز جو، اوتيائون اڱارَ؛<br>ڏُوڏا! تِيُ مَ ڏارَ، جِمَ ڪَچو رُڪُ ڪٽيُون ٿئي. | اَڃ پڻ لهارن جي ڏمڻ جي ڏنءُ ڏنءُ پيئي پوي. محبت جو مچ ٻاري، اُن ۾ اَڱر وڌا اٿن. اي ڏمڻ وارا! تون تَوَ کان پري نہ ٿيءُ، متان ڪچو لوہ رتيون رتيون ٿي پوي. |
| 12<br>ڏُوڏا! تون نہ ڏَئين! آڳِ اوڏو نہ وڃين!<br>اُلا جي عشق جا، سي ٿان تون نہ سَهين!<br>اُيو اِئن چَئِين، تہ آئون آڳِرِيو آهيانَ! | اي ڏمڻ وارا! تون ڏمڻ کي ڏئين نہ ٿو ۽ آڳ کي ويجهو نہ ٿو وڃين. جي عشق جا اُلا آهن، سي تون سهين نہ ٿو. اِئين بيٺو چوين تہ "مان لهار آهيان." (تون ڪچو آهين، پر پاڻکي ڪامل ٿو سڏين!) |
| 13<br>سِرُ سانداڻ ڪري، پُڇج ڳَهرُ لهارَ جو!<br>ڏَڪن هيٺ ڌري، مانَ ڳَڍينئي رُڪَ سين! | پهرين پنهنجي سر کي سانداڻ ڪري، پوءِ لهار جو در پڇ. من توکي ڏڪن وہ ڇڏي، توکي رڪ سان هڪ ڪن. |
| 14<br>سَهين جئن سانداڻ، ڏَڪن مٿي ڏَڪڙا!<br>وَهِ وِڃائي پاڻ، ڏي ڏَبائون ڏُڳرين. | تون سانداڻ (سندان) جيان ڏڪن مٿان ڏڪ سهہ. عشق جي تڪ ۾ پاڻ فنا ڪري، تون اُٿلو مترڪن کي مهميزون ڏي. |

| | |
|---|---|
| 15<br>اَڄ آڳِڙيا آئيا، سُوڏا سِراڻِي؛<br>پِياري پاڻِي، تيغُون ڪندا تکيون. | اڄ ماهر سراڻ هلائيندڙ آيا آهن. هو رڪ کي پاڻي ڪٺائي (تپائي، پاڻي ڏيئي)، ترارين کي تيز ڪندا. |
| 16<br>اَڄ آڳِڙيا آئيا، سائُو ڪي سُڄاڻ؛<br>لاهِيندا مُوريانَ، رُڪُ ڪَرِيندا پڌرو. | اَڄ پلا ۽ چاڙهو لهار اچي ويا آهن. هو ڪٽ لاهي، رڪ کي ظاهر ڪندا. (ڪامل، دل جي ڪٽ لاهي، انکي اوجل ڪندا.) |
| 17<br>سَرها ڏُنم سي، جن ساجاءَ سراڻ سين؛<br>تيغَ تِنين جي کَي، ڪَٽُ نہ لڳِي ڪَڏهين. | اُهي خوش ڏٺم، جن جي ڏيٺ، سراڻ سان آهي. اُنهنجي ترار کي ڪڏهن بہ زنگ يا ڪٽ نہ ٿي چڙهي. (سچن طالبن جي قلب تي ڪا ڪس نہ ٿي چڙهي.) |
| وائي<br>جِيءُ جياريو، جِيءُ جياريو، ڪين منهنجڙو هاريو؛<br>پِرينِ جِيءَ پَچار، سيڻن جِيءَ سنپارَ، جَڏڙو جِيءُ جياريو؛<br>اُجيو تن عَمِيق مان، پرِيَن پُوجَ پِيارِيو؛<br>مرضُ مريضن تان، اِشَاري ساڻ اُتاريو؛<br>ڪَرَمَ ڪريمن جي مون کي، اَهُڪِيءَ مان اُڪاريو؛<br>سنئون مُنهن ڪري، سپرين! اَئِين نرمل نورَنهاريو؛<br>سائلن جِئن سڌ ڪري، اَئِين طالحن کي تاريو. | منهنجي جيءَ ۾ جان وجهي، اُنکي جياريو، منهنجي من کي نراس نہ ڪريو. مونکي پرينءَ جي تات ۽ سڄڻن جي سار آهي. اي سپرين! منهنجي اُجايل ۽ اُساٽيل جسم کي (فيض جي) اونهي درياہ مان جام پاڻي پياريو. اِشاري سان اُگهائي لاهيو. مهر وارن جي مهر مونکي اچي اوکيءَ مان ڪڍيو. اي پرين! اوهين پنهنجي پاڪ نظر سان مون ڏانهن سئنون منهن ڪري نهاريو. جئن سوالين کي سڏيو آهي، تئن اوهين اَياڻن کي سڏي تاريو. |

سر يمڻ ڪلياڻ

# داستان چوٿون

پيالو هڪ ۽ چٺا بہ هجن، اِهو محبت ۾ روا نہ آهي محبت جو خنجر دوئيءَ (ٻياليءَ) کي ڪپيو ڇڏي، جي ڪامل ڪمائي ڪري، زهر کي بہ ماکي ڪيو ڇڏين، تن وٽان پيالون پيئجن. ڪلال اهڙي ذات جو آهي، جو پيئندڙن کي کهيو فنا ڪيو ڇڏي. پياڪن جي اڄ بہ عجيب آهي؛ هڪ چاڙهين، ٻئي جي طلب ڪن. سندن قبرون بہ ٻئيءَ جي پر ۾ آهن. اَفسوس جو اهڙن پياڪن جي هيئنر اَٿاٿ آهي. جي متارا مٺا تہ موکي رهي چا ڪندو! هيئنر نہ پياڪ رهيا، نہ پيارينڊڙ.

| مشڪل الفاظ | معنيٰ |
|---|---|
| ليکيا | ڳڻجڻ ۾ آيا |
| لکڻ | شمار يا حساب ۾ |
| هُئڻ | هستيءَ، خوديءَ |
| وانجيا | نراس |

| آٿي | رجي |
|---|---|
| جي ڳتا نينهن ڳري | جي عشق جي چنبي ۾ اڙيا |
| دوئي | ٻيائي |
| خلت | الفت، محبت |
| ساعر | شاعر |
| قَوال | ڳوئيو، ڳائڻو |
| قاتَل | نفس کي قتل ڪندڙ من کي ڪهندڙ |
| وهُ | زهر |
| هوندو | حاضر يا موجود (شراب) |
| سَنڍِ | سانڍ |
| پوچ | گهڙو يا جام شراب پيارڃ |
| پنيهڙا | پانڌيڙن کي |
| ڪَنڍِ | ڪنڌي، ڪنارو |
| موڪي | ڪلال، شراب وڪڻندڙ |
| هوندو | موجود شراب |
| پياڪن | پيئندڙن |
| واٽاڙئن | واٽهڙن |
| لِڪُ | ذري |
| گهَٽَنِ | نڙين |
| گهُٽِڪَنِ | گهٽڪا ڪائين |
| ڳاڏيون | ڳڏيل |
| برخيزه بده ساقي | اُٿ، ڏي اي ساقي |
| پِڪين | سرڪين سان |
| اُتر واءَ | اُتر جي هوا |
| اُپٽيا | کوليا |
| ساءَ | سواد يا ذائقي لاءِ |
| ميخاني | شراب خاني |
| ماڪ | شبنم، بوندون |
| پره | پريات، اسر |
| سرَو | شراب |
| چوڪي | شريف، اوچي ذات وارو |
| اوڇي | نيچ يا بي محابو |

| مَتارا | پياڪ |
|---|---|
| ڪيهيءَ | ڪهڙيءَ |
| پَر | ريت |
| پرَيَن | گذاريندين |
| ڏاتارن ري | سخين ڪان سواءِ |
| ڏوسُ | تنبيهہ عتاب |
| ويڻ | سخن |
| پتي تي پيونِ | دل ۾ چيين |
| ڪنڌ ڪَٺارو | ڪنڌ تي ڪات |
| جُنبي | جولان ۾ اچي |
| سَبي | گهٽوءِ جامہ |
| حاَل | روحاني مستيءِ وجد |
| آٿيا | هڪ ٻئي تي ڪريا |
| ڳنگاٽِيا | ٽارياءِ فنا ڪيا |
| ٻُنيون | قبرون |
| سَٽ جوڙ | سودو راس ڪرہ سودو رچاءِ |
| ڪَرت | وڏي ڪارائي |
| ڪوڙ | ڪپاءِ |
| وَٽ وَٽ | نئين نئين جنس |
| مَنڌ | شراب |
| ڪيف | خمارہ شراب |
| دُرسُ | درستہ برابر |
| ڪنڌ قبول ڪيو | سر ڏيڻ قبول ڪري |
| سُرها | سرخرو |
| ڪلالَنئُون | ڪلالن ڪان |
| مون هِنئان | اي منهنجا هنئان يا من! |
| رات وِهاءِ | رات تي وهامي |
| دوس | دوستہ پرين |
| ساعيو | سعيوءِ سانباهو |
| ڏِينهين پُڄاٽئون | ڪيترن ڏينهن ڪان پوءِ |
| واحد | ڏٺيءَ |
| واءُ ورايو | مڪاميلي جي هير ورائي |
| ڏوُراڏو | ڏورانهونءِ پري |

| فضلُ فرمايو | مهر ڪئي |
|---|---|
| 1<br>ايڪ پيالو! ٻہ ڄڻا! عشق نہ ڪري اِيئَن!<br>ليڪيا جي لِڪَڻ ۾، سي قرب رسندا ڪيئن؟<br>هُئڻ ڪيا هِيئَن، وانجيا، پَسُ! وِصال کان. | پيالو هڪ ۽ ڄڻا ٻہ هجن، محبت اِئين ڪرڻ نہ تي ڏئي. جي حساب ۾ (ٻہ) ڳڻجن ٿا، سي ڪئن پرينءَ جي ويجهو رسندا؟ ڏس تہ اَلڳ هستيءَ اُنهن کي ميلاپ کان وانجي (محروم يا نراس ڪري) ڇڏيو آهي. |
| 2<br>ايڪ پيالو! ٻہ ڄڻا! عشقِ نہ ايئن ڪري!<br>آتِي سي ايڪ ٿيا، جي ڳتا نينهن ڳري؛<br>دوئِي ڏار ڏري، جهُ خُلّت خنجر آئيو. | پيالو هڪ ۽ ڄڻا ٻہ هجن، محبت اِئين ڪرڻ نہ تي ڏئي. (نينهن ۾ اهو روا نہ آهي تہ پرين ۽ محبتي ٻہ اَلڳ هستيون هجن). جي محبت جي چنبي ۾ آڙيا، سي رجي هڪ ٿي ويا. جڏهن سچي محبت جو خنجر تو هليو، تڏهن اُهو ٻيائيءَ کي ڪپيو ڇڏي. |
| 3<br>ايڪ پيالو! ٻہ ڄڻا! عشق نہ ڪري اَڌَ!<br>اِيَ تان، ساعر! سَڌَ، ڪَيَ ۽ جا قَوال سين. | پيالو هڪ ۽ ڄڻا ٻہ هجن، محبت اِئين اَڌو اڌ (شراب ڪي) نہ تي ڪري. اي شاعر! اِها سڌ يا آرزو تو قوال (راڳيندڙ) سان ڪري ڏٺي آهي. (شاعر ۽ قوال پاڻ ۾ پيالو ونديندا هئا.) |
| 4<br>قاتلَ ڪمائِي ڪري، وَهُ ماکي جي ڪن؛<br>وٽان ويهِي تن، پيچ ڪي پياليون. | اُهي قاتل (نفس کي قتل ڪندڙ)، جي ڪمائي ڪري (ڪشالا ڪڍي)، زهر کي ماکي ڪيو ڇڏين، تن وٽ ويهي، وٽانئن ڪي (روحاني شراب جون) وٽيون پيئج. |
| 5<br>هوندو هَڏِ مَ سَنڌِ، لاءِ پياڪَن پانهنجو؛<br>پوڄَ پيارج پَنهيڙا، ويندا وٺيو ڪَنڌ؛<br>تہ هَٽَ تنهنجي هنڌ، موڪي! ڪو مانُ لَهي. | جيڪو شراب موجود اٿيئي، سو پيئندڙن کان لڪائي، سانڍي نہ رک. واٺهڙو، جي ڪنارو وٺيو پيا وڃن، تن کي جام سرڪيون پيارج تہ اي ڪلال! تنهنجي هٽ (آستان) تي (شراب جو) ڪو ملهہ مان ٿئي. |
| 6<br>هوندو هَڏِ مَ رَکُ، لاءِ پياڪَن پانهنجو؛<br>وٽِي واٽاڙئن کِي، تان پياري پَرَکُ؛<br>سا لِکَ لهي تي لَکَ، جا تو ايندي اُنِ سين. | جيڪو شراب موجود اٿيئي، سو پياڪن کان لڪائي نہ رک. تون پانڌيڙن کي اُن مان وَٽي پياري ڏس، ۽ جا ڏري شراب جي تنهنجي هٿان هنن کي رسندي، تنهنجو ملهہ لک ٿيندو. |
| 7<br>گهٽَنِ ۾ گُهٽڪَنِ، وَٽيُون پيَنِ وهَ گاڏيُون؛<br>بَرخِيز بده ساقِي! پيار کِي پرينَ؛<br>پِڪين نہ پرچن، مٽ تڪيائون مَنجهيان | پياڪن کي گهٽن (ٽڙين) ۾ گهٽڪا پيا اچن، جو تہ هو زهر گاڏڙ شراب جون پيالون پيا پيئن. اي ساقي! اُٿ! اُٿي دوستن کي پيار. هو سرڪين تي راضي نہ ٿا ٿين، پر اَندران ئي اَندران مٽن کي پيا تڪين. |
| 8<br>آٽِي اُتر واءَ، موڪيءَ مٽ اُپٽيا؛ | اتر جي هوا تي ڪلال مٽ کوليا آهن. پياڪ اُنجي سواد وٺڻ لاءِ پنهنجا سر تيار ڪيو اچن. |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| **مَتارا تنهن ساءِ، اَچن سِرَ سَنباهِيو.** | |
| 9<br>**وجهج واٽاڙُئن تي، ميخاني جي ماڪَ؛**<br>**ٿيندي سُڌ سيڪنهين، هنڌ هنڌ پوندي هاڪَ**<br>**پِره جا پياڪَ، جُ سي اَگَڻ آئيا.** | اي ڪلال! پانڌيڙن تي شرابخاني جي شبنم جي ورڪا ڪج. پوءِ هر ڪنهن کي اُنجي سڌ پوندي ۽ جا بجا تنهنجي هاڪ ڦهلبي، جڏهن پرڀات جا پيئندڙ تنهنجي پڌر ۾ اچي پير پائيندا. |
| 10<br>**جُ سي اَگَڻ آئيا، تہ سَرو ڪندا سُڃ؛**<br>**سائِي ٿِيندين اُڄ، هي پِيتو! هُو آڻ ڪِي!** | جڏهن هو اڱڻ ۾ اچي ڪٺا ٿيندا، تڏهن سارو شراب پي صفائي ڪندا. هنن کي تڏهن بہ اهڙي اُڃ رهندي، جو اجا هڪ ڍُڪ پِي پورو ئي نہ ڪندا تہ مٿان چوندا تہ "ٻيو ڪي آڻ". |
| 11<br>**موڪِي چوڪِي نہ ٿئي، اصل اوچِي ذات؛**<br>**وَٿيون ڏيئي واتِ، مَتارا تنهن ماريا.** | ڪلال ڪڏهن بہ شريف نہ ٿيندو، هو اصل کان ذات جو ڪُلال آهي. هُو پياڪن کي وات ۾ پيالين پٺيان پياليون ڏيئي، فنا ڪيو ڇڏي. |
| 12<br>**مَتارا مري ويا، موڪِي! تون نہ مَرين!**<br>**ڪيهِيءَ پَرِ پَرِين، ڏُکِي! ڏاتارن رَي؟** | اي ڪلال! پياڪ پِي فنا ٿي ويا، پر تون شل حيات هجين! اي ڏکي! تون سخين (شراب ڏيندڙن) کان سواءِ ڪهڙيءَ ريت گذاريندينءِ؟ |
| 13<br>**مَتارا مري ويا، موڪِي! تون بِي مَرُ؛**<br>**تنهنجو ڏوسُ ڏمرُ، ڪونَ سهندو اَن ري!** | جي پياڪ مري ويا تہ اي ڪلال! تون بہ مر. تنهنجو تاب ۽ عتاب اُنهن کان سواءِ ڪير سهندو؟ (مرشد جو ڏمر طالب ري ڪير سهندو.) |
| 14<br>**سَري ڪين ڪيون، ويڻَ موڪيءَ جي ماريا!**<br>**ڪو جو سخن ڪَلال جو، پتي تي پيونِ!**<br>**تِهان پوءِ ٿيونِ، مرڻ مَتَارنِ کي!** | هنن (پياڪن) کي شراب فنا ڪين ڪيو، پر ڪلال جي مهڻي ڪين ماري وڌو. ساقيءَ جو ڪو ڪو سخن سندن قلب ۾ چڀي ويو. (هتي روحاني رهبرن جي ڪرڙي نظر ڏانهن اِشارو آهي. ڪين ريجهائڻ ڪو آسان ڪم نہ آهي.) انهيءَ کان پوءِ پياڪ مري فنا ٿيا. |
| 15<br>**ڪَنڌ ڪَٽارِو، مُنهن وَٽِي، عادت سندين اِيَّ؛**<br>**تنين تِڪُون ڏنيون، جُنبي منجهان جِيَّ؛**<br>**سرو تن سَبِيّ، جَن حاصلَ ڪيو حال کَي.** | گردن تي ڪٽار ۽ وات ۾ پيالي: اِهو سندس (پياڪن جو) دستور آهي. اُهي دل جي جولان سان (شراب مان) ڍُڪيتيون ٿا ڏين. جي بيخوديءَ جي حالت کي رسيا آهن، تن لاءِ شراب مٺو آهي. (سچن طالبن لاءِ فيض هميشہ موجود آهي.) |
| 16<br>**موڪِيءَ مَنو نہ گُهريا، وهُ نہ وهاٽيا؛**<br>**سُرڪِيءَ ڪاڻِ، سيَّد چئِيِ، اُتي تِي آتِيا؛**<br>**جي ڳالَهين ڳنگاٽِيا، تن بَنَنِ پاسي بُنيون.** | ڪلال ڪو اُنهن کي (پياڪن کي) مَٺو نہ ٿي گهريو، نڪي زهر جهڙي شراب ڪين وهاٽي ڇڏيو. هُو ڇڪي ڪاتر ئي اَچِي اُتي ڳاهٽ ٿيا. جن کي ڳالهين (روحاني رهاڻين) ڌاري ڳڳ (فنا) ڪري ڇڏيو، تن جون قبرون بٺين جي پر ۾ آهن. |
| 17<br>**سِرُ ڏيئِي سَٽِ جوڙِ، ڪنهن پَرِ ڪَلالن سين!** | پنهنجو سر ڏيئي، ڪنهن ريت ڪلالن سان سودو راس ڪر. پنهنجي سر ۾ ڪاتي، ڪارائي ۽ خنجر آٽي ڪُپاءِ. |

| | |
|---|---|
| ڪاتي ڪَرِتُ ڪپار ۾، خَنجَرُ آٿي ڪوڙ!<br>مَرَڻان مُنهن مَ موڙ، وَڻي ٿِي وڍِ لهي! | مرڻ کان منهن نہ موڙ چوتہ پياليءَ جو ملهہ اُن کان (سر کان) سرس آهي. (سر ڏني جي فيض يا آتم خزانو ملي تہ سستو آهي.) |
| 18<br>وَٽَ وَٽَ وٽِيءَ ۾، مَٽَ مَٽَ مَنڌُ پيو؛<br>قدر ڪيفَ ڪلال جو، پياڪَن پيو؛<br>اَچِن دُرسُ دڪان تي، ڪَنڌُ قبول ڪيو؛<br>سُرها سِرُ ڏيو، چڪَن سُرڪَ سيَّد چئي. | پياليءَ پياليءَ ۾ نئين نئين جنس آهي ۽ مٽ مٽ ۾ پيو پيو شراب آهي. پيئندڙن کي ئي ڪلال جي اُتاريل خمار جو قدر آهي. هو سر ڏيڻ قبول ڪري، برابر اَچيو سندس دڪان وٽ وارد ٿين. اُهي سرها (سرخرو) سر ڏيئي، سرڪي تا پيئن. |
| 19<br>ڪلالنئون ڪاءِ، مَتِ نہ سڪين مون هنئان!<br>روئندي رات وِهاءِ، چڪائِيندي بَنيُوَن! | اي منهنجي دل! تون ڪلالن کان ڪا نصيحت نہ ٿي پرائين. بئيون چڪائيندي ۽ روئندي سندن رات ٿي وهامي. (تون بہ هنن وانگر جاڳ ۽ نيڻن مان جر وهاءِ.) |
| وائي<br>دوسُ پيهي در آيو، ٿيو ملڻ جو ساعيو؛<br>ڏينهين پُڄاڻُوَن آٿي اسان ڪي، مولي مُحب ملايو؛<br>ويو وڇوڙو، ٿيو ميلاپو، واحد واءُ واريو؛<br>هو جَنهَين جو ڏَسُ ڏوراڏو، اوڏو اَچ سو آيو؛<br>عَبدُاللَّطِيفُ چئي، اَچِي عجيبن پاڻ فَضلُ فرمايو | سپرين گهر ۾ پيهي آيو؛ گڏجاڻيءَ جي سانباهو ٿيو آهي. ڏٺيءَ اسان کي ڪيترن ڏينهن کان پوءِ آٿي محبوب ملايو آهي. سائينءَ وصل جي هير ورائي آهي. جنهن جو پتو ڏورانهون هو، سو اڄ ويجهو آهي. سهڻي دلبر پاڻ اچي پنهنجي مهر ڪئي آهي. |

سر يمڻ ڪلياڻ

# داستان پنجون

صوفي سچو اُهو آهي، جو ڪثرت کان ڪنارو ڪري، روحاني مستيءَ ۾ تو رهي. هو لا ڪوفي آهي. هو سارو وقت پنهنجي نفس (من) سان ئي جنگ پيو جوٽي ۽ جيڪي پڙهي يا پروڙي ٿو، سو ڪنهن سان بہ نہ ٿو سلي. صوفيءَ جو سير هر هنڌ ائين آهي، جئن رڱن ۾ ساه. صوفي اهو نہ آهي، جو رڱو ڪلاه (ٽوپي) سر تي رکي، ۽ تن تي دلق پهري. هو جڏهين اِهي ٻئي آگ ۾ اُجلي، تڏهن صوفي سڏجي. صحيح معنيٰ ۾ صوفي ٿيڻ آهي زهر جو پُر پيالو پيئڻ. صوفي ڳجهو توڙي پڌرو ڏٺيءَ جو ئي اسم پيو اُچاري ۽ پيو ڪوبہ در نہ ٿو وڃي ڏوري. هيءَ دنيا طلسم جو گهر آهي، پر هرڪو خوديءَ ۾ غرق آهي ۽ اِنهيءَ پروڙ کان پري ٿو ڏسجي. هيءَ ڪايا ئي پوڄا جو گهر آهي. صاحب تڏهن پسندين، جڏهن اٺ ئي پهر الک پوڄيندين. چاليهن رکڻ مان ڪجهہ ورڻو ناهي.

| مشڪل الفاظ | معنيٰ |
|---|---|
| سالِم | صحيح و سلامت |
| اَڪثر | ڪثرت، خلق |

| اڏيار | پاسو يا ڪنارو ڪندڙ |
|---|---|
| بازي | اِلاهي محبت جي راند |
| بازيدن | راند ڪندڙن (عاشقن) |
| اَويسارَ | نہ وسرندڙ دائمي |
| پهڪار | صلاح ڪندڙ ساز باز |
| رِنديءَ | روحاني خمار |
| رَساڻي ڪيا | منزل تي رسيا |
| پروڙي | پساھ يا ذڪر متي تو آڻي |
| آهِس | اٿس، آهيس |
| ڏِني | ڏيڻ سان |
| اَڻ ڏِني | نہ ڏيڻ سان |
| تي | اِنهي ڪري تنهن ڪري |
| ڪِين | ڪجهہ نہ، نيستي |
| لا ڪوفي | مذهب کان نيارا |
| يانئيس | پروڙيس |
| منجهان ئي منجهہ | اندران ئي اندران |
| وڙهي | من يا نفس سان وڙهي |
| واهَرو | مددگار، واهر ڪندڙ |
| چائين | چوائين، سڏائين |
| صلاح | مرڪ |
| ڪُلاھ | ڊگهي ٽوپي |
| سالم | سچو، خالص |
| وه | زهر جي وٽي |
| حاَل | روحاني مستي |
| جُسي | سرير، وجود |
| جبار | ڌڻيءَ |
| خفي | ڳجهو ذڪر |
| خِيمو | تنبو |
| جَلي | ظاهري ذڪر |
| چور | هلاءِ |
| فڪر | ڌيان، خيال |
| فُرقان | قرآن شريف |
| اِسم اعظم | ڌڻيءَ جو اعليٰ نالو |

| ووڙ | پول |
|---|---|
| اِي اَمُلَ | اهو بي بها ماڻڪ |
| اِئائين | اِتان ئي |
| سَپَجي | حاصل ٿئي، پرڙپي |
| آئُون | خوديءَ |
| پير ڪري | گهوماٽيون ڪائي |
| ماندِيءَ | جادوگر |
| مَنڊُ | جادو، طلسم |
| ڪَثَر | سموري ڪثرت (جهان يا خلق) |
| سَرُ | اصل، سرچشمو |
| روميءَ | مولانا جلال الدين رومي، جنهنجي ”مثنوي“ مشهور آهي. |
| روُءِ | متو، اصول |
| راءِ | رايو |
| ماڙهو | ماڻهو |
| ڪِياءِ | ڪتان |
| مَنڊُ | طلسم |
| منديو | منديل |
| زاني | بدڪار |
| تعليم | سچي علم |
| ڪُڙهہ | اندر، باطن |
| ڪاني | ٻاڻ، ڪان |
| حرفُ حَقاني | سچو حرف (ڏٺيءَ جو نالو) |
| فِڪر فَرَهي | خيال جي پٽي يا تختي |
| مُطالع ڪن | پڙهن |
| سِٽ | اها سٽ، جنهنجو پهريون اکر ”الف“ آهي؛ ”الست بربڪم“ نہ آهيان مان اوهانجو رب. ڏٺيءَ الست جي ڏينهن اهو سوال روحن کان پڇيو هو. |
| لاَ مَقصُودَ في الدارين | سواءِ ڏٺيءَ جي ٻنهي جهانن ۾ سندن ڪو مقصد ناهي |
| اِن پَر | اِهڙيءَ ريت |

| أُتائون | چيائون |
|---|---|
| سَگُرُ | سوڙهو پيچرو (لامڪان جي سرحد) |
| سونائون | ڏوري لڌائون |
| ٽيا | پرچي هڪ ٽيا |
| رحمان | مهربان مالڪ |
| اَياڳِيا | اي نياڳا، بدبخت |
| ڪِياءِ | ڪتان |
| پيرِئين ۽ پانئِين | گهوماٽيون ڪائين ۽ خودي ڪرين |
| ايڏا | هيڏانهن |
| عَزازيل | شيطان يا اِبليس |
| سَٽڙيا | ڪوڙي يا سڪٽي سٽ رکندڙ |
| سِڪَ سبيل | اجهل سڪ |
| لعنتي | لعنت لڳل، ڌڪاريل |
| لال | عشق ۾ ورتل، سچو محبتي |
| سبقُ | الست جو سبق |
| سابِق | اصلوڪو، ازلي |
| نَفس | روح |
| نِهو | اصلوڪو آستان يا خزانو |
| عَرفانُ | خدائي علم يا سچي ڄاڻ |
| وَڍُ | زخم، چير |
| قُلوب | قلب (دل جو جمع) |
| وترا | گهڻا، اڪيچار |
| اُجار | صاف ڪر، اوجل ڪر |
| ڪاتِبَ | اي لکندڙ! |
| لايو لام | لڳائي، شامل ڪري |
| چاليها | چاليهن ڏينهن جا روزا (جي صوفي نفس ڪي مارڻ لاءِ رکندا آهن.) |
| ڪَڏي | عبادت جو گهر، مسجد |
| حُجرو | ڪمرو (اڪيلائيءَ وارو) |
| پَرَڪُ | پروڙ، پس |
| اَحدَا | هڪ يعني رب کان |
| اَرَڪَ | الڳ، منهن موڙيندڙ |

| ڪانِهه | ڪيڏانهن |
|---|---|
| اَجاڻنديءَ | اڻ ڄاڻيندڙ اڀوجهه |
| اُجهيو | پروڙيو، ٻجهيو |
| ويڻ | سخن |
| لوڻيون | بي حيا ناريون |
| وهاڻيءَ | پرڀات، پره ڦٽي |
| اَساريُنِ | ويسلين |
| سيڻ | پريتم |
| ننداڻ | نند ڪان |

| | |
|---|---|
| 1<br>صوفِي سالم سي ويا، جي اَڪثر سين اَڏيارَ؛<br>بازي بازِندن ڪي، آهي اَويسارَ؛<br>پِريا سين پَهڪارَ، رِنديءَ رَساڻي ڪيا. | اُهي صوفي سلامتيءَ سان لنگهي ويا، جن ڪثرت کان ڪنارو ڪيو. اُنهن راند ڪندڙن (روحاني رمز وارن) کي عشق جي راند اَڻ وسرندڙ آهي. روحاني مستيءَ کين نيئي پرينءَ سان صلاحي ڪيو. (صوفي سموري ڪثرت ۾ واحدت ٿو پسي ۽ هميشه بيخوديءَ ۾ ٿو گهاري.) |
| 2<br>صوفِيءَ سيرُ سِپن ۾، جئن رڳن ۾ ساهه؛<br>سا نہ ڪري ڳالهڙي، جئن پويون پروڙي پساهه؛<br>آهِس اِيُ گناهَہ، جي ڪا ڪَري پَڌِري. | صوفي سيني وستن ۾ اِئين سير ڪندڙ (وياپڪ) آهي، جئن ساهه مڙني رڳن ۾. هو جو ذڪر (منتر) ٿو ڪمائي، تنهنجي ڪنهن سان بہ ڳالهه نہ ٿو ڪري. جي ڪجهه ظاهر ڪري وڌائين تہ اُهو هن لاءِ گناهه آهي. |
| 3<br>ڏِني ڏُکويا، اَڻ ڏِني راضي ٿيا؛<br>صوفِي تي ٿيا، جئن ڪِينَ ڪنيائون پاڻ سين. | ڏيڻ سان رنج ٿا ٿين ۽ نہ ڏيڻ سان خوش. هو صوفي انهيءَ ڪري ٿيا آهن، جو پاڻ سان ”ڪين“ ڪنئي اَٿن. |
| 4<br>صوفِي لاڪوفِي، ڪونَ ڀانئيس ڪيرُ؛<br>منجهيان ئِي مَنجِهه وڙهي، پڌر ناهِس پيرُ؛<br>جنين ساڻس ويرُ، ٿئي تنين جو واهَرُو. | صوفي لا مذهب (ڌرم يا مذهب جي ٻنڌنن کان آجو) آهي. ڪيس ڪوبہ ڪونہ ٿو پروڙي. هو اندارن ئي اندران نفس (من) سان جنگ ڀيو ڪري ۽ ذرو بہ ظاهر نہ ٿو ڪري. جنجو ساڻس وير آهي، تنجو هو حامي ۽ مددگار آهي. |
| 5<br>صوفِيءَ صاف ڪيو، ڏوئِي ورق وُجُود جو؛<br>تِهان پوءِ ٿيو، جيئري پسڻ پرينءَ جو. | صوفيءَ پنهنجي اَندر جو پنو اُجاري صاف ڪيو ۽ تنهن کان پوءِ جيئري ئي پرينءَ جو ديدار ڪيائين. |
| 6<br>صوفِي چاڻِين، سَڏَ ڪرين! صُوفِين اِيَ نہ صلاحَ؛<br>ڪاڻي رک ڪُلاهَ، وجهه اُچلي آڳ ۾. | پاڻکي صوفي سڏائي، تمنا ٿو رکين! صوفين جو اِهو مرڪ ناهي. اِها ڊگهي ٽوپي لاهي باهه ۾ اُڇلي ڇڏ. |

| | |
|---|---|
| 7<br>**جي ڪُلاهَ رکين ڪنڌ تي، تہ صوفي سالم ٿِيءُ؛**<br>**وہ وٺِي هٿ ڪري، پُر پيالو پِيءُ؛**<br>**هَنڌُ تنِيَن جو هِيءُ، جن حاصل ڪيو حال کي.** | جي سر تي صوفياڻي ٽوپي ٿو رکين تہ صحيح معنيٰ ۾ صوفي ٿيءُ. هٿ ۾ زهر جي پيالي جهلي، سمورو جام چاڙهہ. هيءَ جاءِ اُنهن جي آهي، جن روحاني مستي حاصل ڪئي آهي. (صوفي اُهو آهي، جو روحاني رنگ ۾ رتو ٿو رهي.) |
| 8<br>**جُسي ۾ جَبّار جو، خَفِي خِيمو کوڙ؛**<br>**جَلِّي تون زبان سين، چار ئِي پهر چوڙ؛**<br>**فِڪر سين فُرقان ۾، اسمِ اعظم ڏور؛**<br>**بِيا در وجي مَ ووڙ، اِيُ اَمُلُ اِئائِين سَپَجي.** | پنهنجي سرير ۾ ڌڻيءَ جو ڳجهو تنبو کوڙ. (ڌڻيءَ کي اندر ۾ ڳجهو ياد ڪر) (هتي ”خفي“ معنيٰ ڳجهي ذڪر يا اِسم ڏانهن اِشارو آهي) چارئي پهر زبان سان ظاهري ذڪر جاري رک. ڏيان سان قرآن شريف ۾ ”اسم اعظم“ (ڌڻيءَ جو اعليٰ نالو) ڳول (اُنهيءَ نالي جي عام کي پروڙ نہ آهي.) بيا آستان نہ وڃي ڳول. اِهو بي بقا موتي اِتان ئي حاصل ٿو ٿئي. |
| 9<br>**عالَم آئُون ساڻ، پَريو ٿو پيرَ ڪري؛**<br>**پاڻ نہ آهي جاڻُ، ماندِيءَ مَندُ پکيڙِيو.** | سارو جهان خوديءَ يا اَهنڪار ۾ خماريو، گهوماٽيون پيو کائي. اسانکي اِها ڄاڻ نہ آهي تہ هي طلسم يا مايا اُنهيءَ جادوگر (ڌڻيءَ) رچي آهي. |
| 10<br>**طَالِبُ ڪَثَرَ، سونهن سَرُ، اِيَ رومِيءَ جِي رُوءِ؛**<br>**جنِين ڏٺي جُوءِ، تني ڪُڇيو ڪين ڪِي.** | ساري ڪثرت (سموري ڪائنات) سندس ڳولائو آهي ۽ انجو سر (اصل) سندس حسن آهي. اِهو روميءَ جو متو آهي. (هر ڪا چيز اُنهيءَ حقيقي سونهن جي ڳولا ۾ آهي). جن اُها منزل ڏٺي آهي، تن زبان سان ڪجهہ بہ نہ ڪڇيو آهي. |
| 11<br>**طَالِبُ ڪَثَرَ، سونهن سَرُ، اِيَ رومِيءَ جِي راءِ؛**<br>**ماڙهُو اِتِ ڪِياءِ، مَندُ نہ پسين مَندِيو!** | ساري ڪائنات سندس ڳولائو آهي ۽ انجو سر سندس سونهن آهي. اِهو روميءَ جو رايو آهي. ماڻهو هتي ڪٿان آيا! هي سمورو جادو پکيڙيل نہ ٿو ڏسين! (هتي منڊ = مايا) |
| 12<br>**طَالِبُ ڪَثَرَ، سونهن سَرُ، رومِيءَ چيو آهي؛**<br>**تاڙِي جي لاهي، تہ مَنجهين مُشاهدو ٿئي.** | ساري ڪائنات سندس ڳولائو آهي ۽ انجو سر سندس سونهن آهي. اِئين روميءَ فرمايو آهي. جي دل تان پردو لاهجي تہ اَندر ۾ ئي ديدار حاصل ٿئي. |
| 13<br>**ظاهر ۾ زاني، فِڪرَ منجهہ فنا ٿيا؛**<br>**تنين ڪي تعليم جِي، ڪُڙه اندر ڪانِي؛**<br>**حرفُ حَقّانِي، دَورُ ڪيائون دل ۾.** | هُو ظاهر ۾ بدڪار ٿا ڏسجن، پر حقيقت ۾ روحاني خيال ۾ ئي محو آهن. اُنهن کي اَندر ۾ سچي گيان جو گز لڳل آهي. هو دل ۾ ڌڻيءَ جي ئي سچي نالي جو دئور پيا ڪن. |
| 14<br>**جن کي دَورُ دَردَ جو، سبق سُورَ پڙهنّ؛**<br>**فِڪرَ فَرَهِي هٿ ۾، ماٺ مُطالع ڪنّ؛**<br>**پَنو سو پڙهنّ، جنهن ۾ پَسن پِرينءَ کي.** | جيڪي اَندر ۾ درد جي درس جو دئور ٿا ڪن، سي سوُر جو ئي سبق پيا پڙهن. اُنهن جي هٿ ۾ خيال جي پٽي آهي ۽ هو ماٺ جو اڀياس پيا ڪن. هو اهو ئي ورق پيا پڙهن، جنهن ۾ پرينءَ کي ٿا ڏسن. |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| 15<br>سا سِٽَ نہ سارِينِ، اَلف جنهن جي اَڳ ۾؛<br>ناحَقُ نهارِينِ، پنا ٻيا پِرِينءَ لِيءِ. | هُو (ودوان يا عالم) اِها سٽ نہ ٿا ياد ڪن، جنهنجو پهريون اکر ”اَلف“ آهي. پرينءَ کي پسڻ لاءِ اَجايو ٻين وَرقن ۾ جهاتيون پيا پائين. |
| 16<br>سا سِٽَ سارِيائون، اَلف جنهن جي اَڳ ۾؛<br>”لاَ مَقصُودَ فِي الدَّارَينِ“ اِن پَرِ اَتائون؛<br>سَگُرُ سونائُون، ٿيا رَسِيلاَ رحمانَ سين. | اُها سٽ ياد ڪيائون (عاشقن)، جنهنجي منڍ ۾ الف آهي. ”ٻنهي دنيائن ۾ سواءِ ڏٺيءَ جي سندن ڪو مقصد ناهي“، انهيءَ طرح سخن وجي مهربان مالڪ سان پرچي هڪ ٿيا. |
| 17<br>اَکرَ پڙهي اَياڳيا! قاضِي ٿئين ڪياءِ؟<br>پِيرئين ۽ پانئِئين، اَيڏا اِئن نہ آءُ!<br>اِنَ سُرڪِيءَ سندو ساءُ، پيچ عَزازِيل کي. | اي اَياڳا! علم پڙهي، قاضي ڪٿان ٿئين؟ تون دليل پيو ڏوڙائين ۽ خوديءَ ۾ گهوماٽيون پيو کائين: اِهڙي نموني هيڏانهن (روحاني پنڌ ۾) نہ اچ! اِنهيءَ سرڪيءَ جي لذت جو سماءُ شيطان کان پڇج. |
| 18<br>عاشق عَزازِيل، ٻيا مڙيئي سَڏڙيا؛<br>منجهان سِڪَ سَبِيلَ، لعنتِي لال ٿيو. | عاشق تہ اِبليس چئجي، ٻيا مڙيئي ڪوڙي سڏ ڪندڙ آهن. هن جهڙو لال (سچي عشق ۾ رڱيل) اَپار محبت جي ڪري ئي لعنت يا ڦٽڪار جو لائق ٿيو. |
| 19<br>جو مون پڙهيو پاڻ لِيءِ، سبقُ سابِقُ جو؛<br>پهرين سُجاتم پانهنجي، نفسَ جو نِهو؛<br>جِي عَرفانُ اَصَل ۾، تي رُوحن روزَ ڪيو؛<br>وري وَرَقُ پيو، گڏيم وَڏُ وصال جو. | جڏهن مون پنهنجي سِر، اصلوڪو سبق (الست بربڪم) پڙهيو، تڏهن روح جو اصلوڪو خزانو يا آستان (عرش) سڃاتم، جتي روحن اصل ۾ (سموري رچنا کان اڳي) خدائي علم جي رهاڻ پئي ڪئي. پوءِ اهڙو ورق وريو، جو جدائيءَ جو زخم يا ويڇو ميٽجي ويو. |
| 20<br>پَڙهيو ٿا پڙهنَّ، ڪَڙهن ڪين قُلُوب ۾؛<br>پاٽان ڏوهَ چڙهنَّ، جئن وَرَقَ ورائين وِترا. | عالم ورقن جا ورق پيا پڙهن، پر دل سان ذرو بہ نہ ٿا هنڊائين. هو اُتلو پاڻ تي گناه پيا چاڙهين، جئن جئن گهڻا پنا ٿا اُٿلائين. |
| 21<br>اَکر پڙهہ اَلف جو، وَرَقَ سڀ وسار؛<br>اَندر تون اُجار، پنا پڙهندين ڪيترا. | تون هڪ الف جو ئي اکر پڙهہ، ٻيا سڀ پنا دل تان ميساري ڇڏ. تون پنهنجو اندر ڌوئي صاف ڪر. گهڻا ورق پڙهي گهڻا پڙهندين؟ |
| 22<br>جئن جئن وَرَقَ وَرائِين، تئن تئن ڏنو ڏوهُ؛<br>تنهن ڪَهڻيءَ ڪبو ڪوهُ؟ جي رهڻيءَ رهيو نہ سُپرين. | جئن جئن تون پنا پيو ورائيندين، تئن تئن نئون نئون گناه پيو اکين آڏو ايندءِ. جي ڪو سڄڻ سٺي رهڻي نہ رهيو تہ سندس ڪهڻيءَ (سخنن) کي ڇا ڪبو؟ |
| 23<br>ڪاتبَ! لِکِين جئن، لايو لامُ اَلف سين؛<br>اَسان سڄڻُ تئن، رهيو آهي روح ۾. | اي لکندڙ! جئن تون الف سان لام لڳائي (لا) ٿو لکين (الف ۽ لام ٻئي هڪ ٻئي سان جڪڙيل آهن ۽ هڪ جهڙا پيا لڳن)، تئن اسان جي اندر ۾ بہ سپرين اسان سان اِئين رِليو پيو آهي. |

| | |
|---|---|
| 24<br>**تهڙا چالِيها نہ چالِيهہَ، جهڙوپسڻ پرينءَ جو؛<br>کهڙِي ڪاتِبَ! ڪَرئين، مٿي پنن پيههَ؛<br>جي ورقَ وارِين وِيههَ، تہ اُکر اُهوئِي هيڪڙو.** | چاليهہ چاليها (چاليهين ڏينهن جا روزا) اهڙا نہ آهن (اُنهن کي اهڙو شرف يا ثواب ناهي)، جهڙو پرينءَ جو ديدار. اي لکندڙ! تون پنن جي مٿان کهڙي جلهہ ٿو لائين! جي ويهہ پنا اُٿلائين تہ بہ اکر اُهو ئي هڪ اٿئي. |
| 25<br>**تَنُ ڪُڏِي، مَنُ حُجرو، ڪيم چاليها رَکُ؛<br>ڪوه نہ پُوڇيو پُوڇئين، اَنئِي پهر اَلَکُ؟<br>تان تون پاڻُ پَرَکُ! سَيَڪَنهن ڏانهن سامهون.** | جسم ئي مسجد ۽ من ئي ايڪانت (خلوت) جو ڪمرو آهي. چاليها نہ رک. اٺ ئي پهر جو نہ ٿو رب کي پوڇين؟ تون پاڻ سڃاڻ تہ صاحب کي هڪ ڪنهن جي سنمک پسين. (رب کي هر هڪ روپ ۾ ڏسين.) |
| 26<br>**سَيَڪنهن ڏانهن سامهون، ڪو هنڌ خالِي ناهِ؛<br>اَحَدا جي اَرَڪَ ٿيا، سي ڪانئرَ ڪبا ڪَانهِ؟<br>مُحبُّ منجهين مَنَ مانهِ، مون اَجاڻندِيءَ اُجهيو.** | صاحب هر ڪنهن جي سامهون آهي، ڪو بہ مڪان سندس نور کان خالي ناهي. جي هڪ رب کان منهن موڙيندڙ ٿيا، سي ڪانئر ڪيڏانهن ڪبا؟ پرين من ۾ اندر ئي آهي، مون اَبوجهہ هاڻ اِهو پروڙيو آهي. |
| **وائي<br>وسارج مَ ويڻَ، جوين بہ ٿي ڏينهڙا.<br>لونيُون سَهَنِ لوڪ جا، وهاڻِيءَ ٿيون ويڻَ؛<br>اصل اَسارِيُن جا، سُتَي وِيَڙا سيڻَ؛<br>جيڏيون! جي مان وِسَهو، ننڊ مَ هيريو نيڻَ؛<br>راتڙِيُون جاڳن جي، سي آئُون ڪندڙي سيڻَ؛<br>آڌيءَ رات اُٿِي ڪري، جهل تون نِندان نيڻَ.** | اِهي سخن نہ وسارج تہ جواني بہ ٽن ڏينهن لاءِ ئي آهي. نرلڇيون اَسر جو ماڻهن جون ملامتون ٿيون سهن. اصل ويسلين جا پريتم سندن ئي ستي سڏاريا. اي سرتيون! مون تي ويساه ڪريو تہ پنهنجا نيڻ ننڊ تي نہ هيريو. مان اُنهن کي پنهنجا پرين ڪنديس جي راتيون جاڳن. اَڌ رات جو اُٿي، تون پنهنجن نيڻن کي ننڊ کان روڪ. (جي راتيون جاڳي رب کي ياد ٿا ڪن، سي عاشقن جي نظر ۾ بي حيا ۽ ويسرا آهن. اُنهن تي هميشہ واري ملامت آهي.) |

سر يمڻ ڪلياڻ

# داستان ڇهون

پرين شهسوار آهي، جو جلوا پيو ڏيکاري؛ هيڏانهن عاشق رنڪ مثل آهي، جنهن ۾ نہ رنگ آهي، نہ سُرت. شهسوار فقيرن کي بي پرواهيءَ سان لتاڙيندو وڃي. جانب جي اکين ۾ تير آهن، جي وڏا زيان ٿا ڪن. محبت جي ميدان ۾ سر جو سانگو نہ ڪرڻو آهي، ڇو جو عشق ڪاريهر آهي ۽ محبتن کي اوس کائيندڙ آهي. عشق ڳيرن جي راند نہ آهي، پر جيءَ جسي ۽ جان کي جدا ڪندڙ بازي آهي. سر سُوريءَ تي ۽ ڌڙ ڪنگرين تي ٽنگيل هجي تہ بہ پٺيءَ ڪچڻو نہ آهي. سچا عاشق پهرئين ئي تير سان نشان ٿيو وڃن؛ ڪُوڙا ور ور ڪري تير گسايو ڇڏين. جي تون عاشق آهين تہ سيني کي سپر (ڍال) ڪري، محبوبن جا گهاءُ منهن ۾ سَهُہ ۽ ڪڇ پٺيءَ نہ.

| مشڪل لفظ | معنیٰ |
|---|---|
| دائودي | حضرت دائود جهڙو شاندار شهسوار |
| ڏيُون ڪري | حشمتون ڏيکاري |
| رَنڪَنِ | سقيمن، فقيرن |
| رنگ | حال، رنگ ۽ رونق |
| اَيَنُگ | لا پرواهه |
| پاکَرئين | پاکر (زره) ڪٽندڙن کي |
| چيتُ | سرت سماءُ |
| سُچيت | هوش يا خوديءَ وارو |
| او قابيل | قاتل (حضرت آدم جو پٽ قابيل، جنهن پنهنجي ڀاءُ هابيل کي ڪُتو هو، ڪي صاحب ”او قابيل“ کي ”عقابيل“ ڪري ٿا پڙهن، يعني عقاب پکي، جنهن جي نظر تيز هوندي آهي ۽ جو پکين جي لاءِ قاتل آهي. |
| بان | ٻاڻ |
| اِڳرايون | ستم |
| ماڳِ | پوري جاءِ تي |
| سِپَرَ | ڍال |
| چاڪ | وڍ ۽ عذاب |
| جهالو | پختو، دلير |
| پاهان | پٿتي |
| پَڳُ | پير |
| اُبهَينِ | سرخرو ٿين |
| هَڏِ | هرگز |
| لوري | ٻاڻ، تير |
| سوره | بهادر |
| ٻاجهائي | ٻاجهه يا مهربان ڪري |
| پَٽُ | زمين، نيست و نابود |
| ڪُنگرين | ڪنگرن يا قلعن جي برجن تي |
| ڪَٽُ | بنهه، پٽيءَ |
| نِپَٽُ | بنهه، نسورو |
| سانگُ | سانگو |
| چانگُ | چڱو ڀلو، صحتياب |

| هيڪاند | ناتو، پيوند، ميلاپ |
|---|---|
| نيزي پاند | ڀالي جي نوڪ تي |
| تمام | مڪمل، زبردست |
| مئن | مان |
| لُوُٽي | لٽيل، ڦريل |
| سيجَ سُتي | سيج تي سُتل ڪي |
| جهَپَ نہ آوي | ننڊ نہ اچي |
| صاحب سنيالڻ | ڌڻي کي ياد ڪرڻ |
| فقيراندا | فقيرن جو |
| ڪامُ | ڪم |
| عقل دي | عقل جي |
| مُنجهہ | منجهي ويئي |
| اِمامُ | رهبر يا اڳواڻ |

| | |
|---|---|
| 1<br>دائودِي دَيُون ڪري، رَنڪَنِ ڪونهي رنگُ؛<br>گهوڙِيءَ هيٺ اَيَنگُ، ڪاهيو پاڪَرئين هٽي. | هوڏانهن هو دائود جهڙو شاه (معشوق) جلوا پيو ڏيکاري، هيڏانهن هن مسڪين (عاشق) ۾ ڪو رنگ نہ رهيو آهي. هو بي پرواه بادشاه پنهنجن پاڪرين (زره ڪٽندڙن) کي سٽيو گهوڙيءَ هيٺان ٿو هٽي. |
| 2<br>دائودِي دَيُون ڪري، رَنڪَنِ ڪونهي چيتُ؛<br>گهوڙِيءَ هيٺ سُچيتُ، ڪاهيو پاڪَرئين هٽي. | هوڏانهن دائود جهڙو شاه جلوا پيو ڏيکاري، هيڏانهن فقيرن ۾ ڪا سرت يا هوش نہ ليي. هو هوشيار پاڪرين کي گهليو گهوڙيءَ هيٺان لتاڙي. |
| 3<br>او قابيلَ! اَڪين ۾، توکي باري بانَ؛<br>اُيو اَڳَرَايُون ڪرين، ماڳِ هٽيو مَستانَ؛<br>جانبَ! تون زيانَ، اَڪين سَين ايڏا ڪرين! | او قابيل! (قابيل جهڙا قاتل!) توکي اکين ۾ ڳرا تير آهن. تون مستانن مٿان سندن ماڳ تي ئي وچيو ڏاڍايون ڪرين. اي جاني! تون نيٽڻ سان هيڏا هاجا ٿو ڪرين! |
| 4<br>جي هو پائِينِ ڪانُ ڪَمانَ ۾، تہ سينو سِپَر رکُ؛<br>منهن ۾ معشوقن جا، چاڪَ چَٽڪا چَڪُ؛<br>سورِي پانءِ مَ شڪُ، عاشقُ ٿِيُ تہ اُبِهين. | جي هُو (پرين) ڪمان تي تير رکن تہ تون پنهنجو سينو ئي ڍال ڪري بيهج. منهن ۾ محبوبن جا وڍ ۽ عذاب سهج. سوريءَ (شهادت) ۾ ڪو گمان نہ آڻ. سچو عاشق ٿيءُ تہ سوڀارو ۽ سرخرو ٿين. |
| 5<br>جي هو پائِينِ ڪانُ ڪَمانَ ۾، تہ سينو سِپَر ڏيِجِ؛<br>منهن ۾ معشوقن جا، جهالُو ٿي جهليِجِ؛<br>پاهان پَڳَ مَ ڏيِجِ، عاشقُ ٿِيُ تہ اُبِهين. | جي هو (معشوق) تير ڪمان تي رکن تہ پنهنجو سينو ڍال ڪري، اُن کي اڳيان ڏج. پختو ٿي، محبوبن جا نشان منهن ۾ جهلج. پٺتي پير ڪري نہ ورج. عاشق ٿيءُ تہ سرخرو ٿين. |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| 6<br>پائي ڪانُ ڪَمانَ ۾، ميان! مار مَ مون؛<br>مون ۾ آهين تون، متان تنهنجو ئِي توکي لڳي. | اي سائين! ڪمان ۾ ڪان وجهي، مون کي فنا نہ ڪر. مون ۾ تون ئي موجود آهين؛ متان اهو تنهنجو تير توکي ئي لڳي. (هتي شاهہ صاحب جي نازڪ خيالي بينظير آهي.) |
| 7<br>ڪيو چِڏين ڪانُ، هَڏَ نہ هَٽائين ٿا؛<br>ٿيا جي نيشانُ، تہ پهرئين سان پورا هئا. | ڪوڙا عاشق تير ڪسايو ڇڏين ۽ هرگز پاڻ تي نہ ٿا وسائين. جن پاڻکي نشان بنايو، سي پهرين ئي پارڻ سان فنا ٿي ويا. |
| 8<br>لورِي جِت لڳوم، اُتِ اُپو ئِي آهيان؛<br>سورهُ پرينَ سَندوم، مانَ ٻاجهائي ٻيو هَٽي! | جتي تير لڳو اٿم، تتي ئي بيٺو آهيان. من منهنجو سوره سپرين مهر ڪري مونکي ٻيو پاڻ هٽي. |
| 9<br>محبّت جي ميدان ۾، ڪر پَڙاڏو پَٽُ؛<br>سِرُ سورِيءَ ڏَڙُ ڪُنگرين، متان ڪُچين ڪَٿُ!<br>عشق نانگ نِپَٽُ، خبر ڪاڏن ڪي پوي. | عشق جي پِڙ ۾ اهڙو نعرو هڻ، جو خود پٽ مان پڙاڏو نڪري. (ڪي صاحب چون ٿا تہ اِنهيءَ جو مطلب آهي تہ پڙاڏي کي ئي نابود ڪري ڇڏ. نہ عاشق پڙڪ ڪڍي ۽ نہ اُنجو پڙاڏو ٿئي.) تنهنجو سر سوريءَ تي هجي ۽ ڌڙ برجن تي، تہ بہ متان ڪِي پِٽيءَ ڪڇيو اٿيئي عشق نسورو نانگ آهي. اها سڌ اُنهن کي ئي پوي، جنکي اُن ڪاڌو آهي. |
| 10<br>محبّت جي ميدان ۾، سِرَ جو ڪر مَ سانگُ؛<br>سورِيءَ سُپيرين جي، چَڙهُ تہ ٿئين چانگُ؛<br>عشق آهي نانگ، خبر ڪاڏَنِ کي پوي. | عشق جي پڙ ۾ سر جو سانگو نہ ڪر. محبوب جي سُوريءَ تي چڙهہ تہ سچي صحبت مليئي. عشق ڪاريهر آهي. اُنجي سڌ انهن کي ٿي پوي، جن کي اُن ڪکيو آهي. |
| 11<br>عشق نہ آهي راند، تہ ڪي ڪَنسِ ڳِيرُو؛<br>جِيَ جُسي ۽ جانِ جي، پِڇي جو هيڪاندِ؛<br>سِسِي نيزيَ پانَد، اُچل تہ اَڏ ٿئي. | عشق، جو جيءُ، جسم ۽ جان جو پاڻ ۾ ناتو ئي ٽوڙيو ڇڏي، سو ڪا معمولي راند نہ آهي، جا ڪي نوجوان ڪندا وتن. پنهنجي سسي نيزي جي نوڪ تي اُڇل تہ وڏجي بہ اڏ ٿئي. |
| وائي<br>عشق تمام، بره تمام، وو! مئن لُوني يارَ لوڪو!<br>سيجَ سُتي نُون جَهپَ نہ آوي، نيڻين ننڊ حَرامُ؛<br>راتيان جاڳَڻُ، صاحبُ سنيالڻُ، اِي فقيران دا ڪامُ؛<br>مَتِ عقلَ دي مُنجهہ گـئِي، آيا عشق اِمامُ. | اي لوڪو، منهنجو عشق عروج (چوٽ) تي رسيل آهي ۽ مان پرينءَ جي لُنيل آهيان. سيج تي ستل کي ننڊ نہ ٿي اچي، نيڻن ۾ ننڊ حرام آهي. راتيون جاڳڻ ۽ سائينءَ کي ياد ڪرڻ، اهو فقيرن جو ڪم آهي. عشق رهبر ٿي آيو تہ عقل جون متيون ئي منجهي ويئون. (هي وائي سرائڪي ۾ آهي.) |

سر يمڻ ڪلياڻ

# داستان ستون

عاشقن ڪي ڪڌهن بہ ڏٽي نہ ٿو وسري. هو سندس وره ۾ ايتري قدر تہ ماندا آهن، جو ڪنهن وقت بہ آه ڪندي پساه پورو ٿي ويندن. عاشق سچي لڱين نہ ٿا ٿين. هو هر روز پرينءَ جي در تي وجيو رت روئن. جيسين عاشق جي جسم ۾ رت جو قطرو آهي، تيسين نينهن جي دعوىٰ نہ ڪري. نينهن جو شرط آهي سائو منهن هئڻ. سڪڻ ۽ سوُرِي، ٻئي هڪ ئي اکر آهن. جِيءَ ڏيڻ ڪان سواءِ، اُنهن جو شرط پُوري نہ ٿي ٿئي. جي تون چاهين تہ سڪڻ سکان تہ اُنهن کي هلي پس، جي سڪ سڃاڻن. اُنهن وٽ نہ لڪ، جي نينهن نہ سڃاڻن. متان ورچي محبوب جي گهٽي چڏين ۽ ڪلال جي مٽ کان پاسو ڪرين. سر جو سودو ڪري پياليون پيءُ

| مشڪل الفاظ | معنيٰ |
|---|---|
| وير وتار | هميشہ و دائم |
| سڃي اڱرين | سچي لڱين، تازو توانو |
| ٻي پَر | ٻي ڪنهن بہ ريت |
| ماڪُرِ | قبول |
| جان | جيسين |
| سائو منهن | زرد چهرو |
| سوُنهن گئي | سونهن ويل، سونهون زبون ٿيل |
| گوڏِ | چيلهہ ۾ |
| گَرَٽَ | ناڙي جي ڳنڍ |
| ڪَڪَ چُٽي | ڪک لڳڻ سان |
| گهاءِ | زخمہ سل |
| ڪُڄاڙيا | چوہ چا جي لاءِ |
| اکِر هيڪڙي | ٻئي هڪ ئي اکر ”سر“ سان شروع ٿا ٿين. |
| ڪارڻ ضروري | لازمي شرط |
| پوُري | پورائي |
| جِيءَ ڏني رِيَ | جان ڏيڻ ڪان سواءِ |
| جيڪي | يا تہ |
| ناتَ | نہ تہ |
| سِڪندئين | سڪندڙن |
| پاسي تنين | تن جي پر ۾ |
| ڳِري | گليءَ گهٽيءَ |

| جمَ | متان |
| --- | --- |
| ٻُڪي | دوا ستي |
| ڦَٽَ | زخم |
| تان | تہ |
| دُڪانڙ | هٽ،دڪان |
| پَٽِيءَ وجهي | پلاند ڳچيءَ ۾ وجهي |
| سُرخُرو | مانائتو |
| گهَٽُ | لنگهہ، گهٽيءَ جو منهن |
| سَٽُ | سودو، نذرانو |
| سُپيريان | محبوبن |
| ڳالهہ | وارتا، ذڪر |
| ڪِين وجي | نہ تہ وسري |
| هَجي | فنا ٿئي |
| اَنگُن | نيزن جي نوڪن تي، ڪندن |
| پرِيتَڙون | نيهن، پريت |
| سَجي | سنباهي، تيار ڪري |
| اوچون | رتيون رتيون، ڇيهون ڇيهون |
| پورو | ڳجهارتون، پرولي |

| | |
| --- | --- |
| 1<br>عاشقن الله، ويروتار نہ وسري؛<br>آهَ ڪَرِيندي ساهُ، ڪڏهن ويندو نڪري | عاشقن کي ڪڏهن بہ الله نہ تہ وسري. (اُنهن کي هميشہ الله ياد آهي.) ڪڏهن عشق جي آه ڪندي، سندن پساه پورو ٿي ويندو. |
| 2<br>عاشق اِئن نہ هُونِ، جئن تون سَجي اَڱرين؛<br>وجي در دوستنَ جي، رَتُ ڏِهاڙي رُون؛<br>ٻِيَ پَرِ ڪَنهين نہ پوَن، ماڪُرِ محبوبنِ سين. | جئن تون سچن لڱن سان (تازو توانو) آهين، تئن عاشق ڪڏهن بہ نہ ٿا ٿين. هو هر روز محبوب جي در تي وڃي رت ٿا روئن. ٻئي ڪنهن بہ دستور هو پرين وٽ قبول نہ ٿا پون. |
| 3<br>جان عاشقَ متي رَتُ، تان دعويٰ ڪري مَ نينهن جي؛<br>سائو مُنهن، سُونهن گَئي، سِڪَڻَ اِيُّ شرطَ؛<br>نَڪِي گوڏِ گَرَٽُ، متا سِرَ سؤدا ڪري. | جيسين عاشق جي سرير ۾ رت آهي، تيسين محبت جو دم نہ هڻي. زرد چهرو ۽ سموري سونهن چٽ ٿيل، اِهو آهي سڪڻ يا عشق جو شرط. چيلهہ ۾ ناٽو ٻڌل ڪونهيس؛ هو خود سر جو سودو ٿو ڪري. |
| 4 | اجا تنهنجي ٻت مان هڪ ڪک جي ڇهاءَ سان رت پيو نڪري! تون منهن ۾ معشوقن جا ڪيل سل |

| بيت | معنىٰ |
|---|---|
| اَجا تو منجهان، ڪَڪَ ڇُتي رتُ نڪري!<br>منهن ۾ محبوبن جا، ڪئن جَهلِيندي گهاءَ؟<br>سو تون ڪُڄاڙيا، سِڪَڻَ جون سَڏُون ڪرين؟ | ڪئن سهي سگهندين؟ اِنهيءَ ڪري تون ڇاجي لاءِ ٿو نينهن جون پچارون ڪرين؟ |
| 5<br>سِڪڻُ ۽ سورِيِ، ٻئي اَکَر هيڪڙيِ؛<br>وِهڻُ واٽڙِيُن تي، ڪارَڻُ ضرورِيِ؛<br>ٻِنهي جِي پُورِيِ، جِيءَ ڏني رِيَ نہ جُڙي. | "سڪڻ" ۽ "سُوري" ٻئيءَ هڪ ئي اکر يعني "س" سان شروع ٿا ٿين. پرينءَ خاطر واٽن تي وهڻ، عاشقن لاءِ لازم آهي. جان ڏيڻ کانسواءِ انهن جي پورائي ٿيڻي نہ آهي. (شاه جي نظر ۾ "سڪڻ" ۽ سُوري" ٻئي هڪ ئي معنىٰ وارا لفظ آهن" جوتہ ٻنهي جي پورائي شهادت کان سواءِ ٿيڻ جي نہ آهي. |
| 6<br>جيڪِي سِڪَڻُ سِڪُ، ناتَ پَسُ سِڪندئين؛<br>پاسِي تنين مَ لِڪُ، نِينهُن نہ سُڃاڻن جي. | يا تہ سڪڻ سِک يا تہ هلي سڪندڙن کي ڏس، اُنهن جي پر ۾ نہ لڪ، جي پريم يا عشق مان واقف نہ آهين. |
| 7<br>عاشقَ! معشوق جِي، وٺِي ويهُ ڳَرِي؛<br>جمَ ورچي ڇَڏئين، سَندِي دوست ڏَرِي!<br>ڏِينداَ ٻُڪِي ٻاجَهه جِي، ويندءِ ئَپَ ئَرِي؛<br>اَسانَ تان نہ سَرِي، تون ڪئن سَرِي سپرين؟ | اي عاشق! تون وڃي معشوقن جي گهٽي وٺي ويهہ. متان بيزار ٿي، محبوب جي ڳَر کي ڇڏين. هو مهر جي سٽي ڏيندءِ، پوءِ مڙئي ڦٽ ميٽجي ويندءِ. اي پرين! اسان کي تو بنان سري، پر توکي الائي اسان بنا ڪئن سري! |
| 8<br>عاشقَ! معشوقن جو، وٺِي ويهہ دُڪاڻ؛<br>پَئِج پيش پرِيُن جي، پَٽِيءَ وجهي پاڻ؛<br>تہ تون تنِينَ ساڻُ، سدا رهِين سُرخُرو. | اي عاشق! تون محبوبن جو هٽ وٺيو ويٺو هج. پرينءَ اڳيان ڳچي ۾ پلاند پائي، سر جهڪائج تہ وٽن هميشہ مانائتو رهين. (عاشق کي هميشہ نياز جهڪائي.) |
| 9<br>عاشقَ! معشوق جو، وٺِي ويهج گهٽُ؛<br>جمَ ورِچي ڇَڏئِين، موڪيءَ سندو مَٽُ؛<br>ڪَرِي سِرَ جِي سَٽُ، پِيج ڪي پيالِيُون. | اي عاشق! تون معشوقن جي گهٽيءَ جو منهن جهلي وڃي ويهج. متان بر ٿي، ڪلال جي مٽ جي پچر ڇڏين. سر جو سودو ڪري، (سر نذراني ۾ رکي) شراب جون پياليون پيئج. |
| وائي<br>سُپيريان جي سونهن جِي، ڳالهہ ڪِينَ وڃي؛<br>وڃي دَرِ دوستن جِي، سُوريءَ سِرُ هَڃي؛<br>عاشقَ اَنگُن چڙهيا، پيو سَيڪو پَڃي؛<br>پُڄج پوءِ پريتَڻون، پهرين سِرُ سَڃي؛<br>عاقِلَ ئِي اوڇُون ٿيا، پورو ڪِينَ پَڃي. | سپرينءَ جي حسن جو ذڪر هرگز نہ ٿو وسري. پرينءَ جي در تي وڃي، سوريءَ تي سر فنا ڪجي. عاشق ئي نيزن تي ٿا چڙهن، پيو هر ڪو ڏهڪجي پڇي ٿو وڃي. پهرين سر سنباهي (سر قربانيءَ لاءِ تيار ڪري)، پوءِ نينهن جي پچار ڪج. سياڻا، منجهي ڇيهون ڇيهون (حيران) ٿيا، پر هيءَ ڳجهارت ڪنهن نہ ٿي پڇي. (روحاني راه نهايت ڏکي ۽ منجهائيندڙ آهي. |

سر يمڻ ڪلياڻ

# داستان انون

دوستن جي در تي هر هر وڃڻ هلڪائي آهي. ڳجهي رهاڻ ڪري، پاڻ ۾ پرت وندڻ گهرجي. ماڻهن کي ڪيميا جهڙي روحاني رمز آئڙي نہ تي. اِها سون جهڙي ڳالهہ اُنهن کي هٿ تي اچي، جنجو لکيو سٽائو آهي. نمرتا ۽ ڪميا سان هل، چو تہ ڏمر ۾ ڏولائو آهي. صبر مشڪ سمان آهي. صبر وارن جي گهر ۾ خير آهي. جو اڳرائي تو ڪري، سو خطا تو کائي. ڪيني وارو ڪي بہ پلاند ۾ نہ تو وجي. منهن مونن ۾ وجهي گهار ۽ سنگ اُنهن جو ڪر، جن وٽ ويٺي ڏکندو ڏور ٿئي.

| مشڪل لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| هَرَ | ور ور، هر ساعت |
| هَرائي | هلڪائي |
| اُجُ م | جلد نہ وڃ |
| اَوائي | اي وسوڙا |
| واتاڙن | واٿهڙن |
| وائي | راز، ڳجهہ |
| لائينده | آٽي ڏيندءِ |
| سوُران | سور يا درد جي رستي |
| سَرهائي | خوشي، راحت |
| وَتجي | وندجي |
| سَريو | اُپريو، پڙپيو |
| سَري | حاصل ٿئي |
| ڪَرَهو | اُٺ |
| نِياڻ | چشمي، حوض |
| اڻ ڪي | اڻ ڪيل |
| عيان | ظاهر |
| ڪي | ڪيل |
| جيهي سون | سون جهڙي |
| نہ پيئي | نہ آئڙي |
| ماڙهوئين | ماڻهن کي |
| سوُنهين | راه ڏيکاريندڙ |
| امُرُ | اِلاهي حڪم، تقدير |
| جنهن جو | جنهن کي عطا ٿيل يا بخشيل آهي |

| توءِ | تہ بہ |
|---|---|
| اميري | چنل تند ڳنيڻ |
| اَوڳڻ | تو مان اوگڻ ڪڍڻ |
| اَسوُنهين | اي نڌر بنا سونهين جي |
| ڳُڻان ئي ڳن | گڻ ڪري وٺ |
| سوُنهاري | سڳوري |
| سَڳ | پيوند، ناتي |
| ڏولائو | دک، مونجهارو |
| ساجائو | ساڃهہ |
| اُپئين | تون بيهين |
| ڪَمُ | صبر يا ڌيرج ڪر |
| هوڙن | هوڏ ڪندڙن، ضد تي بيهندڙن |
| چوُندن | چوندڙن |
| ساءُ | سواد، ذائقو |
| ڪين | خير، سک |
| ويڻنهوُن | ويڻن مان |
| ويڌُ پئي | زيان يا خلل ٿئي |
| ڪين | ڪي |
| پانَد | پلاند ۾ وجهي، حاصل ڪري |
| ڪِيني وارو | بغض يا ساڙي وارو |
| پرايو | حاصل ڪيو |
| سَٽاٽي | چڪيل |
| سيڱ | ڪمان |
| زهَ | ڏور |
| مونن | گوڏن |
| مُفتي | فتويٰ ڏيندڙ (ضمير يا وويڪ ڏانهن اشارو) |
| قاضيءَ ڪانيارو | قاضيءَ جو محتاج، قاضيءُ اڳيان ڪاڻ وارو |
| ٻوڏ | ويڻ (”ٻوڏ“ چوڻ) |
| ڀتون ڀَتين | قسمين قسمين، نموني نموني جو |
| جيُ | ”جيءُ“ چوڻ |
| تَنَ | اي منهنجا سرير |
| پيُ | پاڻي پيءُ، گڏ گهار |
| ڏُکندو ڏور | آزار، ڏک |

| ڏاڍو | وڏيڪ |
|---|---|
| مَٽِ | ڪنارو يا پاسو ڪر، ترڪ ڪر |
| حاصل | فائدو، حاصلات |
| ڪَٽِ | گذار، ڪاٽ |
| مُشتاق | عاشق |
| حُسناڪ | حسن وارو، حسين |

| | |
|---|---|
| 1<br>هَرَ هَرَ هَرائِي، وجڻ دَرِ دوستن جي؛<br>پاڙي ڏانهن پرينِ جي، اُچُ مَ اَوائِي!<br>اَلڙُ تِي آچِ مَ تون، واٽاڙن وائِي؛<br>لائيندءِ لَطِيفُ چئي، سُوران سَرهائِي؛<br>ڳُجهو ڳَالِهائِي، پرتِ وَٽجي پاڻ ۾. | دوستن جي در تي گهڙيءَ گهڙيءَ وڃڻ هلڪڙائي آهي. اي وسوڙا! محبوب جي گهٽيءَ ۾ تڪڙو تڪڙو نہ وڃ. اَڻ آزمودگار ٿي، واٽهڙن سان اها ڳجهہ نہ سل. پرين سورن يا عذابن ذريعي ئي توکي راحت بخشيندا. ڳجهي رهاڻ ڪري، پاڻ ۾ محبت ونڊڻ گهرجي. |
| 2<br>سُورُ جنين کي سَريو، سَري تن صحتَ؛<br>مِنِي مصيبت، آهي عاشقنِ کي. | جن کي درد پڙ پيو، تن کي چڱيلائي حاصل ٿي. عاشقن کي مصيبت پياري آهي. (سچي صحت سور ۾ ۽ سچي راحت مصيبت ۾ آهي.) |
| 3<br>جي پياري پاڻَ، تہ ڪَرهو تِي پاٽِي پئين؛<br>اَڳِي اِنَ نِياڻ، اَڻَ ڪونيو ڪونَ ڪِهڙي. | جي پرين توکي پاڻ پاٽي پياري تہ هوند اُٺ تي پاٽي پين (ڳچ پاٽي پين). ڪوبہ اڻ ڪوٺايل اڳيئي اِنهيءَ حوض ۾ ڪونہ ٿو گهڙي. (فيض اُنهن کي ٿو ملي، جن تي مرشد پاڻ مهر ڪري.) |
| 4<br>اَڻَ ڪِي عَيان نہ ٿئي، ڪِي پروڙي ڪونَ؛<br>سچِي جيهِي سونَ، منهن نہ پيئِي ماڙهُوئين. | اَڻ ڪيل ڳالهہ پڌري نہ ٿي ٿئي ۽ ڪيل ڳالهہ وري ڪو سمجهي نہ ٿو. هيءَ سون جهڙي سچي ڳالهہ ماڻهن کي آئڙي ئي ٿي. |
| 5<br>اَڻَ ڪِي عَيان نہ ٿئي، ڪِي پروڙي ڪونَ؛<br>سا سُونهِين ٿئي سونَ، اَمُرُ عطا جنهن جو. | اَڻ ڪيل ڳالهہ ظاهر نہ ٿي ٿئي ۽ ڪيل وري ڪو ٻجهي نہ ٿو. اِها سون جهڙي ڳالهہ اُنهن جي سونهون ٿيندي، جنهن جي انگ ۾ روحاني فيض لکيل هوندو. |
| 6<br>چِنَنِ توءِ مَ چِنُّ، پاءِ اُميري اُنِ سين؛<br>جي اَوگَڻ ڪَنِئِي، اَسُونهين! تہ تَون ڳُڻان ئِي ڳِنُّ؛<br>پاند جهليو تون پِنُّ، هن سُونهاري سَگ ۾. | جي توسان ناتو چني ڇڏين تہ بہ تون اُن کي ڇنل تند وانگر ڳنديندي اَچ. جي هو تو ۾ اوگڻ ڏسن تہ اي نڌر! تون اُن کي ڳڻ ڪري وٺ. تون پلاند پائي، هن سڳوري ناتي لاءِ وچي وٽن پن ڪر. |
| 7<br>نَمِي ڪَمِي نهار تون، ڏَمَرُ ڏولائو؛ | نمرتا ۽ ڪميا سان نهاري هل، ڇو تہ ڪاوڙ مان دک ۽ مونجهارو ٿو پلئہ پوي. جي تون اِنهيءَ پير تي پختو رهين تہ |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| **ٿِيَئِ ساجائو، جي اُپِئين اِنھِيءَ پيرَ تي.** | سچي ساڃھ حاصل ٿئيئي. |
| 8<br>**ڪَمُ! ڪَمَندن ڪٿيو، هارايو هوڙَن؛**<br>**ڇڪيو نہ چُوندَنِ، هو جو ساءُ صبرَ جو.** | صبر اختيار ڪر! صبر وارن ڪٿيو ۽ هوڏ ڪندڙن بازي هارائي. سخن چوندڙن، صبر جو سواد نہ ورتو آهي. |
| 9<br>**ڪَمَندَڙَن گهرِ ڪِين، چَوَندڙ چڱا نہ ٿيا؛**<br>**ويٺِنھُون ويڏُ پَئِي، هٿ نہ اَچي ڪِين.** | صبر وارن جي گھرن ۾ خير آهي ۽ سخن پٽيندڙن کي ڪابہ چڱائي حاصل نہ ٿي ٿئي. اجاين سخنن مان ڇيھو ٿو رسي ۽ انھن مان ڪي ڪين ٿو هٿ اچي. |
| 10<br>**هُوِ چَوَنئِي، تون مَ چؤ، واتان ورائي؛**<br>**اَڳُ اَڳِرائِي جو ڪري، خطا سو کائي؛**<br>**پاندَ ۾ پائي، ويو ڪِيني وارو ڪِينَ ڪي.** | جي اڳلا توکي ڪِي چون تہ تون موٽ ۾ ڪين واتان ڪي ڪين چئو. جيڪو بہ پھرين اڳرائي ٿو ڪري، سو ئي ڇيھي ۾ ٿو اچي. ساڙي وارو اِنسان ڪي ڪين حاصل ڪري. (پلاند ۾ ڪي بہ وجھي نہ ٿو وڃي.) |
| 11<br>**ڪِنين ڪِينَ پرائيو، ڪِيني منجهان ڪِين؛**<br>**جي هوءِ سَنَاٽِي سِيگ، تہ زِهَ ڇِني جوڪو ٿئي.** | ڪن بہ بغض مان ڪي ڪين حاصل ڪيو. جي ڪمان سخت ڇڪيل هوندي تہ اُنجي زہ (ڏور) ڇجڻ سان ضرب رسندي. |
| 12<br>**اَڻ چَوندَن مَ چؤ، چَوندَن ڇيو وسار؛**<br>**اَنئِي پهرَ اَدبَ سين، پَر اِهائي پارِ؛**<br>**پايو مُنھن مُونن ۾، غُربَتَ ساڻ گذار؛**<br>**مُفتِي منجھ وهارِ، تہ قاضيءَ ڪانيارو نہ ٿئين.** | نہ چوندڙن کي ڪجھہ نہ چئو ۽ چوندڙن جو ڇيو وساري ڇڏ. اَٺ ئي پھر نياز سان اِها روش وٺندو اچ. گوڏن ۾ ڪنڌ وجھي مسڪينيءَ سان گھار. اَندر ۾ فتویٰ ڏيندڙ (ضمير يا ووڪ) کي بيدار رک تہ پوءِ قاضيءَ جو محتاج نہ ٿين. |
| 13<br>**جِنين سَنديءَ "ٻوڏ" ۾، پَتون پَتين "جيُ"؛**<br>**تَنَ! تنين سين پِيُ، اوڏا اوڏي پَڪڙا.** | اي منھنجا جسم! جن جي "ٻوڏ" چوڻ ۾ طرحين طرحين جي "جيءُ" سمايل آهي، تن جي ويجهو پڪا اَڏي، وڃي انھن سان گڏ گھار. (لفظي: انھن سان گڏ پاڻي پيءُ.) |
| 14<br>**ويني جِنين وَٽ، ڏُکَندو ڏاڍو ٿئي؛**<br>**سا مَجِلس ئِي مَٽِ، جي حاصل هوءِ هَزارَ جو.** | جن جي ويجهو وهڻ سان مورڳو پيڙا وڌي وڃي، تن جي ڪچهريءَ کان ئي پاسو ڪر، پوءِ پل اُن مان هزار جو فائدو حاصل ٿئي. |
| 15<br>**وَيني جِنين وَٽُ، ڏُکَندو ڏُور ٿئي؛**<br>**تَنَ! تِنين سين ڪَٽِ، اوڏا اَڏي پَڪڙا.** | اي منھنجا جسم! جن جي ويجهو وهڻ سان، پيڙا لهي، تن جي ويجهو پنھنجا پڪا اَڏي، وڃي اُنھن سان ڪاٽ. |
| **وائي**<br>يار سڄڻ جي فراقَ، ڙِي جيڏيُون! آئُون مارِي!<br>دَرِ دوسَنِ جي ڪَئِين جو هوندا، مُون جيھا مُشتاقَ؛<br>جاتي ڪاتي محبوبن جي، آه حُسنَ جِي هاڪَ؛ | اي سرتيون! مان پرينءَ جي وڇوڙي جي ماريل آهيان. محبوبن جي در تي مون جهڙا ڪيئي عاشق هوندا. جتي ڪٿي پرينءَ جي سونهن جي هاڪ آهي. سپرين جي پيرن جي پٽيءَ جو ملھہ سڃاڻي، اُن کي اَکين جو خاص سرمو |

| **سُرمو سَهِي ڪر اَکين جو، خاص پريان جي خاڪ؛ عَبّدُاللّطِيفُ چئي، پرين اَسانجو همِيشه آ حُسناڪُ.** | چاڻ. شاه صاحب ٿو فرمائي تہ اسان جو جانب هميشہ حسن وارو آهي. |
|---|---|

# سر ڪنڀات

”سر ڪنڀاٽ“ کي ”سر ڪماچ“ بہ چوندا آھن. چون ٿا تہ اِھو نالو مٿس اِنھيءَ ڪري پيو آھي، جو گجرات جي ڪنڀاٽ شھر جي ھڪ مشھور گوئيي اُنکي رچيو ھو. ھي سر رات جو ڏھين بجي ڌاري ڳائبو آھي ۽ من کي آرام ڏيندڙ آھي.

رسالي ۾ ھن سر جو مضمون ٻن نمونن جو آھي: عاشقاڻو ۽ اَخلاقي. شاھ پنھنجي پرينءَ جي سونھن جي ساراھ ھئن ڪئي آھي: سندس حسن سان سھسين سجن ۽ چندن جي بہ جاءِ ناھي. مڙئي ستارا لالن اڳيان لڄي ٿيو، پاڻ لڪايو ڇڏين. جوھر جو جمال بہ جانب اڳيان جھڪيو ٿيو وڃي. چنڊ گھڻوئي سھڻو، پر اُنکي معشوق جھڙيون من موھيندڙ اکيون ۽ نزاڪت پريو نڪ ناھي. سندس چھري تي خط ۽ خال اِئين آھن، جئن آسمان ۾ تارن جي جھر مر.

شاھ پارسي شاعرن وانگر باد صبا کي نہ، پر چنڊ کي پنھنجو قاصد ٿو ڪري ۽ اُنکي سڄڻ لاءِ سنيھا ٿو ڏئي. اُن کان اڳ ڪيس تاڪيد ٿو ڪري تہ ”جانيءَ کي نينھن جو نياپو پوري نياز ۽ اَدب سان رسائج ۽ جھيڻو ڳالھائج“.

شاھ اِنسان جي من کي ڪرھي (اُٺ) سان ٿو ڀيٽي. ٻنھي جون خصلتون ساڳيون آھن. جئن چانگو چندن، اَگر، ڪٿوري ۽ ڪٽٿھار کان منھن موڙي، اَڪ ۽ لاڻيءَ ڏانھن لڙندو آھي، تئن اِنسان جو نفس بہ روحاني ڳالھين کان ڪنارو ڪري، ھميشہ بدڪارين ڏانن مڙندو آھي. اُٺ، پرينءَ ڏانھن پنڌ ڪرڻ جي نہ ٿو ڪري؛ اگر کي اوڏو نہ ٿو وڃي ۽ سر ڪنڌ جي سار نہ ٿو لھي. ياقوت جا ڳانا، موتين جي مالھا ۽ ريشم ۽ سون جي مھار پائينس، تہ بہ مَيو پنھنجي عادت نہ مٽيندو. اِنھيءَ ڪري نَير (زنجير) ۽ ڏانوڻ ئي چانگي لاءِ چڱا آھن. من بہ اھڙوئي مردود آھي، ۽ سڌرندو تڏھن، جڏھن جنيون ڪبيون ۽ چارئي پھر مٿس چاڙِي رھبو. ھڪ واريءَ نفس باز اَچي ويو تہ پوءِ اھڙو سڄاڻ ۽ سدورو ٿي پوندو جو ميچ ملي نہ اٿس تہ پرين وٽ پھتو ناھي. پوءِ سندس وڏو ملھہ آھي، ھو ھڪ اھڙي ولايت جا ھلي سير ٿو ڪري، جنھن جي چمن جي ھر ھڪ ڪاٽي ڪروڙ لھي ۽ جنھن جو ھرھڪ ڀن ڀنجين لکين آھي. مطلب تہ چڙواڳ من، شيطان وانگر پاڻ ڏانھن نيئيندڙ آھي، پر وس ۾ آندل من، ملائڪن وانگر عرش ڏانھن اُڏائيندڙ آھي.

سر ڪنڀات

# داستان پهريون

پرين سراپا پلائي آهن ۽ ڪڏهن بہ سر چڙهي ڏوراپو نہ ٿا ڏين. اِنسان، براين سان پريو پيو آهي، پر سڄڻ پاڇهارو ۽ سهنڊڙ آهي. چوڏس جو چنڊ سهسين سينگار ڪري تو اُيري، پر سپرينءَ جي سونهن سان سندس مقابلو ناهي. چنڊ جي ساري چمار دوست جي هڪ دم برابر آهي. سهسين سورج ۽ چنڊ ايرن تہ بہ پرينءَ ڪان سواءِ مڙيوئي اونداهي آهي. چنڊ ڪڏهن سوڪيم اُيري، ڪڏهن ڳچ، سڄڻ نت سوجهرو آهي. چنڊ جي ذات ڪڏهن بہ پرينءَ سان پڙڻ جهڙي ناهي. پرينءَ جي هڪ ئي ناز واري نظر سج، چنڊ ۽ تارن کي شرمسار ۽ جوهر کي جهڪو ڪيو ڇڏي. جهڙي چمڪ سهيل تاري ۾ اَسر جو آهي، تهڙي صافي هميشہ سڄڻ ۾ آهي. سپرينءَ ۾ ماڪي جي ميٺ آهي ۽ هو ڪڏهن بہ ڪئوڙا ٽيڻ جا نہ آهن.

| مشڪل لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| سِر چڙهيو | منهن مقابل ٿي |
| مَديون | بديون، بڇڙايون |
| سَجاين | پلاين |
| آڏت | پيغام، سنيهو |
| هيڪاندي هوئي | اڪيلي ويٺل |
| سانگُ | وصل ماڻيندڙ، گڏ ويٺل |
| هيڪاندا | گڏ |
| سيڻ | سپرين |
| وماسِيا | سنجيندا ۽ فهميندا |
| ويڻ | سخن |
| تارِيءَ | آسري |
| پوُن | پٽ، ميدان، زمين |
| پَلَ | مهر، پرينءَ جي پلائي، همٿ |
| آهرَ | وٿاڻ (آهار=کاڌو)، قوُت |
| ايلاچيون | قوتا |
| توئي سين | توسان ئي |
| هاهُر | هونگار، آواز |
| ڪِجايوُن | پوسرايون |
| ڪَرَنِ | حاسدن، بدڪارن، مدخواهن |
| چوڏهينءَ | چوڏس جا چنڊ |
| پلڪَ پِريان | پرينءَ جي هڪ پلڪ سان |

| | |
|---|---|
| پَڙين | مٿ نہ ٿيل |
| باالله | ڏٺيءَ جو قسم |
| ري پرينِ | پرينءَ کان سواءِ |
| پاڙيان | مٿ نہ سمجهان |
| مَني | بري ڳالهہ، خراب وارتا |
| ڳُچ | وڏي روپ ۾ |
| شاخون | سورج جا ڪرڻا |
| ڪُوماڻو | جهڪو ٿي ويو، ڏڪاڻجي ويو |
| قَمَرُ | چنڊ (عربي ۾) |
| تارا ڪَتِيوُن | تارن جو ميڙ، ثريا، پروين |
| تائِب ٿيا | پيش پيا |
| ڏيکيندي | ڏسندي |
| جَوَهَرُ | گوهر، جواهر |
| جَمالَ | سونهن |
| تيليءَ روءِ | تهڙيءَ ريت |
| لُڏا | سهيل تارو، جو اسر جو نهايت چمڪندڙ هوندو آهي |
| لالَن | اي سهڻا دلبر! |
| صافي | چمڪ، پهڪ |
| تيلاهين | تنهن ڪري، تنهن ڪارڻ |
| جيڏاهين | جيڏانهن، جنهن طرف |
| تيڏاهين | تيڏانهن، تنهن طرف |
| مَنڊ | ميٺ، شيريني |
| تِروڪِڻيون | ننڍيا تر ۽ حال |
| ڦُلڙيون | ننڍيون ڦليون |
| ڪوءِ | ٻن پون |
| پرينءَ پچاڻا | پرينءَ جي وڃڻ کان پوءِ، پرينءَ بنا |
| وَهلي | جلد، ترت |
| وَنءُ م وهامي | وهامي نہ وڃ |
| رائينديس | ريجهائينديس |
| شمع | ٻئَي |
| شب | رات |
| ڪامي | جلي، سڙي |

| بابُوئن | سنياسين |
|---|---|
| باه | دونهي |
| پرت | پريم، پريت |
| پتيم | پريتم، سپرين |
| ڪِينَ پروڙي | ڪين سمجهي |
| عامي | عام خلق |
| دوامي | دائمي |
| سَيد | سردار يعني پيغمبر صاحب |
| خامي | اوڻائي، ڪچائي |
| لَنئُو | سڪ، محبت |
| مُدامي | هميشہ |
| لَنئُو اِنهيءَ لامي | انهيءَ محبت ڏانهن مائل يا لاڙو رکندڙ |
| ڪاري سا قِيامَ | ساڪاري قيامت |
| سنئَين | سنهنجي ۽ سڌي |
| حامِي | مددگار، حمايت ڪندڙ |
| تَنهين | اِنهيءَ دنيا ۾ گهارڻو اٿم |
| سامِي | جوڳي، سوامي |

| | |
|---|---|
| 1<br>يَلا ئي آهِينِ، پرين يَلائِيءَ پانهنجي؛<br>سَباجها سِر چَڙهيو، ڏوراپو نہ ڏِينِ؛<br>مان ڏي مَديُون تِينِ، سَجَڻ سَجايِن ۾. | پرين پنهنجي ڀلائيءَ جي ڪري سراپا (سمورا) ڀلائي آهن. هو ڀاڄهارا ڪڏهن بہ منهن مقابل تي، ڏوراپو نہ ٿا ڏين. منهنجي طرف برايون ئي آهن، پر سڄڻ پاڻ ڀلاين سان ڀريل آهن. |
| 2<br>تون چَندَا! اُهوئِي، جو هُت پَسِين ٿو پِرينءَ کي؛<br>آڏتُ چيئج اُنِ کي، ڏِيانءِ جو روئِي؛<br>هيڪانديءَ هوئِي، سانگُ مَ پَوي سَڄَڻين! | اي چنڊ! تون اُهوئي آهين، جو هُتي پرينءَ کي پيو ڏسين. جو سنيهو توکي روئي ڏِيان، سو پرينءَ کي سڻائج. هن هيڪلائيءَ (يا وصل) ۾ ويٺل وٽان، شل پرين پري تي، سفر تي هليا وڃن. |
| 3<br>مَرُ هيڪاندا هُونِ پرين، سانگ مَ وڃن سيڻَ!<br>رهيا آهِينِ روحَ ۾، نتُ جِنين جا نيڻَ؛<br>وِماسِيا جن ويڻَ، ٿو تارِيءَ تَڳي تِنِ هِنئون. | شل اُهي پرين نت گڏ هجن ۽ ڪنهن سانگي سفر تي نہ وڃن، جن جون اکڙيون منهنجي روح ۾ هميشہ پيئون وسن. جن سڄڻن جا سخن سنجيدا ۽ فهميدا آهن، تنهنجي آسري ئي منهنجي دل تڳي پيئي. |
| 4<br>رات سَهائِي، يُون سَنئِين، يائِي! گُهرجي يَلُ؛ | رات سهائي ۽ پٽ سڌو ئي سڌو آهي. اي ڀائو! هتي مهر (يا همت) گهرجي. اي اُت وٽاڻ ۾ ايلاچيون |

| آھُرَ ۾ ايلاچِيُون، چَندَن چَرِي چَلُ؛<br>مون توئِي سين ڳالهڙِي، ٻئِي ڪَنهين مَ سَلُ؛<br>هاهُرَ ڪندو هَلُ، تہ ڪِجَايُون ڪَرَنِ ڪي. | (ڦُوٽا) ۽ چندن چري هل. منهنجون توسان ئي ڳالهڙيون آهن، جن جو ٻئي ڪنن کي اَنت نہ ڏج. هونگار ڪندو هل تہ رقيبن (حاسدن) کي جکايون. |
|---|---|
| 5<br>چوڏهينءَ چَندَ! تون اُپرين، سَهسين ڪَرئين سينگارَ؛<br>پَلَڪَ پريان جي نہ پڙين، جي حِيلَنِ ڪَرئين هَزارَ؛<br>جهڙو تون سَڀَ ڄَمارَ، تهڙو دَمُ دوسَت جو. | اي چوڏس جا چنڊ! تون سهسين سينگار ڪري، نروار ٿو ٿين؛ پر تون پرينءَ جي صحبت جي هڪ دم برابر ٿي نہ سگهندين، توڙي ڪٽي هزارين حيلا هلائين. جو جلوو تو ۾ ساري عمر (اَول کان آخر تائين) آهي سو محبوب جي هل پل جي سوجهري ۾ آهي. |
| 6<br>سهسين سِجَنِ اُڀري، چوراسِي چَندَنَ؛<br>باللہ ري پِرِيَنِ، سَڀَ اُونداهِي ڀانئِيانَ | سهسين سورج ۽ چوراسي چنڊ اُڀرن تہ ٻہ سائينءَ جو سنهن! تہ پرينءَ بنا جيڪر ساري خدائيءَ کي اونداهي سمجهان. |
| 7<br>چَندَ! تنهنجِي ذاتِ، پاڙيان نہ پرِيُنِ سين؛<br>تُون اَڇو ۾ راتِ، سَڄَڻَ نِتُ سَوجِهرا. | اي چنڊ! تنهنجي حسن ۽ خوبيءَ کي سپرينءَ جي سونهن ۽ سوڀيا جو مٽ نہ ٿو سمجهان. تون رڳو رات جو ٿو ڀهڪين، اسانجو پرينءُ ٻارهوئي پيو ڀهڪي. |
| 8<br>چَندَ! چوانءِ سَچُ، جي مَنِي نہ ڀانئِين؛<br>ڪَڏهن اُپرِين سَنهڙو، ڪَڏهن اُپرِين ڳَچُ؛<br>مُنهَن ۾ ٻَرِيئِي مَچُ، تو ۾ ناهِ پيشانِي پِرِينءَ جِي. | اي چنڊ! سچ چوانءِ، جي ٻري ڳالهہ نہ سمجهين. ڪڏهن سوکيم تہ ڪڏهن سرس ٿو اُڀرين. تنهنجي چهري ۾ چمڪ آهي، پر پرينءَ جو سهڻو مستڪ (نراڙ) توکي ناهي. |
| 9<br>ڪَٽِي نيڻَ خُمارَ مان، جان ڪيائون نازُ نَظَرُ؛<br>سُورجَ شاخُون جهڪِيُون، ڪُوماڻو قَمَرُ؛<br>تارا ڪَتِيُون تائب ٿِيا، ديکِيندي دِلبَرُ؛<br>جَهڪو ٿِيو جَوهَرُ، جانِبَ جي جَمالَ سين. | جڏهن نشيلا نيڻ کٽي، ناز واري نظر اُڇليائون، تڏهن سورج جا ڪرڻا جهڪا ٿي ويا ۽ چنڊ ڪومائجي ويو. پرينءَ کي پَسندي ئي تارا ۽ ڪتيون اَدب سان پيش پيا. سپرينءَ جي اَکيان جوهر جي جوت بہ جهڪي ٿي ويئي. |
| 10<br>تارا تيلِيءَ رُوءِ، لُڏا لالَنَ! اُپرين؛<br>جَهڙِي تو صُبوحِ، تَهڙِي صافِي سَڄَڻين. | اي سهڻا سهيل تارا! تون بہ تهڙيائي ريت (معشوقي ناز سان) ٿو اپرين. جهڙي چمڪ تو ۾ پره وقت آهي، تهڙي ئي اَڇائي هميشہ اسانجي سپرينءِ ۾ آهي. |
| 11<br>توڏانهن گهڻو نِهاريان، تارا! تيلاهِين؛<br>سَڄَڻُ جيڏاهِين، تون تيڏاهِين اُپرين. | اي تارا! مان توڏانهن اِنهيءَ ڪري گهڻو نهاريان، جو جنهن پار منهنجو پرين آهي، تنهن پار ئي تون ٿو چمڪين. |
| 12<br>هُنَ تاري، هُنَ هَندِ، هُت منهنجا سُپرين؛<br>سَڄَڻَ ماڪِيءَ مَندِ، ڪَوڙا ٿين نہ ڪَڏهِين. | منهنجو سپرين هن ڏورانهين تاري هيٺ آهي. منهنجن محبوبن ۾ ماکيءَ جو ميٺاج آهي هُو ڪڏهن بہ ڪُئوڙا ٿيڻ جا نہ آهن. |

| 13<br>تارا، ترَ، تِروڪِٽيؤن، مَٿِن ڦُلَڙيُون؛<br>ڪوءِ! سي راتَڙِيُون، جي مون پِرينءَ پُڄاڻا پيئِيُون. | پرينءَ جي منهن تي سنها ترَ خال ۽ ڦليون آهن. ۽ پون اُهي راتيون، جي پرينءَ ري گهارٽيون پون. |
|---|---|
| وائي<br>وَهلِي وَنءُ مَ وِهامِي! رَهُ رات! رائِينديس پرينءَ کي.<br>شَمع ٽِينديَس شَبَ ۾، اِن خوشيءَ ڪان ڪامِي؛<br>بابُوئن سندِي باه جِئَن، ٻَران شال اُجهامِي!<br>پِرتِ جا پِيتَم جِي، سا ڪِينَ پروڙِي عامِي؛<br>مونکي مون پِريُن جو، آهي دَردُ دَوامِي؛<br>آهيان يارُ سَيَّدَ جو، ڪانَ رهِي ڪا خامِي؛<br>هُوءَ جا لَنؤُ لَطِيفُ چئي، مونکي آهي مُدامِي؛<br>روشَنُ ٽِيان رُجُنِ ۾، جي هُئان لَنؤُ اِنهيءَ لامي؛<br>ڪارِي سا قِيامَ سَنئِين، هوتُ جنهنجو حامِي؛<br>آيَم تَنِهين لوڪَ سان، جيسِين مان چَوَن سامِي. | اي رات! تون ترس، ستت ئي وهامي نه وڃ. مان پنهنجي پرينءَ کي ريجهائيندس. مان اِنهيءَ خوشيءَ وچان رات جو جلي، خود شمع تي پونديس. مان شل جوڳين جي دونهيءَ جيان اُجهامي وري پيئي ٻران. پرينءَ لاءِ جا پريت اٿم، سا عام ماڻهو نه ٿا پروڙين. مون کي دلبر جو دائمي درد لڳل آهي. مان سيد سڳوري (نبي سڳوري) جو دوست آهيان. هاڻ مون ۾ ڪابه ڪچائي نه رهي آهي. هُوءَ جا سچي لنئو آهي، سا مونکي هميشه لڳل آهي. جي اِنهيءَ محبت ڏانهن نت مائل هجان، ته رڃن ۾ به جيڪر پيو ٻهڪان. جنهن جو ساٿي سڄڻ آهي، تنهن لاءِ ڪاري قيامت به سهنجي آهي. خلق سان تيسين گهارڻو اٿم، جيسين مونکي سوامي (پورو تارڪ يا تياڳي) ڪري سڏين. (جيسين روحاني سردار مونکي پورو تارڪ ڪري تسليم ڪن.) (هتي شاه صاحب، قيامت ۽ پيغمبر صاحب جي شفاعت ڏانهن اشارو ڪيو آهي.) |

سر ڪنيات

# داستان ٻيو

اي چنڊ! تون اُپرندي ئي، پهرين نهار پرينءَ ڏي ڪج، ۽ جهيڻي آواز ۾، اسان هيڻن جا احوال ڪيس ڏج. سڄڻ ڪنهن ڏورانهين ڏيهه ۾، چوٿا چندن سان واسي، ٽدي هير ۾ سُتو پيو آهي. پرت ۾ پچنڊڙ اُتي نه پيرين پنڌ ٿو پهچي سگهي، نه اٿس ڪو ڪرهو يا ڪيڪان (گهوڙو)، جنن تي چڙهي، وڃي اَسر جو ڪيس پسي. اُٺ به ڪڏارو آهي. ڳلن جي جاءِ تي ٻڌينس توڙي آهر ۾ چندن ڏينس، ته به لڪيو وڃيو لاٽي ڪائي. ياقوتن جي مالها پائينس توڙي موتين جي مهار، ته به پنهنجون بڇڙيون خصلتون ڪونه ڇڏيندو. نفس (من) به اِئين آهي. اُٺ کي پئَد وجهبو ۽ مٿس پلاڻ رکبو ته هونگار ڪندو هلندو ۽ پرينءَ وٽ پهچڻ ۾ ويرم ئي نه ڪندو. من کي چيڪ ڇڏبو ته هاچا ڪندو، پر جي نِير (زنجير) وجهبس ته اُڏامي هلي روحاني ولايت جا سير ڪندو.

| معنيٰ | مشڪل لفظ |
|---|---|
| اپرندي | ناسِيندي |
| ضعيفن، نماڻن | عاجِزن |

| آکِج | چئج |
|---|---|
| لَگِ الله | خدا جي واسطي |
| جهيڻو | عاجزيءَ يا حليمائيءَ سان |
| ولهَ | ڪليل ۽ ٿڌي هوا |
| چوٽا پري | وار واسي |
| ڪَپُور | چندن سان |
| پيرين | پيرن سان پنڌ ڪري |
| پُڄڻي | پهچڻ واري |
| بابَلَ | بابل، پيءُ |
| بوُر | پوُر (پوري رنگ جو يعني اٽ) |
| اَسوُرِ | اسر جو |
| سَنجهي | سنجهيئي، سويل ئي |
| سَجَڻَ سيٽيان | پرينءَ ڏي ڪاهيان |
| هيڪاند | وصل، ڳڏجاڻي، ميڙائو |
| مُشتاقن | عاشقن |
| ڪِي | ڪي |
| رَنجائي | آزار، پيڙا |
| ڏيساندَرَ | ڏيساور ۾ |
| ڳِرَهِيان | اوريان، سليان |
| هِنئَڙي | هردي، دل |
| سارِيا | ياد ڪيا، سنياريا |
| هير | هيئنر |
| لالن | اي محبوب |
| وروُنهڻ ويرَ | رهاڻ جي موڪل |
| ڪَرَهو | اُٺ |
| ڪيڪانُ | گهوڙو |
| رَساڻي | رسائي |
| وَهيڻو | وس ۾ |
| نِيڻَ نچوئيان | نيڻن مان نير هاريان |
| ڪَسَرَ | ڏرائي، گيسر، سستي |
| وَڏَندي | تڪڙي |
| وَڳُ | ولر |
| لاڻي | ڪارو گاهه |

| اُناءِ | ڪٿي هل، هل |
|---|---|
| هونديءَ رات | هن رات ئي |
| مِڙوُن | گڏجون (پرينءَ ڪي) |
| ڪَنواٿَ | اي جوان اُٿ |
| وِنگي | ڏنگي |
| جهوري | گيسر، ڍرائي |
| جهاٿ | سٽ، تکي ڪاهه |
| مانَ | من، شل |
| ڪُڏاتوُرو | ڪلچٽو، بچڙو |
| ڳوڙها ڪيو | منجهايو، پريشان ڪيو |
| جَرَ پٽيوُن | جل ٿل، پاڻي ۽ پٽ |
| ڪَٿَ | فڪر، ڳڻتي |
| سَٿَ | ڪچهري، منزل |
| نيئي ميڙئين | ڪٿي هلي ملائين |
| ڳِلِ ڳانا | ڳچيءَ ۾ ڳانا (اُٿ جي سينگار لاءِ پٽ سان جڙيل ڪوڏن ۽ شيشن جون پٽيون) |
| مالَ | مالها |
| ڪَديفي | ريشم |
| هيدي | مهار |
| حال | هڪدم |
| جالَ | جام |
| چوٽيون | مکڙيون، ڪچڙيون، ٽاريون |
| نايو | نمايو |
| منديءَ ڏار | ميندي جون ٽاريون |
| سَندي پي | پرينءَ جي پيچري تي |
| نائُڪ | تير |
| نانگو | اگهاڙو اُٿ |
| رَند | پيچري يا واٽ تي |
| مَنجههين | ولر منجهه |
| ڪَٿوريءَ ڏار | ڪٿوري (مشڪ) جون ٽاريون |
| پَدَر | چٽو، صاف |
| پَڳَ | پير جو نشان |
| نہ لَڳ | نہ ٿو لڳي |

| اَڳِينءَ ڏار | اڳين هلت |
|---|---|
| نہ ڪر | اچڻ جي نہ ڪر |
| پاهوڙي پچار | توبري جي تمنا |
| چِنائين | چريائين |
| وهُ | وڪہ زهر |
| ماڪَائي | شوق يا ڪڏ ڪري |
| ڪيٽ ڏٽِيُنِ | پوک جي مالڪن |
| وِڏوُڙا | ڏمريا |
| واهِي | نگهبان |
| ڪاڪَت | طاقت |
| نہ وائي | زبان مان حرف نہ اُڪليس |
| سيٺَ | رسيون |
| سُوَٽَ | پختيون |
| واس وَرنيوُن | سرهيون |
| پَهريوُن | پڪڙجي ويئون |
| چَٽ | ذائقو |
| پَئِدَ | زنجيرہ ڏانوڻ |
| پَئِدَ | زنجير |
| پَلَڻَ | روڪڻ سان |
| ليڙو | اُٺ |
| نِيَرَ | زنجير |
| نئِين | نمي. نئڙي |
| اوباهيوس | نوبنو ڪري پيرن تي بهاريوس |
| اَئِين | توهين |
| لُطف ساڻ | مهر سان |
| اُلَهي | مٿان لهي |
| وهاٽيا | هوش ڪان ڪڍيا |
| آرِ | محبت |
| پوُجَ | جام |
| اَڙائِينس | رسي سان ٻڌينس |
| چيڪَ | آزاد بي مهار |
| ڪِڙيو وڃي | ٿهيو وڃي |
| پَلاٽي پائِينس | ٻار وجهينس (جئن ٿاه لهيس) |

| ڏانوڻِ | نوڙي |
|---|---|
| ڏائِينسِ | ٻڌينس |
| چنگهي پٽوُ | رنيندو وتي |
| ڏُودَ ستي | اڳين ٽنگن کي ٻڌڻ جي نوڙي |
| ڏُوپيرَ | پوين ٽنگن کي ٻڌڻ جي نوڙي |
| سَنگهر | زنجير |
| ڦُلنِ | تازن گلن کائڻ جي عادت |
| ڪامڻ | جادو |
| مؤُنهين | مون ئي |
| ڀَنيو لِئين | ڀنيلجي وئين |
| اکيا | ڪوپا |
| پڙَ | گهاٽي ۾ |
| ڪِ | ڪئين |
| ڪَنَٺَهارَ | اڇا گل |
| چوپا ڪري | ٽوڪارون ڪري |
| اگَرَ | سرهي وڻ جي ٽاري |
| سرڪندَ | چندن |
| لَغارَ | چشڪي |
| مَيا | اي اُٺ |
| موڪَ | جالارو پاڻي، وهندڙ ۽ اجهل پاڻي |
| ٽُڪيو | ٽوڪاريو |
| ٽوڪَ | لذيذ ڪاڌو |
| وچان لوڪَ | ساري جهان ۾ |
| کَهڙي اکر | ڪهڙي سبب |
| جِئان | جتان |
| ڪوڙِ | ڪروڙ |
| ماڳاءِ | ماڳان، هنڌان |
| لَکِ | لکن جو، لک لهندڙ |
| ايلاچيون | ڦوٽا |
| آهُرَ | ڪاڏي ۾ |
| پوُجَ | جام، مئُو |
| مَيي | اُٺ |
| پاءِ | وجهه |

| ڪَٿَ | ڳڻ ڳوت |
|---|---|
| جهُ پَلاٽيو | جان ئي پلاٽيو |
| پرِينءَ مڙِي | پرينءَ کي ملي |
| سَڌين | سڪٽين سڌن يا خواهشن |
| سيڻَ | پرين |
| نہ هوُن | هڪيا حاضر نہ ٿين، ملن |
| مَرُ | بيشڪ، ڀل |
| تَڙِئين | تڙي ڪڍين |
| توءِ | تنهن هوندي بہ |
| مُشاهِدو | ديدار |

| | |
|---|---|
| 1<br>ناسيندي نِگاهَ، پهرين ڪج پرين ڏي؛<br>اَحوالَ عاجزن جا، آکج لِڳَ اللهَ؛<br>روزُ نِهارِين راهَ، اَکيُون اوهانجي آسِري. | اي چنڊ! تون اُڀرندي ئي پهرين نظر پرينءَ ڏي ڪج. ڏٺيءَ ڪارڻ هنن نماڻن جا احوال سڻائج: ”هو هر روز اوهانجي واٽ پيا تڪين ۽ اوهان جي آسري تي ئي هو اکيون کڻي پيا نهارين.“ (يا ”هنن جون اکيون اوهان جي انتظار ۾ راه پيئون تڪين.“) |
| 2<br>چڱا چَنڊَ! چَئيجِ، سَنيها کي سَجَڻين؛<br>مَٿان اَڱڻ اُڀِري، پِريُنِ جي پَئيجِ؛<br>جهيڻو ڳالهائيجِ، پيرين وجِهي هَٿڙا. | اي پيارا چنڊ! پرينءَ کي اسان جا پيغام پهچائج. سندن اڱڻ مٿان مهڪي، ۽ سندس پيرن تي هٿ رکي، نهايت نرمائيءَ سان ڳالهائج. |
| 3<br>اُڀرُ چَنڊَ! پَسُ پرين، تو اوڏا، مُون ڏُورِ؛<br>سَجَڻَ سُتا ولَهَ ۾، چوٽا پَري ڪَپُورِ؛<br>پيرين آئُون نَہ پُڄِي، بابُل ڏِئي نہ بُورِ؛<br>جنهن تي چڙهِي اَسُورِ، سَنجهي سَجَڻَ سِيڻيان. | اي چنڊ! تون اُڀر ۽ اُٿي پرينءَ جو درشن ڪر؛ هو توکي ويجهو آهي پر مون کان پري. محبوب، وارن کي چندن سان واسي، ڪلي هير ۾ سمهيا پيا آهن. مان پيرن سان پنڌ ڪري وٽن پهچڻ جهڙي نہ آهيان ۽ بابل ڪو اُٺ بہ نہ ٿو ڏئيم؛ جنهن تي سوار ٿي، اَسر جو سويري ئي پرينءَ جي پار ڏي ڪاهيان. |
| 4<br>ڏَٺي! ڪَريندين ڪَڏهِين، حياتِيءَ هيڪاندَ؟<br>مَنَ ۾ مُشتاقَن جي، ڪي رنجائي راندِ؛<br>پِرين ڏيساندَرَ پاندِ، ڳُجهہ ڳُرهيان ڪن سين؟ | اي ڏٺي! تون ڪڏهن هن حياتيءَ ۾ منهنجو ساڻن ميلاپ ڪرائيندين؟ عاشقن جي اَندر ۾ عشق جي آزار راند رچائي آهي. مان ڪن سان ويهي اَندر جو ڳجهو حال اوريان؟ |
| 5<br>هنئَڙي سَجَڻَ سارِيا، ڪٿي هُوندَم هيرَ؟<br>اَچِي لالَنَ! نہ ڏِئين، مَٿي پَلَنگَن پيرَ؟ | منهنجيءَ دل، پرينءَ کي سنياريو آهي. هينئر هو ڪٿي هوندا؟ اي پرين! تون منهنجي پلنگن تي نہ ٿو اچي پير ڏرين؟ هينئر رهاڻ جي مهل ٿي آهي. مان ڪنهن سان اَندر جو حال اوريان. |

| | |
|---|---|
| تِي وِرُونهڻ ويرَ، ڳُجھ ڳَرِهيان ڪن سين؟ | |
| 6<br>ڪَرَهو نہ ڪيڪانُ، پيرين آئُون نہ پُڄڻي؛<br>جو مون راتِ رَساڻي، نيئِي ساجَنَ ساڻَ؛<br>مُون نہ وَهِيڻو پاڻُ، وينِي نيڻَ نِچوئِيان. | نہ اُٺ آتم نہ گهوڙو، جو مونکي هلي رات جو پرينءَ وٽ پهچائي. پيرن سان پنڌ ڪري مان پهچڻ جهڙي نہ آهيان. مان پنهنجي وس ۾ نہ آهيان. مان ويٺي اوسيڙي ۾ نهاريان. (يا نيڻن مان نير هاريان.) |
| 7<br>ڪَرَها! ڪَسَرَ ڇَڏِ، وِڪَ وَڏَندي پاءِ؛<br>منهنجو هلڻ اُتهين، جِتي جانبَ جاءِ؛<br>توکي چَندَنُ چارِيان، ٻيو وَڳُ، لاڻي ڪاءِ؛<br>اِئين اُٺَ! اُناءِ، جِيئن هوندِيءَ رات هُتِ مڙُون. | اي اُٺ ڊِرائي ڇڏ! تڪڙي وک وڌاءِ. منهنجو هلڻ اُتي آهي، جتي جانيءَ جي جوءِ آهي. مان توکي اُتي چندن کارايان، جتي ٻيو سارو ولر لاڻي پيو کائي. اي اُٺ! مونکي اِئين ڪٺي هل، جئن هلندڙ رات جو ئي هلي هتي پرينءَ سان ملون. |
| 8<br>ڪَسَرَ ڇڏ ڪَنواٺَ! وِڪُون وِجھُ وَڏَندِيُون؛<br>سَنئِين سُپيرِيُنِ جي، وِنگِيَ ڀانءِ مَ واٺَ؛<br>ڇَڏ جهوري، ڏي جهاٺَ، تہ هوندِيءَ رات هُتِ مڙُون. | اي ڳيرو اُٺ! تڪڙيون وکون کڻندو هل. محبوب جي سنئين ۽ سهنجي راه کي ڏنگي ۽ ڏکي نہ سمجھ. اُجهامڻ کي ڇڏ، سٽ ڏيئي هل، جئن هلندڙ رات جو ئي محبوب سان هلي ملون. |
| 9<br>آڻي ٻَڌُم وَڻَ جاءِ، مانَ مُڪرِيُون چَري؛<br>ڪَڏاتُورو ڪَرَهو، لِڪيو لاڻي ڪاءِ؛<br>اِنَ مَئِي سندي، ماءِ! مُون ڪِي ڳالهڙين ڳوڙها ڪيو. | گلن جي وڻ سان اچي ٻڌومانس، تہ من مڪريون کائي. ڪلڇڻو اُٺ لڪيو ڇپيو وڃيو لاڻي کائي. اي جيجل اِنهيءَ اُٺ جي ڪرتوتن منهنجون متيون منجهائي ڇڏيون آهن. (هتي اِشارو اِنسان جي من ڏانهن آهي.) |
| 10<br>مَيا! مَجُ مِنتَ، اَڄ منهنجي ڪَرَها!<br>جهاڳِيندي جَرَ پَٽيُون، مَتان ڪَرئين ڪَٽَ؛<br>سُپيرِيان جي سَٽَ، مُون ڪي نيئِي ميڙئين. | اي اُٺ! اڄ تون منهنجي وينتي مڃ. واهڙ ۽ ميدان جهاڳيندي، متان ڪا ڳڻ ڳوت ڪرين. مونکي هلي پرينءَ جي ڪڇهريءَ سان ملاءِ. (هتي من کي وينتون ڪيون ٿيون وڃن ۽ پوءِ لب آچيا ٿا وڃن.) |
| 11<br>ڳَل ڳانا ياقُوتَ جا، موتِيُن ڳُتيَس مالَ؛<br>ڪَڍِيفي جِي ڪَرَها! هيڊِي پايَنءِ حالَ؛<br>چَندَنُ چارِيَنءِ جالَ، جي مُون رات رَساڻئين. | اي ڪرها! ڳچيءَ ۾ ٿهہ پهہ ياقوتن جو هار ۽ موتين ڳتي مالها ۽ ريشمي مهار پايانءِ ۽ ڳچ چندن چاريانءِ، جي تون مونکي هلي رات جو پرينءَ وٽ پهچائين. |
| 12<br>مَيا! تو مَهارَ، سِڄي پايان سونَ جي؛<br>چارِيَنءِ چَندَنَ چوٽِيُون، نايو مينديءَ ڏارَ؛<br>سَندِي پِيَ پَچارَ، جي مُون رات رَساڻئين. | اي چانگا! توکي سڄي سون جي گهڙيل مهار پايان، چندن جون مکريون کارايانءِ ۽ مينديءَ مٿان جهڪائي، اُنجون ٽاريون چاريانءِ، جي تون رات جو هليءِ، مونکي پرينءَ جي پيچري لائين. |
| 13<br>اُٺُ نہ وِڃِي وَڳَ سين، چَري نہ چانگو؛<br>لَڳِيسِ نانُڪَ نِينهَن جِي، نِهوڙِيو نانگو؛ | اُٺ ولر سان گڏ وڃي نہ ٿو چري. ڪيس محبت جي ميخ لڳي آهي، جنهن هن نانگي کي فنا ڪري ڇڏيو آهي. هو هاڻ سر جو سانگو لاهي، پرينءَ جي راه ڏانهن ٿو هلي. |

| چَڏِي سِرَ سانگو، رڙهي رَندِ پِرين جي. | |
|---|---|
| 14<br>وهي مَنجهـهين وَڳَ، ڪَٿُورِيءَ ڏارَ چَري؛<br>مَاءِ! منهنجي ڪَرَهي، پَڌَرِ پَڳَ نہ لَڳَ؛<br>جَڳَ سين جهڙو جَڳَ، هِنئين سين هُتِ چَري. | هاٿي اُٺ وڳر منجهہ ئِي تو وهي ۽ ڪٿوري جون ٽاريون تو چري. اي اَمڙ! منهنجي اُٺ جو ڪوبہ ظاهر ظهور نشان نہ ٿو پسجي. جهان سان جهان جهڙو آهي ۽ اَندر ۾ هتي (پرينءَ وٽ) ٿو چري. (سڌريل من ڏانهن اشارو) |
| 15<br>اَج نہ اَڪِينءَ ڍِارَ، ڪَرَهو جيئن ڪالهہ هو؛<br>اَڱڻَ آيو نہ ڪري، پاهوڙي پَچارَ؛<br>جيڪُسِ مَنجهہ قَطار، ڪا وَلِ چِنائين وِهُ جي. | اُٺ اَج اڪِين ڍِار (روش) تي نہ آهي، جئن ڪالهہ هو. اڱڻ ۾ اَچي، توبري جي بہ تمنا نہ ٿو ڪري. شايد وڳر سان وڃي، ڪنهن زهري وَل جي چش ورتي اٿس. (من اَج وري ٿڙيل ٿو لڳي. سندس شيطاني سياءُ وڃڻ جو نہ آهي.) |
| 16<br>مَيي ماڪائِي، وڌو واتُ وَلِيُن کي؛<br>خَبَر تِي ڪيٺَ ڏَٽيُنِ کي وِڏُوڙا واهِي؛<br>ڪَرَهي ڪاڪَتَ چِڏِي، وَرِيسِ نہ وائِي؛<br>چانگي چَرِيائِي، ويئِي ويچاري وِسرِي. | ڪرهي ڪڌ پئَي، وڃي وَلين ۾ وات وڌو. اِها سڌ ڀنين جي مالڪن کي پيئي ۽ اِنهيءَ تي سندس رکپال بہ ڏمريا. ميي جو سارو ست نڪري ويو آهي ۽ وات مان ڪا هونگار نہ ٿي نڪريس. ويچاري اُٺ کي سموري مستي وسري ويئي آهي. |
| 17<br>وَٽِي سيٺَ سُوَٺَ، پاءِ پنهنجي ڪَرَهي؛<br>وَلِيُون واسَ وَرنيُون، پَهرِيُون مَٿي پَٽَ؛<br>چانگي چَٽِي چَٽَ، تہ پوءِ نہ رَهَندو پَئِدَ ري. | مضبوط نوڙيون وٽي، پنهنجي اُٺ کي پاءِ. سرهيون وليون پٽن تي پکڙيون پيئون آهن. چانگي جي چشڪو ورتو تہ پوءِ بنا ڏانوڻ جي رهڻ جي نہ ڪندو. (من جي هڪ واريءِ ضابطي اَندر رهي، روحاني ساءُ ورتو تہ پوءِ هميشہ قبضي هيٺ رهڻ پسند ڪندو.) |
| 18<br>ڪَرَهي کي ڪَئِين، وِڌَمَ پَئِدَ پَلَڻَ جا؛<br>ليڙو لاٽِيءَ کي چَري، نِيَرَ ساڻ نَئِين؛<br>چانگي سَندي چِتَ ۾، صاحبَ! وِجُهہ سَئِين؛<br>اوباهيوس اَئِين! لُطفَ ساڻُ لَطِيفُ چئي. | اُٺ کي روڪڻ لاءِ ڪئين ڏانوڻ وڌم. چانگو زنجيرن سوڌو نڙي، وڃيو لاٽي ۾ چري. اي ڏٽي! تون ئي ڪرهي جي من ۾ ڪا سمت آڻ. تون ئي پنهنجي مهر سان ڪيس سنئين راه تي هلاءِ. (من، روڪڻ سان بہ باز نہ ٿو اچي ۽ بُراين ڏانن پيو ڀڄي.) |
| 19<br>چانگي چَئِي چُڪياسِ، مَٿان اَڪَ نہ اُلَهي!<br>جنهن وَلِ ڳهٽا وهاتيا، اُنَ سين آرِ لَڳِياسِ؛<br>چوڌارِي چَندنَ وَڻَ، پَچِي پُوڄَ پِياسِ؛<br>رُئاري رَتُ ڪَياسِ، هِنَ ڪَڌاتُوري ڪَرَهي. | اُٺ کي سمجهائي ٿڪيس تہ اَڪ جي مٿان نہ وڃي پئو. جنهن ول ڳهٽن جو هوش نهڙيو آهي، تنهن سان ئي وڃي نينهن اَڙيو اٿس. چوطرف چندن جا جام وڻ پڇي راس ٿيا اٿس. هن ڪلڇٽي اُٺ مونکي رت روئاريو آهي. (مٿين ٻن بيتن ۾ نجس من ۽ اُن جي برين خصلتن ڏانهن اشارو آهي.) |
| 20<br>اُٺي اَڙائِينس، چِڏيو تہ چيڪَ ٿِيو؛<br>ڪاراَيان، ڪِڙيو وڃي، پَلاٽي پائِينسِ؛<br>ڏانوَڻِ تنهن ڏائِيَنسِ، جِئن چَري ۽ چِنگهي پُٽو. | اُٺي اُٺ پئد وجهہ. جي تو ڇڏيس تہ چيڪ پيو ڳهمندو. جي ڪارايانس تو ٿهيو وڃي (هلڻ جي نہ ٿو ڪري). اُٺي ڪو اهڙو پلاڻ يا بوجو وجهينس (تہ ٿاه لهيس). اهڙو ڪو ڏانوڻ وجهينس، جو چري بہ پيو ۽ هُونگاريندو بہ وتي. |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| 21<br>ڏُو ڏَستيِ، ڏُو پيرَ، سِيني سَنگھرَ رُڪَ جِي؛<br>ماءِ! مُنهنجي ڪَرَهي، تازي ڦُلَنِ هيرَ؛<br>تنهن ڪامَڻَ ڪَندِي ڪيرَ؟ جو مُونهين وَٽِ مَسَ رَهي! | اڳين ٽنگن توڙي پوين ٽنگن ۾ نير ۽ سيني ۾ رڪ جي زنجير پيل اٿس. اي جيجل! منهنجي اُٺ کي تازن گلن چرڻ جي عادت آهي. تنهن کي ڪير چل ول هڻندو، جو مون وٽ مس رهڻ جي ٿو ڪري. |
| 22<br>ڪِنين ڪامَڻَ ڪَياءِ؟ ڪِيئَن پَنيولِئين؟ ڪَرَها!<br>اَکِيُن مَٿي اَکيا، پِڙَ ۾ پيرَ ڳَناءِ!<br>وَڳَ ڪِ وِسرِياءِ؟ ٻَڌو جِئَن ڳھاٽي وَهِين. | اي ڪرها! توکي ڪنهن جادو وڌا آهن ۽ تون ڪيئن پنيلجي ويو آهين؟ اکين تي ڪوپا اٽيئي ۽ ڳھاٽي جي پڙ ۾ پير ڳنا اٿيئي. ڪيئن وڳر وسري ويا اٿيئي، جو قابو ٿيو ڳهاٽي ۾ پيو وَهين؟ |
| 23<br>ڪائي نہ ڪَنَڌهارَ، چَندَنَ جا چُوپا ڪري؛<br>اَگَرَ اوڏو نہ وَڃِي، سِرڪَندڍَ لَھي نہ سارَ؛<br>لاٽِيءَ جي لَغارَ، مَيو مَتارو ڪيو. | هُو ڪنڌهار نہ ٿو ڪائي ۽ چندن مان چوپا پري اُنکي توڪاريو ڇڏي. اگر جي ويجهو نہ ٿو وڃي ۽ چندن کي پڇي بہ نہ ٿو. لاٽيءَ جي چش اُٺ کي مچائي متارو ڪيو آهي. |
| 24<br>چانگا! چَندَنُ نہ چَرِين، مَيا! پِئَين نہ موڪَ؛<br>اَگَرَ اوڏو نہ وَڃِين، ٽُڪيو ڇَڏئين توڪَ؛<br>لاٽِي وِچان لوڪَ، تو ڪَهڙي اَکرِ آئُڙي؟ | اي اُٺ! تون نہ چندن ٿو چرين، نہ ٿو تار پاٽيءَ مان ڪجهہ پيين. اگر جي ويجهو نہ ٿو وڃين ۽ اُچا ڪاچ توڪاريو ڇڏين! هن ساري خلقت ۾ توکي ڪهڙي ڪارڻ لاٽي وڻي آهي؟ (اي من! تون چو ٿو براين ڏانهن ڳهلجي وڃين؟) |
| 25<br>جِئان ڪوڙِ بہ ڪانئُون، پَنجين لَکين پاءُ؛<br>مَيو تنهن ماڳاءِ، ڏِيهاڙي ڏارَ چَري. | جتان هڪ ڪروڙ ۾ بہ ڪانئون ۽ پنجين لکين هڪ پاءُ ٿو ملي، اُنهيءَ هنڌان اُٺ هر روز ٽاريون ٿو چري. |
| 26<br>لَکَ لاکِيٽو ڪَرَهو، ڪوڙين ڏيئي ڪاهِ؛<br>ايلاچِيون آهُرَ ۾، پُوڄَ مَيي کي پاءِ؛<br>ڪَٽَ نہ ڪَندو ڪاءِ، جُہ پَلاٽيو تہ پِرينءَ مِڙي. | لک لهندڙ اُٺ ڪروڙ ڏيئي بہ ڪاهي وڃ. چاري ۾ اُٺ کي جام ايلاچيون (ڦوٽا) ڏي. پوءِ هو هلڻ ۾ ڪابہ ڳڻ ڳوت نہ ڪندو. جان ئي پلاٽيو تان ئي پرينءَ وٽ پهتو. |
| وائي 1<br>سَڏين سيڻَ نہ هُونِ، نِينهُن نِباهِي نہ ٿِئي؛<br>ڪارِيءَ راتِ رَتَ ڦُڙا، جان جان نيڻَ نہ رُونِ؛<br>مونڻَ جنين ميهڻو، پِڙَ تي سيڻي پُونِ؛<br>جِن مُسافر سُپِرِين، سي مَرُ رويو رُونِ. | رڳو سڏن ڪرڻ سان پرين نہ ٿا ملن ۽ رڳو نياپن سان پريم جي پورائي نہ ٿيندي آهي. جيسين اونداهي رات جو اکيون رت نہ ٿيون روئن، (تيسين پرين نہ ملندا آهن ۽ نہ سچي محبت ٿيندي آهي.) محبت جي ميدان تي اُهي ئي سر ڏرين، جن لاءِ مونڻ عيب آهي. جن جا پرين مسافر (ٽورو وقت رهندڙ) آهن، سي پيل رويو روئن. |
| وائي 2<br>توٽي تَڙئين تُون، يا اَلاَ! تو دَرُ توءِ نہ ڇڏيان!<br>مون ڪِي سو مُشاهدو، جي مُنهن نہ ڏِئين مُون؛<br>مُون ٻيا دَرَ ڳهٽا نِهاريا، آهِئين تُون ئِي تُون. | وائي<br>اي ڌٽي! توڙي تون مونکي پاڻ وٽان تڙي ڪڍين، تہ بہ تنهنجو در نہ ڇڏيان. مون لاءِ اِهوئي ديدار آهي، جي تون مونکي منهن نہ ڏين. ٻيا در ڳهٽيئي پيٽيا اٿم، پر سچ تہ تون ئي تون منهنجو آڌار آهين. |

# سر سريراڳ

سر سريراڳ، هندستان جي مکيہ راڳن مان هڪ آهي. اُنجي ڳائڻ جو وقت، شام جو چئين بجي کان ائين بجي تائين آهي. هي هڪڙو ئي مکيہ راڳ آهي، جو رسالي ۾ آيل آهي. هن سر ۾، شاه صاحب، مهراڻ، معلمن، ملاحن، غواضن، ساموندين، ٻيڙين، غوراين ۽ جهازن جي مثالن وسيلي، اِنسان کي روحاني هدايتون ڏنيون ڏئي. مهراڻ مان هتي مراد آهي: حقيقت جو بحر ۽ هي سنسار مهاساگر. اِنسان پاڻ ساموندي يا ملاح آهي؛ ۽ ڪامل، مرد غواض يا معلم آهن، جن کي روحاني عميق جي آگاهي (خبر) آهي. هيءَ ديهي ٻيڙيءَ مثل آهي.

جئن سمنڊ ۾ نہ لهرن جو ليکو آهي، نہ آب جو انت، نہ خطرن جو حساب، تئن دنيا ۾ بہ حرصن، هوسن ۽ اولاڪن جي حد ئي ناهي. ملاح جو فرض آهي سچيت رهڻ، ۽ سکان کي پختو جهلي، پاٽيءَ مٿان ٻيڙيءَ کي تارڻ. اِنسان جو ڪم آهي تہ هو هر وقت بيدار رهي ۽ نفساني آچارن ۽ ڪنن کان پاڻ سنڀالي. اِنهيءَ ڪم لاءِ ڪنهن معلم (ڪامل) جي هدايت وٺندو تہ هرگز توائي نہ ٿيندو.

هي سنسار مهاساگر ۾، اُهو ملاح (اِنسان) سلامتيءَ سان اُڪري پار ويندو، جنهن جي ٻيڙيءَ ۾ وينتين جو وکر هوندو ۽ جنهن جو جهاز اَدب ۽ اِخلاص جي سڙهن سان سينگاريل هوندو. اهڙو اِنسان توبهہ جي تاثير سان طوفان بہ تري ويندو ۽ سندس جهاز کي ڪو جوکو نہ رسندو.

خدا جا مرد، غواض يا ٽوبا آهن، جي حقيقي مهراڻ ۾ پيهي، ماڻڪ ٿا ميڙين. اَملهہ موتي اُنهن وٽ آهن، جي پاتال ۾ اونهيون ٽٻيون ٿا هڻن. شاهہ الله جي عاشقن کي وينجهار يا جوهري بہ ٿو سڏي. افسوس جو اَڄ اُهي وينجهار پنهنجي ماڳن تي نہ آهن، ۽ سندن پويان شيهي جو ملهہ بہ نہ سڃاڻن ۽ رڳي ڪٽ پيا ڪٽين. اسين موتين جي وڻج کي وساري، ڪائو وڻا ڪمايون. ڏٺيءَ جي اَمرن کي نہ ٿا ميون، ۽ نيٺ سمورو وکر هٿان وڃائي، جهان مان رت روئندا ٿا وڃون.

ڏٺيءَ جا عاشق، ساري رات، رب کي ريجهائڻ لاءِ ٿا جاڳن. سندن وئي کان پوءِ، سندن مٽي بہ ماڻُ تي لهي، ۽ ڪروڙين اِنسان اَچيو سندن آستانن تي سلام ۽ سجدا ڪن. باقي اسان جو حال هي آهي جو سمورو موڙي برباد ڪري، هتان هليا ٿا وڃون، ۽ نہ هِتي، نہ هُتي، ڪنهن ملهہ يا ماڻُ جا ٿا ٿيون.

سر سريراڳ

# داستان پهريون

پرينءَ جي سار ۽ سنڀار هميشہ هنئين ۾ رک تہ هو پڻ تنهنجي سار لهي. ڏٽيءَ جي حڪمن جي پيروي ڪر تہ ڪڏهن بہ پالهو نہ رهين. من مان سمورو فريب ڪڍي ڇڏ تہ اُتي جي خوف مان ڇٽين. دل کي ڌوئي صاف ڪر تہ ان ۾ روحاني خزانا لهين. پنهنجي ٻيڙيءَ کي اُجار ۽ اُن جا سڙہ اڇا رک. اُن کي معلم جي حوالي ڪر تہ سلامتيءَ سان پار پهچين. موتين ۽ ماڻڪن کي وساري، ڪچ ۽ ڪوڙ جو وڻج پيو ڪرين. صاحب کي رڳو سچ تو وڻي. تون پاڻ ماڻڪ آهين. اَندر ۾ محبت جو مچ پار. تنهنجو پيرو (ديهي) پاپن سان چوٽيءَ تائين چُور آهي. اِها سڌ صاحب کي آهي. هن ڪارونيار ۾ هر وقت ٻڏڻ جو خطرو آهي. ستار جي ٻاجهہ سان ئي ٻيڙا سلامت رهندءِ ۽ جهاز جو کي ڪان ٻچندءِ.

| مشڪل الفاظ | معنيٰ |
|---|---|
| پُڇَنِئي | من تو کي پڇن |
| ڇتان | ڇت مان |
| ڇَرُ | يادگيري، سار |
| اُنين جا اَمُر | اُنهن جا حڪم (يعني ڏٽيءَ جا) |
| چيتُ | سرت، سنڀار |
| سُپيتُ | سفيد، صاف |
| پارَ | سمنڊ جي پرئين ڪناري تي (آخرت) |
| چورُ | پچار |
| ڪُوڙو | فريب، برائي |
| هُن پرَ | هن پار (آخرت) |
| هورُ | خطرو، خدشو، فڪر |
| دائِما | هميشہ |
| دوُربِيءَ | دوربيني يعني صاف دل |
| وِلايتن وتُ | ولايتن جو خزانو. (روحاني دنيا جي دولت) |
| نيهُ | ٻيڙي |
| نيڪاري | صاف ڪري |
| مَلاحَ | اي ٻيڙي وارا |
| مُعلِمَ | ساموندي سونهون (يعني مرشد ڪامل |
| ڪايو | ڪائو (شيشو يعني ڪچ ڪوڙ) |
| نہ وَڻِجيا | واپار نہ ڪيم |

| سِيھي | شيھي يعني خسيس شين |
| --- | --- |
| وِھايومِ | واپار ڪيم |
| توهَ | مھر |
| اُبھان | تڳان |
| عَھدَ | اقرار |
| پڃرو | ڪايا، بدن |
| چُورُ | غرق، پڌل |
| مُورُ | وڇور |
| ڳُوڙھا | اي الڪ! |
| اورِ | حال سل، ڏياءِ |
| ماڻِڪ | اي املھ موتي (اِنسان) |
| اِن پَرِ | اھڙيءَ طرح |
| سَفَرو | سجايو، سقلو |
| لَسَ | پاڻيءَ جي اڇ |
| ليٺَ | اُتل |
| اولڻَين | نہ ڏڪين |
| ڦَرَھي | پيڙيءَ جي تختي ڪي (يعني پيڙيءَ ڪي) |
| ڦيٺَ | ضرب |
| ڪا م | ڪانہ |
| لَپيٺ | چپيٺ |
| غارِيبي | مسڪين، غريباڻي |
| غُراب | جھاز |
| لاڄوُ | نوڙيون |
| مير | ملوڪ |
| سَٽاوا سيرِ | سٽائي واءَ تي وچ سير تي ھاڪاري ھليا |
| منجھان | اندران |
| مَڪُڙيءَ | پيڙيءَ ۾ |
| بوُند | ٺمڪ |
| ڪوڙِيين | سھسين |
| يال | احسان، پلايون |
| ڪريمَ | پاجھاري سائينءَ |
| حَمد | ساراه |
| حڪيم | سياڻيءَ سائين |

| جورِ | زور سان |
| --- | --- |
| باطِن | اندر يعني قلب جا |
| بانا | رنگ، اسرار |
| ثَنا | واکاڻ |
| لالُن | محبوب يعني ڌڻي |
| لِسانا | زبان سان (لسان = زبان) |
| فِڪرَ | خيال، ڌيان (روحاني) |
| فَنا | محو، غرق |
| تُسي | پرچي، راضي ٿي |
| توهُ | مهر، لطف |
| آگو | ڌڻي |
| اَحِسانا | احسان وچان، ڀلائي کان |
| ٻانا | اي ٻانها! اي ٻندا! |
| دانهُ | دانا، سياڻو |
| تَسلِيمَ | رب جي ڪئي تي راضي رهڻ، سر نوائڻ |
| تَحقِيقُ | سچي طرح |
| اَمانا | بي مانا |
| جَبارَ | ڌڻي تعاليٰ |
| سَمانا | مان وارا |
| فاذڪُرُوني اَذڪرڪُم | ياد ڪريو مونکي تہ ياد ڪريان اوهانکي (ق. ش) |
| ڪَهيو | چيو، فرمايو |
| قُرآنا | قرآن شريف |
| وَاشڪُرُ والي وَلاتَڪفُرُونِ | شڪر ڪريو منهنجو ۽ ڪفر نہ ڪريو (قرآن شريف) |
| ڪُفرانا | بي شڪرائي |
| سَنوريا | سنواريا، درست ڪيا |
| ڪُوَلَ | بريون خصلتون |
| ڪَنا | طرفان |
| مَدح | ساراهہ |
| مَنا | من مان |
| تائِبَ | توبهہ ڪندڙ |
| جوشا | جوش يا شوق مان |

| لَطيفُ | ڀاجهاري ڏٺيءَ |
|---|---|
| اَمَنُ | آرامہ اِطمينان |
| اِيمانا | ويساهہ |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| 1<br>مانَ پُڇَنئِي سُپرين، چِتان لاهِ مَ چَرُ:<br>اُنِين جا اَمُرَ، ڪَنُ تہ خَالي نہ ٿئين. | تون پرين جي پچار دل تان نہ لاهہ تہ من پرين ٻہ تنهنجي سار لهن. سندن مڙئِي حڪم مڃ تہ ڪڏهن ٻہ سندن فيض کان پالهو نہ رهين. |
| 2<br>مانَ پُڇَنِئي سُپِرين، چِتَ ۾ رکِج چِيتُ:<br>سِڙهُ ڏُئاري صافُ ڪر، صابُڻَ ساڻ سُپيتُ:<br>سَامُونڊِي! سُچيتُ، تِيُ تہ پَهچِين پارَ ڪي. | من ۾ سپرينءَ جي سنڀار رک تہ من هو تنهنجي سنڀار لهي. سڙهہ صابڻ سان ڌوئاري اَڇا ۽ اوجل ڪر. اي وڻجارا! اِها سرت رک تہ پرينءَ پر سلامتي سان هلي پهچين. (آخرت ۾ رهجي اچيئي.) |
| 3<br>مانَ پُڇَنئِي سُپرين، چتان لاهِ مَ چورُ:<br>ڪَڍِي چِڏِ قَلبَ مَانَ، ماري ڪُوَڙو ڪورُ:<br>هُنَ پَرِ سَندو هورُ، مَتان تو معافُ ٿئي. | من مان پرينءَ جي پچار نہ ڪڍ تہ من هو تنهنجي سار لهن. پنهنجي دل مان سمورو فريب ڪوري ڪڍ تہ هُن پار (آخرت) جي خوف کان ڇٽين. (هُتي جي سزا کان معافي مليئي.) |
| 4<br>مانَ پُڇَنِئي سُپِرين، چيتاريج چِتُ:<br>دائما دُوربِيءَ ۾، پَسين ولاتن وَتُ:<br>نيهُ نَيڪاري نِتُ، مَلاحَ! گَڏُ مُعَلِمَ سين. | چت ۾ پرينءَ جي سرت رک تہ اَندر جي دوربينيءَ (صاف قلب) ۾ هميشہ ولايتن جون دولتون (روحاني خزانا) پسين. اي ناکئا! تون ٻيڙيءَ کي نت اُجاري، اُنکي معلم (سامونڊي سونهي) جي حوالي ڪر. |
| 5<br>ڪايو ڪَمايوم، موتِي مون نہ وَٽِجيا!<br>سِيهي جو سَيَّدُ چئي، وَکَرُ وهايوم:<br>هَهڙو حالُ سندوم، توهَ تُنهنجي اُبهَان! | مون شيشي جو (ڪوڙ جو) وَٽ ڪيو ۽ موتين جو واپار نہ ڪيو. شيهي (ڪوڙين ۽ خسيس وستن) جي وکر جو سودو ڪيم. منهنجو حال اهڙو ئي آهي، پر مان تنهنجي ئي مهر سان پيو تڳان. |
| 6<br>ڪَچُ ڪَمايومِ ڪوڙُ، پَڳِمِ عَهدَ اَللهَ جا!<br>پِجرو جو پاپَنِ جو، سو چوٽِيءَ تائين چُورُ!<br>مَعلومُ اَتيئِي مُورُ، ٻُوڙها! اِنهيءَ ڳالهہ جو. | ڪچ ۽ ڪوڙ جو واپار ڪيم ۽ صاحب سان ڪيل اِقرار ڀڳم. هيءَ ديهي، جا پاپن جو پڃرو آهي، سان خطائن سان پُر ٿي پيئي آهي. اي بي اَنت مالڪ! توکي اِنهيءَ حقيقت جي سموري ڄاڻ آهي. (يا: موڙهل! اِها ڪا ڄاڻ اَٿيئي؟) |
| 7<br>ڪُوڙُ ڪَمايُءِ ڪَچُ، اُٿي اورِ اَللهَ سين:<br>ڪَڍُ تُون دَغا دِل مان، صاحبَ وٽي سَچُ:<br>مُحبتَ سندو مَنَ ۾، ماڻڪَ! ٻارِج مَچُ:<br>اِنَ پَرِ اُٿِي اَچُ، تہ سَودو ٿِئيئِي سَفَرو. | ڪوڙ جو واپار ڪيو اٿيئي، اُٿي ڏٽيءَ سان پنهنجو حال اور. تون دل مان ڪوڙ ڪپٽ ڪڍي ڇڏ، ڇو تہ صاحب وٽ رڳو سچ ٿو اَگهي. اي اَملهہ موتي! (اِنسان) پنهنجي من ۾ سچي محبت جو مچ ٻارج. اِنهيءَ ريت پيش اچج، تہ تنهنجو وَٽ سجايو ٿئي. |
| 8 | جتي ڪنن جا ڪڙڪا پيا پون ۽ لهرن جي ليٽ ۽ پاٽيءَ |

| بيت | معنيٰ |
| --- | --- |
| لُڙَ، لَهريون، لَسَ، ليٿَ، جتي اَنتُ نہ آبَ جو؛<br>اَللّٰه! اُت مَ اولئَين، ٻيڙا مَتي ٻيٿَ؛<br>جوکو ٿئي مَ جَهازَ کي، ڦَرهي اَچِي مَ ڦيٿَ؛<br>لڳي ڪا مَ لَپيٿَ، هِنَ غارِيبي غُرابَ کي! | جي اَچ ۽ اُٿل لڳي پيئي آهي، ۽ آب جو انت ئي نہ ٿو پوي، تتي اي ڌڻي! هنن جي ٻيڙن کي ڌڪي، ڪنهن خوفائتي ٻيٽ سان نہ وجي هٽج. شل جهاز کي ڪو ڇيهو نہ رسي ۽ ٻيڙيءَ کي ڪا ڇپيٽ نہ اچي. شل هن غريباڻي کي ڪا ضرب نہ پهچي! |
| 9<br>سِڙهَ سَنوان، لاڄُو نَوان، مُهاڻا سندن مِيرَ؛<br>ساٿي سَفَر هَليا، ٿِيا سَڻاوا سِيرَ؛<br>جي اَچَنِ ساڻُ اُڪِيرَ، سي ٻيڙا رَکِين ٻاجَهه سين. | سندن سڙهہ سڌا، رسا نوان ۽ ملاح ملوُڪ آهن. سوداگر سٺائي واءَ تي سمنڊ جي سفر تي اُسهيا آهن. اُهي جهاز جي وڏي سڪ سان واپس ٿا ورن، تن کي شل پنهنجي مهر سان سلامت رکين! |
| 10<br>منجهان پيئي مَڪُڙيءَ، ڪا جا پاڻِيءَ بُوند؛<br>سيئِي ڏِنم رُوند، وَکَرُ جِن وِڃائِيو. | ٻيڙيءَ ۾ اندران ئي اندران پاڻي اهڙي ڪا ٽمڪ ٽمڪ ڪري آيو، جو جن جو وکر خراب ٿيو، تن کي اَڪين مان آب هاريندو ڏٺم. |
| وائي<br>سَهسين شُڪرانا، ڪوڙِيين ڀالَ ڪَرِيمَ جا.<br>حَمد چئج حڪيم کي، جورِ هٽِي جَانا؛<br>تو ڏيکاري تو ڌڻِي، باطِنَ جا بانا؛<br>مَتان، مردَا! وسارئين، صاحبَ جو ثَنا؛<br>دوستُ رکِي دل ۾، پَڙهَ لالَنُ لِسانا؛<br>جَفا ڏيئِي جِيَ کي، ٿِيُ فِڪرَ منجهہ فَنا؛<br>تُسِي تو سين توهُ ڪري، مَنَ آگو اَحسانا؛<br>ڪَڍُ تُون دَغا دِل مان، ٻانَهپَ سين، ٻانا!<br>صاحبَ وٽي سَچَ سين، ٿِيُ دانهُ، دِيوانا!<br>جي تَسليمَ سين تَحقِيقُ هئا، سي ڪئن اَمانا؟<br>جاڳِيا جي جَبارَ لَءِ، سيئِي سَمانا؛<br>فَاذْكُرُونِيٓ، اَذْكُرْكُمْ، ڪَهيو قُرآنا؛<br>وَاشْكُرُوْالِيَ وَلَا تَكْفُرُوْن، ڪَڍُ تون ڪُفرانا؛<br>سَبِ سَنوريا سُپرينءَ، ڪُوَلَ تو ڪَنا؛<br>چَڱي چئج چاهَ سين، مَدحَ اِيَ مَنا؛<br>تائِبَ ٿِيو تَڪڙا، جوشا، جُوانا!<br>نہ لَهِين تُون لَطِيفُ ڪان، اَمَنُ اِيمانا. | سهسين شڪرانا ۽ ڪروڙين ڀلايون ٻاجهاري سائينءَ جون. اُنهيءَ سياڻي صاحب جي ساراهہ زور سان جانا پري، (توبهہ ۽ زاري ڪري)، ڪج، تہ هُو توکي اَندر جا رنگ ۽ لقاءُ ڏيکاري. اي مرد! متان تون رب جي واکاڻ کي وسارين. سپرينءَ کي چت ۾ رکي، زبان سان اُنهيءَ سهڻي جو سمرڻ ڪر. تن کي تسيا ڏيئي، سندس خيال ۾ محو رهہ. مَنَ ڌڻي ريجهي، پنهنجي لطف سان، توتي ڪو فيض ڪري. اي ٻانها! ٻانهپ جي تاثير سان، دل مان دولاب ڪڍي ڇڏ. اي ديوانا! سياڻو ٿيءُ، صاحب کي رڳو سچ تو وٽي. جي رب جي رضا تي سچيءَ طرح هوا، سي ڪئن بي مانا ٿيندا؟ جن سگهاري صاحب لاءِ راتين جو اوجاڳا ڪيا، سي ئي مانَ وارا ٿيا. ”ياد ڪريو مونکي، تہ ياد ڪريان اوهانکي“؛ اِئين قرآن شريف فرمايو آهي. ”شڪر ڪريو منهنجو ۽ ڪفر نہ ڪريو“؛ (اِهو ياد رکي) دل مان بي شڪرائيءَ کي ڪڍي ڇڏ. جيڪي برايون تنهنجي پاران هيون، سي سپرينءَ سڌاري ڇڏيون. اِها ساراهہ چاهہ مان دل سان ڪج. اي جوانو! جوش سان (دل جي سچائيءَ سان) ترت توبهہ ڪريو تہ ٻاجهاري رب کان اَمن ۽ ايمان (سلامتي ۽ سچو ويساهہ) حاصل ڪريو. (هن وائيءَ ۾ شاهہ صاحب، توبهہ ڪرڻ، ڌڻيءَ کي واکاڻڻ، سندس شڪرانا مڃڻ ۽ سندس ياد ۾ راتيون جاڳڻ جي هدايت ڪئي آهي. ڌڻيءَ جو شڪرانو نہ مڃڻ وڏو ڪفر آهي ۽ سندس رضا تي راضي رهڻ سچو فقر آهي.) |

سر سريراڳ

# داستان پهريون

جيڪي به جهان ۾ آهي، سو ڌڻيءَ جي سهاري پيو ٽڪي. وٽس ٻاجهہ جي ڪمي ڪانهي. عدل سان ڇٽڻ ڪونهي. ڌڻيءَ جو لطف گهرجي. جن ساري رات جاڳي، صاحب سنياريو، تن جي مِٽيءَ به مانُ لڌو. اُنهن اڳيان ڪوڙين اَچيو سجدا ۽ سلام ڪن. سمنڊ ۾ سهسين موتي ۽ ماڻڪ آهن؛ جن جل پوڇيو، تن جواهر ۽ لالون هٿ ڪيون. ساگر مان پوچاريءَ ڪي جي مال جو ماسو ئي جڙي ته هوُ پُر ٿي پوي. جن توبهہ ۽ توڪل ڪي ترهو ڪري، سائينءَ کي سيويو، تن سان وير نہ ٿي وڙهي ۽ هو طوفان به آسانيءَ سان تريو ٽا وڃن. سبحان پرڪ، وينتين ۽ ٻانهپ جو وکر ٻيڙين ۾ وجهي، سلامتيءَ سان ڪارونيار مان پار لنگهيو وڃن. اِها سُڌ ٽوٻن (غواضن) کي آهي تہ سمنڊ ڪئن سوجهجي. هو بحر ۾ ٽٻيون هڻي، ماڻڪ ۽ هيرا ميڙيو اَچن. بندي جي من ۾ هڪڙي تہ صاحب ڪا ٻي تو سٽي. اَسان جي مڪڙيءَ ۾ مداين جو بار آهي. صاحب جي ٻاجهہ ئي ٻڌندڙن کي ٻار مان ٽي اُڪاري.

| مشڪل لفظ | معنىٰ |
|---|---|
| تاريءَ | آسري |
| لُطف | ٻاجهہ |
| ڪَمي | گهٽتائي |
| عَدُل | اِنصاف |
| فَضُل | لطف |
| سُبحان | رب |
| مٽيءَ | خاڪ، ديهي |
| اَڳِهہ | آستان اڳيان |
| سيوا | شيوا يا پوڄا |
| جَرُ | جل، پاڻي |
| جالَ | گهڻو، اٿاهہ |
| سَئين | سوين |
| ماسو | رتي، تر جيترو |
| جُڙيئي | حاصل ٿئيئي |
| عَميقَ | اونهي ساگر |
| جوُتَي | جهوڙي، چڳو |
| سيويو | پوڄيو |
| تَوَڪَلَ تَڪِيو | توڪل جو تڪيو (ڌڻيءَ جي پروسي جو آڌار) |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| آرُ | سيرُ، تيز وهڪ |
| آسانُ | آسانيءَ سان |
| ڪاملُ | پورن ماهر |
| ڪشتيبانُ | ٻيڙي هلائيندڙ، ناخدا، ناکئو |
| وَاَهرو | مددگار |
| سُڃان | سڃاڻ |
| جوڌَ | پهلوان، جنگ |
| گَت | چاڻ، طرز |
| غَواصَنِ | ٽوبن |
| منجهہ پاتار | مهراڻ جي تري ۾ |
| هيرو لال | هتي هيرن ۽ لالن جي معنيٰ موتي ۽ ماڻڪ آهي، جوته اُهي سمنڊ مان نہ نڪرندا آهن پر جبلن مان. |
| غواضن | ٽوٻن |
| جهَريوُن | تيز لهرون (مرزا قليچ "جهڙيون" ٿو چوي يعني اونداها هنڌ) |
| ڪارونيارَ ڪُننِ | ڪارن ڪنن |
| اَمُلَ | بي بها موتي |
| اوليا | ٻاهر ڪڍيا |
| ڪائو | شيشو، هتي شيشي جو نقاب يا ٽوپ |
| پاتاران | پاتال يعني سمنڊ جي تري مان |
| اَمُلَ اَکَڙيُنِ | املهہ ماڻڪ |
| چِڪُڻ | چيڪي زمين، جنهنڪي درياءُ پائي، ڌٻڻ |
| چاڙُ | پاڻيءَ جو چاڙهہ |
| مَڪُڙي | ٻيڙي |
| مَنَاين | براين |
| ڪَپَرُ | ڪنارو |
| ڪارُونيار | اونداهو ۽ خطرناڪ |
| اُڪارِئين | تون اُڪارين |
| اِحسان سين | ٻاجهہ سان |

| وِيَرمَ | غفلت |
|---|---|
| آرَ | پاڻي، سير |
| اوڙاهَ | اونهي ساگر |
| اَنديشو | خيال، ويچار |
| ايهُ | اِهو |
| ڏيهُ | سارو جهان |
| هُن پارِ | هن پار ڏانهن |
| هڪِي | هڪڙي |
| سٽي | جوڙي، رٽي |
| آگي | ڏٽي |
| سائينءَ جو سَبَبُ | سائينءَ جي حڪمت |
| بارِ مان | اجهل پاڻي مان |
| واحد | ڏٽي |
| واهُ | وس، وات |
| سُتَڙ | سٽي يا سٽائي تر تي پهتل |
| سارِيان ڪانَ | مون ڪي نه تي سجهي |
| بِلاٽي | بيٽاري |
| اَپَر | اَپار، بيشمار |
| عِصيانَ | ڏوهه، پاپ |
| نِسيانَ | ويسرون، خطائون |
| وَهلو | جلد، ترت |
| اَرَڪ | بي پرهيز، بي وفا |
| نَعرو | پڪار |
| سُڪاڻي | سکاني راه ڏيکاريندڙ |
| رَحمان | اي ٻاجهارا ڏٽي |
| پنَڻو | پينار، مڱڻهار |
| يان | منگتو |
| گولن | بندن (اِنسانن) |
| پان | خيراتون، دان |
| سَمگيا | راضي ڪيا، نوازيا |
| ولَها | سچا، مفلس |
| وَنهِيا | سائُو، شاهوڪار |

| جوُد | سخاوت |
|---|---|
| ٻيلي | واهرُ ڪندڙ |
| ٻان | ٻانهن (اِنسانن) جا |
| ويرَ | اِي سورهہ |
| داڙو | پناه ڏيندڙ بچائيندڙ |
| ديوان | اِنصاف جي درٻار (قيامت ڏانهن اشارو) |
| ڏُهارين ڏينهن | ڏوهارين، (گنهگارن) جو ڏينهن |
| خيمو | تنبو |
| خانَ | سردار (پيغمبر صاحب) |

| | |
|---|---|
| 1<br>جيڪي منجھ جَهانَ، سو تارِيءَ تَڳي تُنهنجي؛<br>لُطفَ جي، لَطِيفُ چَئي، تو وٽ ڪَمي ڪانَ؛<br>عَدُلَ جُتَان آئُون نہ، ڪو ڦيرو ڪَج فَضُلَ جو! | جيڪي بہ جهان ۾ آهي، سو تنهنجي ئي آڌار تي پيو هلي. تو وٽ ٻاجهہ جي ڪمي ناهي. نياءَ (اِنصاف) روءِ منهنجو سزا کان ڇٽڻ ڪونهي؛ تون پنهنجي مهر سان ڪو وڙ ڪر. |
| 2<br>سارِي رات سُبحانُ، جاڳي جن ياد ڪيو؛<br>اُن جِيَ، عَبَدُاللَطِيفُ چئي، مٽيءَ لٿو مانُ؛<br>ڪوڙين ڪَن سَلامُ، اَڳِهِ اَچيو اُنِ جي. | جن ساري رات اوجاڳو ڪيدي، سائينءَ کي سنڀاريو، تن جي مٽي کان پوءِ سندن خاڪ بہ مان حاصل ڪيو. اُنهنجي آستان تي ڪروڙين اَچيو سجدا ڪن. (ڌٽيءَ جي عاشقن جي خاڪ ڪيميا آهي ۽ سندن آستان زيارتگاهہ آهن.) |
| 3<br>سيوا ڪَر سمندَ جي، جت جَرُ وهي تو جالَ؛<br>سَئين وَهَن سِيرَ ۾، ماڻڪَ، موتِي، لالَ؛<br>جي ماسو جُڙيئِي مالَ، تہ پُوچارا! پُرِ تِئين. | تون سمنڊ جي شيوا ڪر، جنهن ۾ اَٿاه جل پيو وهي. اُنجي سير ۾ اَڪيچار ماڻڪ، موتي ۽ لال وهندا ٿا وڃن. جي اِنهيءَ خزاني مان رتي ئي ملي وڃيئي تہ بہ اي پوڄارا! جيڪر مالا مال ٿي پوين. |
| 4<br>سي پُوڄارا پُر ٿِيا، سمنڊ سيويو جِنِ؛<br>آندائُون عَميقَ مان، جُوتِي جُواهرَنِ؛<br>لَڌائُون لَطِيفُ چئي، لائُون مان لَهرَنِ؛<br>ڪانهي قِيمتَ تِنِ، مُلهہ مَهانگو اُنِ جَو. | جن پوڄارين سمنڊ پوڄيو، سي مالا مال ٿي پيا. اُنهن اونهي مان جواهرن جون سٽيون لهي، ٻاهر آنديون. هنن لهرن مان اَهڙيون لالون ڳولي لڌيون، جنجي بها ڳري، بلڪ ڪٿ کان ٻاهر آهي. (هتي حقيقي بحر ۽ ان جي بي بها موتين ڏانهن اشارو آهي.) |
| 5<br>سيويو جن سُبحانُ، ويرِ نہ وڙهي تن سين؛<br>توبَهَ جي تاثِيرَ سين، تَرِيَ ويا طوفانُ؛<br>ڏيئِي تَوَڪَّلَ تَڪِيو، آرُ لَنگهيا آسانُ؛ | جن سائينءَ کي پوڄيو، تن سان وير (دنيا جي خوفن ۽ خطرن جي خرابي) نہ ٿي وڙهي. هو توبهہ ۽ زاري (پڇتاءَ) جي برڪت سان طوفانن مان بہ سلامتيءَ سان پار اُڪري ويا. هُو توڪل (ڌٽيءَ جي ڀروسي) جو آڌار وٺي، سهنجائيءَ سان اونهيءَ مان اُڪري ويا. اُنهن کي وچ سير |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| ڪامِلُ ڪِشتِيبانُ، وِچ ۾ ڳَڏيُن واهَرُو. | ۾ ڪنهن ماهر سڪانيءَ جي واهر جا هٿ اچي رسيا. |
| 6<br>سارِي رات سُجانَ، سَودو ڪَن صاحبَ سين؛<br>ٻانهپَ پَري ٻيڙيُون، هليا جوبَ جُوانَ؛<br>پاڻِي پَهلوانَ، لَحظي مَنجهه لَنگهي ويا. | سڄاڻ پرک ساري رات صاحب سان سچ جو سودو ٿا ڪن (صاحب ٿا سنيارين). اُهي جنگ جوان، پنهنجون ٻيڙيون، ٻانهپ جي وکر (عجز ۽ نياز) سان پري ٿا نڪرن؛ اُهي سوره ساعت ۾ ساگر اُڪريو وڃن. |
| 7<br>اِيَ ڳَت غَوّاصَن، جِئن سَمندُ سوجهيائُون؛<br>پيهي مَنجهه پاتارَ جي، ماڻڪ ميڙيائُون؛<br>آڻي ڏَنائُون، هيرو لال هَٿن سين. | اها ڄاڻ ٽوبن کي ئي آهي ته ڪهڙيءَ پر سمنڊ ۾ پيهي تلاشون ڪجن. هوُ اونهي ۾ ٽٻي هڻي ماڻڪ ميڙي آيا ۽ پنهنجن هٿن سان هيرا ۽ لعلون (بي بها موتي) آڻي حاضر ڪيائون. (اها ڄاڻ عارفن کي ئي آهي ته ڪئن حقيقي عميق ۾ ٽٻيون هڻجن ۽ سچا موتي لهجن.) |
| 8<br>آچاڙا عَميقَ جا، ڳَڏيا غَوّاصَنِ؛<br>جَهريُون جهاڳي آئيا، ڪارُونيارَ ڪُنَنِ؛<br>سَمنڊُ سوجهي جَنِ، آڻي اَمُلَ اوليا. | ٽوبن کي اونهي ساگر جون لهرون سامهون آيون. هوُ ڪارن ڪنن جا خوفائتا گهيڙ ٻه پار اُڪري ويا. هنن سمنڊ ڦولهي، اَملهه ماڻڪ ڪڍي ٻاهر آندا. |
| 9<br>ويا جي عَمِيقَ ڏي، مُنهن ڪائو ڏيئِي؛<br>تِن سِپُون سوجهي ڪَڍيُون، پاتاران پيهِي؛<br>پَسَندا سيئِي، اَمُلَ اَڪَڙيُنِ سين. | جي منهن تي شيشي جو نقاب پهري، اونهي ۾ گهڙيا، تن اوڙاهه ۾ پيهي، تري مان سپون ڳولي ڪڍيون. اهڙائي اکين سان اَملهه موتي پسندا. (جن دنيا جي ساگر ۾ اکيون، ڪن ۽ چپ ٻوٽيا، تن کي روحاني ماڻڪ مليا.) |
| 10<br>آڏو چِڪَڻُ چاڙُ، مُنهنجي موجَ نه سهي مَڪُڙي؛<br>ميڙي مَنايِن جو، بيحَد چاڙهيمَ ٻارُ؛<br>چَوَڻَ چارو ناهه ڪو، بَديُون بي شُمارُ؛<br>ڪَپرُ ڪارُونيارُ، اُڪارِئين اِحسانَ سين. | اڳيان چڪڻ ۽ سمنڊ جو چاڙه آهي ۽ منهنجي ٻيڙيءَ ۾ لهرن جي سٽ سهڻ جو ست ناهي. مون براين جو بي انداز بار ميڙي اُن ۾ چاڙهيو آهي. منهنجون مدايون چوڻ کان ٻاهر ۽ اڻ ڳڻيون آهن. اي سائين! تون ئي پنهنجي ٻاجهه سان شل مونکي هن اونداهيءَ ۽ ڀوائتي ڪپر کان پار اُڪارين! |
| 11<br>ويرَ مَ لاهي ويهُ، مٿي آرَ اوڙاهَ جي؛<br>پَسِي پاڙي واريُون، ڪَج اَنديشو ايهُ؛<br>ويندو نه پَسِين ڏيهُ، پَتَڻِ هُن پارِ مَٽي؟ | هن اوڙاهه پاڻيءَ مٿان غفلت ڇڏي، هوشيار ٿي ويهه. پاڙي وارين کي ڏسي، اِهو ئي ويچار اَندر ۾ رکندو اچج. سارو جهان هن پار پتڻ ۾ ويندو (ٻئي جهان ڏانهن لڏيندو) نه ٿو ڏسين؟ |
| 12<br>هڪي ٻانهي چِتَ ۾، ٻي سَٽي صاحبُ؛<br>ڪَڍي اُونهي ڪُنَ مان، اِيَ اَڳي جو عَجَبُ؛<br>اِيُ سائِينءَ جو سَبَبُ، جِئن ٻُڏا اُڪاري ٻارِ مان. | ٻانهي (انسان) جي من ۾ هڪڙي ته رب وري ڪا ٻي رٿ پيو رٿي. اِهو ڏٿيءَ جو ئي ڪرشمو آهي، جو اونهي ڪن مان به ڪڍيو ٻاهر ڪري. اِهو ڏٿيءَ جو ئي امر آهي، جو ٻڏندڙن کي به اونهي پاڻيءَ مان اُڪاريو ڇڏي. |

13

هِڪِي ٻانهي چِتَ ۾، ٻِي جا ڪري اَللهُ؛
پاٺَهين وجهي ڪُنَ ۾، پاٺَهين اُڪاري اوڙاهُ؛
تنهَن واحدَ کي واهُ، جو سُتَرِ سيپئي ڪري.

بندي جي من ۾ هڪڙي ۽ ٻي جا الله پاڻ جوڙي. هوُ پاڻ ئي ڪنهن کي ڪن ۾ هٽي ۽ پاڻ ئي وري اُنکي اوڙاہ مان ڪڍي. اها پچندي هڪ رب کي ئي آهي، جو مڙني کي سٽائي تڙ تي لڳائي.

وائي

ڪَنڌي سارِيان ڪانءَ، يا اَمَنُ! اَمانَ!
ياَ الاهِي! ٻاجَھ ٻلاٽِي پانئِيان.
ڳُنَّڻَ ڳاٽيئَنو ناه ڪوءَ اَپَرِ ٿيا عِصيانَ؛
خَبرَ ناه قَبرَ جِي، نسورا نسيانَ؛
والِي! رَسج وَهِلو، اَرَڪ ٿِياَ اَنسانَ؛
سُڻُ سَباجها سُپرِين، نَعرو نگهبانَ!
مَدِيُون پَسِي منهنجون، شَرمايَا شَيطانَ!
هِنَ منهنجِي حالَ تي، هَيءِ هَيءِ ڪَن حَيوانَ!
سائِين! سُڪاڻِي آهِئَين، سامُونڊِي، سُبحانَ!
ٿُرَهو ڇِنُم تارِ ۾، رَسِج تون رَحمانَ!
ٻيلِي جو ٻُڏَن جو، مون تي موٽي مانَ؛
وينُو پِني پِنَڻو، ڪَر پيرو مٿِي پانَ؛
خالقَ تانَ خوبُ ڪيا، گولَنِ جا گُذرانَ؛
آئُون پڻ اَندو اُن ۾، وينو پِنان پانَ؛
سَڀِ سُوالِي سَمَگيا، داتا ڏيئِي دانَ؛
وِلها سَڀِ وَنهِيا ڪيا، تنهنجي جُودَ جُوانَ؛
مَتان مُونکي ڇَڏِئين، ٻيلِي سندا ٻانَ!
وِيرَ! وَسِيلو آهِئين، داڙُ ۾ دِيوانَ؛
لاءِ ڏُهارِينِ ڏينهَن کي، خيمو اَڏيو خانَ؛
اُتي عَبدُاللطِيفُ چئي، سُڃِج ڪا سُلطانَ!

اي ڏٽي! ڪنڌي نہ ٿي سجهيم، تون امن ۽ امان (شانتي ۽ سلامتي) ڏينم! اي سائين! تنهنجي ٻاجھ ئي ٻيٽاري (حفاظت جو هنڌ) ٿو سمجهان. منهنجا گناه انيڪ آهن؛ اُنهن جو شمار ئي ڪونهي. قبر جي ڪنهن کي بہ سرت نہ آهي، رڳو ويسرون ئي ويسرون آهن.
اي صاحب!
تون اڃي پيڙو ٿج، باقي اِنسان تہ بي وفا آهن. اي ٻاجهارا سپرين ۽ مالڪ نگهبان! تون ئي منهنجي پڪار سڻج. منهنجون برايون ڏسي، شيطان بہ شرمائجي ويا آهن. منهنجي هن حال تي مرُون بہ ”هيءِ! هيءِ“ (ماتم) پيا ڪن. اي رب! تون ئي منهنجو سڪاڻي آهين؛ اي سبحان! تون ئي منهنجو سامونڊي (ملاح) آهين. اي ٻاجهارا! منهنجو ترهو وچ سير ۾ ڇڄي پيو آهي، تون ئي اچي همراه ٿج. جو ٻڏندڙن جو مددگار آهي، سو شل اچي مونکي رسي. هي مڱڻهار توکان ٿو پني. تون هن پينوءَ وٽ ڪو پيرو ڪج. پروردگار اسان ٻانهن جي گذران لاءِ سهڻا وسيلا جوڙيا آهن. آءُ پڻ اُنهن منجھ ويٺو دان مڱان. ڏاتار دان ڏيئي، مڙني سوالين کي نوازيو. اي سخي! تنهنجي سخاوت سڀن کي سائو ڪري ڇڏيو. اي ٻانهن جا واهرو! تون متان مونکي ڇڏي ڏين! اي سوره! تون عدالت ۾ (حساب يا قيامت جي ڏينهن) منهنجي پناه آهين. گنهگارن جي ڏينهن (قيامت) لاءِ نبي سردار تنبو هنيو آهي (شفاعت جو ذمو کنيو آهي.) اي شاه! تون اُتي ڪا منهنجي پڪار سڻج!
(هن وائيءَ ۾ شاه صاحب دنيا کي غفلت جو گهر ڪري ڄاڻايو آهي. اسانجي سموري حياتي ويسر ۾ ٿي گذري. ڪنهن کي بہ موت يا قبر جي ياد نہ آهي. سڀ هڪ ٻئي سان بي وفا آهن. سچو هڪ ڏٽي آهي.)

سر سريراڳ

# داستان ٽيون

وکر اُهو وهائجي، جو ڪڏهن بہ پراڻو نہ ٿئي ۽ جنهن مان ولايت ۾ ذرو بہ ضايع نہ ٿئي. ناڻو بہ اُهو ڪمائجي، جنهن جي آڌار چوٽڪارو ملي. ٻيڙي جهوني ٿي اٿيئي؛ تري ۾ ٽُن اٿس، ڪُوهو جهونو ۽ لاچُو لڙيل اٿس. تنهنجو فرض آهي ٽُن ٽنڻ، مڪڙي مَڪڻ ۽ نوان رسا وٽائي وجهڻ. ڏٺي شل هن جهوني جهاز کي پنهنجي لطف سان رکي وٺي ۽ اُنکي پور بندر پهچائي. درياه جي وچ ۾ ٻيڙي الائي اُپڙي، ڪي ٻڏي. فرنگي اچيو منجهس چڙهن ۽ ملاح پنهنجي ماڳ تان پلجيو وڃن. جتي جُنگ جهاز بہ ٽِڪاءُ نہ ٿا ڪائين ۽ نهايت جفاڪشيءَ سان ٿا هلن، تتي ضعيفن جي ٻيڙيءَ کي سائين رکي وٺي. معلمن کان ڳريون ڳالهيون پيئون سڄن. اي ناکئا! جيسين بندر تي پئو آهي، تيسين ننڊ نہ ڪجي. ڪو ڪامل ڪشتيبان مليئي تہ پوءِ سمهج. جن سفر جو سامان سنياري ڪنيو، سي وڃي سلامتيءَ سان عدن کان نڪتا

| مشڪل لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ڪوُها | ڪاٺيون، جنهن تي سڙه پکڙيل هوندا آهن |
| اُتَرَ | اتر جي هوا |
| اولي | ڳن (ٻيڙي هلائڻ جو) |
| اَٽي | نئوڪ |
| وَٽي | سودو ڪري |
| وهاءِ | ڳنهہ، خريد ڪر |
| ويچيندي | وڪڻندي |
| ولات | ڏيساور، ولايت |
| ضاءِ | زيان، ضايع |
| آڳهہ | آڌار |
| اُبَهين | چوٽڪارو پائين |
| وَهَ | پاڻيءَ جو تيز وهڪرو |
| ويڏَ | ويڌن، غضب |
| وتَرو | جهجهو، گهڻو |
| ٽُن | سوراخ |
| پاسَنئُون | پاسن کان |
| ڪَڙهُ | فڪر يا اونو رک |
| ڪالهوٽي ڏينهن | سيان جي ڏينهن (روز قيامت) |
| جهُرُ جهنو | جهوُر ۽ جهونو |
| لاچوُ | رسيون |
| لَڙياسِ | لڙي آيس |

| جيلان | جنهن صورت ۾ |
|---|---|
| سَتَرُ | جبرو |
| سڪاٽياسِ | سندس سڪاني |
| تي | تنهن ڪري |
| وَهَ | وهڪري سامهون، اوياري |
| تُنيِنسِ | بند ڪرينس |
| مڪِ | تيل جو هٿ هٽينس |
| ڏيهاڙي | روزمره |
| مَڪُڙي | ٻيڙي |
| متي نيندِ وُءِ | سمنڊ مٿان |
| نيِنسِ | وٺي وڃينس |
| وَڏاندَرا | جبرا |
| لاجو | رسا |
| اُهِرائينس | هاڪارينس |
| ڪَپَرُ | ٻوائنو ڪنارو |
| سوءِ | سيُو يا ٻڏو هوءِ |
| سُتي لوڪ | جهان ۾ غافل رهي |
| چِترُ | چتيون ٿيل جهاز |
| چوُهي | چوُه وهڪري |
| پوءِ | ٿيو پوي |
| پَرِ توءِ | توڪي پرتو آهي |
| سَيدَ | سردار |
| بَندَر | ڪاٺياواڙ جو پور بندر (منزل) |
| جُتو | گڏوگڏ |
| وانءُ | وچ |
| پوُريندي | اُسهندي، پوريندي |
| سَتَر | مضبوط |
| سَتاڻي | زبردست |
| دَنگي | ٻيڙي |
| اُپڙي | ٻاهر نڪري |
| واڻيا | هنيا، جوڙيا |
| سوُنهَڻَ | ڪاٺ جا ڪيِل ۽ چيڙيون |
| مُعلِمَ | جهاز جا رهبر |

| فِرنگي | يوروپي (هتي درياهي چور) |
|---|---|
| ڊينگ | جُنگ جهاز |
| تاري | آسري |
| ٻيڙِياتا | ٻيڙيءَ وارا |
| ٻيئي | ٻئي ڳالهيون (سمهڻ ۽ ٻيڙي سلامتي سان هلائڻ) |
| پَرُ | پاسي ۾ پر ۾ |
| وڏاندَريون | وڏيون ٻيڙيون |
| جهَجهي زورِ | گهڻي جفاڪشيءَ سان |
| جُنبنِ | اڳتي وڌن |
| نيڊوُءَ | سمنڊ |
| ناتارِيون | ڳرا لوه جا ٽڪر |
| مُلان | ڪان |
| ڳُري | خوفائتي |
| سُئي | ٻڌي |
| شآه | سلطان سمنڊ |
| چيني | سنواري |
| پاڳَڙين | ٻيڙين |
| لُنڊا | قاصر پنتي |
| ليکي | حساب ۾ (ڪرمن جي ليکي ۾) |
| ناکُئو | چڪاس ڪندڙ خلاصي (پارسي ۾ ناخدا) |
| سَنياري | ياد ڪري |
| عادَنئوُن | عدن بندر ڪان |
| اُکَتَا | نڪتا |
| جان | جيسين |
| يَئي | پئو ڏر |
| مَهي | ولوڙيل ڏهي يا کير |
| سَيد | نبيءِ سردار |
| ننڊَا بارَ | سامان سرا ٻڌا (سفر لاءِ |
| پانڊِينِ | سفر ڪندڙن |
| آرِسُ | آلس |
| پَڳهه | رسيون (لنگر ٻڌڻ لاءِ |
| پَتڻ | هتي موت |

| پوُر | گهمرا |
|---|---|
| وارَ | وقت، مهل |
| ڪِيو | ڪايو |
| هَلڻ جي هاڪارَ | هتان هلڻ جي هڪل |
| سَنيار | سرت، سوجهي |
| سائينءَ مُڪين | توکي سائينءَ موڪليو |
| رِءَ گهڙي | دِلي ڪان سواءِ |
| شارِڪ | شڪ آڻيندڙ (ڏٺيءَ جي هستي ۾) |
| سَتار | پردو رکندڙ |
| ذَائِقَةُ الْمَوْتِ | هرڪو جِئو موت جو ذائقو چکندو |
| پَچار | هدايت، گفتار |
| شهباز | وڏي باز يا شڪاريءَ جو (يعني موت) |
| يَوْمَ يَفِرُّ الْمَرْءُ مِنْ اَخِيْهِ، | حساب جي ڏينهن (قيامت جي ڏينهن) ڀاءُ پنهنجي ڀاءُ کان ڀڄندو (قرآن شريف) |
| ڀارَ | ڀائر |
| اوسار | اَجها ۽ آسرا |
| لَک | لکين قيمتي دم |
| هُنئَهين | اجايا |
| جوڙِن | گوڏن |
| جُڙِڪي | جمع ٿي |
| دُني | دولت، مايا |
| تنهنجي دار | تنهنجي گهر ۾ |
| جِيفو | مردار |
| حَديث | پيغمبر صاحب جو سخن |
| اَنڌيءَ | انڌي دنيا |
| آچار | مثال |
| وَتيءَ | وندڻيءِ |
| وِلَهن | مسڪينن |
| نہ نِبَهي | گهڻو وقت جٽاءُ نہ ڪري |
| جِمَ | متان |
| پِتيُن | قبر جي پِتين |
| پُلڪار | ڌهڪار |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| 1<br>ڪُوھا ڪالھ ڪِٿِي، اُنَ وڏا اُتَرَ آسَري؛<br>اَلا جُهري مَ اُنَ جي، اوَلي جي اَٿِي؛<br>وَڻجارَنِ وَٽِي، وَکَرُ وِڌو ٻيڙِيين. | ڪالھ هنن (وڻجارن) اُتر جي سٽائي هير جي آسري سڙھ سنباهيا. اي ڏٽي! شل هنن جي ٻيڙيءَ جي ڳن جي نوڪ کي بہ ڪو جوکو نہ رسي. وڻجارن، سودي ڪاڻ، وڻج جو مال ٻيڙين ۾ چاڙهيو آهي. |
| 2<br>وَکَرُ سو وِهاءِ، جو پَئِي پُراڻو نہ ٿِئي؛<br>ويڇيندي وِلاتَ ۾، ذَرو ٿِئي نہ ضاءِ؛<br>سا ڪا هَڙَ هَلاءِ، آڳهِ جنهنجي اُبِهين. | اُنهي وکر جو سودو ڪر، جو رکئي خراب نہ ٿئي ۽ جو ولايت ۾ وڪڻندي، رتيءَ جيترو بہ زيان نہ ٿئي. اهڙو ڪو ناٽو واپراءِ، جنهنجي آڌار تي ڇوٽڪارو پائين. (روحاني ڏن ميڙ تہ نجات يا موڪش مليئي.) |
| 3<br>اوريائين آٽِينِ، ميڙيو مُعَلمَ خَبرُونَ؛<br>سا تان سُڌِ نہ ڏِينِ، جتي وَهُ ويڌَ ڪري. | ساموندي سونهان، ويجهي پاڻيءَ جو سمورو سماءُ هٿ ڪيو اچيو رسائين، پر جيڪو ڦهر وچ سير ۾ پيو وهي، تنهنجي سڌ هو نہ ٿا ڏين. (مهراڻ جي مپ جي سڌ ملاحن کي بہ ناهي.) |
| 4<br>ٻيڙِي پُراڻِي، وَکُرَ پاءِ مَ وتَرو؛<br>تَري ۾ تُنَ پيا، پاسَنئُون پاڻِي؛<br>هِيءِ هَڏِ وِهاڻِي، کَڙهُ ڪالَهوٽي ڏِينهَن کي. | ٻيڙي جهوني ٿي چڪي اَٿيئي؛ اُن ۾ گهڻو اِسباب نہ وجهہ. اُن جي تري ۾ سوراخ ٿي پيا آهن ۽ پاسن کان اَندر پاڻي پيهي پيو اچيس. هيءَ ويل هميشہ لاءِ ويئي، تون سيان (حساب جي ڏينهن) جو اونو رک. |
| 5<br>تَري تُنَ پياسِ، پاسَنئُون پاڻِي وَهي؛<br>کُوهو جُهرُ جهنو ٿيو، لاڄُو سَپِ لَڙياسِ؛<br>جيلان سَتَرُ سڪاڻياسِ، وَهي تي وَهَ سامهون.. | تري ۾ سوراخ ٿي پيا اٿس ۽ پاسن کان پاڻي پيو وهيس. کُوهو جهوُر ۽ جهونو ٿي ويو اٿس ۽ نوڙيون سڀ ڍريون ٿي پيئون اَٿس. جنهن صورت ۾ سڪاني جبرو اٿس، تنهن صورت ۾ تکي وهڪ جي سامهون بہ ترندي ٿي هلي. |
| 6<br>وينو تُنَ تُنينسِ، مَکَ ڏيهاڻِي مَکُڙِي؛<br>سَنباهي، سَيِّدُ چئي، مَٿي نيندوءُ نِينسِ؛<br>وَٽائي وَڏاندَرا، لاڄُو لَڳائِينسِ؛<br>آخرِ اُهرائِينسِ، تہ جوکو ٿِئي نہ جهازَ کي. | سوراخ پيو بند ڪرينس ۽ روز تيل جو مک پيو ڏينس. پوري سانباهي سان سمنڊ تي ڪاهي وڃينس. وڏا رسا وٽائي، لڳائينس. نيٺ هاڪارينس تہ جهاز کي ڪو جوکو نہ رسيئي. (جئن ملاح هر وقت پنهنجي ٻيڙيءَ کي درست رکندا آهن، تئن اِنسان کي بہ هن مها ساگر ۾ پاڻکي درست رکڻو آهي.) |
| 7<br>اَچي سو ڏٺوءِ، جو ڪَپَرُ سوءِ ڪَنَنِ سينِ؛<br>سُتي لوڪ لَطِيفُ چئي، يادِ نہ ذرو ڪيوءِ؛<br>غافِلُ تِي غُرابَ کي، اوڙاهَ تي آندوءِ؛<br>سو چِتَرُ چُوهي ڪانَ رَکِينَ! جو پيو پُراڻو پوءِ؛<br>جهازُ ضَعيفَنِ جوءِ، پاڻِيءَ ۾ پَرتوءِ!<br>سَيِّدُا! ساٿُ سندوءِ، پُرِ بَندَرِ پَهچائِين! | اکين سان اچي اهو پوائنٽوڪنارو ڏٺو اٿيئي، جنهن جو احوال ڪنن سان ٻڌو هوءِ. ويسرو رهي، جهاز کي اوڙاھ ۾ آندو اٿيئي. اي ڏٽي! تون شل هن پتي ۽ پِگل جهاز کي رکي وٺي، جو وقت پئي، بنهہ جڏو ٿيو پوي. هيڻن جو جهاز اونهي ۾ پرتو اٿيئي. اي سردار! تون شل پنهنجي سموري ساٿ کي پور بندر (آخرين منزل) تي پهچائين. |

| | |
|---|---|
| 8<br>جُتو وانءُ جَهازَ! گَڏيو غُرابَنِ سين؛<br>پُورِيندي هُنَ پارَ ڏي، سَدَّرَ کَٽَج سازَ؛<br>اَچِنِ تا آوازَ، سَٽاڻي سَمُندَ جا. | اي جهاز! تون غرابن (وڏن جهازن) سان گڏيو وڃ. هن پار ڏي هاڪاريندي، پاڻ سان سبر (پختا) ساز کڻج. مست مهراڻ جا ڏاڍا شور پيا سڻجن. (جئن رواجي جهاز، غرابن جي سايي ۾، تئن رواجي اِنسان، ڪاملن جي ڇانو هيٺ سلامت آهن.) |
| 9<br>دَنگِي وِچ درياهَ، ڪِي ٻُڌِي ڪِي اُبِڙي؛<br>هُو جي وادِي واٽيا، سِي سُونهَڻَ سِپَ سَڙِيا؛<br>مُعَلِمَ ماڳِ نہ اَڳِئين، فِرَنگِي مَنجھ قَرِيا؛<br>مَلاحَ! تُنهنَجِي مُڪِڙِيءَ، اچِي چورَ چَڙهيا؛<br>جِتِي دِينگُ دَرِيا، تِتِي تارِي تُنهنجِي! | سمنڊ جي وچ ۾ ٻيڙي اَلائي ٻڏندي ڪي اُبِري ٻاهر ايندي. هوُ جي ڇپڙيون ۽ ڪيل، وادِي هنيا هوا، سي سپ سڙي ويا آهن. ملاح پنهنجي اڳين جاءِ تي نہ آهن. درياهي چور ان ۾ ڪاهي پيا آهن. اي ڏٽي! جتي جُنگ جهاز ٻڏهي پيا، تتي تنهنجو ئي تڪيو آهي (هتي اِشارو ديهيءَ، نفس ۽ سنسار ڏينهن آهي. |
| 10<br>ٻيڙِياتا! ٻيئِي، تو نہ ڦَبَنديُون ڳالَهڙيُون؛<br>سَجِيُون راتِيُون سُمهين، پَرُ سُڪاڻَ ڏيئِي؛<br>صُباحَ سَيئِي، پارِ پُڇَندءِ خَبرُون. | اي ملاح! توکي ٻئي ڳالهيون (سمهڻ ۽ ٻيڙي هلائڻ) هٿ نہ اينديون. تون سڪا کي پاسو ڏيئي، ساري رات سمهيو ٿو رهين. سڀان هن پار توکان سموريون خبرون (حساب) وٺندا. (ٻئي جهان ۾ پڇاڻو ٿيندءِ.) |
| 11<br>وَهَ تکَ وَهَڪَرا، جِت لَنگر نہ نَهرَنِ؛<br>وڏاندَرِيُون وَهَ سامُهِيُون، جَهجهي زورِ جُنبَنِ؛<br>نيڍِوءَ ۾ ناتارِيُون، وَڻجارا وجهَنِ؛<br>مُلان مُعَلِمَنِ، مُون ڳِري سُئِي ڳالهڙي. | وهڪرن جي تکي چوه ۾ باري جهاز بہ بيهڪ نہ ٿا ڪائين. جبريون ٻيڙيون بہ ڏاڍي جفاڪشيءَ سان وهڪري جي سامهون ٿيون چرن. وڻجارا، سمنڊ ۾ لوه جا ڳرا وزن ٿا وجهن. (ٻيڙيءَ کي ميزان ۾ رکڻ لاءِ) مون ساموندي سونهن کان ڏاڍي خوفائتي خبر ٻڌي آهي. |
| 12<br>وَڻجارا! وينِي، تو نہ سَرَندِي شاهَ رِي؛<br>مَکَ پَنهنجِي مَڪِڙِي، چَڱِي ڪَر چِينِي؛<br>پاسا پاڳِڙِين جا، سَمُنڊُ تُو سِيڪِي؛<br>جِي لُنڊا ۾ لَيکِي، وِيرِ وِڙهندِي تِن سين. | اي وڻجارا! توکي شاه سمنڊ کان سواءِ ويٺي نہ سرندي. ٻيڙيءَ کي تيل مک ۽ اُن کي سنواري سٺي ڪر. سمنڊ ٻيڙين جا پاسا لهرن سان سٽيو رکي. جي حساب ۾ پوئتي آهن، تن سان وير جنيون ڪندي. (جنجا اعمال خراب آهن، تن کي جوڳي سزا ملندي.) |
| 13<br>ناکُئو نِگَهَبانُ، مُعَلِمَ مُنجِي خَبرُون؛<br>جِن ساري کَنيو سَمنڊَ تي، سَفَرَ جو سامانُ؛<br>لُطفَ ساڻ لَطيفُ چَئِي، تِن لَنگهيو طُوفانُ؛<br>سَنياري سُبحانُ، وِچِي عادَنِئُون اُکَتا. | نظر رکندڙ ناکئو، ٻيڙيءَ جي معلم (ڪپتان) کي خبر سٺائيندو ٿو اچي. جن سفر لاءِ سنيالي پورو سامان کنيو، سي ڏٽيءَ جي ٻاجھ سان، طوفان بہ اُڪري ويا. هوُ سائينءَ کي سنيالي وڃي عدن کان نڪتا. (جن ڪامل رهبر جي هدايت موجب عمل ڪيو ۽ ڏٽيءَ کي ياد ڪيو، سي منزل تي پهتا.) |
| 14<br>بَندَرِ جان يَئِي، تہ سُڪاڻِيا مَ سُمهو؛<br>ڪَپَرُ تو ڪُنَ ڪَري، جِئن ماٽي منجھ مَهِي؛ | اي سڪاڻ (ٻيڙيءَ) وارا! جيسين بندر تي خطرو آهي، تيسين ننڊ نہ ڪريو. ڪناري وٽ پاٽي اِئين پيو ڦري، جئن مَٽ ۾ ولوڙيل ڏنئورو. اي ملاح! ايڏو عذاب |

| | |
|---|---|
| ايڏو سُورُ سَهِي، ننڊ نہ ڪجي، ناڪُئا! | سهجي، تنهن کان ننڊ نہ ڪجي. |
| 15<br>سُتا سَپ پَئِي، سَندي مُعَلِمَ آسري؛<br>اَئِين پڻ سُمهو، ناڪُئا! بَندَرِ ناهہ پَـئِي؛<br>جن جِي سَيدَ لَڄَ کَنئِي، سي سپ لَنگهيندا لَڪيُون. | معلم (ڪامل رهبر) جي آڌار تي سڀيئي سمهي پيا. اي ناڪئا! اوهين پڻ سمهي پئو، چوتہ بندر تي هيئنر ڪوبہ پئو ڪونهي. جنجي لڄ سردار پاڻ کنئي، سي سڀيئي مشڪل راهون پار ڪندا. |
| وائي<br>ساٿِين نَنڊا بارَ، وو! تن پانڌِين نَنڊا بارَ؛<br>توکي آرِسُ اَکِڙيُن ۾!<br>پاتا پاڙيوارِيين، پَکِهَ منجھ پاتارَ؛<br>پَتڻُ تو پُورَ ڪري، آئِي تُنهنجڙي وارَ؛<br>سَڄِيُون راتيُون سُمهين، ڪِيو منجھ خُمارَ؛<br>ڪِ تو ڪَنين نہ سُئِي، هَلڻَ جي هاڪارَ؟<br>تائِبَ ٿِيو تَڪِڙا، سَچِي اِيَ سَنيارَ؛<br>ننڊَ نہ ڪجي ايتري، سُڻِج اَدا يارَ!<br>سائيںءَ مُڪين سَچَ ڪي، تون کُوڙو منجھ قَطارَ؛<br>ڪِ تو ڪَنين نہ سُئِي، ڪَپَرَ جي کُوڪارَ؟<br>گهِڙان ٿِي رِءَ گهِڙي، الاهِي تُهارَ!<br>هو جو شَڪُ شارِڪَ جو، تئان رَکُ سَتارَ!<br>ڪُلُّ نَفۡسٌ ذَائِقَةُ الۡمَوۡتِ، پَڙهو اِيَ پَچارَ؛<br>شِڪارُ تون شَهبازَ جو، تون تان مَنجھ شڪارَ!<br>يَوۡمَ يَفِرُّ الۡمَرۡءُ مِنۡ اَخِيۡهِ، جت پَڄَندا پارَ؛<br>تُرَهو چِنو تارِ ۾، اَڇج تُون اوسارَ!<br>لَکَ مَڙِيئِي لُٽِيا، هُنئَهِين ويا هَزارَ؛<br>ڏِنئہ جي اَللهَ کي، هُوندَ ٿِئين پَرِيين پارَ؛<br>جوٽَنِ مَتان جُنَڪي، دُنِي تُنهنجي دارَ؛<br>جِيفَو آهِ حَدِيثَ ۾، اَنَڌِيءَ اِي آچارَ؛<br>وَٽِيءَ ڪين وِلَهنِ سين، ڪَنبي پَرِ قَهارَ؛<br>سا ڪَئَن هَلِي تو سين، جا پَکِي ڪان پَتارَ؟<br>جِيَڻُ جالَ نہ نِبَهي، سُڻِج اِيَ سَنيارَ؛<br>جِمَ وِسارِئين ويسِرا! پِتِيُن جِي پُلڪارَ. | سائين سامان سهڙيا آهن (سفر لاءِ) او! انهن پانڌين (سفر تي اُسهندڙن) سامان سهڙيا آهن. توکي اکين ۾ ننڊ جو خمار آهي. پاڙي وارين اونهي سمنڊ ۾ پکھ جوڙيا آهن. پتڻ پيو گهمرا ڪري؛ تنهنجي مهل آئي، ڪي آئي. (موت وارا پيو ڪري، چاڻ تنهنجو وارو آيو). تون ڪايو، ساريون راتيون نشي ۾ پيو ننڊون ڪرين؛ ڇا تو هتان هلڻ جي هڪل ڪنن سان نہ ٻڌي آهي؟ ترت توبهہ تائب ٿيو، اِهائي سچي سرت آهي. اي ادا يار! اِهو سڻ تہ ايتري ننڊ نہ ڪجي. سائينءَ توکي سچي ڪار لاءِ موڪليو، تون صف ۾ ڪوڙو ٿيو بيٺو آهين. ڇا تو ڪنن سان ڪپر جي دانهن نہ ٻڌي آهي؟ الله جي آسري، دلي ڪان سواءِ ٿي ٿي پاٽيءَ ۾ گهڙان. اي پردو رکندڙ! هو جو شرڪ ڪندڙن (ڏٽيءَ ڪي نہ مڃيندڙن) جو شڪ آهي، تنهن کان مون ڪي رکي وٺج. ”هرڪو موت جو ذائقو چکندو“ اِها هدايت پڙهيو پيا پڙهجو. تون شهباز (موت) جو شڪار ٿيٺو آهين ۽ تون پاڻ وٽين شڪار پٺيان پوندو! ”قيامت ڏينهن ڀاءُ ڀاءُ کان ڀڄندو“ (قرآن شريف) اُتي (قيامت جي ڏينهن) ڀائر هڪ ٻئي کان ڀڄندا. منهنجو ترهو پاٽيءَ ۾ آهي. اي منهنجا اَجها ۽ آسرا! تون اچي مونکي رسج. لک مڙيئي لٽجي ويا ۽ هزار اَجايا برباد ٿي ويا. (حياتيءَ جا قيمتي پل ضايع ٿي ويا.) جي اُهي الله کي سپرد ڪرين ها تہ هوُند پرئين پار وڃي پهچين ها. تنهنجي گهر ۾ دولت تنهنجي گوڏن تائين اچي گڏ ٿي آهي. حديث ۾ دنيا کي مردار سڏيو ويو آهي. هن انڌي دنيا لاءِ ئي اِهو مثال ڏنل آهي . رب جي ڏاڍي سرڪار کان نہ ڊڄي، تو اُها مسڪينن سان نہ وندي. جا پنهنجي پتار کان پڳي آهي، سا توسان ڪئين نباهيندي؟ (بي وفا دنيا ڏانهن اِشارو). جيئڻ گهڻو وقت نہ ٿو جٽي. اِها هدايت سڻج. اي ويسرا! متان قبر جي پتين جو ڏهڪار وسارين. |

سر سريراڳ

# داستان چوٿون

پنهنجا سڀ ڪم سبحان جي حوالي ڪر ۽ غم ۽ فڪر ميٽي، سندس ڪئي تي راضي رهه. چڱا چڱايون تا ڪن، برا برايون. جنهنجو جيڪو وڙ آهي، سو تئن ئي تو ڪري. بي بها ماڻڪ اُنهن کي نه آڇ، جن کي اُن جو قدر نه آهي. جنجو واهپو سون سان آهي، سي ڪچ کي رد ڪيو ڇڏين. هيئنر ڪچ اَگهي ٿو ۽ موتين جو ملهه ڪونهي. اُهي وينجهار به نه رهيا آهن، جي هيرو ۽ لال ونڊين! هينئَر اُنهنجي جاءِ تي لهار ڪٽ پيا ڪٽين. اُهي صراف ئي عدم آهن، جي سون پرکين. شل پارکو نه وڃن، جي پاڻيٺ پرکين. جتي ماڻڪ آهي، تتي چور به تا تڪين. سياڻا اُهي آهن، جن پنهنجو موتي پرزا ٿيڻ کان بچايو ۽ چورن کان سنڀاليو. تون سودو اُهو ڪر، جنهن ۾ جواهرن جو وهنوار هجي. اي سون! جي صراف لڏي وڃن ته تون به لڏي وڃج، نه ته ڪوبه قدر نه ڪندءِ؛ مورڳو نيئي ڪچ سان ڳڏيندءِ.

| مشڪل لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| سُبحان | ساراه جوڳي ذاتيءَ |
| تَسليم | پاڻُو، رضا تي راضي رهڻ، توڪل |
| قادِرُ | سگهارو ذاتي |
| ڪَرَمَ | سگهارو ذاتي |
| حاجَ | مراد، ڪارج |
| مَنايُون | برايون |
| مَنَن | برن |
| وَڙُ | سلوڪ، ورتاءُ |
| جُڙي | سونهي، ٺهي |
| مَيَن | اُنَن |
| سَمَرا | سامان |
| کُهيَن | ٽڪلن، ماندن |
| اِيَ | اِها ريت يا مرڪ |
| سَندي سَجَڻين | سڄڻن جي |
| وتُ | ملهه، قدر |
| ويمي | واپار |
| اَمُلَ | بي بها موتي |
| مَٿ | متا ستا |
| تِتهَين | اُتي ئي |
| مَٿِ | وڻج يا سودو ڪرڻ |

| سَتِ | واهپو يا وهنوار |
|---|---|
| رِيُ | مٺ، ڪچ |
| سونا | اي سون |
| وانءُ | وچ |
| صَرافَ سيئَن | صراف وٽ |
| لَڏو | لڏو لاهڻ = سامان سڙو لاهي ويهي رهڻ |
| لَڏِ | سفر ڪر |
| جهُ | جڏهن |
| گَڏوُنءَ | مٺ، ڪچ |
| پَلَيءِ پايو | پلاند ۾ جهليو |
| وينجهار | هيرا ۽ لال ونڌيندڙ |
| وِنڌِينِ | سوراخ ڪن (اُن ۾ نفيس ڪاريگري گهرجي) |
| سيهي | شيهي جو |
| ڪُٺِ | سادو ڏاتو |
| اُنين پيٺيين | اُنهن جي آستانن تي |
| پاٽِيتَ | پاٽيءَ وارا (مٽيادار) موتي |
| پَرَکٽا | پرکيندڙ |
| ڪَنِيرُ | خوردبيني، (ننڍو شيشو جو وينجهار اک تي چاڙهيندا آهن) |
| سارَ | پرک |
| مِزاجَ | خاصيت |
| ڪِنارَ | ٻاهرين ڪنار |
| صَرافِنِئُن ڏارَ | صرافن ڏاران |
| مُلاحظو | جوکو، بي قدرائي |
| مُنڌَ | اِستريءَ |
| پيتيءَ | صندوق (هتي اِنساني ديهيءَ ڏانهن اِشارو) |
| پَدَ | ملهه، مرتبي (پد مان پري = پدم ڪان متي) |
| ماٽِڪَ ماڳُ | ماٽڪ جو هنڌ |
| چوران | چورن |

| تکيو | آستان |
|---|---|
| سَنئون | سئنون سياڳ = نهايت نيڪ بختي |
| اوباهِيو | سلامتيءَ سان نيو |
| چُور | شيطان ڏانهن اشارو، اِنسان جي ساڃهه چورائيندڙ |
| لِڪي | لڪل (شيطان جو اندر لڪو وينو آهي) |
| پاڻ پَرَنِجي | سپرد ڪجي، پاڻ کي ارپجي |
| جوشان | جوش يا چاه مان |
| حَبيبَن | پرين |
| ويلو | دير، اوير |
| اُهِس | اُس، چمڪ، مچ |
| اُسِري | اُڏامي |
| چڱيءَ پَتِ | چڱيءَ طرح |
| نِڪَٽو | نسورو |
| واحِدَ | ڏٽيءَ |
| وَرجي | رجوع ٿجي |
| گوڙيوُن | گجگوڙون |
| اَجَلُ | موت |
| سجي | سجهي، پڌجي |
| اُونداهي | قبر جو انڌڪار |
| آگو | ڏٽي |
| ڍَڪيا | ڳجها |
| ٻُجهي | ڄاڻي |
| وُجود | جيءَ ۾ |
| داءِ | دپ |
| ٻيءِ | ٻئو |
| اَمَنُ | سلامتي |
| اَجهي | پناه |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| 1<br>سَيبيئِي سُبحانَ جي، ڪَرِ حوالي ڪَمَ؛<br>تِيُ تَحقِيقُ تَسلِيمَ ۾، لاَهي غَمَ وَهَمَ؛<br>قادِرُ ساڻُ ڪَرَمَ، حاصَل ڪري حاجَ تو. | پنهنجا سڀ ڪارج ڌڻيءَ جي سپرد ڪر. پنهنجون چنتائون ۽ گمان مٽائي. سندس ڀاڻي ۾ سچو رهہ تہ سائين سگهارو پنهنجي مهر سان تنهنجو ڪم راس ڪري. (شاه صاحب هتي پوري توڪل جي هدايت ڪئي آهي.) |
| 2<br>چڱا ڪَنِ چڱايُون، مَنايُون مَنَنِ؛<br>جو وَڙُ جُڙي جِن سين، سو وَڙُ سيئِي ڪَنِ. | چڱا زانسان چڱايون ٿا ڪن ۽ برا اِنسان برايون. جن کي جهڙو سلوڪ (ورتاءُ) سونهي، سي تهڙو ئي ٿا ڪن. |
| 3<br>مَيَنِ مَتي سَمَرا، ڪُهيَنِ سَڏَ ڪَرينِ؛<br>ساٿُ نِباهِيو نِينِ، اِيَ پَرِ سَندي سَڄَڻين. | هوُ (ڪامل اِنسان) اُٺن تي بار نيئي، ٽڪلن کي سڏين ٿا. هوُ ساري ساٿ کي منزل تي پهچايو ڏين: اِهوئي محبوبن جو مرڪ آهي. |
| 4<br>وِٽُ وِيمي جو جي لَهين، تہ ٻِي ڪارِ نہ ڪَرئين ڪا؛<br>سا پَرُوڙِجِ ڳالهڙي، وَڻجارَنِ وٽانَ؛<br>موتِي مِن هَٽانِ، آندءِ گهٽي اَدَبَ سين. | جي تون سچي وڻج جو ملهه سڃاڻين تہ جيڪر ٻيو ڪوبہ ڪم نہ ڪرين. اِها ڳالهه تون وڃي سچ جي سوداگرن کان سمجهج، جنجي معرفت تون نياز سان موتي لهي تو سگهين. (سچ جا سوداگر ڪامل شخص آهن.) |
| 5<br>اَمُلَ آڇِ مَ اُنِ کي، جي نہ پَرُوڙِينِ مَٽَ؛<br>جِتِ گَڏِجيئِي جوهِرِي، ماڻڪَ تِتَهِين مَٽَ؛<br>جِنِينَ سونَ سين سَٽَ، تِن هَٿِي رِيُّ رَدِ ڪيو. | اَملهه موتي اُنهن کي نہ آڇ، جي اِهو وهنوار نہ سڃاڻين. جتي ڪو جوهري مليئي، تتي ماڻڪن جو سودو ڪر. جنجو وهنوار سون سان آهي، تن ڪوڙ ڪچ کي رد ڪري ڇڏيو. (روحاني شخص دنيا جي شين کي ترڪ ٿا ڪن.) |
| 6<br>سونا! وانءُ صَرافَ سِيئَن، لَڏو لاهِ مَ لَڏَ؛<br>سودو سوئِي ڇَڏِ، جَنهن ۾ جَواهِرُ ناهِ ڪِي. | اي سون! (سچا اِنسان) تون ڪنهن صراف (ڪامل) وٽ ڪهي وڃ. ويهي نہ رهہ. اُهو سودو ئي ترڪ ڪر، جنهن ۾ جواهرن (روحاني ڳالهين) جو وهنوار ناهي. |
| 7<br>جُ صَرافَنِ لَڏيو، تہ تُون پِڻ لَڏِجِ، سونَ!<br>قَدُرُ لَهَندءِ ڪونَ، نيئِي گَڏِيندءِ گَڏونءَ سين. | اي سون! جڏهن صراف لڏين، تڏهن تون پڻ لڏي وڃج. تنهنجو ملهه ٻيو ڪوبہ نہ سڃاڻندو. توکي وڃي ڪچ سان ڳڏيندا. |
| 8<br>اَگِهيو ڪائو ڪَچُ، ماڻڪَنِ موٽَ ٿِي!<br>پَلَيءِ پايو سَچُ، آڇِيندي لَڄَ مَرانَ! | هينئر ڪوڙ ۽ ڪچ اَگهي تو ۽ ماڻڪن کي موٽايو تو وڃي. مان پنهنجي پلاند ۾ سچ جهليو بيٺو آهيان، پر ڪنهن کي اُنجي آڇ ڪرڻ کان لڄ پيئي اچيم. |
| 9<br>ويا سي وِينجهارَ! هِيرو لال وِنڌِين جي؛ | اهي وِينجهار ئي لڏي ويا، جي هيرو ۽ لال ونڌيندا هوا. اُنهنجا پويان شيهي جي پرک بہ نہ ٿا ڪري سگهن. اُنهن جي جاين تي هينئر لهار |

| تِنين سَندا پوريان، سِيهي لَهَنِ نہ سارَ؛<br>کُٺين ڪُٺِ لُهارَ، هاٽي اُنين پيٽِيين. | خسيس ڏاتو پيا ڪٽين. |
|---|---|
| 10<br>وِجن مَ وِينجهارَ! پاٽِيَٺَ جي پَرَکَٽا؛<br>ڪَنُيَرُ پايو اَکِئين، لَهَن سَيَڪَنهن سارَ؛<br>موتِيءَ جي مِزاجَ جو، قَدرُ مَنجهہ ڪِنارَ؛<br>صَرافِنئُون ڏارَ، ماڻِڪَ مُلاحِظَو ٿِئي! | اُهي وِينجهار شل نہ لڌين، جي موتي پرکيندڙ آهن. اُهي اکين تي خوردبيني چاڙهي، هر ڪنهن پاٽيٺ جي پرک ٿا لهن. موتيءَ جي نفاست جو ملهہ اُنجي نفيس ڪنارن تي آهي. صرافن کان سواءِ ماڻڪ کي جوکو (بي قدرائيءَ جو) آهي. (سچي اِنسان جو ملهہ روحاني شخص سڃاڻن.) |
| 11<br>ماڻِڪُ، مُنڌَ هَٽان، پيتِيءَ ۾ پُرزا ٿيو!<br>سَچو تان، سَيّدُ چئي، لَهي لَکُ سَوا؛<br>پَڳي پُڄاڻا، پَدَمان پَري ٿيو. | ماڻڪ (روحاني جوهر)، اِستريءَ (اِنسان) هٿان پيتيءَ (ديهيءَ) ۾ پڇي رتيون رتيون ٿيو. سچو ۽ ثابت هو تہ اُنجو ملهہ سوا لک هو، پر پڇڻ کان پوءِ ساڳيو ماڻڪ پنهنجي پدويءَ (ملهہ) کان ڪري پيو. (ڪي صاحب چون ٿا تہ اُنجو ملهہ پدم کان مٿي ٿيو، چو تہ هتي اِشارو ”وحدت مان ڪثرت“ ڏانهن آهي. ”منڌ“ ماڻڪ جو پرزا ٿيڻ آهي هيڪڙائيءَ مان گهڻائي.) |
| 12<br>جِتي ماڻِڪَ ماڳُ، تِتي چوران تَڪِيو؛<br>سَنئُون تِن سُياڳُ، اَمُلُ جن اوباهِيو. | جنهن هنڌ ماڻڪ آهي، تنهن هنڌ چورن جو بہ ڏيرو آهي. اُنهن جو ڀاڳ سٺائو آهي، جن پنهنجو اَملهہ ماڻڪ اُنهن کان بچايو. |
| 13<br>چورُ اُيو اِئن چوءِ، تہ آئُون اُهوئِي آهيان؛<br>جي اَسِي اَکِيُنِ هوءِ، نہ لِڪي ڪي ڪونہ لَهي. | چور اِئين ٻيئو چوي تہ ”مان اُهو ساڳيو ئي آهيان. جي اسي اکيون تلاشيون ڪندڙ هجن تہ بہ مون لڪي ويٺل کي نہ ڳولي سگهن.“ |
| وائي<br>جاڳو، يارا! جيڏِيُون! پاڻُ پَرَنجي؛<br>جاڳو جوشان، جيڏِيُون! پاڻُ پَرَنجي.<br>هَلَندي حَبِيبَن ڏي، ويلو وِچ نہ ڪجي؛<br>مَٿان اُهِسَ اُسري، پَتنگَ جِئَن پَئِجي؛<br>عَرضُ اَحوالُ اُنَ کي، چَڱِيءَ رِيَت چَئِجي؛<br>ڪري نِيازُ نِڪَٽو، واحِدَ ڏي وَرجي؛<br>آهي مَوتُ مِڙَن تي، گوڙِيُون ڪيو گَجي؛<br>اَجَلُ اِيندُءِ اوچِتو، جو سَدا ٿو سَجي؛<br>اَڳِيان اُونداهِيءَ جو، سَمَرُ ساڻُ ڪجي؛<br>ڪَڻُ تون قُوتُ قَبرَ جو، گهڻو ٿو گُهرجي؛<br>آڳو عيبَ اوهانجا، ڍَڪيا ڳُجهہ ٻُجهي؛ | اي يارو! اي جيڏيون! جاڳو! پاڻ ارپڻ ڪجي. اي سرتيون! شوق مان جاڳو! پرينءَ ڏانهن پنڌ ڪنديء، وچ ۾ ويرم نہ وجهجي. مچ مٿان اُڏامي، اُتس پتنگ جئن ڪرجي. هنن (محبوبن) اڳيان چڱي ريت عرض احوال پيش ڪجي. نسوري نئڙت ڌاري، سائينءَ ڏانهن رجوع ٿجي. موت مڙني مٿان آهي ۽ گجگوڙن ڪيو پيو گجي. موت اوچتو اچي حاضر ٿيندءِ جنهنجو هُل هميشہ پيو ٻڌجي. اڳيان قبر جي اونداهيءَ لاءِ سمر ڪٺو ڪرڻ گهرجي. پاڻ سان قبر جو توشو کڻ، جو اتي ڳچ ٿو گهرجي. ڌڻي اوهانجا عيب ۽ لڪل راز ٿو ڄاڻي. جيڪي جيءَ ۾ وهي واپري ٿو، سو سڀ صاحب ٿو ڄاڻي. جو ڌڻيءَ جي دَر کان ڏري، پو کان پڇي ٿو ۽ الله جو |

| جيڪِي وَهي وُجُودَ ۾، صاحبُ سو سَمجهي؛<br>ڊِجِي ڊاءِ ڏَٽِيءَ جي، جيڪو پِيءِ پَجي؛<br>اَمَنُ آهي اُنَ کي، جو مَنجهه اَللهُ اَجهي. | اجهو تو وٽي، تنهن لاءِ سلامتي آهي. (راتيون جاڳي، رب سنيارڻ، موت کي هر وقت ياد رکڻ ۽ ڏٽيءَ کان ڊڄڻ: اِهي واٽون آهن سچي ترقيءَ جون.) |
|---|---|

سر سريراڳ

# داستان پنجون

اي ناڪئا! سجاڳ ره ۽ سچيتائيءَ سان پنهنجي ٻيڙي لهرن مٿان تاري وڃ. لهرن جو حساب ئي ڪونهي ۽ ڪن ڀوائتا ۽ ڪارا اٿيئي. توکي ڪئن ننڊ مان ساءُ آيو آهي؟ ساموندي سونهان رڳو سچ ٿا سودين ۽ ڪوڙ کي ويجها ئي نہ آهن. اُنهن کي رڳو وينتين جو وکر ساڻ آهي. انهن جي رهبريءَ موجب هل تہ ساگر مان سلامتيءَ سان لنگهي وڃين. جي پارچن ۽ موتين جو ملهائتو وکر کٽي هليا آهن، تن کي ڏٽي شل پنهنجي ٻاجهه سان رکي وٽي. اُهي پرينءَ جي محابي ڪتي محصول ڪري روڪجي نہ ويا ۽ وڃي ولايتن کي رسيا. اِنسان کي جڳائي تہ هن دنيا جي ساگر ۾ ڪاملن جي هدايت وٺي ۽ ويسرو ٿي نہ وهي، نہ تہ اڳيان حساب ڏاڍو جبرو ڏيٺو اٿس.

| مشڪل لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ليکو | حساب |
| ڪَپَرَ | اُتاهان ۽ خطرناڪ ڪنارا |
| آڇاڙا | اڇون لهرون |
| اَسارا | اي غافل |
| ويسِرا | اي ويسر جا ماريا، سست، غافل |
| جاڏا | وڏا |
| جُنگ | زبردست |
| تَرار | ٻيڙي |
| آرَ اَڪِيُنِ | پاڻيءَ جي اکين |
| مُلاحظو | انديشو |
| مَناءُ | من تان |
| ساءَ | سواد |
| جَرَ | پاڻيءَ مٿان |
| وانءُ | وڃ |
| اُونهي | اونهي سمنڊ، عميق |
| آگاهَ | ڄاڻو، واقف |
| سوُنهن | رهبرن |

| سَڏِيون | خبرون، آگاهيون |
|---|---|
| عِجز | آزي، نيزاري |
| ساٿُ | جماعت، ٽولي |
| قَرَنْفُل | لئونگ |
| پارچا | ڪپڙا (پارسي : پارچہ) |
| پاڻِيٺ | آبدار موتي |
| پاتائُون | جهاز ۾ وڌائون |
| تَرَ | جهاز جي تري ۾ |
| تاڪِيائون | پختيون ڪيائون |
| لاڄُن | نوڙين |
| ٻيڙا | گل ڦل |
| نَذرُ | نذرانو |
| نَبيءَ ڄامَ | نبي سردار |
| چَيائُون | باسيائون |
| چوُهي | تڪي واءُ يا سمنڊ جي تڪي وهڪ |
| چوڙيائون | ٻيڙيون هاڪاريون |
| وِچينءَ | ٽپهريءَ |
| جَرَ | جل، سمنڊ |
| پَلئو پائيان | پلئو وجهان |
| اوسَهِ | اونو، سوڻ |
| وَڪَرين | وڪرن سان |
| حُرمَتَ | عزت، محابي، صدقي |
| حَبيب | محبوب (نبي سردار) |
| سوُنگيا | محصول سبب نہ روڪيا |
| اُوءِ | اُهي |
| ڪَنڌ | ولايتون |
| ڪيڙائوُ | ڪيڙيندڙ، گهمندڙ |

| | |
|---|---|
| 1<br>لَهرِيُن ليڪو ناه ڪو، جت ڪَپَرَ ڪُنَ ڪارا،<br>آڄاڙا عَميقَ جا، اَچِنِ اوڀارا،<br>اُتِي اُسارا! وِيرِ وِڙَهنديءِ ويسِرا! | جتي لهرن جو حساب ئي ڪونهي ۽ اُتاهان ڪنارا ۽ اونداها ڪُن آهن ۽ اونهي سمنڊ جون اَچون لهرون اوڀاريون پيئون اچن، تتي اي غافل! سجاڳ رہ نہ تہ وير جنيون ڪندءِ. (هتي اِشارو دنيا جي پوساگر ڏانهن آهي.) |

| | |
|---|---|
| اونهي ساگر، ڪالهہ پربت جيڏا جهاز ڪُن ۾ ليٽائي وڌا. اڄ پاڻيءَ جي اکين ۾ تنهنجي ٻيڙي آهي. (اڄ سمنڊ تنهنجي ٻيڙيءَ کي تاڙيو ويٺو آهي يعني موت توکي تاڙيو ويٺو آهي.) | 2<br>ڪالهہ وڏائِين ڪُنَ ۾، جاڏا جُنگَ جَهازَ؛<br>تُنهنجِي اَڄُ تَرازَ، آهي آرَ اَکِيُنِ ۾. |
| سمنڊ جو انديشو هرگز دل تان نہ لاهج. اي ساموندي! تون ڪي پاڻ سنڀال! توکي ننڊ مان سواد اچي ويو آهي. پاڻيءَ مٿان جاڳي، پنهنجي ٻيڙيءَ کي تاري وڃ. (رب جي ياد ۾ راتيون جاڳڻ، چوڪاري جي واٽ آهي.) | 3<br>مُلاحظو مَهراڻَ جو، مُورِ مَ لاهہ مَناءُ؛<br>سامُونڊِي! سَنڀالِ ڪِي! سُمَهڻَ آيُءِ ساءُ؛<br>جاڳِي جَرَ مَٿاءُ، تاري واڻُ تَرازَ کي. |
| اي ناڪئا! لهرن منجهان ٻيڙيءَ کي تاري وڃ. اونهي سمنڊ جا چاڙهو اُن جي خطري جون دانهون پيا ڪن. رهبرن جي مت وٺ تہ وير مان پار وڃين. | 4<br>تاري واڻُ تَرازَ کي، مَنجهان مَوجَ، مَلاحَ!<br>دانهُون ڪَنِ درياهَ جون، اُونهي جا آگاهَ؛<br>سُونهَنِ جي صَلاحَ، وَٺُ تہ وِيرِ لَنگهي وَڃين. |
| ساموندي سونهان هن مست مهراڻ جون ڏاڍيون ڳريون خبرون ٿا سٽائين. هو ڪڏهن بہ ڪوڙ کي ويجها نہ آهن ۽ رڳو سچ ٿا وهائين. هو اَڌ رات جو آزي نيرازيءَ جو وکر ٿا سودين. هو سموري ساٽ کي صحيح ۽ سلامت سير مان اُڪاريو وڃن. (هتي اِشارو ڪامل شخص ڏانهن آهي.) | 5<br>سُونهان سَڌيون ڏِينِ، هِنَ ديواني درياهَ جون؛<br>ڪُوڙَ اوڏائِي ڪِينَ ڪِي، رُڳو سَچُ سودِينِ؛<br>عِجزَ جي اَڌَ راتِ کي، وَکرُ وهائِينِ؛<br>ساٽُ نِباهِيو نِينِ، ثابِتُ اِنهِيءَ سِيرَ مان. |
| ٻيڙين ۾ لونگ، ڦوٽا، قيمتي ڪپڙا ۽ موتي وڌائون. اُنجي تري ۾ ملهائيتون شيون ڪوٺين ۾ قابو ڪيائون. رسن ۾ گل ڦل ٻڌائون ۽ ٻيڙيءَ ۾ چڙهنديءَ، نبي سردار جو نذرانو باسيائون. جي ٻيڙيءَ تکي وه ۾ چوڙي چڙيائون، تن کي شل پنهنجي مهر سان رکي وڃين. (ملاح ٻيڙيون سينگاري، قيمتي مال هيٺ ڪوٺين ۾ حفاظت سان رکي، نبي ڄام جو نذرانو باسي اُسهندا هوا.) | 6<br>قَرَنُفُلَ ڦوٽا، پارچا، پاٽِيَنَ پاتائُون؛<br>ڪوٺِيُون قِيمَتَ سَندِيُون، تَرَ ۾ تاڪيائُون؛<br>لاڄُنِ مَنجهہ، لَطِيفُ چئي، ٻيڙا ٻَڌائُون؛<br>نَذرُ نَبِيءَ ڄامَ جو، چَڙهندي چيائُون؛<br>جي چُوهي چوڙيائُون، سي ٻيڙِيُون رَکِين ٻاجَهہ سين! |
| سنجها جو جل پلئو پائي اِهائي آراڌنا پيئي ڪريان تہ ”شل ٻيڙا سلامتيءَ سان تڙ تي رسن ۽ سپرين گهر ۾ پهچن.“ اِهائي مونکي اون لڳي پيئي آهي. جئن وڻجارو پنهنجي وکر سان سرهو آهي، تئن شل سڀ سرها هجن. پياري نبي سردار جي محابي، هو محصول سبب ڪٿي روڪجي نہ پيا. آهي ولايتون گهمندڙ نيٺ پاٽيهي گهر ۾ پيهي آيا. | 7<br>وچينءَ جان ويهي، جَرَ پَلؤ پائِيان؛<br>”تَڙِ ٻيڙا! گهرِ سُپرِينَ!“ اُوسَهِ اِيَ پيئِي؛<br>جئِن وَڻجارو سِينَ وَکَرِين، سَرَها سِيئِي؛<br>حُرمَتَ ساڻُ حَبِيبَ جي، سُونگيا نہ سيئِي؛<br>پاٽِهِين اُوءِ پيهِي، کَندَ کيڙائُو آئِيا. |

سر سريراڳ

# داستان ڇهون

تانگهي پاڻيءَ ۾ ئي ساڻ ترهو ڪڻ. اونهي ۾ پيو ڪوبہ آڻي نہ ڏيندءِ. غافل نہ ٿيءُ، هر وقت هوشيار رهہ. اَجل جي وڄ ڪنهن بہ وقت اچي مٿان ڪڙڪندءِ. مهراڻ ۾ مونجهارو آهي، تون پنهنجي سڪان کي پختو جهل. روحاني واٽ نهايت اَڙانگي آهي. جن وجي حقيقي ولايت ڏوري لڌي آهي، تن جون پڻ متيون موڙهل آهن. تون ادب ۽ اخلاص (سچائيءَ) جا سڙه ٻڌ ۽ وينتين جو وکر کڻ تہ عدن کان اوري تنهنجي مڪڙي توائي نہ ٿئي. قدرت ۾ ڪنهن بہ چيز کي آرام نہ آهي. تارن ۽ نهرن کي ڪو سک ئي ڪونهي. تون ڇو سمهي ٿو پوين؟ جيءَ کي جفا ڏيڻ بنا ڪئن ناٽو ميڙيندين؟ جن سمند پوڇيو، تن ماڻڪ ماڻيا. جن ڪناري تي ويهي ڇاريون سوجهيون، تنکي رڳو سنک ۽ ستيون پلئہ پيا.

| مشڪل لفظ | معنیٰ |
|---|---|
| تانگهي | تانگهي پاڻيءَ ۾ |
| تاڻي | ڪشي |
| اُونهي | اونهي پاڻيءَ ۾ |
| ڏاتارُ | ڏني |
| جِمَ | متان |
| وهِين | ويهين |
| وِيسرو | غافل |
| ڪِنوڻ | وڄ (موت) |
| تَوائي | بيتابو |
| سَنبَهين | سپرين |
| ساڃو | مضبوط، خبرداريءَ سان |
| واءُ | زبردست طوفان |
| نَڪَتين | تارن کي |
| ويساندِ | آرام، وسرام |
| نَئين | نهرن کي. |
| مُوڙي | ناٽو، ڌن |
| مَئين | ڳٽين، ڪَتين |
| يَتِ | طرح |
| ڏيهائي | ڏيهہ جا رهاڪو |
| آڇاڙان | سفيد لهرن |
| اُبَتِ | سامهون، اُبتڙ |

| تَرازَ | پيڙي |
|---|---|
| توهَ | مهڙ، ڀاڄهہ |
| گهوري | ڳولي |
| اِخلاص | سچائي |
| سوري | ٽاٽي |
| عادَنِئون | عدن بندر کان |
| تُنهنجو | تنهنجو جهاز |
| تَوائي | بتال، گمراهہ |
| سيوِين | پوچين |
| چِلرَ | چاريون، هلڪيون ٻيڙيون |
| چوئين | ڳولين |
| سانکوٽا | سنک، ڪوڙ |
| سُتيون | سُتيءَ جو جمع (سنک ۽ سُتيون سمنڊ جي ڪناري لڀندا آهن) |

| | |
|---|---|
| 1<br>تانگهي ۾ تاٽي، ٻَڌُ پَنهنجو تُرَهو؛<br>اُونهي ۾ آٽي، ڪو نَہ ڏينڊُءِ ڪو ٻيو! | تون تانگهي پاٽيءَ ۾ ئي پنهنجو ترهو چڪي ٻڌ. ٻيو ڪوبہ توکي اونهي پاٽيءَ ۾ ترهو آٽي نہ ڏيندو. |
| 2<br>ڏوري لَهُ ڏاتارُ، جِمَ وِهين ويسِرو!<br>هَڪِيو هوئِجِ هوشيارُ، ڪِنوڻَ ڪِنونديءِ اوچتي. | ڏٽيءَ کي ڳولي لهہ، متان غافل ٿي ويهين. تون هر ساعت سجاڳ رهج، چو تہ توتي اوچتو وچ (اَجل جي آفت) اچي ڪڙڪندي. |
| 3<br>ڪِنوڻ ڪِنوايو، آيَءِ نِندَ اَياڳَ کي!<br>جِنِين نَہ پِؤَ پانيو، ڪَري تَوائِي تِن کي. | وچ پيئي ڪنوي، توکي ڪنهن نياڳ جي ڪري ننڊ ڪِچيو وڃي. جن پنهنجي لاءِ ڪوبہ خطرو نہ ڄاتو، تن جون اُچيو متيون منجهائي. |
| 4<br>سامُونڊِي! ٿو سَنبَهين، ساڄو جَهلِ سُڪانڻُ؛<br>لَڳِيَ واءُ وَڏاندَرو، مُنجهائي مَهراڻُ؛<br>جِنِين پانيو پاڻُ، ڪَري تَوائِي تِن کي. | اي ساموندي! اچا پيو سنيرين، ڪي سکان کي پختو جهل. وڏو طوفان لڳي تہ مهراڻ ۾ مونجهارو مچيو وڃي. جن خوديءَ ڏيکاري، تن کي تالان ڪيو ڇڏي. |
| 5<br>نَکو سُک نَکَتين، نہ ويساندِ نَئين؛ | نہ تارن کي سک آهي، نہ لهرن کي ڪو آرام آهي. جيڪي منهن سامهون بنا ڪشالي مليئي، تنهن کي سهنجي (نعمت) ڪيو سمجهين. تون ناٽو |

| | |
|---|---|
| **جيڪا اَچيئِي سامُهين، پانئَين سا سَنئين!**<br>**مُوڙِي ڪوهہ مَئَين؟ جِئَن سَڄِيُون راتِيُون سمهين!** | (روحاني ڏن) ڪئن تو ڳڻين، جڏهن ساريون راتيون سمهيو تو رهين. |
| 6<br>**اَهُڪِي راهَ اَللهَ جِي، اَهُڪِي، اَهُڪِيءَ يَتِ؛**<br>**هُوءِ جِي ڏِيهائِي ڏِيَہَ جا، تن پڻ مُوڙهي مَتِ؛**<br>**آچاڙانِ اُبَتِ، گِهڙِجِ گهاٽي نِينهَن سين.** | اَللهَ جي واٽ (روحاني راهہ) ڏکي ٻہ ڏکيءَ طرح آهي. هوُ جي انهيءَ ديس (روحاني ولايت) جا رهاڪو آهن، تن جو پڻ اتي عقل منجهيل آهي. تون لهرن جي سامهون ڳوڙهي عقل سان گهڙي پئو. |
| 7<br>**تَنَ ۾ تَرازَ توهَ جِي، گَهڻو لَهُ گهوري؛**<br>**اَدَبَ ۽ اِخلاص جا، سِڙهَ ٻَڌِج سوري؛**<br>**وَڪرَ وينَتِيُن جو، تنهن ۾ پائج توري؛**<br>**تہ عادَنِئُون اوري، تُنهنجو تَوائِي نہ ٿِئي.** | پنهنجي ڪايا ۾ ئي ڏٺيءَ جي ٻاجهہ جي ٻيڙي گهڻي جفا سان ڏوري لهہ. اُن ۾ نياز ۽ سچائيءَ جا سڙهہ چڪي ٻڌج. منجهس نيزارين جو وکر توري وجهج تہ عدن بندر (روحاني منزل) کان اڳ تنهنجو ٻيڙو بتال نہ ٿئي. (هتي شاه صاحب عبادت، اَدب، سچائي ۽ توبهہ زاريءَ تي زور ڏنو آهي.) |
| 8<br>**سمندُ جي سيوِين، تِنِين ماڻڪَ ميڙِيا؛**<br>**چِلرَ جي چوئِين، تِن سانڪوڻا ۽ سُتيون.** | جن سمند پوڄيو، تن ئي موتي ميڙي هٿ ڪيا. جي رڳو ڇاريون ۽ هلڪڙيون ٻيڙيون پيا ڦولين تن لاءِ سڪٽيون ستيون ۽ سنک آهن. |

# سر ساموندي

هن سر کي اِهو نالو ان جي مضمون مطابق ڏنو ويو آهي، ڇو ته اُن ۾ ساموندين جو ذڪر ٿو اچي. ”سر سريراڳ“ ۾ آيل تصوير جو ٻيو پاسو ”سر ساموندي“ ۾ پيش ٿيل آهي.

هن سر ۾ وڻجارن جي ساموندي سفر جو وستار آهي. ساموندي قرقل، قوتا ۽ پارچا (قيمتي ڪپڙا) کڻي، لنڪا ۽ عدن جهڙن ڏيساورن ڏانهن ويندا هوا ۽ اُتان موٽ ۾، قيمتي وکر جهڙوڪ ماڻڪ، موتي ۽ سون آڻيندا هوا. هو اُتر جي هوا لڳي اُسهندا هوا ۽ بهار ۾ واپس ورندا هوا. اُسهڻ کان اڳ، نهايت خبرداريءَ سان سڙ سبي ساچا ڪندا هوا ۽ ٻيڙين کي نوان لاڄوُ لڳائي، عاج جون اوليون کڻندا هوا. معلمن کان مهراڻ جون خبرون پڇي، پڳهہ چوڙيندا هوا. هوُ کنڊ ڪيڙي، پنهنجي وطن کي سون، رپي ۽ هيرن سان مالا مال ڪندا هوا ۽ اِنهي هَوسَ ۾، جان جو ٻہ سانگو نہ ڪندا هوا.

نوجوان وڻجارا، پنهنجين وَهُن کي قوه جوين ۾ ڇڏي، ۽ گهر جا سک ترڪ ڪري، مهراڻ جي موتين جي طمع ۾ سمنڊ جهاڳي وڃي ڏورانهن بندرن تي نڪرندا هوا. ويچاريون نو ورنيون پٺيان ڳچ پيئون ڳارينديون هيون، ۽ ٻين جي ورن کي ڏسي، سيڪارا پيئون پرينديون هيون. وڻجارن جي اسهڻ وقت، سندن اِستريون بندر تي بيهي ڳوڙها ڳارينديون هيون، ۽ ونجهہ کي ور وجهي، يا ڳريي کي جهلي، پنهنجن ڪانڌن ڏانهن سڪ ٻڌيون اکيون کڻي پيون نهارينديون هيون ۽ ڪين نہ وڃڻ ۽ رهي پوڻ لاءِ پيئون ليلائينديون هيون. وڻجارن کي اهائي پرئين پار جي وائي وات ۾ هوندي هئي، ۽ هو پنهنجين اِسترين کي روئندو ۽ پچندو ڇڏي، جهاز هاڪاري هليا ويندا هوا. سندن سڪ ۽ سار ۾ وڻجارن وڻن ٽڻن ۾ وائنٽيون پيئون ٻڌنديون هيون ۽ ڏيا موهي سمنڊ کي مشڪ ۽ عطر جا اَکا پيئون ڏينديون هيون. هوُ سهسين سکائون پيئون ڪنديون هيون ۽ پنهنجن ورن لاءِ سائينءَ در دعائون پيئون پننديون هيون: ”ساموندين، سائين! واءُ سٽائو ورائين.“ سکائن سان گڏ پرڏيهين جون پڇائون پيئون ڪنديون هيون. هرڪا وڻجاري، بندر تي جاڻون پيئي ڏيندي هئي، ۽ هر ڪنهن ايندڙ جهاز کي پريان ڏسي، ائين پيئي چوندي هئي تہ ”مانَ منهنجو هوءِ جاني هن جهاز ۾.“ دل جو دل ۾ پيئي روئي چوندي هئي تہ ”وڻجاري ڪانڌ جيڪر ويئي گهاريان ها تہ ههڙو ڏجهہ نہ ڏسان ها. ڍوليو اچي تہ ساٽس جهيڙيان ۽ پوءِ ڳر لڳي ڳالهيون ڪريان.“ نيٺ ڪانگ لنوندو هو، ۽ ڌاڙيچا سهسين سينگار ڪري، اچي جهاز مان لهندا هوا، پر وري بہ ”لاهيندائي ڪن، ڳالهيون هلڻ سنديون.“

سر سامونڊي

# داستان پهريون

وڻجارو پنهنجي اِستريءَ کي بندر تي روئندو ۽ پچندو ڇڏي، ڏيساورن تي تو وڃي. سامونڊيءَ جو سگ سورن گاڏئون آهي. ويچاريون وڻجاريون ڏهاڙي ڏنپ تيون ڏسن ۽ جيئري ئي چکيا تي آهن. گوندر جون ماريون ورين کي جڳ پيئون سمجهن. وڻجاري گهڻو ئي ليلائي ته "لالن! مون ڪاڻ هڪ رات رهه"، پر ڍوليو رڳو هلڻ جون وايون پيو ڪري. سر نسريا آهن، ۽ اتر جو واءُ لڳو آهي، ته وڻجارو واپس نه وريو آهي. ويچاري وڻجاري، جر تي جاڻون پيئي ڏئي ۽ ڏيا پئي موهي ۽ سهسين سکائون پيئي ڪري. دل ۾ پور پيا پونس. چي: "وڻجاري ڪاندڙ سان لائون لهڻ کان انهين ئي ويئي گذاريان ها ته چڱو. الائي، متس وير ته نه وري ويئي آهي! اچي ته گهڻن ڏينهن لائڻ ڪري پهرين جهيڙو ڪريانس، ۽ پوءِ ڳر لڳي ڳالهيون ڪريانس." نيٺ ڪانگل لنوي تو ۽ وڻجارو ڏچ مچ سان اَچي تو سهڙي، پر وري لهڻ سان ئي ڳالهيون هلڻ سنديون تو ڪري.

| معنیٰ | مشڪل لفظ |
|---|---|
| لنگر جي نوڙيءَ جي پر ۾ | پَڳِهَ پاسي |
| گذار | گهار |
| جنجال | جَنجارِ |
| متان | جِمَ |
| هاڪاري | اوهِري |
| اُسهندا | پوُريندا |
| وطن | ساٽيهُ |
| چو نه | ڪوهُ نه |
| لنگر ڪان | نَنَگَرَئوُن |
| اوري | نيٽن |
| ٻيڙيءَ جي ڳن مان | اوليءَ |
| ٽيلهجي، ڏڪجي | اوهري |
| مهر پرين، سپرين | سباجهين |
| رسا (پائي ڳڻ = ڳڻ يا رسا ٻڌي) ڳڻن سان موهي | پائي ڳڻَ |
| سوگهو ٻڌو | ڳِهيو |
| هردو، دل | هنئون |
| چکيا تي | چِيئَن |
| ٻيڙيون | هوڙاڪ |
| ڦٽ | چاڪ |

| پاڙيچيون | اي پاڙي واريون |
|---|---|
| گوُندر | درد، غم |
| وِيَنِ | پرديس ۾ ويلن |
| اوَنهي | سمنڊ |
| اوهَري | پيڙيون هاڪاري |
| ڪارُو | سمنڊ |
| جيڪُس | شايد |
| وَهُ | تکو وهڪرو، وير |
| اُهريا | اُسهيا |
| جِئائين | جتان |
| ڏُڪَنِ | اچي پهچن |
| تَڙائيين | تن تڙن تي |
| سَڳَ | رشتو، ناتو |
| گوُندَرَ ڳاڏُئون | سورن ڳڏيل |
| انگَنِ | سوريءَ تي |
| اَڪُ | سرير |
| اوهري | هاڪاري |
| سَنبهين | سنيرين |
| ڳِريو | ڪلو، پيڙيءَ جي ڳن ٻڌڻ لاءِ |
| مُهُرِي | پيڙيءَ جي مهڙ وٽ |
| ڪوءِ | ٻن پوي |
| ڍِوليا | اي پيارل |
| اُلوَڙَڻَ | اولي سان هلائڻ |
| وَرُ | ياڪر |
| ڦوڙائِي | وچوڙو ڏيئي |
| جيڪُس | شايد |
| نِبَرُ | نبل، ڪچو |
| ٺِلِيو | ڏڪي هلايو (پيڙيءَ کي) |
| اڳِهين | اڳي ئي |
| مَنجِهہ | پيڙيءَ منجهہ |
| وراڪي | وراڪو ڏيئي |
| رَسِ | پيڙيءَ جي رسيءَ سان |

| پُٽَنِ | گهمن، گهارين |
| --- | --- |
| ڏُتَڙ | خراب تڙ |
| ڪَرَلاهو | سنيال لهندڙ |
| سَرَ | ساوا سلا (واهن تي ايرندڙ) |
| نِسريا | اُپريا |
| پانَدَ | چوٽيون |
| روُح رُچَندِيون | روح ريجهائيندڙ |
| ڳِر لڳِي | ڳلي سان وچڙي |
| جهيڙيان | جهيڙو ڪريان |
| وَهَ | تکي وهڪري ۾ |
| ڪوٽَ بُرجَ | قلعي جي ٿلهہ |
| ڏَجوُن | جهنڊيون |
| ڏاڙيچنِ | ڏنوانن (شاهوڪار واپارين) |
| اُنين | اُنهن جي |
| پَچارَ | وائي |
| ڪالهونڪَرَ | ڪالهہ کان |
| اَپَليو | ڳجهو، اڻ روڪجندڙ |
| چيِئَن | چکيا تي |
| چوٽيءَ سِئَن | چوٽيءَ تائين |
| ڳوُندر | ڏک |
| پائي مُنڊيوُن | ٻئي هٿ هڪ ٻئي سان وڪوڙي |
| هاديءَ | مرشد، گرو |
| سيِئَن | وٽ، دانهن |

| 1<br>پَڳَهَ پاسي ڳهارِ، آيَلِ! سامُونڊيُن جيءَ<br>وِجهي جِيُ جَنجارِ، جِمَ وَجَنِئِي اوهِرِي. | اي مُنڌ! تون سامونڊين جي پڳهہ (لنگر ٻڌڻ جي رسيءَ) جي پر ۾ وجي ڳڏار. متان تنهنجو جيءُ جنجال ۾ وجهي، هو پنهنجي ٻيڙي هاڪاري هليا وڃن. |
| --- | --- |
| 2<br>پَڳَهَ پاسي پَچُ، آيَلِ! سامُونڊيُن جيءَ<br>مَنَ ۾ ٻاري مَچُ، جِمَ وَجَنِئِي اوهِرِي. | اي مُنڌ! سامونڊين جي پڳهہ جي پر ۾ وجي درد ۽ سوز ۾ پچ، متان هو تنهنجي من ۾ محبت جي آگ اٿاري، پنهنجي ٻيڙي هاڪاري هليا وڃن |

<table>
<tr><td>3<br>پَکِّهَ پاسي ويهُ، آيَلِ! سامُوندِيُن جي؛<br>تون وِيسِرِي وکَ کَٽِيَن، هو پُورِيندا پَرَڏيهُ؛<br>سَمُنڊُ جِنَ ساٽَيهُ، کوهُ نہ وِيئِينءَ تِن سين؟</td><td>اي مُنڌا! سامونڊين جي پڳهہ جي پر ۾ وجي ويهہ. تون غفلت ۾ پيئي هلين، هو پرديس ڏانهن اُسهي هليا ويندا. جن جو وطن ئي سمنڊ آهي، تن سان گڏ تون ڇو نہ ٿي وڃينءَ؟</td></tr>
<tr><td>4<br>نَنگَرَئُون نيٽِين، مَنُ اولِيءَ نہ اوهِرِي؛<br>سَڀاجهين سيٽِين، پائي ڳُڻَ ڳِهِيو هِنئُون.</td><td>منهنجو من، لنگر جي پر کان، ٻيڙيءَ جي ڳن سان ٻہ، پري ڏڪجي نہ ٿو سگهي. سڀاجهي سپرينءَ منهنجو هنئون پنهنجن ڳڻن سان موهي سوگهو آهي. (يا رسن سان قابو ڪيو آهي.)</td></tr>
<tr><td>5<br>سيئِي جويَنَ ڏِينهَن، جڏهن سَجَڻَ سَفَر هَليا!<br>رُئان رَهنِ نہ سُپرِين، آيَلِ! ڪَريان ڪَيئَن؟<br>مُونکي چاڙهي چِيئَن، وِيو وَڻِجارو اوهِرِي!</td><td>اُهي منهنجا جوانيءَ جا ڏينهن ئي هوا، جڏهن سڄڻ سفر تي اُسهيا. اي جيجل! مان ڪيئن ڪريان، جو روئان ٿي تہ ٻہ پرين وڃڻ کان نہ ٿا رهن. مون کي جيئري ئي چکيا تي چاڙهي، وڻجارو ٻيڙي هاڪاري هليو ويو.</td></tr>
<tr><td>6<br>نہ سي تڙ هوڙاڪَ، نہ وايُون وَڻجارَن جُون!<br>سَرتيُون سامُونڊين جا، اَڄُ پڻُ چِڪِيَمِ چاڪَ؛<br>مارِينمِ فِراقَ، پاڙيچيُون پرِيُنِ جا.</td><td>بندر تي نہ اُهي ٻيڙيون آهن، نڪي وڻجارن جون اُهي رهاڻيون ئي آهن. اي سرتيون! اڄ منهنجي اَندر ۾ سامونڊين جي ڦوڙائي جا ڦٽ پيا ڪڙهن. اي پاڙي واريون! مونکي پرينءَ جي وڇوڙي جا سور ٿا مارين.</td></tr>
<tr><td>7<br>ويا اوهِرِي اوءِ، مُونکي ڇڏي ماڳهين؛<br>جُڳِنِ جا جُڳَ ٿيا، تِئان نہ موٽيو ڪوءِ!<br>ڳُوندَرُ مارِيندوءِ، وِيچارِي! وِيَنِ جو.</td><td>هو مونکي هميشہ لاءِ ڇڏي، اُنهيءَ پار ٻيڙي هاڪاري ويا آهن، جتان جڳن نبرئي ٻہ ڪو جيو ڪونہ ٿو موٽي. اي معذوري! توکي پرديس ۾ ويلن جو سور نهوڙي نيندو.</td></tr>
<tr><td>8<br>اُونهي ۾ اوهِرِي، جڏهن ويا جي؛<br>موٽِي ماڳِ نہ آئِيا، ماءِ! سامُونڊِي سي؛<br>ڪارو تنِينَ ڪِي، جيڪُسِ وَهُ ورِي ويو!</td><td>جي سامونڊين اونهي ساگر ۾ ٻيڙي هاڪاري ويا، سي اي جيجل! وري ماڳ تي واپس نہ وريا. شايد اُنهن جي مٿان سمنڊ جي تکي وير چڙهي ويئي. (اُهي عميق ۾ غرق ٿي ويا.)</td></tr>
<tr><td>9<br>اُهرِيا جِئائِين، ڊُکَنِ تِن تَڙائيين!<br>سامُونَڊِينِ، سائِين! واءُ سَٽائو وارِئين!</td><td>جن تڙن تان اُسهيا، تن تڙن تي شال وري سلامتيءَ سان اچي رسن. اي سائين! شل سامونڊين لاءِ ڪو سٽائو واءُ لڳائين.</td></tr>
<tr><td>10<br>سامُونڊِيَڪو سَڱُ، آهي ڳُوندَرَ ڳاڏُئون؛<br>انگِنِ چاڙهي اَنگُ، وِيو وَڻِجارو اوهِرِي!!</td><td>سامونڊيءَ جو سڱ سورن ڀريو آهي. وڻجارو منهنجو جسم سوريءَ تي چاڙهي ٻيڙي هاڪاري هليو ويو.</td></tr>
<tr><td>11<br>وِجيئِي وِسري شال! جو تو سودو سِڪيو؛<br>اَچا آئِين ڪالَ، پڻ تو سَفِرِ سَنبهِين!</td><td>اي ڊول! شل توکي اِهو وڻج وسري وڃي، جو تون سکيو آهين. اڃا ڪالهہ مس آئين تہ ايتري ۾ وري سفر لاءِ ٿو سنبرين.</td></tr>
</table>

| | |
|---|---|
| 12<br>ڳِريو جَهليو روءِ، مَتي مُهري هَتڙا؛<br>ڪوءِ! سودو سَندوءِ، جو تون، ڍوليا! سِڪيو. | ٻيڙيءَ جي مهڙ وٽ ڳريي ڪي جهليو، وڻجاري هنجون پيئي هاري ۽ ائين پيئي چوي تہ ”اي لالن! اِهو تنهنجو سودو ئي ڀن پيو، جو تون سودو سڪئين“ |
| 13<br>اُلوڙڻَ نہ ڏئي، وَرُ وڏائين وَنجَهہ کي؛<br>رَهُ اَجوڪي راتڙي، لالَنَ! مُون لائي؛<br>وَڃُ مَ قوڙائي، ايڏي سَفَرِ، سُپرين! | وڻجاري ٻيڙيءَ کي هلڻ ئي نہ ڏئي. ونجهہ کي ڪٽي پاڪر پيڙيائين. اِئين پيئي چوي تہ ”اي ڍولڻ! مون ڪارڻ اڄوڪي رات رهي پئو. اي سپرين! مونکي وچوڙو ڏيئي تون ايڏي سفر تي نہ وڃ. |
| 14<br>جيڪُسِ نِبَرُ نِينهُن سَندوم؛ جئن مون بيني هُن تيليو؛<br>سعيو سامُونڊيُن سين، اَکِهين تانَ نہ ڪَيوم؛<br>وِجَهڻُ مَنجِهہ هُئوم، پاڻُ وَراڪي رَسِ سين. | شايد منهنجو نبل (ڪچو) هو، جو هو منهنجي بيني ئي ٻيڙيءَ کي ڏڪي، ان کي هاڪاري ويندو رهيو. سامونڊين سان گڏ وڃڻ لاءِ اڳي ئي سعيو نہ تي ڪيم. مونکي گهربو هو تہ پاڻ کي رسيءَ سان وڪوڙي، وچي ٻيڙيءَ پئجي رهان ها. |
| 15<br>ٻيڙيءَ جي ٻُٺَنِ، نِينهُن نہ ڪَجي تِن سين؛<br>اُپُيُون ڏَنبيَ ڏِسَنِ، جُہ سِڙهُ ڏيئي سِيرَ تيا. | جي ٻيڙيءَ تي گهارين ۽ گهمن، تن سان نينهن نہ اَڙائجي. جڏهن هو (وڻجارا) سڙهہ اُپٽي، ٻيڙيون سمنڊ ۾ تا چوڙين، تڏهن ڪناري تي بيٺل سندن وهون ڏنبي تيون سهن. |
| 16<br>هِنئَڙو ٻيڙيءَ جان، ڏُتَڙ پئي ڏينهن تيا!<br>پُڇيو تان نہ پِريان، ڪَرَلاهُو تِي ڪڏهين. | خراب تڙ تي پيل ٻيڙيءَ جيان منهنجي دل کي ڏُتڙئي (بيحال ٿئي) گهڻا ڏينهن تيا تہ بہ جانبن، سار لهندڙ تي، مونکي ڪڏهن بہ نہ پڇيو. |
| 17<br>سَرَ نسريا پاندَہ اُتَرَ لڳا، آءُ پرين!<br>مُون تو ڪارَڻِ ڪانڌَ! سَهسين سُڪاَئُون ڪيون. | سَرَ جي سلن ڳپ جهليو آهي ۽ اُتر جو واءُ لڳو آهي. اي ڍوليا! تون موٽي اچ. اي پيارا! تو ڪارڻ مون اَنيڪ سکائون سکيون آهن. |
| 18<br>جيڪر اَچي هاڻ، تہ ڪريان رُوحَ رُچَنديُون؛<br>آيَلِ! ڍولِئي ساڻُ، هوندَ ڳِر لِڳي ڳالهيون ڪَريان. | هوُ جيڪر موٽي اچي تہ ساڻس روح ريجهائيندڙ رهاڻيون ڪريان. اي جيجل! مان هوُند پرينءَ سان گلي لڳي ڳالهيون ڪريان. |
| 19<br>آيَلِ! ڍولِئي ساڻُ، اَچي تہ جهيڙيان؛<br>لايءِ ڏِينهن گهڻا، مون سين ڪَيءِ تورڙا. | اي اَمڙ! پرين اچي تہ ساڻس جهيڙو ڪريان ۽ چوانس تہ ”مون سان تورن ڏينهن جي ڪري، وچي گهڻا ڏينهن لاتئہ“. |
| 20<br>لاهيندا ئي ڪَنِ، ڳالهيُون هَلَڻَ سَنديُون؛<br>ڏِيندا مُون ڏُکَنِ، وَهَ وِجهندا جِندڙو! | جهاز تان پير هيٺ رکندي ئي وري وڃڻ جون ڳالهيون پيا ڪن. مونکي ڏکن حوالي ڪري، منهنجي هنئين کي وري جهوريءَ ۾ وجهي ويندا. |
| 21 | سپرين جي ڳالهہ ڪري، مون ۾ نئين جان وجهو. |

| | |
|---|---|
| مونکي جياريو، پرين جي ڳالھ ڪري؛<br>ڏنو اڄُ اڏيو، ھنئَڙو ڪوٽ برجَ جئن. | جئن قلعي جو ڏٺل ٿل اڏجي، تئن منهنجي جھريل دل کي نئين سر جوڙي راس ڪريو. |
| 22<br>چمڪيون چوڏارَ، ڏجون ڏاڙيچن جون؛<br>ماءِ! سامونڊي آئيا، سھسين ڪري سينگارَ؛<br>انين جي پچارَ، ڪالھونڪرَ ڪانگُ ڪري. | شاھوڪارن جي جھازن جون جھنڊيون چوطرف پيئون ٻهڪن. اي جيجل! اڄ سامونڊي، انيڪ سينگار ڪري، ڏيساورن تان موٽيا آھن. ڪانگل، ڪالھ کا وٺي، انھن جي وائي ڪندو پيو اچي. |
| وائي<br>آيلِ! ڪريان ڪيئن؟ منهنجو نينھن اپليو نہ رھي.<br>ويو وڻجارو اوھري، مونکي چاڙھي چيئن؛<br>سامونڊين جي سَڱ کي، رُئان راتو ڏينھن؛<br>اڏوھيءَ جئن ڏُکڙا، چڙھيا چوٽيءَ سيئن؛<br>ڳوندرَ متان جندڙي، وَريا وَليُن جيئن؛<br>مادر! پائي مُنڊيون، وجان ھاديءَ سيئن. | اي جيجل! مان ڪئين ڪريان، جو منهنجو پريم لڪو نہ ٿو رھي. مونکي جيئري چکيا تي چاڙھي، وڻجارو نڪري ھليو ويو. سامونڊين سان سڱ اڙائڻ ڪري، رات ۽ ڏينھن روئندي وتان. ڏک، اڏوھيءَ وانگر، مونکي چوٽيءَ تائين چڙھي ويا آھن. مان ٻئي ھٿ ھڪ ٻئي سان وڪوڙي (ھٿ ادب جا ٻڌي) پنهنجي رھبر (مرشد) ڏانھن ويندس. |

سر سامونڊي

# داستان ٻيو

سامونڊي سفر لاءِ سنيريا آھن. ھو روڪڻ سان بہ نہ ٿا روڪجن. وڻجاريءَ جي دل تان ڪانڌ جي سنيار مؤر نہ ٿي وڃي. سندس جيءُ يتار سان جڙيو پيو آھي. اُتر جي ھير لڳي نہ آھي تہ سامونڊي پڳھہ چوڙڻ لاءِ سنبھيا نہ آھن. سڙہ سبي ساچا ٿا ڪن ۽ پوءِ بحر (سمند) ۾ بيرقون (وائنٽيون) چوڙي، ڪنڊ ڪيڙڻ ٿا وڃن. وري بھار ۾ واپس ورندا. معلمن کان خبرون پڇي، سٽائي واءَ تي جھازن کي چڏين ٿا. وري جڏھن موٽن ٿا، تڏھن سندن گھر ۾ عيد ٿيو وڃي. جيسين نہ آيا آھن، تيسين وڻجاريون وٺن ٽڻن کي وائنٽيون پيئون ٻڌن، ۽ جر ٿر ڏيئا پيئون ٻارين، سندن سلامتيءَ لاءِ سھسين سکائون پيئون ڪن. جا اِستري ائين نہ ٿي ڪري؛ سا چو ٿي پنھنجي ڪانڌ لاءِ سڏون ڪري؟ بندر ديسان ديس آھن، پر اُنھن مان حقيقي ماڻڪ نہ ٿا ملن. فقيريءَ مان ئي اھي اڻ توريا اَمل ٿا حاصل ٿين. سچي ڪيميا درويشن وٽ آھي؛ وڻجارن وٽ رڳي دنيوي ناڻا آھن.

| مشڪل لفظ | معنیٰ |
|---|---|
| چتان | چت يا من تان |
| مَڙھيو | جڙيو، جڪڙيو |
| مَنجھاران | اندران ئي اندران |
| تَنوارين | تنوارون |
| اوھريا | سفر تي اُسھيا |
| واھُوندي | بھار |

| وَرَن | موٽن |
|---|---|
| گهورِيان | پن وجهان |
| عِيد وَرتي | عيد يا خوشيءَ جو ڏينهن ٿيو |
| اَمُل | املهہ ماڻڪ |
| بَرڪيو | گهوري |
| ساجا | پڪا ۽ پختا |
| ٻيرقون | جهنڊيون |
| لُطف | ڌڻيءَ جي فضل يا مهر سان |
| مُلان مُعلِمَ | معلم (سمنڊ جي ڇاڙوءَ) ڪان |
| پوُريائون | هاڪاريائون |
| سونِيائُون | لڏائون |
| اوليا | توائي نہ ٿيا |
| وارئين | واريءَ تي |
| اَمُلَ | املهہ موتي |
| اَتوريا | اڻ توريا |
| اُپيوُن | بيٺي (ادب سان ڳچيءَ ۾ پلئو پائي) |
| وَهوُن | اِستريون |
| ڪتوُري | مشڪ |
| جَرَ ٿَرَ | جل ۽ ٿل ڪي، سمنڊ ۽ پرٿويءَ ڪي |
| آسائتي | آس رکندڙ |
| جاتوُن | ياترائون، زيارتون |
| موهي | اَرپي |

| | |
|---|---|
| 1<br>اَڄُ پڻ وايُون ڪَنِ، وَڻجارا وَڃڻَ جُون؛<br>هَلڻَ هارا سُپرين، رُئان تان نہ رَهَنِ؛<br>آئُون جَهلِيندِي ڪيترو؟ آيَلِ! سامُونڊين؛<br>پَڳَہَ چوڙي جَنِ، وِڏا ٻيڙا بارِ ۾. | اَڄ پڻ وڻجارا سفر تي وڃڻ جون ڳالهيون پيا ڪن. وڃڻ وارا جانب منهنجي روئڻ سان بہ نہ ٿا رهن. اي جيجل! مان تن سامونڊين کي ڪيترو روڪيندس، جن رسا چوڙي، ٻيڙا هاڪاريا آهن. |
| 2<br>لاهيان جي نہ چتان، اَلا! اُن مَر وسران!<br>مَڙهيو مَنجهاران، جِيُ مُنهنَجو جَن سين | اي سائين! جنکي مان من ۾ موُر نہ ٿي وساريان، تنکي شال مان نہ وسران. منهنجو جيءُ هن سان اَندران ئي اُٽيو پيو آهي. |
| 3 | اي امڙ! سامُونڊي اڇي سهڙيا آهن ۽ ٽڙن تي تنوارون (مٺيون لاتيون) پيا ڪن. مونکي وڻجارن جون ڳالهيون |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| **تَڙين تَنوارِينِ، ماءِ! سامُونڊي آئِيا؛<br>مونکي جِيارِينِ، وايُون وَڻِجارَنِ جون.** | نئين سر ڻيون جيارين. |
| 4<br>**لَڳي اُتَرَ اوهِريا، واهُوندي وَرَن؛<br>آئُون گهڻو ئِي گهورِيان، سؤدو سامُونڊِيَن؛<br>اَڱڻِ جن اَچَنِ، عِيدَ وَرتِي اُن کي.** | هوُ اتر لڳي اُسهيا ۽ وري بهار ۾ واپس ايندا. مان سامونڊين جي وڻج کي گهڻو ئي وجهان. جنجي اَڱڻ ۾ هوُ پيهي ٿا اچن، تن لاءِ عيد لڳيو وڃي. (جنجا ڪانڌ ڏيساورن تان ٿا موٽن، تن لاءِ جشن لڳيو وڃن.) |
| 5<br>**اَڱڻِ آئِيا جان، تہ سَرَتِيُون مون سُکَ ٿيا؛<br>اَمُلَ پِرِينءَ مٿان، ٻَرکِيو ٻين ڏيان.** | اي سرتيون! جان ئي هو منهنجي اڱڻ ۾ پڌاريا، تان ئي مون لاءِ سک پيهي آيا. مان پنهنجي پرينءَ مٿان جيڪر اَملهہ ماڻڪن جون گهورون گهوري ٻين کي ڏيئي ڇڏيان. |
| 6<br>**سِڙهَ ٽي سِبيائُون، بَندَرَ جَن ٽَڙن ٽي؛<br>سِڙهَ سِبي ساڃا ڪري، ڪُوها ڪَنيَائُون؛<br>ٻيرَڦُون ٻحرن ۾، ڇوڙي ڇَڏيائُون؛<br>لَهريُون لَنگهيائُوَن، لُطف سان لَطِيفُ چئي.** | بندر جي ٽڙن ٽي سڙهہ پئي سبيائون. سڙهہ سبي، پڪا ۽ پختا ڪيائون، ۽ ڪوها ڪٽي، سمنڊ ۾ وائنٽيون اُپٽي ڇڏيائون. ڏٽيءَ جي ٻاجهہ سان لهرون سلامتيءَ سان اُڪري آيا. (شاهہ هميشہ ڏٽيءَ جي لطف لاءِ ٽو ٻاڏائي، ڇوتہ اُنکان سواءِ ڪنهن جي سٽائي ٽيڻ جي نہ آهي.) |
| 7<br>**سِڙهَ ٽي سِبيائُون، بَندَرَ جِن ٽَڙن ٽي؛<br>مُلان مُعلِمَ خبرون، پُڇي پُوريائُون؛<br>سُتَڙُ سونِيائُون، اَوَتَڙِ ڪَنهن نہ اولِيا.** | بندر جي ٽڙن ٽي سڙهہ سبي راس ڪيائون. معلم (بحري ڄاڻوءَ) کان سماءُ وٺي، جهاز هاڪاريائون. نيٺ سٽائو ٽڙ ڏوري لڌائون ۽ ڪنهن بہ اُبتي ٽڙ ٽي توائي نہ ٿيا. |
| 8<br>**بَندَرَ ديسان ديسِ، مُلهہ نہ مِلي وارِئين؛<br>فَقِيراڻي ويسِ، اَمُلَ ڏِيَن آتوريا.** | ديس ديس ۾ بندر آهن، پر واريءَ ٽي (سامونڊي ڪناري جي واريءَ ٽي) اُهو ملهائتو خزانو (روحاني خزانو) نہ ٿو ملي. فقيري ويس ۾ ئي اَڻ توريا اَملهہ ماڻڪ ٿا ملن. |
| 9<br>**اُپيُون تَڙَ پُوڄِينِ، وَهُون وَڻجارن جون؛<br>آڻيو اَکا ڏِيَنِ، ڪَٿُورِي، سمُوندَ کي.** | وڻجارن جون اِستريون ڪناري ٽي اَدب سان بيهي، جل کي ٽيون پوڄين. هوُ سمنڊ کي مشڪ ۽ عنبر جا آکا ٽيون ڏين. |
| 10<br>**جَرَ ٿَڙَ ڏِيا ڏي، وَڻَ ٽِڻَ ٻَڌي وانئُٽيُون؛<br>اَلا! ڪانڌُ اچي، آسائِتي آهيانَ!** | وڻجاري، جل ۽ ٿل ٽي (پاڻيءَ ۽ پرٿويءَ ٽي) ڏيئا پيئي ٻاري ۽ وڻن ٽڻن کي جهنڊيون پيئي ٻڌي. اِئين پيئي چوي تہ ”اي اَللهُ! شال منهنجو ڪانڌ موٽي اَچي! اِهائي آس اَندر ۾ اٿم.“ |
| 11<br>**جا جَرَ جاڻُون نہ ڏِئي، ڏِيا نہ موهي؛<br>سَڏُون ڪوهُ ڪَري، سا پنهنجي ڪانڌَ جون؟** | جا اِستري، جل ۽ ٿل جون ياترائون (زيارتون) نہ ٿي ڪري ۽ ڏيئا ٻاري، سمنڊ کي نہ ٿي اَرپي، سا پنهنجي پتيءَ کي ملڻ جون سڏون ڇو ٿي ڪري؟ |

سر سامونڊي

# داستان ٺيون

وڻجاري جي وڃڻ کان پوءِ، سندس اِستريءَ جو حال هيٺيو آهي. هوءَ گھٽيو ئي ساٿس وڃي ملڻ جي ڪري، پر بندر ڏور آهن ۽ ڪيس هڙ ۾ بہ ڪينهي، جو جهاز تي چڙهڻ ڏينس. هوءَ ٻين جا ور ڏسيو، تڏا ساه پيئي ڪٽي. سندس گھر ۾ بہ اڻ هوند ڪاهي پيئي آهي. برتن بہ ٻين کان اُڌارا وٺي پيئي چاڙهي. سامهون سيارا ٽا اچن. ڪيس وڏو سيءُ وچوڙي جو بہ آهي. وڻجارن کي لنڪا جي سون ۽ مهراڻ جي موتين سان موه آهي، جنهن ڪري کي اَجهاڳ ساگر تي نڪري ٽا پون. هيڏانهن ويچاري وڻجاري، پيتار کي ماري ساري جڻ مرڻ ڪنڌيءَ تي آهي. هوءَ سس کي ور ور ڪري پيئي چوي تہ "اي وڻجاري جي ماءُ! تون وڻجاري کي چو نہ ٿي پلين؟ ٻارهين ماه ٿو اچي تہ وري وڃڻ جون وايون ٿو ڪري." اَندر ۾ اِئين ئي پيئي چوي تہ "وڻجاري سان لائو لهڻ کان نہ پرڻجان ها تہ چڱو. پوءِ مونکي ههڙو ڏجهه ڏسڻو نہ پوي ها."

| معنيٰ | مشڪل لفظ |
|---|---|
| اڳتي پوان | **پُران** |
| باسي | **چَئي** |
| پڪارون، نيزاريون | **ڪارُون** |
| سٽائي تڙ تي رسيا | **سُتَڙ** |
| ٿانوَ | **آوَنگَ** |
| تڏيون آهون | **سيڪارا** |
| ڏٺي وائٺي وڏ، پڏرو عيب | **ڏيٺ** |
| تڙ يا بندر وٽ | **تَڙ** |
| اَلله جي آسري | **اَلله هارَ** |
| سمنڊ تي اُسهيا | **اُهريا** |
| آس | **آهَ** |
| مون وٽ | **مان ڳَري** |
| سمنڊ جهاڳيندڙ، سمنڊ ۾ ولوڙون وجهندڙ | **ڪاري ڪيڙائُو** |
| مٺي پاڻيءَ، سنڌو نديءَ | **مِٺي** |
| سوداگر | **وهائو** |
| طمع رکندڙ | **طَاماعو** |
| ڏنوان | **سائُو** |
| سرانديپ (سلون) | **لَنڪا** |
| لُٽي | **لوپي** |

| پڙن | واپس ورن |
|---|---|
| ڱِهيا | اُسهيا |
| ساري | ياد ڪندي |
| نہ پَلِئين | نہ تي روڪين |
| وڻجاري ڪانڌاءِ | وڻجاري مڙس ڪان |
| وَرُ | پل، مَرُ |
| لائون | پرڻيس |
| سانگُ | سانگو، سانباهو |
| وجهيو | ياڪر وجهيو |
| ماري | اي مُئي |
| پِرهَ | اَسر جو |

| | |
|---|---|
| 1<br>پُران، مانَ پُڄان؛ بَندَرَ مون ڏُورِ ٿيا؛<br>نہ مُون هَڙَ نہ هَنجَ ڪِي، جو آئُون چَئِي چَڙهان؛<br>اِيهين ڪَڄِ، پاتڻي! جنهن پَرِ پِرينءَ مڙان؛<br>ڪارُون تي ڪَرِيان، تو دَرِ اُيِيَ، ناڪُئا! | مان گهٽو ئي اڳتي ڇُران تہ وڃي رسان، پر بندر مونکان پري آهن. نڪي وري مونکي ڪي هڙ يا گوڏ ۾ آهي، جو ياسي، پيڙيءَ تي چڙهان. اي پاتڻي! اهڙي ڪا رٿ ڪج، جئن مان پرينءَ ڪي هلي ملان. اي ناڪئا! اِنهيءَ ڪري ئي تنهنجي در تي بيهي، پيئي نيزاريون ڪريان. |
| 2<br>هَڙَ ۾ ڪينَ هُئون، هُنئين هُنِ نہ چاڙهيا؛<br>سارو ڏِينهُن سمنَدَ تي، لهي سِجُ ويون؛<br>جڏهين سائينءَ سَببُ ڪَيونِ، تڏهَن سُتَرِ ٿيا سَيَّدُ چئي. | هنن (مسافرن) ڪي هڙ ۾ ڪي ڪين هو ۽ نہ وري هنن (ملاحن) ڪين مفت ۾ چاڙهيو. سمنڊ جي ڪناري تي سارو ڏينهن واجهائيندي، سج بہ لهي وين. جڏهن سائينءَ واه پٽين تڏهن وڃي سٽائي تڙ پيڙا ٿيا. |
| 3<br>اسان اُڏارا، آٽي آوَنگَ چاڙهيا؛<br>مُنهُن ڏيئِي مُون آئيا، سَمُهان سِيارا؛<br>اُيِرَنِ سِيڪارا، پَسو وَرَ بِين جا. | اَسان اُڏارا ٽانوَ وٺي اچي چلهہ تي چاڙهيا. سياري جون سرد ولهون بہ شروع ٿيون آهن. پين جا ڪانڌ پسي، منهنجي اندر مان ٽڏا شوڪارا نڪريو وڃن. (وڻجاريءَ جي گهر ۾ نسوري سڃ آهي.) |
| 4<br>مون اُيِي تَڙَ هيٺِ، پرِيُن پَڳهَ چوڙِيا؛<br>ڪا مُونهِين ۾ ڏيٺِ، ناتَ سَجَڻَ سَباجها گهڻو. | تڙ وٽ منهنجي بيٺي ئي، پرين پيڙيءَ جا پڳهہ چوڙي هليا ويا. مون ۾ ڪا ڏٺي وائڻي وڌ هئي نہ تہ جانب ڏاڍا ڀاڄهارا آهن |
| 5 | بندر جي پر ۾ منهنجي بيٺي ئي، پرين، پڳهہ چوڙي نڪري ويا. هو سائينءَ جي آسري اُسهيا آن ۽ مان |

| | |
|---|---|
| مون اُيي تَڙ پاسِ، پريُن پَڳَہَ چوڙِيا؛<br>هو اَللہ هارَ اُهِريا، آئُون دَمِ دَمِ دُعا ڪَنديـاس؛<br>آهَ نہ لاهِينديَاس، موتِيَ ايندا مان ڳَرِي. | پل پل کين دعا پيئي ڪنديس. مان اِها آس مور نہ لاهينديس تہ مون وٽ شل وري موٽي ايندا. |
| 6<br>ڪاري ڪيڙائُو، مَٽي مِني موٽيا؛<br>سَودو ڪَنِ نہ سونَ جو، وَڏا وهائُو؛<br>موتِي جي مَهراڻَ جا، تن جا طَاماعُو؛<br>سامُوندِي سائُو، لَنڪا لوپِي آئِيا. | ڪارو (سمنڊ) جهاڳيندڙ وري مٽي پاٽي (سنڌو نديءَ) رستي موٽي آيا. وڏا سوداگر سون جو سودو نہ ٿا ڪن، پر ساگر منجهہ جي موتي آهن، تن جا آسائو آهن. ياڳيا سامُونڊي لنڪا (سلون) لٽي ٻهاري آيا آهن. |
| 7<br>لَنڪا لَنڪا ڪَنِ، لَيءِ لَنڪا جي اوهِريا؛<br>سُٽِي سونُ لَنڪا جو، سُڪُ نہ سامُونڊيُنِ؛<br>پِرهَ پَڳَہَ چوڙِيا، ڪاري ڪيڙائُنِ؛<br>وَڏِي ياڳَ پِڙنِ، جي ڪَهيا ڪارُونيار ڏي. | سارو وقت "لنڪا! لنڪا!" پيا ڪن ۽ لنڪا ڏانهن ئي هاڪاريو اُٿن. لنڪا جي سون جي ڳالهہ سٽي، سامونڊين کي هٽ سک ئي نہ ٿو اچي. سمنڊ جهاڳيندڙن، اَسر جو ئي پڳهہ ڇوڙيو، ٻيڙا هاڪاريا آهن. جي اَجهاڳ ساگر تي اُسهيا، سي وري ڪنهن وڏي نصيب سان موٽن. |
| 8<br>وَڻجارنِ وِرِيَ، پِرهَ پَڳَہَ چوڙِيا؛<br>اولِيُون پَسِيِ اُنَ جونَ، پيَڙَمِ ڳَچَ ڳَرِي؛<br>ويندِيسِ، ماءِ! مَرِيَ، سارِيَ سامُونڊيُنَ ڪَي. | وڻجارن وري اَسر جو پڳهہ ڇوڙيا آهن. هنن جون اوليون پسي، منهنجو جيءُ هپاٽجي ويو. اي اَمڙ! مان سامونڊين کي سنياري، مري پوري ٿي وينديس. |
| 9<br>وَڻجاري جِي ماءِ، وَڻجارو نہ پَلِئين؟<br>آيو ٻارهين ماهِ، پڻ ٿو سَفَرِ سَنبهَي! | اي وڻجاري جي ماءُ! وڻجاري کي نہ ٿي جهلين! هو ٻارهين مهيني واپس وريو ۽ وري ٿو سفر تي سنيري. (وڻجارِ، سس کي ٿي چوي.) |
| 10<br>وَڻجاري ڪانڌاءِ، مُون وَرُ ويني گهارِيو!<br>لَڳِي اُتَرَ واءُ، ڍولِيو هَلَڻَ جون ڪري. | وڻجاري گهوٽ سان لائون لهڻ ڪان، مان مر ري پرڻي حياتي گذاريان ها. اَجا اُتر لڳو آهي تہ جانب وڃڻ جون وايون پيو ڪري. |
| 11<br>جي تون وَڻجارو ڪانڌُ، تہ مُون هَڏِ مَ لائون لَڌيُون!<br>پَرَ ڏيہَ متي سانگُ، اَنئِي پَهرَ جنهن ڪيو. | اي پيارا! جئن تہ تون سوداگر هئين، تئن مان جيڪر توسان هرگز نہ پرڻجان ها. هنن (وڻجارن) کي اَٺ ئي پهر پرديس وڃڻ جو سانباهو لڳو پيو آهي. |
| 12<br>ڏِنِي ڏِيارِي، سامُونڊيُنِ سڙهَ سَنباهِيا؛<br>وِجهيو وَرُ ونجَهہ ڪَيِ، روئَي وَڻجارِي؛<br>مارِيندَءِ مارِي! پِرهَ سُورَ پِريُنِ جا. | ڏياري ڏٺي آهي تہ سامونڊين سڙهہ (ٻيڙا) سنيرايا آهن. وڻجارِ، ونجهہ کي ياڪر مِ وڪوڙيو، ڳوڙها پيئي ڳاري. اي مئِي! توکي اَسر جو جانيءَ جي جهُوري جهوري مارِيندي. |

# سر سهڻي
## (سهڻي ميهار جو قصو ۽ انجي روحاني معنيٰ)

سهڻي، تُلا نالي هڪ هاڪاري ڪنير جي ڌيءَ هئي، جو شاه جهان جي زماني ۾ پنجاب جي گجرات شهر ۾ رهندو هو. سهڻيءَ جو جنم شب قدر جي سڀوري رات جو ٿيو هو. ميهار جو اصل نالو عزت بيگ هو. هو بخارا جي هڪ شاهوڪار واپاري ميرزا عاليءَ جو پٽ هو. سندس جنم به شب قدر تي ٿيو هو. هو هڪ درويش جي دعا سان ڄائو هو ۽ ناز سان پليو هو.

عزت بيگ نوجوان ٿيو ته واپار سانگي اَچي دهليءَ ۾ نڪتو. تُلا جي فن جي هاڪ ٻڌي، هن پنهنجي هڪ نوڪر کي، ڪائنس ڪي سهڻا ٿانوَ خريد ڪرڻ لاءِ موڪليو. سودو ڪندي، نوڪر جي نظر وڃي سهڻيءَ تي پيئي. هن موٽي اچي پنهنجي مالڪ سان سندس حسن جي واکاڻ ڪئي. عزت بيگ پوءِ پاڻ اُتي ڪهي ويو ۽ سهڻيءَ کي ڏسندي ئي هوش وڃائي ويٺو. بخارا ڏانهن واپس ورڻ جو ويچار ئي لاهي ڇڏيائين ۽ نيٺ پنهنجو سمورو خزانو هاري پورو ڪيائين. پوءِ سُجو تي وڃي تُلا کان قرض ڪنيائين ۽ قرض لاهڻ جي لاءِ سندس نوڪر ٿي وڃي بيٺو. تُلا کيس ميهارڪو ڪم ڏنو. هڪ ڏينهن وجهه وٺي سهڻيءَ سان پنهنجي پريت جو حال اوريائين. هوءَ به متس فدا ٿي پيئي. ماڻس کي ڪنهن ريت اِها سڻس پئجي ويئي، جنهن گهٽو ئي سمجهايس ۽ نيٺ سندس سوٽ ڏم سان پرڻائي ڇڏيائينس.

عزت بيگ کي ويراڳ وٺي ويو ۽ هو چناب نديءَ جي ٻيءَ پر دونهي دکائي جوڳي ٿي ويٺو. ملاحن جي واتان سندس هاڪ ڦهلجي ويئي. سهڻي به هڪ ڏينهن پنهنجين سرتين سان سنياسيءَ جي درشن لاءِ ويئي ۽ ٺهه پهه پنهنجو پرين سڃاتائين. پوءِ ته هر رات دلي تي تري، وٽس ويندي هئي. قضا سان هڪ رات نرانس کي جاڳ ٿي، جنهن سارو رنگ اکين سان ڏٺو. سهڻيءَ کي گهٽو ئي سمجهايائون، پر هن پنهنجي پَر نه ڇڏي. نيٺ هڪ ڏينهن نرانس سندس دلو چورائي، اُنجي جاءِ تي هڪ رنگ ڏنل ۽ گلن چٽيو ڪچو دلو رکي ڇڏيو. سهڻيءَ کي ان جي سمڪ نه رهي ۽ جئن ئي درياه ۾ گهڙي، تئن دلو يُري پيو ۽ پاڻ وڃي پاتار ۾ پيئي. ويچاريءَ ٻڏندي ساهڙ کي سڏ ڪيا، جنهن وري ملاحن کي واهر لاءِ پڪاريو. مهراڻ جو زور ڏسي، مهاڻا به مُنجهي پيا. نيٺ ميهار پاڻ سير ۾ گهڙي پيو ۽ وڃي سهڻيءَ سان هڪ ٿيو. ساهڙ ۽ سهڻي ٻئي سائر (ساگر) ۾ سمائجي ويا. سائر، سهڻي ۽ ساهڙ ٽيئي هڪ ٿي ويا.

شاه صاحب هن سر ۾ سچي سڪ جو وستار ڪيو آهي. نينهن جي تِڪ، مهراڻ جي تِک کان وڌيڪ جبري آهي. سچو طالب هميشه عشق جي عميق ۾ ٻڏل آهي. اِنهيءَ ڪري هن لاءِ ظاهري مهراڻ سُڪي پٽ ٿيو پوي. سڪندين کي نه جَرُ جهلي، نه جهنگ . اُهي خود مهراڻ کي ٻوڙيو ڇڏين. جئن سهڻيءَ کي سير ۾ سيسار ۽ واگهو ورائي ويا، تئن طالب کي به روحاني پنڌ ۾ اَجگر جهڙا خوف ۽ خطرا ويڙهي ٿا وجن. اِنسان جو وجود به ڪچي دلي مثل آهي؛ ٻاهران گهٽو ئي سهڻو آهي، پر اندران منجهس نه سَتُ آهي، نه سار. هيءَ دنيا درياه مثل آهي، جنهن ۾ ڪيئي درندا آهن. اِنسان جو وجود ئي سندس ۽ ڏٽيءَ جي وچ ۾ حجاب آهي. گهڙو ڀڳو ته سهڻيءَ سان سائر ۾ اچي ساهڙ مليو. اِنسان جي پنهنجي هستي گم ڪئي پوءِ حق سان هڪ ٿيو. هي جهان هڪ ڪوُڙو وهم آهي. اُنکي ڪا سچي هستي ناهي. حقيقت ۾، حق، اِنسان ۽ ڪائنات جي وچ ۾ ڪو فرق

ڪونهي. اِنسان ۽ ڪائنات ٻئي حق مان ئي نڪتا آهن. ٽيئي هڪ آهن. اِهو راز شاه صاحب هئن سمجهائي:
"ساهڙ سا سهڻي، سائر پڻ سوئي."
سهڻيءَ جو ساهڙ سان ازلي (آدي) ناتو هو. ڌڻيءَ جي عاشقن جي محبت بہ ازلي آهي. هن سر ۾ شاه صاحب، سچي نينهن جو عجيب ذڪر ڪيو آهي. "عدد ناه عشق، پچائي پاڻ لهي." سهسين سائر گجن تہ بہ سچو نينهن ڇڄڻ جو ناهي. جي ميهار ڪي ٽا پچن، تنڪي ميهار بہ تو پچي. مڙيئي شيون "اناالحق" پيئون تنوارين. ملڪ مڙيوئي منصور ۽ سوري سزاوار آهي. هن ئي سر ۾ شاه صاحب اِشارو ڪيو آهي تہ سندس ڪلام حقيقت ۾ اِلهام آهي.

جي تو بيت ڀائنيا، سي آيتون آهِن،
نِيو من لائِين، پريان سندي پار ڏي.

سر سهڻي

# داستان پهريون

درياه ۾ لهرن ۾ تک آهي، پر جتي عشق آهي، تتي تک ئي نرالي آهي. ڌڻيءَ جا عاشق هميشہ وحدت جي خيال ۾ محو آهن. سهڻيءَ جيڪي ساهڙ جي صورت ۾ ڏٺو، سو جي سندس سرتيون ڏسن ها تہ هوُ بہ گهڙا ڪٽي، مهراڻ ۾ ڪڏي ڪاهي پون ها. اهڙي ڪا عاشقياڻي نہ ٿي ڏسجي، جا ساهڙ جي صدقي ڪنن ۾ ڪاهي پوي. سهڻي، سانجهيءَ جي ٻانگ سڻي، درياه ۾ گهڙي ٿي پوي ۽ اِئين پيئي چوي تہ "پرينءَ جي قدمن ۾ سر قربان ٿيو تہ چا ٿيو". سڪ وارين لاءِ نہ درياه ۾ ڪو خطرو آهي، نہ جهنگ ۾ ڪو خوف. جي خودي ڇڏي ۽ ترهي کي ترڪ ڪري، مهراڻ ۾ بيٺيون، سي ڪنن ڪين روڪيون. سچن محبتين لاءِ ترهو بار آهي. سهڻي، چرڪن ۽ سيسارن جي ور چڙهي بہ ساهڙ کي نہ ٿي وساري. سچو طالب بہ سمورا وهم ۽ غم ترڪ ڪري، حقيقي محبوب جي تلاش ۾ نڪري تو پوي، ۽ سر جو سانگو نہ ڪري، نيٺ وڃيو ساڻس هڪ ٿئي.

| مشڪل لفظ | معنىٰ |
|---|---|
| وَهَ | درياه جي وهڪري ۾ |
| واهُڙ | نهر، واه |
| عَميقَ | سمنڊ (روحاني بحر) |
| خلوَتَ | هيڪلائي |
| خِيالي | خيال ۾ فنا |
| وِارِئين | واپس آڻين |
| سَگَ سَنوان | سهنجي ناتي جا دم |
| آن | اوهان (لاڙي) |
| پَليو | جهليو، روڪيو |

| **گھوريس** | قربان يا صدقي ٿيس |
|---|---|
| **گھاگھائي** | مشڪندي |
| **وچين** | ٽپهري |
| **ويلا ڪري** | گذري وڃي |
| **سانگ** | هنڌ ۽ ماڳ |
| **ٻهوُن** | گهٽو |
| **ٻنگُ** | درياھ جو ور يا پيچ |
| **سر در يار فِدا شُد چہ ٻجا شُد** | دوست جي قدمن ۾ سر قربان ٿيو تہ چا ٿيو (شاھ عنايت جو شعر) |
| **ونَگ** | رمز پيچ |
| **رَنگُ** | موج |
| **اُڪارِئين** | پار پهچائين |
| **وَ اَمّامَنْ خَافَ مَقَامَ رَبِّہٖ** | جو پنهنجي رب اڳيان بيهڻ کان ڏڪي ٿو (قرآن شريف) |
| **لنگھُ** | ڏکيو لڪ |
| **جھَنگ** | خوف ۽ خطري وارو يا منجهائيندڙ هنڌ |
| **اِلاهي تُهارَ** | اي الله! تنهنجي آسري |
| **جَرڪي** | وڏي مڇي |
| **سيسارَ** | سائي رنگ جو واگھو (سيسر) |
| **چوُڙا ٻيڙا** | ٻيڙا چپا |
| **لُڙَ** | لڙاٽيل پاڻي |
| **لوهِٽيوُن** | مڇيءَ جو قسم |
| **ٽيلهيوُن** | خطرناڪ مڇيون |
| **ٽَرنئوُن** | اصلوڪن ماڳن تان |
| **مَڇَ** | مانگر مڇ |
| **ياڳا** | ٻيرا ٻيرا |
| **مَرُ** | پل |
| **چوُر** | رتيون رتيون |
| **طالب المولىٰ مُذڪرُ** | مولىٰ جو طالب مرد آهي (حديث) |
| **ٻوُڙو** | گاھ جو ٽپڻ ترهو |
| **ڏُمَر** | سهٽيءَ جو مڙس (نفس ڏانهن اشارو) |

| پاٽان | اُٽلندو |
|---|---|
| حجاب | پردو، رنڊڪ |
| واڃَٽ | واڇو، ساز |
| وُجوُدَ | اندر |
| رَبابُ | سرندو |
| ساهَڙَ رِءَ | ساهڙ کان سواءِ |
| صَوابُ | ظاهري پاڪائي |
| هنيان | اي هنئان، اي دل |
| اَدَبُ | پرهيز، روڪ |
| ميهارَن ميان | ميهارن جو سردار (ساهڙ) |
| سوُنهَايم | ڏيکاريم |
| آسَرَ | آسرو، اميد |
| لَا تَقْنَطُو ا مِنَ رّحْمَةِ اللّٰهِ، | الله جي رحمت مان اُميد نہ لاهيو |
| حَبيباٽي هيج | محبوب جي سڪ سان |
| تِنهان پوءِ | تنهن کان پوءِ |
| سُئا | ٻڌا |
| پاڻُ | خودي |
| پرتِ | پريت، سڪ |
| وِجهنديءِ پارِ | پار اُڪاريندي‌ءِ |
| تارِ | سير، تار پاٽي |
| اُڪَنڊَ | اُڪير |
| آگِهہُ | آڌار، سونهون |
| وانءُ | وچ |
| سائِرَ | ساگر |
| پانءُ | پير |
| پارَ ڏي | اورينءَ پر |
| ڪَڪَ | ترهو |
| نيِڙُ | نندي نهر |
| آڪرو | جبرو، زور |
| گُجهاندَرَ | اونهو راز |
| حِساب | ليکي |
| سوُلَ | لطف، ساءُ |

| | |
|---|---|
| ثَوابَ | نيڪ ڪمن |
| تقاوت | پاڪائيءَ |
| رَبابَ | ساز سرود |
| خُديائي | پاڻ مان ئي |
| خُوبُ | سهڻو |
| لُعاب | ڪنئور (ماٽ) |
| جُنبيو | ناپاڪ |
| جنابَ | ناپاڪائي |
| تُرابَ | خاڪ، مٽي |
| جَرڪيا | چمڪيا |
| جَرَ | جل |
| حُبابَ | ڦوڪڻا، پپوٽا |
| هاديءَ | مرشد |
| ساڻُ رِڪابَ | رڪاب سان رهڻ = خدمت ڪرڻ |
| چوَر | نفس |
| چِڙَ | نهايت تيز |
| عُقابَ | عقاب، پکي، |
| ديدُ | اُنسان يا مرشد |
| حجابَ | پردي |
| ڪَسرَتَ | نفس کي نهوڙڻ |
| قُربَ | ويجهائي، وصل |
| اِدغامَ | ٻن حرفن جو ملي وڃڻ |
| اِعرابَ | ماترائون |
| فَمَ | وات |
| ڪارَڻ | پرينءَ ڪارڻ |
| طَهوُرا | بهشت جو شراب |
| جاوا | اجايا |

| | |
|---|---|
| 1<br>وَهَ تِڪَ، واهُڙَ تِڪَ، جت نِينهُن، تِڪَ نرالِي؛<br>جَن کي عِشقُ عَمِيَقَ جو، خِلوَتَ خِيالِي؛<br>وارِئين ساءِ والِي! هِنَئڙو جِن هَتِ ڪيو. | درياه جي وهڪ ۾ تڪ آهي ۽ نهرن ۾ بہ تڪ آهي، پر جت عشق آهي، تت تڪ ئي نرالي آهي. جن کي اونهي (وحدت) جو عشق آهي، سي هيڪلائيءَ ۾ حقيقي خيال ۾ محو آهن. اي سائين! شل تون اُنهنکي |

| | واپس آٽين، جن منهنجو هنئون پاڻ وٽ قابو ڪيو آهي. |
|---|---|
| 2<br>واهُڙَ وَهَنِ نَوان، اَجا وَهُ اَڳِي ٿِيو؛<br>گَهرِ وينيون گَهٽا ڪريو، سَرَتِيُون سَگَ سَنوان؛<br>صُورَتَ جا ساهَڙَ جي، سا جي ڏِني آن؛<br>هُوندَ نہ پَليو مان، گِهڙو سپ گَهڙا ڪٽِي. | پاڻيءَ جا نوان نوان وهڪرا پيا وهن، پر تڪي وهڪ اجا بہ اڳاهون آهي. اي سرتيون! اوهين گهرن ۾ ويٺيون ڪانڌن جي سهنجي ناتي جا دم هٹو. جي اوهان ساهڙ جي صورت ڏٺي هجي ها، تہ جيڪر مونکي هرگز نہ روڪيو ها، پر پاڻ ئي گهڙا ڪٽي، درياه ۾ گهڙي پئو ها. |
| 3<br>ڪَنڌِي اُڀِيُون ڪيتريُون، ”ساهَڙُ ساهَڙُ“ ڪَنِ؛<br>ڪِنِين سانگو ساهَ جو، ڪي ”گهوريسَ“ ڪيو گِهڙَنِ؛<br>ساهَڙُ سَندو تَنِ، گهاگهائي گِهڙَنِ جي. | ڪنڌيءَ تي بيهي، ڪيتريون ئي ”ساهڙ! ساهڙ!“ پيئون پڪارين. اُنهن مان ڪن کي پنهنجي جان جو اونو آهي تہ ڪي ”مانِ ميس تہ صدقي ٿيس“ چئي درياه ۾ گهڙيو پون. ساهڙ اُنهن جو آهي، جي مشڪنڌي اونهي ۾ گهڙيو پون. |
| 4<br>وَٽَنِ وِيٺا ڪانگَ، وِچِين ٿِي ويلا ڪري؛<br>گِهڙِي گَهڙو هَٿِ ڪري، سُڻِي سانجهيءَ بانگَ؛<br>سيئِي ڏُونڍِي سانگَ، جِتي ساهَڙُ سُپرِين. | وٽن تي ڪانو وجي آرامي ٿيا آهن ۽ سنجها اَچي سهڙي آهي. سهڻي سانجهيءَ جي نماز جي ٻانگ سُڻي، گهڙو هٿ ڪري، درياه ۾ گهڙي پيئي آهي. هوءَ اُهي ماڳ ٿي ڏوري، جتي سندس محبوب ساهڙ آهي. |
| 5<br>گِهڙِي گَهڙو هَٿِ ڪري، ٻَهُون نِهاري ٻَنگُ؛<br>سر در يار فِدا شُد چِہ ٻَجا شُد، وَصَلَ اِهوئِي وَنگُ؛<br>رات جنِين جو رَنگُ، الا! سي اُڪارِئين. | سهڻي، درياه جو پيچ چڱيءَ طرح جاچي گهڙو ڪٽي اَندر گهڙي پيئي. ”دوست جي قدمن ۾ سر قربان ٿيو تہ چا ٿيو.“ اِهائي وصل (ميلاپ) ماڻڻ جي رمز آهي. اي ڏٽي! جنجي موج جي مهل رات آهي، سي شل پار اُڪارين. |
| 6<br>گِهڙِي گَهڙو هَٿ ڪري، ٻَهُون نِهاري ٻَنگُ؛<br>وَ اَمّامَنْ خَافَ مَقَامَ رَبِّهٖ، اِيُ لَنگهيائِين لُنگُهہ؛<br>سِڪَنديَنِ ڪي، سَيّدُ چَئِي، ڪِينَ جَهلِيندو جهنگُ؛<br>راتِ جِنِين جو رَنگُ، الاَ! سي اُڪارِئين. | سهڻي درياه جو پيچ چڱيءَ طرح جاچي، گهڙو ڪٽي اندر گهڙي. ”جو پنهنجي رب اڳيان بيهڻ کان ڊڄي ٿو“: اِنهيءَ اڙانگي لڪ کان لنگهي ويئي. سڪ وارين کي ڪوبہ خطري وارو (يا منجهائيندڙ) هنڌ (جهنگ) نہ روڪي سگهندو. جنجي موج جي مهل رات آهي، سي شل پار اُڪارين. |
| 7<br>گِهڙِي گَهڙو هَٿِ ڪري، اِلاهِي تُهارَ!<br>ڄَنگهہ ڄَرڪي واتَ ۾ سسِيءَ کِي سيسارَ؛<br>چُوڙا ٻِيڙا چڪَ ۾، لُڙَ ۾ لُڙهيَس وارَ؛<br>لَڪين ڇُهٽيَسِ لوهِٽيُون، ٿيلهيُون ٿَرِنئُون ڏارَ؛<br>مِڙيا مَڇَ هزارَ، ڀاڳا ٿِيندِي سُهِڻِي. | سهڻي، گهڙو ڪٽي، ڏٽيءَ جي آسري تي درياه اَندر گهڙي. سندس ڄنگهہ ڄرڪي جي وات ۾ هئي، ۽ سسي سيسر جي حوالي. چوڙا چڪڻ ۾ چيا ٿي ويس ۽ وار لڙاٽيل پاڻيءَ ۾ پئي لڙهيس. لڪين لوهٽيون ۽ ٿيلهيون پنهنجن ماڳن کان ڇڄي، اچي ڪيس ڇهٽيون ۽ هزارين مڇ اچي چوڌاري مڙيس. هاڻ سهڻي ڇيرجي ڀيرا ڀيرا ٿيندي. |
| 8<br>گَهڙو ڀَڳو تہ گهورِيو، مَرُ چُورُ ٿِئي چُوڙو؛ | دلو ڀڳو تہ صدقي ٿيو، ڀل منهنجو چوُڙو ڀڃي رتيون رتيون ٿي پوي. ”خدا جو طالب سچو مرد آهي“: اِهوئي |

| بيت | معنيٰ |
| --- | --- |
| طالِبُ الْمولىٰ مُذَكَّرٌ، اِيُ ٻُڌندَنُ ٻُوڙو؛<br>ڪوڙهيو ڏمُ ڪُوڙو، مُون ميهارُ مَنَ ۾. | ٻڌندڙن لاءِ ترهو آهي. ڏم ڪوڙهيو ۽ ڪوڙو آهي، منهنجي من ۾ ميهار ئي پيو وسي. (هتي ڏم مان مراد نفس آهي.) |
| 9<br>گهڙو ڀَڳو تہ گهوريو، پاڻان هو حِجابُ؛<br>واڄٽُ وڄي وُجُودَ ۾، رهيو رُوحَ رَبابُ؛<br>ساهڙَ رِءَ صَوابُ، آءٌ گهڻو ئِي گهورِيان. | دلو ڀڳو تہ صدقي ٿيو، مون لاءِ پاڻ اهو هڪ (اَٽڪاءُ) هو. منهنجي جيءَ ۾ واڄٽ پيو وڄي ۽ منهنجو روح خود رباب ٿي پيو آهي. ساهڙ کان سواءِ مان ظاهري پاڪائيءَ کي جيڪر گهوري ڦٽو ڪريان (جسم دلو آهي، واڄٽ انهد شبد آهي ۽ صواب آهي ديني يا ڌرمي فرض.) |
| 10<br>گهڙو ڀَڳو تہ گهوريو، تان ڪِي تَرُ، هِنيان!<br>اَدَبُ اَکَڙِيُن کَي، ڏيهاڻِي ڏِيان؛<br>ميهارَنِ مِيانَ، سَئُون سُونهايَم پيچرو. | دلو ڀڳو تہ صدقي ٿيو. اي دل! تون ڪي اُتي تَرُ. مان پنهنجين اکين کي روز پليو پيئي پليان. ميهارن جي سردار مونکي درست واٽ ڏيکاري. (هتي معنيٰ پرهيز ۽ سنئين واٽ ڏيکاريندڙ آهي روحاني رهبر.) |
| 11<br>گهڙو ڀَڳو تہ گهوريو، آسَرَ مَ لاهيج؛<br>لَا تَقْنَطُو ا مِنّ رَّحْمَةِ اَللّٰهِ، تُرهي اِنَ تَريج؛<br>حَبِيباڻِي هيج، پَسِين مُنهُن ميهارَ جو. | دلو ڀڳو تہ قربان ٿيو، آسرو نہ لاهج. "ڏٺيءَ جي ٻاجهہ کان نااُميد نہ ٿيو" اُنهيءَ ترهي تي ترج. عاشقاڻي شوق ۽ سڪ جي وسيلي ئي تون ميهار جو مشاهدو (درشن) ماڻيندينءَ. |
| 12<br>گهڙو ڀَڳو، مُنڌَ مُئِي، وَسِيلا ويا؛<br>تِنهان پوءِ سُئا، سُهڻِيءَ سَڏَ ميهارَ جا. | دلو ڀڄي پرزا ٿيو، سهڻي مري فنا ٿي ويئي ۽ سندس سمورا وسيلا ۽ واسطا ميسارجي ويا. تنهن کان پوءِ ئي سهڻيءَ ميهار جا سڏ ٻڌا. |
| 13<br>پاڻُ مَ ڪَڇج پاڻَ سين، وَسِيلا وسارِ؛<br>لُڙُ لنگهائِي، سُهڻِي! پرتِ وڃهنديءِ پارِ؛<br>سي تُرتُ لنگهِينديُون تارِ، اُڪَنڍِ آڳَهُ جن سين. | اي سهڻي! پاڻ سان خودي نہ کڻ ۽ سڀ ظاهري اُپاءَ ترڪ ڪر. توکي سچي سڪ اونهي مان اُڪاري پار ڪندي. اُهي سگهوئي سير لنگهي ويندين، جنجو سونهون گهاتُو نينهن آهي. |
| 14<br>پاڻُ مَ ڪَڇج پاڻَ سين، رِءِ وَسِيلي وانءُ؛<br>مَتان سائرَ، سُهڻِي! پرتِ ونجي پانءُ؛<br>نينهن کِنهندي نانءُ، ونءُ پِريان جي پارَ ڏي. | پاڻ سان خودي نہ کڻ ۽ بنا ڪنهن وسيلي جي اڳتي وڌ. اي سهڻي! مهراڻ جي مٿان پريت جو پير کٽي هلجي. نينهن جو ئي نالو وٺي، پرين جي پار ڏي وڃ. |
| 15<br>ڪونهي آڳَهُ اَهڙو، جهڙي مُحبتَ مَنِ؛<br>پيُون اورئين پارَ ڏي، ڪُوڙيُون ڪَکَ پُڇَنِ؛<br>نَدِي تِن نيڙُ تِئِي، جي رِيءَ تُرهي تَرَنِ؛<br>سَڪَ رَساڻِي، سُهڻِي! اَصُل عاشِقَنِ؛<br>سي جَهليُون ڪِينَ ڪُنَنِ، پُڇَنِ جي ميهارَ کي. | اهڙو پيو ڪو آڌار ڪونهي، جهڙو دل ۾ عشق. ڪوڙيون عاشقياڻيون ئي اورينءَ پر بيهي، ترهي جي پڇا ٿيون ڪن. تن لاءِ ندي هڪ نندي نهر ٿيو پوي، جي ترهي بنا ٿيون ترن. اي سهڻي! عاشقن کي اصل کان سڪ ئي هليو سپرينءَ وٽ رسائي. جنکي ميهار جي لنئو لڳل آهي، تنکي ڪُنن ڪين روڪيو. |

| | |
|---|---|
| 16<br>پُڇَنِ جي ميهارَ کي، پُڇي سي ميهارَ؛<br>تُرَهو تِنين بارُ، عِشقُ جنِين کي آکِرو. | جنکي ميهار جي تار لڳل آهي، تنجي تار ميهار کي ٻہ لڳل آهي. جنجي محبت گهاٽي آهي، تن لاءِ ترهو ٻہ بار آهي. |
| 17<br>ساهَڙُ، سا سُهڻي، سائرُ پڻ سو ئي؛<br>اهي نِجو ئِي، ڳُجُهہ: ڳُجهاندَرَ ڳالهڙِي. | جو ساهڙ آهي، سوئي سهڻي ۽ سمنڊ آهي. اِها ڳالهہ هڪ نجو ۽ ڳوڙهو اسرار آهي. (ڏٺي، اِنسان ۽ ڪائنات ٽيئي هڪ آهن) |
| **وائي**<br>ڪهڙي مَنجهہ حِساب؟ هُئڻ مُنهنجو هوتَ ري، لا!<br>گولِي! يَجُ گُناهَ کان، ڪونهَي سُولُ ثَوابَ؛<br>نڪي تَفاوَتَ ۾، نڪي مَنجهہ رُبابَ؛<br>خُديائِي خُوبُ ٿئين، لائِين جي لُعابَ؛<br>پَلِيتُ ئِي پاڪُ ٿِئي، جُنبِيو مَنجهہ جِنابَ؛<br>سو نہ ڪَنهن شَيءِ ۾، جيڪي مَنجهہ تُرابَ؛<br>هُوءِ جي جَرڪِيا جَرَ تي، سي تان سَپِ حُبابَ؛<br>هادِيءَ سين هُنَ پارَ ڏي، رِڙهين سانُ رِڪابَ؛<br>چَنبو وِجهي چورَ کي، آءُ چَڙَ، عُقابَ!<br>دِيدُ وِجاءِ مَ دوسَتَ جو هَلِي مَنجهہ حِجابَ؛<br>ڪَسَرَتَ آهي قُربَ ۾، اِدَّغامَ ۾ اعِرابَ؛<br>فَنا وِجهي فَمَ ۾، ڪارَڻُ ٿِيُ ڪَبابَ؛<br>ڏي طَهُورا تن کي، جي سَڪَنِ لاءِ شَرابَ؛<br>مُنِيءَ ڪيا مرضَ ۾، جاوا سَپِ جَوابَ. | **وائي**<br>ڪهڙي ليکي منهنجو جيئڻ پرينءَ بنا ٿيندو! اي ٻانهي! گناه کان پري ڀڄ. نيڪ ڪمن ۾ ٻہ ڪو ساءُ نہ آهي (گناه ۽ ثواب کان نيارو رہ) نہ ٻاهرين پاڪائيءَ ۾ ڪي رکيو آهي، نہ ساز سرود ۾. جي ڇپن کي ڪئونر لڳائين (سُن اِختيار ڪرين)، تہ اندر ۾ سهٺو ٿي پوين. اِئين ناپاڪ اِنسان بہ جيڪر پاڪ ٿي پوي، پوءِ ڪٿي هو ميرائيءَ ۾ مبتلا هجي. جيڪي مٽيءَ ۾ آهي، سو ٻي ڪنهن بہ شيءِ ۾ نہ آهي. هو جي پاڻيءَ جي مٿان پيا چمڪن، سي مڙيئي ڦوڪٽا آهن. (ظاهري شين کي ڪا هستي نہ آهي.) مرشد جي خدمت جي برڪت سان پرئين پار وڃي رسندين. اي تيز عقاب! تون اچي هن چور (نفس) کي چنبو وجهي، جهٽ. پردي (اجاٽپ) اندر هلي، محبوب جو ديدار هٿان نہ وڃاءِ. وصل ۾ ٻن هستين جو نهوڙجي پاڻ ۾ ملڻ ائين آهي، جئن اِدغام ۾ ماترائن جو پاڻ ۾ ملڻ. وات ۾ فنا (ماٺ) وجهي، پرينءَ ڪارڻ پچي ڪباب ٿيءُ. طهورا (بهشت جو شراب) اُنهن کي ڏي، جيڪي شراب لاءِ سڪندا هجن. بيماريءَ ۾ هن مُنيءَ اِهي سڀ باتيون اَجايون ڪيون آهن. (هي سخن اِئين آهن. جئن بيماريءَ جي غشيءَ ۾ گفتار.) (چون ٿا تہ هيءَ وائي شاه صاحب وفات کان اڳ اڪثر پيو چوندو هو.) |

سر سهڻي

# داستان ٻيو

درياہ ۾ دهشت آهي ۽ ڪُنن جا ڪڙڪا پيا پون ۽ بيشمار واگهو اُنهن ۾ پيا ڦرن، تہ بہ سهڻي جان جي پرواہ نہ ڪري، سِير ۾ گهڙي تي پوي ۽ ائين پيئي پڪاري تہ ”صاحب ڇام ستار! سگهو رسج سِير ۾!“ مهراڻ جي مپ جي ڪل ملاحن کي بہ نہ آهي ۽ لهرن جا لوڏا تارُن کي بہ ڪنبايو ڇڏين. ڪُنن ۾ اهڙو ڪو قهر پيو وسي، جو ويا ڪين ورن ۽ وڏا ٻيڙا بہ منجهن هميشہ لاءِ غرق ٿيو وڃن. وري اُنهن مان ڪو تختو بہ پيدا نہ ٿو ٿئي. اِها محبت ئي آهي جا مهراڻ جي مستيءَ کي مات ڪيو ڇڏي، ۽ اِهو ڏٽيءَ جو لطف ئي آهي، جو اڇيو سڪايلن سان ساٿي ٿئي. جي اصل کان تارو آهن، سي درياہ کي هڪ ئي هربو (ٽپو) ٿا سمجهن. جنکي ڏٽيءَ ازل کان پنهنجي عشق سان نوازيو آهي، تنکي دنيا توڙي طريقت جا خطرا نہ ٿا ستائين ۽ هوُ آسانيءَ سان وڃيو پار پهچن.

| مشڪل لفظ | معنیٰ |
|---|---|
| ڪَرَڪِلَ | ڪڙڪا |
| ڪوچَ | ڪولاهل |
| جَرَ واڳُو | جل جا واگهو |
| جِئائين | جتي |
| سر | وهڪري حوالي |
| سَتَاڻَا | جبرا |
| باڳُو | واگهو |
| بَحرَ | سمنڊ |
| توهان ڌار | توکان سواءِ |
| توڏي | سهڻي |
| تاڪُن | تڪيندڙن (جانورن) |
| پرتان | پريت وچان |
| هَادي | اي رهبر |
| سَڙڪو | جوش ۽ جئولان |
| وَڙُڪو | تورو، احسان |
| جانارَن | جانورن |
| سَندو | اَنت، حد |
| مَپُ | ماپ (اونهاڻ) |
| دَرندا | خونخوار حيوان |
| وَرَنِ | موٽن |

| دَرَهَڙَ | گوڙ گهمسان |
|---|---|
| ڏَنسَ | هل هلاچو، ڪولاهل |
| لوڙا | وڏا آواز |
| سِيٽايا | سيٽاه وارا |
| سوڙا | سوڙها (حيران ۽ پريشان) |
| توڙا | توڙ يا اصل ڪان |
| هَرِبو | ٽپو |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| 1<br>ڪَرَڳَل ڪوچَ ڪُنَ گهڻا، جتِ جَرَ واڳُو جِئائِين؛<br>پاڻُ اُڇلي آبَ ۾، وَهَ سِر وڌائِين؛<br>لَهريُون لَنگهيائِين، لُطف سان لَطِيفُ چئِي. | درياه ۾، جتي بيشمار ڪڙڪا، ڪولاهل، ڪُن ۽ واڳهو هوا، تتي سهڻيءَ پاڻ کي پاڻي حوالي ڪري ڇڏيو. هوءَ ڏٽيءَ جي مهر سان لهرون لنگهي ويئي. |
| 2<br>دَهشَتَ دَمِّ دَرياهَ ۾، جتِ سَناٽا سيسارَ؛<br>بيحَدِ باڳُو بَحرَ ۾، هيبَتَناڪ هَزارَ؛<br>سارِيان ڪانَ سَرِيرَ ۾، طاقَتَ توهان ڏارَ؛<br>ساهَڙَ جامَ! سَتارَ! سِگهو رَسجِ سِيرَ ۾. | جتي درياه جي اُٿل جي دهشت ۽ زبردست سيسر آهن ۽ هزارين بلڪ بيشمار واڳهو پيا ورن، تتي اوهان کان سواءِ پنهنجي سرير ۾ ڪو سَتُ نہ ٿي سمجهان. اي ساهڙ ستار! (پردو رکندڙ)! ترت اچي مونکي سِير ۾ رسج. |
| 3<br>دَهشَتَ دَمِّ دَرياهَ ۾، جتِ ڪَڙڪو ڪُنُ ڪري؛<br>توڏي تاڪُن وچَ ۾، مَتان ويرَ وَري؛<br>آءُ، ساهَڙَ! مُنهنجا سُپرِين! پِرتان پيرَ پَري؛<br>هادِيءَ، هَٿ ڏَري، اوَنهي مَان اُڪارِئين. | جتي درياه جي اُٿل جي دهشت آهي ۽ ڪُن ڪڙڪا پيا ڪن، تتي سهڻي درندن جي وچ ۾ آهي، ۽ متائنس وير پيئي وري. اي منهنجا پريتم ساهڙ! تون پريت وچان پير پري اچ. اي رهبر! مون تي پنهنجا هٿ ڌري، مونکي اچي عميق مان پار اُڪار. |
| 4<br>دَهشَتَ دَمِّ دَرياهَ ۾، جتِ ڪُنَنِ جو ڪَڙڪو؛<br>آهيم اُنهين پارَ جو، دِلِ اندرِ دَڙڪو؛<br>پَچي سڪ، سَيّدَ چَئي، سِيرَ سَندو سَڙڪو؛<br>والِي! ڪَج وَڙُ ڪو، تہ پارِ لَنگهيان پاڄهه سين. | جتي درياه جي اُٿل جي دهشت آهي ۽ ڪُنن جو ڪولاهل پيو پوي، تتي مونکي اُنهيءَ پار جو دل ۾ خوف آهي. درياه جي جوش ۽ جولان کي محبت مات ڪيو ڇڏي. اي ڏٽي! ڪو احسان ڪج، جو تنهنجي مهر سان درياه مان پار اُڪري وڃان. (سچي سڪ اڳيان بحر بہ بيوس آهي.) |
| 5<br>دَهشَتَ دَمِّ دَرياهَ ۾، جتِ جايُون جانارَنِ؛<br>نَڪو سَندو سِيرَ جو، مَپُ نہ مَلاحَنِ؛<br>دَرَندا دَرياهَ ۾، واڪا ڪيو وَرَنِ؛<br>سَڄا پيڙا پارِ ۾، هَليا هيٺ وَڃَنِ؛ | جتي درياه جي اُٿل آهي ۽ جانورن جا آستان آهن، جتي آب جو انت ئي ڪونهي ۽ ملاحن کي اونهاڻ جي سُڌ نہ آهي، جتي خونخوار جانور درياه ۾ واڪا ڪيو پيا ڦرن، جتي سارا پيڙا هيٺ اِئين غرق ٿيو وڃن، جو اُنهن جو ڪو تختو يا پرزو ئي وري نہ ٿو لڀي؛ جتي ڪنن ۾ اهڙو ڦهر پيو وسي، جو اندر ويلن جو موٽڻ ئي |

| | |
|---|---|
| **پُرزو پيدا نہ ٿئي، تَختو مَنجهان تَنِ؛ ڪو جو ڦَهرُ ڪُنَنِ، ويا ڪينَ وَرَنِ؛ اُتي اَٽَتارُنِ، ساهَڙَ! سِيرَ لَنگهاءِ تُوَن.** | ڪونهي، تتي اي ساهڙ! تون اڻ تارن کي اچي سير مان پار اُڪارج. (هتي سمنڊ جي هيبتناڪ صورت وسيلي، اِنسان کي دنيا جي يو ساگر کان آگاه ڪيو ويو آهي.) |
| 6<br>**دَرَهَڙَ ڏَنَّسَ دَرياهَ ۾، جِتِ لَهرِيُون ڪَنِ لوڙا؛ سَئين اَچي سمُوندَ ۾، ٿِيا سِيٽايا سوڙا؛ جي تارُو هُئا توڙا، تن هَربو ڀانيو هيڪڙو.** | جتي درياه جي اُٿل جي دهشت آهي ۽ لهرون وڏا هُل پيئون مچائين؛ جتي سوين سيٽاه وارا اچي حيران ۽ عاجز ٿيو پون، تتي اُنکي (درياه کي) جيڪي اصل کان تارو هئا، تن هڪ ئي ٽپو سمجهيو. (ڪامل شخص دنيا توڙي طريقت جي خوفن ۽ خطرن مان ساعت ۾ پار لنگهيو وڃن.) |

سر سهڻي

# داستان ٿيون

تڙ لهڻ بنا اونهي ۾ ڪاهي پوڻ عاشقن جو ئي ڪم آهي. نينهن اهڙي شيءِ آهي، جا عقل، مت ۽ شرم کي نهوڙيو ڇڏي. سهڻيءَ کي آڏيءَ جو ڪنن ۾ پوُرن متي پوُر آهن. ڏينهن جو ظاهري طرح جسم ڏم سان اٿس، پر من ميهار سان مڙهيل اٿس. سهڻي جتان بہ گهڙي، تتان سندس لاءِ واٽ آهي. ڪوُڙيوُن ڪپر پڇن، سچيون نہ پڇن گهيڙ نہ گهاٽ. سهڻي اصل کان نينهن سان نوازيل هئي. اِنهيءَ ڪري ئي کيس حق حاصل ٿيو. ڏٽيءَ جو طالب بہ سهڻيءَ مثل آهي. کيس گهرجي تہ هتي جا هرڪائيندڙ حرص ڇڏي، شريعت تي پورو رهي، ۽ پوءِ طريقت تي هلي، حقيقت جو حق پروڙي ۽ معرفت ماڻي. نينهن جي خبر سهڻيءَ کان پڇجي، جنهن کي "راتو ڏينهن ميهار ئي من ۾." درياه ۾ ڪو درد يا داد نہ آهي. ڪنهن ڏينهن کيس بہ حساب ڏيڻو آهي. اڄ عاشقن کي فنا ٿو ڪري، سيان پاڻ سڪي فنا ٿيندو.

| مشڪل لفظ | معنیٰ |
|---|---|
| تَڪَڙِ | هڪدم، فورن |
| تارِ | تار پاڻيءَ ۾ |
| ڪاٽيارن | غرض وارين |
| نِهوڙِيا | فنا ڪيا |
| گَهيڙَان | گهيڙ تان |
| گَهوُر | جاچ، نظر |
| لَهي | ڳولي |
| وَهَمَنِ | پوُرن، خيالن |
| وَهلوُرَ | حيران ۽ پريشان |
| ڪَپَر | ڪناري |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ظاهرا | ظاهري طرح |
| ميڙُ | ميلاپ |
| نيڙُ | نديءَ لهر |
| جئان | جتان |
| وَهي | هلي |
| تئان | تتان |
| گهاٽَ | تڙ |
| وَڪڙي | نديءَ وڪ |
| اَوَتڙان | اَٽائي تڙ مان |
| تَڙُ | سٽائو تڙ |
| اُهس | تجلو |
| حَقان | ڌڻيءَ جي طرفان |
| حَق | نياءُ |
| حَق | پتار، ڌڻي، سچ |
| لاڪُون توڙَ | توڙ يا اصل کان |
| نوڙَ | رسا |
| پنيءَ پوڙَ | مس گوڏي تائين، رڳو پنيءَ کي پوڙيندڙ |
| سُهَڻيءَ ليکي | سهڻيءَ جي حساب ۾ |
| توڙائين | اصل کان |
| نينهَن نَوازي | نينهن جي نوازيل |
| حَبيبَ | پرينءُ |
| سونائين | ڳولي هٿ ڪيائين |
| عالَمَ | ساري عالم يا جهان جو آڌار (روحاني رهبر) |
| تُهائين | هرڪائين |
| ڪرسَن | ماٺا |
| ورسَ | غلطي |
| شَريعَتَ | مذهب جي پيروي، ڌرم نيتي (پهرين منزل) |
| طَرِيَقتان | طريقت کان |
| شاڪَرَن | شڪر ڪندڙن |
| واصُلَ | محو |
| وصال | ميلاپ |
| وِيبتَ | سواءِ |

| هنئَڙا | قلب، دليون |
|---|---|
| هَجِي ويا | محو يا فنا ٿي ويا |
| ڪَرَ | پروڙ، ڄاڻ |
| سَرَهِي | خوش |
| اَرواحَ | محبت |
| آري | تڪي وهڪ ۾ |
| واهڙ | اي واه يا درياه |
| پَريون م پاءِ | ڪنڌيون نہ پاءِ يا ڪيراءِ |
| وهاڻي | اسر جو (ترت ئي) |
| اويَرَ | اُتانهيون، اونهايون، اُٿلون |
| دوُنهيون | مچ |
| لُهاڻو | جلائيندڙ (يعني عشق) |
| لوُهيوُن | جليل (عشق ۾) |
| سوُنهيون | ڄاڻ سڄاڻ واريون |
| سراڙو | روهي، لسو پٽ |
| اَتانگ | اونها |
| اولي | واهر ڪر |
| ڏُهلا | ڏکيا |
| ٻِچَل | ڇوه مان وهندڙ |
| اَتَ | نهايت |
| آگَهہَ رِءِ | بنا سونهي يا آڌار |
| ڪي | ڪئَي |
| سَنيوُڙو | تيار |
| اوراران | اورينءَ پر ڪان |
| پرارَ | پرين پر |
| سُڻيو جهانءِ | آواز |
| سانيارا | سامهان |
| سَنيارَ | يادگيري ڏياريندڙ (يعني گهنڊ) |
| ريلي | پاڻي جي اُٿل |
| ريءَ | تڪي وهڪ |
| تو آهار | آسري |
| وَچارَ | ميهار |

| پُورينديَس | وينديس |
| --- | --- |
| پارِ مَٽي | پرينءَ پر ڏانهن |
| گهاگهائي | مرڪي، ڪڏي |

| | |
| --- | --- |
| 1<br>تَڙَ تَڪَڙَ تارِ گِهڙَڻَ، اِيُ ڪاٽيارن ڪَمُ؛<br>ڏَهَ ڏَهَ پيرا ڏِينهَن ۾، ڏي ڏوراپا ڏَمُ؛<br>عَقُل، مَتِ، شَرَمُ، ٿيئي نِينهَن نِهوڙِيا. | تڙ تان تڪڙ ۾ تار پاڻيءَ ۾ ڪاهي پوڻ، اهو غرض وارين (عاشقياڻين) جو ڪم آهي، ڏم ڏينهن ۾ مونکي ڏهہ ڏهہ پيرا مهڻا ٿو ڏئي. نينهن، منهنجي عقل، هوش، توڙي حياءَ کي نابود ڪري ڇڏيو آهي. |
| 2<br>گهيڙان ڪَري نہ گُهورَ، تَڙُ تَڪَڙَ ڪان نہ لَهي؛<br>جَنهنکي سِڪَ ساهَڙَ جِي، پُورَنَ مَٿي پُورَ؛<br>ڪارِيءَ راتِ ڪُنَنِ ۾، وَهمَنِ ڪَي وَهلُورَ؛<br>جَنِهنکي ساڻُ پِريَان جا سُورَ، تَنهِنکِي نَدِي ناهِ نِگاهَ ۾. | سهڻي گهيڙ تي پوري نظر نہ ٿي ڪري ۽ تڪڙ ڪان تڙ (سلامتيءَ واري هنڌ) جي بہ جانچ نہ ٿي لهي. جنهنکي ساهڙ لاءِ اُڪير آهي، تنکي پوُرن مٿان پوُر پيا پون. هنکي انڌاري رات جو ڪنن ۾ پوُرن حيران ڪري وڌو آهي. جنهنکي سپرين جو سوز ساڻ آهي، تنهنجي نظر ۾ نديءَ کي ڪا هستي نہ آهي. |
| 3<br>جِئان گِهڙِي تِئان گهيڙُ، ڪَپَرو پُڇَنِ ڪُوڙِيُون؛<br>ڏَمَ سين جُسو ظاهِرا، مَنَ ميهارَ سين ميڙُ؛<br>سا نَدِي پانئي نيڙُ، جَنهِنکي سِڪَ ساهَڙَ جِي. | جتان هوءَ (سچي عاشقياڻي) گهڙي ٿي، تتان ئي هن لاءِ گهيڙ ٿيو پوي. ڪوڙيون ئي ڪنڌيءَ جي تانگهہ ٿيون ڪن. ظاهري طرح سندس سرير ڏم سان آهي، پر سندس من ميهار سان مليل آهي. جنهنکي ساهڙ جي اُڪنڊ آهي، سا نديءَ کي ننڍي نهر ٿي سمجهي |
| 4<br>جِئان وَهي تِئان واڪَ، ڪَپَرو پُڇَنِ ڪوڙيُون؛<br>جن کي سِڪَ ساهَڙَ جِي، سي گهيڙَ نہ پُڇَنِ گهاٽَ؛<br>جن کي عِشقَ جِي اُساٽَ، سي واهُڙُ پانئِينِ وِڪَڙِي. | جتان بہ درياهہ جي وهڪ آهي، تتان سهڻيءَ لاءِ واٽ آهي؛ ڪنڌيءَ جي تانگهہ ڪوُڙين کي ئي آهي؛ جن کي ساهڙ لاءِ اُڪير آهي، سي نہ گهيڙ ڳولين، نہ گهاٽ. جن کي عشق جي اُڃ آهي، سي درياهہ کي هڪ وِڪ ٿيون سمجهن. |
| 5<br>ڪنهن جنهن گهيڙَ گِهڙِي، جئن اَوَتَڙان تَڙُ ٿِيوسِ؛<br>سالِمُ وِيئِي سُهڻِي، ڪُنَنِ ڪِينَ ڪَيوسِ؛<br>اُهسُ اَکَڙِيُنِ ۾، پِريان جو پِيوسِ؛<br>حَقَّانَ حَقُّ ٿِيوسِ، هُئِي طالِبِ حَقُّ جِي. | سهڻي اهڙي ڪنهن گهيڙ ڪان گهڙي، جو هن لاءِ اَڙانگو تڙ بہ سنٽاٽو ٿي پيو. سهڻي، سلامت لنگهي ويئي ۽ ڪنن ڪيس ڪي ڪين ڪيو. سندس اکين ۾ پرينءَ جي تجلي (نور) اچي واسو ڪيو. حق (ايشور) طرفان سانٽس حق (نياءُ) ٿيو، ڇو تہ هوُءَ پاڻ بہ حق (پتار) لاءِ سڪندڙ هئي. |
| 6<br>هُئِي طالبَ حَقُّ جِي، توڏِي لاڪُون توڙَ؛<br>نہ مَلاحُ نہ مَڪُڙِي، نڪِي بَڏي نوڙَ؛<br>پاڻِي پِنِيءَ بوڙَ، سُهڻِيءَ ليکي سِيرَ ۾. | سهڻي اصل کان پتار لاءِ سڪندڙ هئي. هوءَ نہ ملاح تي ٻڇي، نہ ٻيڙي، نہ پتڻ لاءِ نوڙي. سهڻيءَ جي نظر ۾ سير ۾ گوڏي جيڏو پاڻي آهي. (جنجي سچي محبت لڳل آهي، تن لاءِ ڪابہ ڏکيائي نہ آهي.) |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| 7<br>توڏي توڙائين، نِينهَن نوازِي سُهڻِي؛<br>ڳِچِيءَ هارُ حَبِيبَ جو، لائِقُ لَڏائين؛<br>سو تَڙُ سونائِين، جيڏانهن عالَمَ آسِرو. | سهڻي اصل کان نيهن جي نوازيل هئي. هن نيٺ پرينءَ جو ڳاهوڪو هار (وصل جو سينگار) هٿ ڪيو. اُهو تڙ ڳولي لڌائين، جتي ساري جڳ جو آڌار يعني سندس محبوب هو. |
| 8<br>توڏي! تُهائِين جي، سي هِتي ڇَڏِ حرصَ؛<br>ساهڙَ ڏاران سُهڻِي! ڪوڙيُون ڪَنِ ڪَرِسَ؛<br>وَڏِي اِيَ وِرسَ، جِيئَن ڏَمَ وَٽِ ڏِينهَن گُذارِئين. | اي سهڻي! جيڪي حرص (ترشنائون) هرڪائيندڙ آهن، تن کي هتي ئي ترڪ ڪر. ساهڙ (پرينءَ) کان سواءِ ڪوڙيون ئي ناز نخرا ٿيون ڪن. اِها وڏي ڀُل آهي، جو ڏم جي صحبت ۾ پنهنجا ڏينهن ٿي ڪاٽين. (هتي ڏم = نفس) |
| 9<br>ساري سکُ سَبَقُ، شَرِيعَتَ سَندو، سُهڻِي!<br>طَرِيقَتان تکو وَهي، حَقِيقَتَ جو حَقُ؛<br>مَعرِفَتَ مَرَڪُ، اَصلُ عاشِقَنِ کي. | اي سهڻي! تون شريعت (مذهبي يا ڌرمي فرضن) جو سبق پهرين سک. طريقت (روحاني پنڌجي واٽ) کان وڌيڪ جبرو حقيقت (حق پروڙڻ) جو گيان آهي. معرفت (ايشوري گيان يا خدائي علم) پرائڻ، اصل کان عاشقن جو فرض آهي. (صوفين جون چار منزلون.) |
| 10<br>صَبُرُ شاڪرَنِ، آهي اوطاقُن ۾؛<br>جي واصُل ٿِيا وِصالَ ۾، سي ذرو ظاهِرُ نہ ڪَنِ؛<br>وِيِہَ واهَرَ تَرَنِ، هِنئَڙا، جَنِ هَڃِي ويا. | شڪر وارن جي آستانن تي صبر ئي صبر آهي. (هو سچا صابري آهن) جي پرينءَ سان ملي منجهس محو ٿي ويا آهن، سي تِرَ جيترو بہ ڪي ظاهر نہ ٿا ڪن. جنجا هِنئان محبت هڃي فنا ٿي ويا آهن، سي بنا ڪنهن مدد جي ساگر تريو وڃن. |
| 11<br>سِياري سهَ راتِ ۾، جا ڳھڙي وَسندي مِينهَن؛<br>هَلو تہ پُڇُون سُهڻِي، جا ڪَرَ جاڻي نِينهَن؛<br>جنهن کي راتو ڏِينهَن، ميهارُ ئِي مَنَ ۾. | تهہ سياري جي رات ۾ ۽ مينهن وسندي، جا سهڻي درياهہ ۾ ٿي ڳهڙي، تنهن کان هلو تہ محبت جي خبر پڇون، ڇو تہ هنکي ئي سچي نينهن جي سڌ آهي. هنکي رات ۽ ڏينهن ميهار ئي من ۾ پيو وسي. |
| 12<br>سانوَڻَ ڳهڙي سَيَڪا، هيءُ سَرَهِي سِياري؛<br>تَنُ وِڌائِين تارِ ۾، اَرواحَ جي آري؛<br>مُحبَتِي ماري، ڪونهي دادُ دَرياهَ ۾. | سانوڻ جي رت ۾ تہ هرڪا درياهہ ۾ ٿي ڳهڙي، پر هيءَ (سهڻي) سياري ۾ پاڻيءَ ۾ ڳهڙندي، بهار پيئي ٿئي. هن ڳهاٽي نينهن سبب ئي پنهنجو جسم تکي وهڪ ۾ ڪٽي اڇليو. درياهہ وٽ ڪو نياءُ ڪونهي؛ سچن عاشقن کي ٻوڙيو فنا ڪيو ڇڏي. |
| 13<br>واهُڙا! پَريُون مَ پاءِ، تو پڻُ ليکو ڏيڻو؛<br>سدا سانوَڻَ ڏِينهَڙا، هئَن نہ هُونداءِ؛<br>وهاڻي ويندا، اويَرَ اُتاهان لَهِي. | اي درياهہ! ڪنڌيون نہ ڪيراءِ، توکي پڻ حساب ڏيڻو آهي. تو لاءِ هميشہ سانوڻ جا ڏينهن نہ هوندا. صبح جو (ترت ئي) تنهنجون اِهي اُٿلون غائب ٿي وينديون. (اِهو شاعر جو درياهہ کي سهڻو سراپ آهي. سياري ۾ درياهہ جو قوہ جوين بہ ناس ٿيو وڃي.) |
| 14 | منهنجي دل ۾ پريتم ميهار جي نينهن جا مچ پيا پرن. |

| مُحَبّتِي ميهارَ جُون، دِلِ اَندرِ دُونهيُون؛<br>آٽيو وِجهي آرَ ۾، لُهَاٽو لُوهيُوَن؛<br>جي ساهڙ جُوَن سُونهيُون، سِير سِراڙو تن کي. | هي جلائُو (جلائيندڙ يعني عشق)، جليلين (عشق جي آگ ۾ جليل عاشقياڻين) کي اچيو چوه پرئي تار پاڻيءَ ۾ اُڇلي. جيڪي ساهڙ جي سونهن هيٺ آهن، (يا جن جي ساهڙ سان سچاڻپ آهي)، تن لاءِ وچ سير بہ روهيءَ (لسي پٽ) مثل آهي. |
|---|---|
| وائي<br>مَدَتَ ثِيُ، ميهارَ! يارَ! ساهَڙَ! سائرَ سيرَ ۾.<br>اُونها کُنَ، اَتانگَ تَڙَ، اولي هَڻُ، آڏارَ!<br>ڏِينهَن ڏُهلا ڏَمَ سين، آهِيَان اُوهان ڏارَ؛<br>بِچَلِ بَاندِي بارِ کَري، اَتِ اُبَتا آرَ؛<br>تِتي کِهڙِي سُهڻِي، آگِهَ رِءَ آڏارَ؛<br>”کارِي راتِ، کَچو گهڙو“، توڏِيءَ کِي تَنوارَ؛<br>سَنيُوڙو سيڻاهِ سين، سِگهو رَسُ، سَنگهارَ!<br>اوراران آهُوَن کَرِيان، پَهچان شَلَ پرارَ؛<br>سُٽِيو جهانءِ جِهجِي هِنئون، سانيارا سَنيارَ؛<br>آيَم رِيلِي رِيءَ سين، اَللهَ تو آهارَ؛<br>تارِ تَرَندَيَس، لُڙَ لَنگهيندِيَس، وِينديَس وَٽِ وَچارَ؛<br>پُوريِنديَس پارِ مَٽِي، سَهسَيَن جي سيسارَ؛<br>گَولِي گَهاگَهائي کِهڙِي، جَکَنِ ٿا جانارَ. | اي جانب ميهار! اي ساهڙ! تون اچي ساموندي سير ۾ واهرو ٿيءُ! اي منهنجا پروسا! ڪُن اونها آهن ۽ تڙ اوڙاه جهڙا، تون اچي مونکي اوچ ڏي. مان اوهان کان سواءِ ڏم سان ڏکيا ڏينهن پيئي گذاريان. تار درياه ۾ چوه مان بند لڙهندا وجن ۽ اُت نهايت اُبتا وهڪرا آهن. اتي سهڻي ڪنهن سونهي جي واهر بنا گهڙي پيئي آهي. توڏيءَ (سهڻي) اُتي هيءَ مِٺي پڪار ڪئي: ”رات ڪاري آهيءَ گهڙو (دلو) ڪچو آهي.“ اي سنگهار (ڏنار)! تون ترت سيڻاه سوڌو اچي مونکي رسج. اورينءَ پر اهي ئي پڪارون پيئي ڪريان تہ شال پرينءَ پر پهچان. اي ڏٽي! تنهنجي ئي آسري هن تکي وهڪ ۾ پاڻ وڌو اٿم. مان پار درياه تري ڪارونيار لنگهي، ميهار وٽ پهچنديس. مان پرينءَ پر هلندي هلنديس، توڙي وچ ۾ سهسين سيسار (واگهہ) هجن. هيءَ ٻانهي، مرڪندي، مهراڻ ۾ گهڙي ۽ جانور ڪيس ڏسي جکن پيا. |

سر سهڻي

# داستان چوٿون

سهڻيءَ کي ميهار جي گهندڻ مست ڪري ڇڏيو آهي. اُنهن سندس سڀ اَندام چوريا آهن. ڪاري رات جو ڪارن ڪُنن ۾ ڪاريهرن جهڙا ڪڙڪا پيا پون ۽ سهڻيءَ کي جهول جهٽڪا پيئي ڏيئي تہ بہ هوءَ گهندڻ جي آواز کي پنهنجو سونهون ڪري، پرينءَ پر ڏانهن ترندي ٿي وڃي، پرينءَ جي سار ئي ڪيس جياريو آهي. ڪيس ساهڙ جي سرهاڻ پيئَي اچي. ميهار جي محبت جي اهڙي ڪا پڪ پيتي اٿس، جو هوءَ بي سُڌ ٿي پيئي آهي. گهوتن (غوطن) کائيندي، سندس سُرت جهڪي ٿِي ٿي وڃي ۽ هوءَ اِئين ئي پيئي چوي ”ميهار ۽ سندس دونهي ڪٽي آهن ۽ ڪٽي سندس گهندڻ پيو ٻڙڪي، جو مان اُنهن تي مست ٿي، هيئَن جر ۾ جهوتون پيئَي ڏيان!“ هوءَ ميهار ۽ سندس مينهن جي وڏي وڏيءَ حياتيءَ لاءِ دعائون پيئي پني. اُنهن جي ڪري ئي ٻيلا ٻهہ ٻهہ پيا ڪن. ميهار جي آسري ئي سندس مينهون پيون ٽڳن، ۽ هوُ ئي ڪين لڙ ۽ ليٽ لنگهائي، سلامتيءَ جي ٻيٽ تي ٿو آڻي.

| مشڪل لفظ | معنىٰ |
| --- | --- |
| اَندام | انگ، عضوا |
| چَڙَن | گهنڊن |
| لارُنَ | گهنڊن جي زبان |
| لَنئو لائي | پريت جاڳائي |
| لامَ | آسري، پناري |
| تُڳي | رات |
| ڪاريهَرَ | واسينگن وانگر |
| مَئي مَتي | تار ۽ مست |
| ڏُپارا | ٻنهي پاسن کان |
| جهَڙڪا | سٽڪا |
| ڪَرڪن | گهنڊن |
| ڪَڙَڪاَ | آواز |
| سوُنهان | رهبر |
| ڪُهُ | ڇا |
| وير وِ تارَ | هميشه |
| حَلُ | سمايل، هڪ ٽيل |
| سُتي شاخَ | ستل نينهن |
| جهوڪ | آستان |
| پاريچَنِ | پرئين پار رهندڙن (يعني ميهار) |
| جوٌنڪَ | شوق (ذوق جي بگڙيل صورت) |
| ٽيڙَم جوءِ | مون ۾ ديرو ڪيو |
| باالله | الله جو قسم |
| بوُءِ | خوشبوءِ |
| ديکيان | ڏسان |
| جَرَ | جل |
| جهوتون | ڍومائون |
| ميهاران | ميهار کان |
| مِرڪ | سرڪي، پڪ |
| سَاءَ | سواد |
| ڪامَ | عشق |

| ڪرِڪَ | تير |
|---|---|
| لوهان | لوهہ ڪان |
| ولَهو | سجوہ ويران |
| وَچِن | مينهن |
| وَچارَ | ميهار |
| چاهڪ | چارو، گاهہ پٽو |
| سَمَنَ | اقرار انجام |
| اَمَنَ | سلامتيءَ سان |

| | |
|---|---|
| 1<br>اَديُونَ! سڀ اَندامَ، چِڙَن مُنهنجار چوريا؛<br>لاڙُنِ جا لَنوَ لائِي، سا ڪَيئنَ آڇِيان عامَ؟<br>لَڳِيس جنهن جي لامَ، سو دِلاسا دوست مُنجي. | اي سرتيون! ميهار جي گهنڊڙين منهنجا مڙيئي انگ لرزش ۾ آندا آهن. محبت، جا گهنڊن مون ۾ جاڳائي آهي، سا ڪئن مان عام ماڻهن سان سليان؟ جنهنجي آسري مان لڳي آهيان، سو سپرين مونکي دلاسا پيو موڪلي. |
| 2<br>ڪارا ڪُن، ڪارِي ٽُڳِي، جت ڪارِيهَرَ ڪَڙڪا؛<br>مَئي مَتي مِهرانَ ۾ ، اَچِن ڏُپارا ڏَڙڪا؛<br>ويندي ساهڙَ سامهان، جهولَ ڏِنس جَهڙڪا؛<br>ڳَرڪِنِ جا ڳَڙڪا، سُونهان ٿِيَڙَسِ سِيرَ ۾. | ڪارا ڪن ۽ ڪاري رات، جتي واسينگن جهڙا ڏڪائيندڙ ڪڙڪات پيا پون؛ مست مهراڻ ۾ ٻپارا (ٻنهي طرفن کان) خطرا پيا پسجن. ساهڙ ڏانهن ويندي، پاڻيءَ جي جهول، سهڻيءَ کي سٽڪا ڏنا آهن. گهنڊن جا آواز ئي سير ۾ سندس رهبر ٿيا. |
| 3<br>جِيارِيَسِ سَنپارَ، ڪُهُ ڪَرِيندَمِ ڳَڏِجي؟<br>ويروتارَ وُجُودَ ۾، پِرِيُنِءَ جي پَچارَ؛<br>سَڄَڻَ هُونِ ڏارَ، جي هِنئين ۾ حَلُ ٿِيا. | مونکي پرينءَ جي سار ئي جياريو آهي، پوءِ مونکي هو ڳڏجي ڇا ڪندا؟ اَندر ۾ هميشہ سپرينءَ جي تات اٿم. اُهي دلبر جدا نہ ٿيندا، جي دل ۾ سمايا پيا آهن. (عاشق جو ڏٽيءَ سان هڪ ٿي ڏانهن اشارو.) |
| 4<br>ٻيلي پارِ ٻُري، مون کي چِڙَن چورِيو؛<br>مُحَبّتِي ميهارَ جِي، سُتِي شاخَ ڇُرِي؛<br>مَٿي جهوڪَ جُهرِي، پَوَندِيَسِ پارِيچَنِ جي. | ٻيلي جي طرف وڄي، گهنڊن مونکي جنبش ۾ آندو. پريتم ميهار جو سانديل نينهن اچي جاڳيو. پرينءَ پر ويٺل محبوبن جي منزل تي وڃي ڍهي پونديس. |
| 5<br>هُنَ پَر سُيَمِ هُوءِ، سُتي سَنپارَن جِي؛<br>چِتُ چِڙَنِ چورِيو، جؤنڪَ ٿِيَڙَمِ جُوءِ؛<br>مُحَبّتِي ميهارَ جِي، بِاللّٰهِ پِييَمِ ٻُوءِ؛<br>وِڃِي رُوءِ بَرُوءِ، ڏيکَيان دوستَ ميهارَ کي. | هن پر پرينءَ جو سُتي، هُل ٻڌم. گهنڊن منهنجو چت اُٿاريو ۽ سندس ذوق (عشق) مون ۾ ديرو ڪيو. ڏٽيءَ جو قسم تہ پريتم ميهار جي مونکي سرهاڻ آئي. مان شل وڃي محبوب ميهار جو روبرو درشن ڪريان. |
| 6 | ڪٿي آهي ميهار ۽ ڪٿي پيو گهنڊ وڄي؟ ڪٿي آهي |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| ڪِتي تِيو ميهارُ؟ ڪِتي تو ڳِهنڊُ ڳُڙي؟<br>ڪِتي ڏونهي دوستَ جي؟ ڪِتي پَريون پارُ؟<br>جَنهن مُون سَڀِ چِمارَ، جَرَ ۾ جهوتُون ڏِنيُون. | محبوب جي دونهي ۽ ڪتي آهي پرين ڪنڌي، جنهن لاءِ مون ساري چمار پاڻيءَ ۾ ڊومائون کاڌيون آهن؟ |
| 7<br>ميهاران مرڪَ، پيتائين پريمَ جي؛<br>تنهن مُنڌَ مَتوالَي ڪَيِ، سنديءَ ساءَ سُرڪَ:<br>لَڳِيَس ڪامَ ڪِرڪَ، لوهان تَکِي لَطِيفُ چئي. | سهڻيءَ ميهار کان پريم جي اُها پڪ پيتي، جنهنجي ذائقي منڌ کي مست ڪري ڇڏيو. ڪيس لوه (رڪ) کان ئي تيز عشق جو ڪان لڳو. (هتي طالب کي مرشد کان مليل سُرڪي ڏانهن اِشارو آهي.) |
| 8<br>مَري تان مَ ميهارُ، وَٿاڻُ وِلَهو مَ ٿِئي؛<br>وَچِنِ جي وَچارَ جو، ونگو ٿِئي مَ وارُ:<br>ساهَڙُ مُون سِينگارُ، مَاڻُهنِ لَيکو مِهٽو. | شل ميهار نه مري ۽ وٿاڻ سڃو نه ٿئي. شل منهنجي ميهار جو وار به ونگو نه ٿئي. ساهڙ منهنجي لاءِ سچو زيب (سينگار) آهي، جيتوڻيڪ ماڻهن جي نظر ۾ منهنجو ساٿس ناتو هڪ مهٽو يا عيب آهي. |
| 9<br>چاهَڪَ چَري، تارِ تَري، آيُون مَتي ٻيٽَ:<br>لُڙَ لَنگهِينديُون ليٽَ، لُطِفَ ساڻُ لَطِيفُ چئي. | مينهون چارو چري ۽ اونهي مان اُڪري، اچي کوه تي پهتيون. ساهڙ جي سڏ تي سهسين اچي اوچي ڳاٽ سهڙنديون. هو ڏٺيءَ جي مهر سان لڙ ۽ ليٽ لنگهي پار پونديون. |
| 10<br>چاهَڪَ چَري، تارِ تَري، آيُون مَتي ڪُنَ؛<br>ڪوڙِيين ڪَرَ ڪَڍَنديُون، ساهَڙَ جي سَمَنَ؛<br>مينهُون ساڻُ اَمَنَ، پَرِچي پارِ لَنگهِينديُون. | مينهون چارو چري، ۽ اُونهي مان اُڪري، ڪوه تي آيون. ساهڙ جي سڏ تي سهسين اچي اوچي ڳاٽ سهڙنديون. مينهون راضي ٿي، خير سان پار اُڪرنديون. (ڪن صاحبن جو رايو آهي ته مٿين ٻن بيتن ۾ اِشارو پيغمبر صاحب جي شفاعت ڏانهن آهي.) |

سر سهڻي

# داستان پنجون

سانده سپ درياه آهي ۽ پرينءَ ڪنڌيءَ جو ڪو پرو به نه ٿو پوي. سير ۾ ساه جي سوڙه اچيو منجهائي ۽ پنهنجا ڏوهه ساري، جان ڪنبيو وڃي. اهڙي هنڌ هيءَ ديواني (سهڻي) گهڙي تي پوي. سڪ وارن جو واهرُو سپرين آهي. هنن لاءِ ترڻ آسان آهي. هو بنا سيڙاه جي گهڙن ته به سائر کين ٻوڙي نه ٿو سگهي. جي ساه جو سانگو لاهي، مئي متي مهراڻ ۾ گهڙيا، سي پار پيا. جن کي ساهڙ لاءِ سڪ آهي، تن لاءِ هُن پر وڃڻ واجب آهي. سهڻي آڌيءَ رات جو ڪُنن ۾ تي گهڙي، جڏهن ماڻهن کي ذري به جاڳ نه هئي. ڏٺيءَ جا عاشق به آڌيءَ جو سپرينءَ ڏانهن سفر ٿا ڪن. هو دنيا جي پاڻيءَ ۾ پنهنجو پاند نه ٿا پسائين. سهڻي مري ته اِئين ئي ٻين ماڻهن سنئون ها، پر عشق ۾ ٻڏي مئي ته ٻنهي جهانن ۾ سرخرو ٿي. جن جون اکيون سپرينءَ ۾ آهن، تن کي ساگر ڇهي به نه ٿو سگهي. سهڻيءَ لاءِ درياه ۾ ڪوبه خطرو نه هو، پر هرڪا لهر لعلن سان پُر ۽ ڪٺوريءَ کان سرس هئي. خدا جي مردن لاءِ به روحاني سفر اِئين آهي.

| مشڪل لفظ | معنیٰ |
|---|---|
| چڪي | ديواني |
| چوليءَ | لهر |
| جيّ وڙاهُ | جان جو خطرو |
| توهُ | ٻاجھہ لطف |
| وِير وَهيٽو | وير جي حوالي |
| اوڙڪ | آخر تائين |
| آرَ | پاڻي |
| اَرواحَ | روح جو جمع |
| حُبَّ | نينهن |
| ساٽي | واهر ڪندڙ |
| مَئي | ٿمتارہ تار |
| سَنيوُرو | هڪيوہ تڪيو |
| سيٽاهَ | ٻيڪريءَ جي ڦوڪيل کل (ترڻ لاءِ) |
| رِءَ سَنڌَ | بنا سيٽاه |
| تارِ | تار پاڻي ۾ |
| آر | پاڻيءَ جي تک |
| وِجي وَهُ | پاڻيءَ جي وهڪ |
| پَلِيان | روڪيان |
| نِرتُون | نظر يا خيال سان |
| نِبارُ | نجہ خالص |
| اُتَلَ | محبت جو جولان |
| ڏَهَڪارُ | ڏهڪاءُ ڊپ |
| هَڏَهين | هرگزہ بنهہ |
| جيَهرَ | جڏهن |
| جَهپ | ننڊہ آرام |
| اوهَيَر | اوڏي مهل |
| پَهُ | خيال |
| پوءِ | پوي |
| ڪچو | مهٽو |
| مَرڪُ | فخر |
| سُئي | ٻڌڻ ۾ آئي |

| چُڪي | سرڪي |
|---|---|
| هُنئين | اِهنئين |
| ٻيٽا | ٻيٽو اِنعام (هِن ۽ هُن جهان ۾) |
| ڪا جا | اهڙي |
| ڪَرين | ڪُن |
| پُڙ جهُڙ | سُر پر |
| اُڪيرين | سِڪن، اُڪير ڪن |
| تڪُون | ڳيتون |
| اَندوهُ | فڪر، ڳڻتي، غم |
| لالُ | لالون، هيرا جواهر |
| وَهَڻُ | درياه |
| ڪَتُوريان | ڪتوري يا مشڪ ڪان |
| وتَرو | زياده، سرس |
| اوٻهارا | خوشبويون، هٻڪاريون |
| جالَ | جام، گهڻيون |
| ڪالَ | ڪالهه |
| جَرُ | پاڻي، جل |
| جهاجهه | جل جي جهجهاڻ |
| ساڳاهيج | ساڃهه رکج |
| هَڙَ | نينهن جي ڳنڍ |
| ساهَڙَ رِيَّ | ساهڙ ڪان سواءِ |
| ساهَڙَ ميڙ | ساهڙ سان ملاءِ |
| سَمِيعَ | اي ٻڌندڙ (اي رب! اِهو نالو ڏڻيءَ جي صفاتي نالن مان هڪ آهي.) |
| هَڙَ | مشڪلات، مونجهارو |

| 1 | |
|---|---|
| ساندَه سَپِ دَرياهُ، ٻَري ڪَنڌِي پارَ جي؛<br>چِڪِي چولِيءَ ۾ گِهڙِي، جَتي جِيِّ وِڙاهُ؛<br>ٻَسيو ڏوه ڏَڪي هِنئون، آرِ مَٿي اَرِواحَ؛ | سانده ئي سانده درياه پيو پسجي ۽ ٻي ڪنڌي نهايت پري آهي. هيءَ ديوانِي اُنهن لهرن ۾ گهڙي پيئي آهي، جتي جان جو خطرو آهي. وه ۾ ساه جي سوڙه مهل، پنهنجا ڏوهه ساري، هنئون ڪنبيو وڃي. اي ڏڻي! جي تنهنجي طرفان مهر ٿئي ته ڪو به وير حوالي نه ٿئي. |

| | |
|---|---|
| | جي توهُ ٿِئي توڏانهُن، تہ وِيرَ وَهِيڻو ناهِ ڪي. |
| توڙي درياه ڪنبائيندڙ هجي تہ بہ عشق وارن لاءِ اِهو تري وڃڻ آسان آهي. اُنهن جو روح اَنت تائين پاڻيءَ بنا نہ تو رهي. عشق واريون ساهڙ (پريتم) ڏانهن ويندي، پنهنجي جان قربان ڪنديون. جن کي ساهڙ سان نينهن آهي، تن جو ساهڙ واهرو آهي. | 2<br>سِڪَڻَ وارَن سُترو، جي دَهشَتَ سان دَرِياهُ؛<br>اوڙَڪِ اُنَين جو نہ رهي، آرَ بِنا اَرِواحَ؛<br>ويندي ساهَڙَ سامهون، صَدقو ڪَنديون ساهُ؛<br>جن کي حُبّ اُنهِين جِي آهِ، ساهَڙُ ساڻِي تن جو. |
| اِئين اٿيئي تہ جيڪي درياه ۾ گهڙيا، سي پار پهتا. تون تار درياه ۾ ٽپو ڏيئي، گهڙي پئو تہ ميهار سيڻاه سوڏو هڪيو حاضر مليئي. (جي سر جو سانگو نہ ڪري، مشڪل راه ۾ پون ٿا، تن کي اچيو ڏٽيءَ جو هٿ پهچي.) | 3<br>گهِڙيا سي چَڙهيا، اِئين اَٿيئِي؛<br>مئي متي مَهراڻَ ۾، پَؤ ٽپو ڏيئِي؛<br>تہ ميهارُ مِليئِي، سَنپُوڙو سِيڻاهَ سين. |
| جن پنهنجيون اکيون ميهار ۾ کوڙيون، سي ڪٽي سيڻاه بنا قوه درياه ۾ گهڙن تہ بہ ساگر تن کي ٻوڙي نہ ٿو سگهي. (جن ڏٽيءَ تي ڀروسو رکيو، تن کي دنيا روپي مها ساگر ڪوب نقصان نہ ٿو رسائي.) | 4<br>اَکيُون مُنهن ميهارَ ڏي، رَکيُون جن جوڙي؛<br>رِءَ سَندَ، سَيّدُ چئي، تارِ گهِڙَن توڙي؛<br>تنين کي ٻوڙي، سائِرُ سَگهي ڪِينَ ڪِي. |
| جنهن طرف منهنجي هنئين کي ڪشش آهي، تنهن طرف ئي پاڻيءَ جي تڪ آهي. انهيءَ طرف ئي درياه زوهہ مان گڙگاٽ ڪندو پيو وڃي. اي ڏٽي! تون شل مونکي لهرن ۾ ميهار سان مڪاميلو ڪرائين. | 5<br>جيڏانهن چِتَ چاهُ گهڻو، آرُ بہ اوڏانهين؛<br>وڃي وَهُ واڪا ڪيو، تِڪو تيڏانهينَ؛<br>ميهارُ مِلائِين، لَهرُنِ منجِهہ، لَطِيفُ چئي. |
| منهنجو نج عشق منهنجي نظر ڪان پلٽڻ سان بہ نہ ٿو پلجي. اَندر ۾ نينهن جي جُنبش اٿم. درياه ۾ گهڙان ٿي؛ جي جان قربان ٿي تہ گهوري! جن جي من ۾ ميهار پيو وسي، تن لاءِ پرينءَ ڪنديءَ ڏانهن وڃڻ واجب آهي. | 6<br>پَليان، پَلِيو نہ رهي، نِرتُونِ نِينهُن نبارُ؛<br>گهِڙان، گهورِيو جِندُڙو! اُٿَلَ مُون اَپارُ؛<br>جنِين مَنِ ميهارُ، هَلَڻُ تنِ حَقُ ٿِيو. |
| سهڻيءَ کي ڏمہ جو ڏهڪاءُ هرگز نہ آهي. هوءَ هن پاڻيءَ (دنيوي هوس) سان پنهنجي لباس جو زيب (پاڪائي) نہ ٿي وڃائي. هيءَ اِستري، ميهار ڪاڻ اونداهيءَ رات جو ڪُن ترندي ٿي وڃي. | 7<br>سَندو ڏَمَ ڏَهَڪارُ، هَڏَهِين ڪونهي هِنَ کي؛<br>هِيءَ پاڻِيءَ سين پانهنجو، پُسائي نہ سِينگارُ؛<br>ڪارَڻِ مُنڌَ ميهارُ، ڪارِيءَ راتِ ڪُنَ تَري. |
| جنهن وقت ماڻهو ننڊ ۾ آهن ۽ ذري بہ جاڳ نہ اٿن، تنهن وقت اي سرتيون! مونکي اَچيو پرينءَ جو خيال ستائي. جي مونکي ڪٽي ڪي طعنا هڻن تہ اُن کي فخر ڪري ٿي سمجهان. (عاشقن لاءِ ملامت مرڪ آهي.) | 8<br>جيهَرَ لوڪُ جَهپَ ڪَري، ذَرو جاڳَ نہ هوءِ؛<br>اوهيَرَ اَچيو، اَديُون! پَهُ پريانِ جو پوءِ؛<br>جي ڪَچو چِوَنِ ڪوءِ، تہ مَرَڪُ پانيان مِهڻو. |
| جي سهڻي سير ۾ نہ گهڙي ها تہ سندس نالو ڪئن ڳائجي ها؟ هت (هن دنيا ۾) تہ هميشہ حيات نہ هجي ها. ڪيس جا ميهار محبت جي سرڪي پياري، تنهن ڪيس | 9<br>تہ ڪَرڪِينءَ سُئِي؟ جي سيرَ نہ گهِڙِي سُهڻِي؛<br>هتِ حياتِيءَ ڏِينهَڙا، هَڏَهن تان نہ هُئِي؛ |

| | |
|---|---|
| **چِلي تنهن چَري ڪئِي، جو ڏَنُسُ اُنَ ڏُهِي؛<br>سُهِٽِي ڪِي، سَيَّدُ چئِي، وڏو قُربَ ڪُهِي؛<br>هُنئِين هُوندَ مُئِي، پَرَ بُڏِيءَ جا بِيٺا ٿَيا.** | مست ڪري ڇڏيو. مري ته هونئن به ها، پر ٻڏي فنا ٿيڻ ڪري، ڪيس ٻيٽو ثواب مليو. (شهيد جو مان هتي توڙي هُتي آهي. سچي عشق ۾ شهادت ملڻ وڏو شرف آهي) |
| 10<br>**ڪا جا ڪُن ڪَرِينِ، پِنيِءَ پُڻ جُهڻ پاڻ ۾؛<br>اَڪيُون تنهن آبَ ڪَيِ، آڏِيءَ اُڪيرِينِ؛<br>توٽِي تِڪوُن ڏِينِ، ته به اُجَ اُنِين ڪَيِ نه لَهي.** | اَسر ويل درياه جا ڪُن اهڙي ڪا پاڻ ۾ سر پر ٽا ڪن، جو آڏيءَ رات جو منهنجون (سهڻيءَ جون) اَکيون اُنهيءَ پاڻيءَ لاءِ سڪن پيئون. توڙي ڪٽي اُهي (سچا عاشق) ڳيتون ڏيئي پيئن، ته به سندن اُساڻ ٻجهڻ جي نه آهي. |
| 11<br>**دائمَ جا دَرياهَ ۾، سا مَڇِي ڪِنِي ڪوهُ؟<br>آهس اِيُ اَندوهُ، پاڻِيَ ڪِتِيَ پِيان.** | مڇي، جا هميشه درياه ۾ آهي، سا ڇو بدبوءِ واري آهي؟ اُن کي فڪر آهي ته پاڻي ڪٿان پيئان! (انسان به انهيءَ ڪري ذليل آهي، جو هر هنڌ وسندڙ نور کي ٿو سڃاڻي ۽ وتي پيتڪندو.) |
| 12<br>**لهرَ مِڙوئِي لالَ، وَهَڻُ ڪَٿُوريان وتَرو؛<br>اوبِهارا عَبيرَ جا، جَرَ مان اَڇن جالَ؛<br>ڪُنَنِ ڪِهڙِي ڪالَ، سِڪَ پِريان جي سُهِڻِي.** | سهڻيءَ ڪارڻ درياه جي هر هڪ لهر لعلن سان پُر آهي ۽ سمورو درياه مشڪ کان وڌيڪ خوشبودار آهي. ڪيس پاڻيءَ مان عطرت جون بيحد ھبڪارون پيئون اچن. انهيءَ ڪري ئي هوءَ (سهڻي) سپرينءَ جي سڪ ۾ ڪالهه ڪنن ۾ ڪهڙي. |
| 13<br>**جيڪِي ڏِٺُءِ تارِ ۾، ڪَنڌِي سو ڪَهيجِ؛<br>جَرُ وڏو، جهاجَهه گَهڻِي، پاندُ مَ پُسائيجِ؛<br>ساهَڙُ ساڳاهيجِ، ته ثابتَ لَنگِهين سِيرَ مان.** | اي سهڻي! (اي سالڪ!) جيڪي تو ساگر ۾ ڏٺو ، تنهن جو تون اَحوال ڪج. پاڻي اَٿاه آهي، پر تون پنهنجو پلاند نه پسائج. ساهڙ جي ساڃهه رکج ته وچ سير مان سلامت لنگهي وڃين. |
| 14<br>**جا هَڙَ اَندَرِ جِيّ، ساهَڙَ ڏِني ساهَ کَيِ؛<br>سا هَڙَ چُڙِي نه ساهَ جِي، سا هَڙَ ساهَڙَ رِيّ؛<br>ساهَڙُ مِيڙِ، سَمِيعَ! ته سا هَڙَ چُڙِي ساهَ جِي.** | جا محبت جي ڳنڍ، ساهڙ منهنجي جيءَ کي ڏني آهي، سا جان جي ڳنڍ ساهڙ بنا نه کلندي. اي سڀ ڪجهه ٻڌندڙ! (اي ڏٽي!) مونکي ساهڙ سان ملاءِ ته اُها ساه جي مونجهه (جان جي مشڪلات) لهي. |
| **وائي<br>اَکيون پيرَ ڪَري، وَڃجي، وو! وَڃجي.<br>سُپِيريان جي ڳالهڙي، ڪنهن سان ڪَينَ ڪَجي؛<br>لَڪائِي لوڪَ کان، ڳُجَهڙِي ڳوٺ نِجي؛<br>مُحَبَّتِيءَ ميهارَ جو، سُور نه ڪنهن سَلجي.** | پرينءَ ڏانهن وڃجي ته اکين کي پير ڪري وڃجي (اکين سان پنڌ ڪجي). محبوب جي وارتا ڪنهن سان ڪئين ڪجي. اَنکي ماڻهن کان لڪائي، پنهنجي ڳوٺ (نجهري يا گهر ۾) نجي. ساهڙ سپرينءَ جي سڪ جو سوُر ڪنهن سان به نه سلجي. (شاه هميشه عشق کي اندر ۾ سانڍڻ جي هدايت ٿو ڪري) |

سر سهڻي

# داستان ڇهون

جڏهين ڏٺيءَ اجا هيءَ رچنا نہ رچي هئي، تڏهين رڳو سندس ئي حسن موجود هو سالڪن ساڻس تڏهن ئي پيچ اڙايو هو. جڏهن پاڻ روح کان پڇيو هوائين تہ ”نہ آهيان مان اوهانجو رب؟“ تڏهن کان عارفن من ۾ سندس سرت رکي آهي. تمثيل ۾ چئجي تہ سهڻيءَ تڏهن کان، بلڪ ان کان اڳي، ميهار سان نينهن اَڙايو هو. جيڪي ازل ۾ سندس حق ۾ لکيل هو، سو ئي ڪيس برسر ڪرڻو پيو. ڏٺيءَ جي عاشقن کي بہ ازل کان ئي شهادت لکيل آهي. سهڻيءَ جي اندر ۾ عشق جي اهڙي اُج لڳل آهي، جا سمنڊ پيئَڻ سان بہ لهڻ جي نہ آهي. ساگر چڻ هن لاءِ هڪ سُرڪي آهي. سهڻي اُنهيءَ وقت ڪنن ۾ ڪاهي تي پيئي، جڏهن چنڊ جو نشان بہ نہ هو ۽ درياه ۾ هيبتناڪ هُل هو. درياه گهڻن کي ٻوڙيوپ آهي، پر هن خود درياه کي ٻوڙي ڇڏيو. اي سهڻي! (اي سالڪ!)، ساهڙ (حقيقي محبوب) ڏانهن ويندي، ڪو ترو ساڻ نہ کڻ. هو ٻڏندڙن کي سير مان ڪلهن تي چاڙهي پار ٿو نئي.

| مشڪل لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| سينگار | حسن ۽ جمال |
| اَڻَ لِکِيا | تقدير جي لکجڻ کان اڳي |
| ڪُن فَيَڪُونَ | ”ٿيءُ“ (ڏَٿيءَ ائين چيو) ”پوءِ اِئين ٿي پيو“ (ساري رچنا رچي ويئي) |
| مَلَڪَنئان | فرشتن کان |
| مَهَندِ | اڳي |
| توڏيءَ | سهڻيءَ |
| گهيڙ | درياه ۾ گهڙڻ جو هنڌ |
| ميثاقان | ازل کان |
| اَلَسۡتُ بِرَبِّكُمۡ | ”نہ آهيان مان اوهانجو رب؟“ (ڏٿيءَ شروعات ۾ روحن کان پڇيو) |
| قَالُوۡا بَلٰيٰ | هنن (روحن) چيو: ”هائو“ |
| پَر | رمز، ريت |
| پرت | نينهن، پريت |
| پِريان | محبوب، پرينءَ |
| اَلستُ | ازل جي ڏينهن |
| اَرواحن | روحن |
| مُون لائُون | مون شادي ڪئي |
| پانهُون | پوئتي |
| مَحفُوظان | ازل کان |

| **معافُ** | امر تيل |
|---|---|
| **اَحَد** | ڌڻيءَ |
| **مَنَ ڪاڍو** | من جو لاڙو |
| **اِراسي** | تقدير |
| **عَهد** | ازل ڪان |
| **جَليلَ** | جلال واري (ڌڻيءَ) |
| **سونائُون** | ڳوليائون |
| **سَبيل** | راه (خدائي واٽ) |
| **وحدَت جي واديءَ** | هيڪڙائيءَ جي ماڙيءَ |
| **ڪوڙين** | ڪروڙن ۾ |
| **ڪي قَليلَ** | ڪي ٿورا |
| **دَليل** | وهم، گمان |
| **لوچان** | ڳوليان |
| **تَئونسَ** | اُڃ، تشنگي |
| **سُرڪيائي** | هڪ سُرڪي يا ڍڪ |
| **دَڙَ** | گوڙ گهمسان |
| **سيِٽهہ** | سيٽاه (ٻڪريءَ جي ڦوڪيل کل، جنهن تي تربو آهي) |
| **وِيَرَمَ** | دير |
| **اورار** | اورين ڪنڌي |
| **پَرار** | پرين ڪنڌي |
| **وَه وِچ** | درياه جي وهڪري |
| **ڏُنيءَ** | ڪنڌيءَ |
| **نيِچ** | گهڙو، دلو |
| **تُنَّ** | سوراخ |
| **ساڻُ امُڻَّ** | سلامتيءَ سان |
| **آران ڪنهن** | ڪنهن آر يا پاٽيءَ جي تڪ ڪان |
| **اُڪارِئين** | پار اُڪارين |
| **توءِ** | تہ بہ |
| **سَهَجَ** | سياءُ |
| **مَٽي** | مٽائي، بدلائي |
| **پَرتَهين** | اِنهيءَ ريت، تنهن نموني |

| صُباحَ | سياڻي، آخرت |
|---|---|
| مِڙان | پرينءَ سان ملان |
| پوُرِ | وهڪري |
| وَگُ | وچ |
| پَگُ | قدم |
| نِجُهرو | اَجهو |
| ساهَڙُ ساڻي | واهر ڪندڙ |
| ني | وٺيو هلي |
| اورَهون | اوري |
| ميڙي | گڏ يا ڪٺا ڪري |
| مَڏُ | ترهو |
| سُجي | پڌجي |
| آيتوُن | روحاني اشارا |
| پار | طرف |

| | |
|---|---|
| 1<br>ساهَڙَ جا سينگارَ، اَڄَ لِکيا اَگي هُئا:<br>نڪا ڪُنَ فَيَڪُوَنُ هُئِي، نَڪا ٻِي پَچارَ:<br>مَلَڪَنئان مَهَند هُئِي، توڏِيءَ جِي تَنوَارَ:<br>مُحَبَّتَ ساڻُ ميهارَ، لايائِين لَطِيفُ چئي. | ساهڙ (حقيقي محبوب) جو حسن ۽ جمال (سندرتا)، تقدير (ورڌاتا)، جي انگ لکجڻ کان ئي اڳ موجود هو. ”ڪن فيڪون“ (ٿيءُ ۽ اِئين ئي ٿي پيو) جي وائي ڪانہ هئي ۽ نڪا ڪا ٻي وارتا هئي، بلڪ فرشتن (ديوتائن) جي پيدا ٿيڻ کان اڳي ئي، سهڻيءَ جي مٿي لات پئي پڌڻ ۾ آئي. هن اُنهيءَ دم ميهار سان پرت جو پيچ اَڙايو هو. |
| 2<br>گهيڙَ لَنگهيو گهاري، ميثاقان ميهارَ ڏي:<br>اَلَسّتُ بِرَبّڪُمۡ قَالُوۡا بَلَىٰ، پَر اِها پاري:<br>ڏِسيو ڏيکاري، پِرت پِريان جو پيچرو. | سهڻي ازل کان ئي درياه جا ور ۽ پيچ سجاڻي چڏيا هوا. اُنهيءَ ڏينهن ڏٿيءَ روحن کان پڇيو هو تہ ”نہ آهيان مان اوهان جو رب؟“ ۽ روحن جواب ڏنو تہ ”ها“. سهڻي بہ اهو ئي قول پيئي پاڙي. هوءَ پاڻ پرينءَ جو پيچرو ڏسي، ٻين کي پيئي ڏيکاري. |
| 3<br>اَلَسّتُ اَرواحَنِ کي، جَڏهِن چَيائُون:<br>مِيثاقان ميهارَ سين، لَڏيُونَ مُون لائُون:<br>سو موٽي ڪِيئن پانهُون؟ جو مَحفُوظان مُعافُ ٿِيو. | اَزل جي ڏينهن، جڏهن ڏٿيءَ روحن کان پڇيو تہ ”نہ آهيان مان اوهانجو رب؟“ ۽ روحن جواب ڏنو هو تہ ”ها“. سهڻي بہ اهوئي قول پيئي پاڙي. هوءَ پاڻ پرينءَ جو پيچرو ڏسي، ٻين کي پيئي ڏيکاري. |
| 4<br>اَلَسّتُ اَرواحَنِ کي، جَڏهِن اَمُرُ ڪيو اَحَدَ:<br>هو مَنَ ڪادِو ميهارَ ڏي، سُهِڻِيءَ سِڪَڙَ سَدَ:<br>دِلو دَؤرَ دَرِياهَ جي، ڪيو اِرادي اَڏَ: | الست جي ڏينهن، جڏهن ڏٿيءَ روحن کان سوال پڇيو هو، تڏهن کان سهڻيءَ جو لاڙو ساهڙ ڏانهن هو ۽ ڪيس ساڻس نينهن اڙائڻ جي آرزو هئي. لکئي سندس دلي کي درياه جي وہ ۾ بہ اڌ ڪري ڪڍيو. جيڪي ازل کان سندس باري ۾ رٿيل هو، تنهن جي پوئواري هن عورت اونهي پاڻيءَ ۾ |

| | |
|---|---|
| **جيڪِي آيسِ ڈانهن عَهدَ، سو پاري مُنڌَ پاتارَ ۾.** | ڪئي. |
| 5<br>**’اَلَستَ‘ اَرواحَنِ کي، جَڏهِن جاڳايو جَلِيلَ؛**<br>**سَنئِين راهَ، سَيِّدُ چئي، سوناڻُون سَبِيلَ؛**<br>**وَحدَتَ جي وادِيءَ ۾، ڪوڙِين ڪي قَلِيلَ؛**<br>**دَرِياهَ جي دَلِيلَ، لَکين لَهوارا ڪيا.** | اَلست جي ڏينهن، جڏهن شان واري ڌڻيءَ روحن کي سجاڳ ڪيو، تڏهن هنن سنئَين راهه يعني خدائي واٽ ڳولي لڌي. پوءِ هيڪڙائيءَ جي ماٿر ۾ ڪروڙن مان ڪي ٿورا وڃي رهيا. دنيا جي وهمي ساگر لکن کي لوڙهي ڇڏيو. (دنيا ۾ اچڻ کان پوءِ اِنسان اُها سرت ڀلجي ويو ۽ حرصن جي درياهه ۾ لڙهي ويو.) |
| 6<br>**ڪامان، پَچان، پَڄُران، لُڇان ۽ لوچان؛**<br>**تَنَ ۾ تَؤنسَ پرينءَ جي، پِيان نہ ڍاپان؛**<br>**جي سَمُنڊَ مُنهن ڪَريان، تَوءِ سُرڪيائِي نہ ٿِئي.** | ڪامان، سڙان، پچران ۽ ڦٿڪان پيئَي ۽ پرين کي ڏوريان ٻہ پيئي. سرير ۾ پرينءَ جي سڪ جي ايتري اُساٽ اٿم، جو پيئڻ سان ٻہ پياس نہ ٿي ٻجهيم. جي سارو سمنڊ ڪٽي وات ۾ اوتيان تہ ٻہ مون لاءِ جيڪر هڪ ڍڪ ٻہ ڪين ٿئي. |
| 7<br>**ڪارِي راتِ، ڪَچو گَهڙو، اُٽِتيهَ اُونداهِي؛**<br>**چَنڊ نالَو ناهِ ڪو، دَرِياهَ دَڙَ لائِي؛**<br>**ساهَڙَ ڪارَڻِ سُهڻِي، آڏِيءَ تي آئِي؛**<br>**اِي ڪَمُ اِلاهِي، ناتَ ڪُنَنِ ۾ ڪيرَ گِهڙي؟** | اُٽتيهين تاريخ جي اونداهي رات آهي ۽ سهڻيءَ کي ڪچو دلو ساڻ آهي. چنڊ جو نشان ٻہ ڪونهي ۽ درياهه ۾ ڪڙڪا پيا پون. سهڻي، ساهڙ ڪاڻ آڏيءَ رات درياهه تي آئي آهي. اِهو سڀ ڌڻيءَ جي امر موجب هو، نہ تہ جيڪر ڪير هيئَن ڪنن ۾ ڪاهي پوي؟ |
| 8<br>**ڪارِي راتِ، ڪَچو گَهڙو، نڪا سيٽهَ ساڻُ؛**<br>**وجهي وَيرَمَ نہ ڪري، پريان ڪارَڻِ پاڻُ؛**<br>**مُحَبّتَ کي مهراڻُ، سُڪِي سَيُ پَٽُ ٿِيو.** | رات اونداهي ۽ ڪچو دلو، نڪا ڪا سيٽاهه ساڻ اٿس. هوءَ ذرو ٻہ نہ ٿي ترسي ۽ پاڻ کي محب خاطر ڪٽي آب ۾ ٿي اُڇلي. نينهن اڳيان ساگر سڪي ميدان ٿي پيو. (سچو عشق مهراڻ توڙي جبل کي مات ڪيو ڇڏي.) |
| 9<br>**اورارِ نہ پَرارِ، ويچارِي وَهَ وِچَ ۾!**<br>**سُڪِي ڏَنِيءَ سُپرين، ٻيو مِڙوئِي تارِ؛**<br>**تُون گِهڙُ، ڪِيمَ نِهارِ، ٻُڏندَنِ سين ٻاجُهون ڪري.** | ويچاري سهڻي نہ اورينءَ پر آهي، نہ پرينءَ پر، پر وچ سير ۾ آهي. سندس سپرين، سڪي ڪنڌيءَ تي آهي، ۽ وچ ۾ رڳو تار پاڻي لڳو پيو آهي. اي سهڻي! (اي سالڪ!) تون هيڏانهن هوڏانهن نہ نهار، پر اندر گهڙي پئو. ڌڻي، ٻڏندڙن تي مهرون ٿو ڪري. |
| 10<br>**هِنَ پارِ، نہ هُنَّ، ويچارِي وَهَ وِچَ ۾!**<br>**نيچُ نِهاري نہ گِهڙي، تنهن ۾ پيس تُنَّ؛**<br>**اَللهُ! ساڻُ اَمُنَّ، آران ڪنهن اُڪارِئين.** | سمنڊ سهسين جيون کي ٻوڙيو آهي، پر هن اِستريءَ (سهڻيءَ) خود سمنڊ کي ٻوڙي ڇڏيو. ساگر پنهنجو ڪنڌ، ڪنڌيءَ سان هٽي، پاڻ کي بيحال ڪري ڇڏيو آهي. (هتي شاهه حسن التعليل سهڻي انداز ۾ ڪم آندي آهي.) |
| 11<br>**سَهسين سائِرَ گَجَنّ، توءِ سَهَجَ نہ مَنّي سُهڻِي؛**<br>**تہ ڪي نِينهَن ڇِجَنّ، پَرِتَهِين پرِيُنِ جي؟** | اَنيڪ ساگر گجگوڙون ڪن تہ ٻہ سهڻي پنهنجو سياءُ مٽائڻ واري نہ آهي. اِنهيءَ ريت ٻہ ڪي محبتون ڇڇڻ جون آهن؟ (سچو عشق ڪهڙين ٻہ مصيبتن هيٺ نہ ٿو ڇڇي.) |
| 12<br>**سُپيريان جي تُرَهي، ٻُڏِي! هَٿُ مَ لاءِ؛** | اي ٻڏندڙ منڌ! محبوب جي آڇيل ترهي کي نہ ڇهہ. سياڻي (آخرت ۾ يا پڇاڻي جي ڏينهن) توکي چوندا تہ ”اسان توکي |

| | |
|---|---|
| **صُباحَ تو چوَنداءِ: "اَسان تو اُڪارِيو."** | پار اُڪاريو." |
| 13<br>**سُپيريان جي تُرَهي، بُڏين، توءِ مَ لَڳُ؛**<br>**جي پانئين پرينءَ مِڙان، تہ پُور اُبتي وَڳُ؛**<br>**پاءِ تيڏاهِينَ پَڳُ، ناهِ جيڏاهِين نِجُهرو.** | جي تون ٻڏين تہ بہ پرينءَ جي ترهي کي پنهنجو آڌار نہ ڪر. جي چاهين تہ محبوب سان ملان تہ اوپارو وڃ (وهڪري جي سامهون تر). پير اوڏانهن کڻ، جيڏانهن ڪو سلامتيءَ جو ماڳ نہ سُجهي. |
| 14<br>**سُڪِيءَ ٻُڏَن جي، ساهَڙُ ساٿِي تن جو؛**<br>**لَهرنِ سِر لَطِيفُ چئي، ڪُلهن چاڙهيو ني؛**<br>**جي پُڄَنِ پَنڌُ پَري، تِن اُماٽي اورهُون.** | جيڪي سڪيءَ ۾ تا ٻڏن (جي درياه ۾ گهڙڻ کان اڳيئي پنهنجي جان تان هٿ تا کڻن). تن جو مددگار ساهڙ (ڏٿي) آهي. هو اُنهن کي پنهنجن ڪلهن تي چاڙهي، لهرن مٿان اُڪاري ٿو وڃي. جي پرين منزل جو ٿا پڄن، تنکي اُتي اِئين وڃيو رسائيم، جڻ اُها اوريان هئي. |
| 15<br>**سُڪِيءَ جي سانباهَ ۾، ٻُڏِين، توءِ ٻُڏُ؛**<br>**ڪَڪَ، ڪانديرا، ڪانيُون، ميڙي، ٻَڌُ مَ مَڏُ؛**<br>**نڪو ساهَڙُ سَڏُ، نڪا سُڄي سُهڻِي.** | سڪيءَ ڪنڌيءَ تي پهچڻ (ساهڙ وٽ رسڻ جي سانباهي ۾ جي ٻڏين تہ پل ٻڏ. ڪک ۽ ڪانديري جون ڪانيون ميڙي، ترهو نہ ٻڌ. پوءِ نہ ساهڙ جو ڪو سڏ (آواز) ٻڌبو، نہ سهڻيءَ جي ڪا وائي. |
| 16<br>**جي تو بيتَ پانيا، سي آيتُون آهِنِ؛**<br>**نِيو مَنُ لائِينِ، پِريان سَندي پارَ ڏي.** | جي تو بيت سمجهيا، سي آيتون (روحاني هدايتون) آهن. اُهي من کي وڃيو محبوب (ڏٿيءَ) جي طرف لڳائين. |

سر سهڻي

# داستان ستون

اِنسان کي پوڙڻ ۽ چاڙهڻ وارو ڏٿي ئي آهي. ٻئي ڪنهن جي بہ هٿ حجت يا هامہ نہ ٿي هلي. هو ئي شل دنيا جي ڪاروبار ۾ هٿ ڏيئي رکي، باقي ٻئي جي هٿ واٽ ئي ڪانهي. سهڻي ساهڙ جي محبت ۾ درياه ۾ ٻڏي فنا ٿي. ن ڪيس ڪو ڪانڌي مليو، نہ ڪفن. ڪنگ ۽ ٻگهہ سندس ڪانڌي ٿيا ۽ درياه سندس جنازو. سندس ٻڏڻ کان پوءِ ئي ساهڙ ڪيس سڏ ڪندو، اڇي تو سير ۾ رسي. هو ملاحن کي مدد لاءِ تو پڪاري ۽ درد وچان درياه تي دانهي تو ٿئي. قيامت جي ڏينهن بہ سندس فرياد درياه تي هوندو. سهڻيءَ جي سِڪ جي اَزلي آهي تہ ساهڙ جو ساٿس نينهن بہ اَبدي ٿي تو پوي. تکو طوفان هجي يا تار درياه، تہ بہ اُهي نہ ٻڏنديون، جنجو صاحب ساٿي آهي. اي سالڪ تون بہ اندر آئيني جيان اُوجل ڪر تہ محبوب جو مشاهدو ماڻين.

| مشڪل لفظ | معنىٰ |
|---|---|
| **دعوىٰ** | حجت |
| **مَعلَمُ** | پروڙ چاڻ |
| **پيلي** | دلي |
| **پَرَمُ** | شرم |

| | |
|---|---|
| اَجهورَ | اَجهاڳ پاڻيءَ ۾ |
| ڪَنگَ | درياه جا پکي |
| وَهَڻ | وهڪرو |
| مَلَڪَ | فرشتا (منڪر ۽ نڪير جي حساب پڇندڙ فرشتا آهن.) |
| توءِ | تہ بہ |
| مَنَ ڪاڍو | من جو لاڙو |
| گهوريوُن | ڳوليون |
| ڪاروُنيارُ | اونهو درياه |
| ڪانهن | گاهہ يا سر |
| آهوُن | دانهون، پڪارون |
| ٻانهن | زال |
| ڀير | دريا جا دئور |
| ڀرَن | ڦيرا يا چڪر هڻن |
| ڀُرَيوُن | ڀڪون |
| ڀَواريوُن | ڀوائتيون |
| تانگهہ | ترو |
| تارُئين | تارن |
| مَپُ | ماپ |
| ماتيڙَن | ماتيءَ تي ترندڙن (مهاڻن) |
| سيڻاهِيَا | سيڻاه وارا |
| سَنِڪن | ڊچن |
| اَساري | وسوڙيَ موڳي! |
| ساٿي | مددگار |
| ٻُجهان | سمجهان تو |
| هاري | نادان! |
| حَقَّ | فرض، شناس |
| آئِينو | آرسي |
| پَر | اندر ۾ |
| رَميج | هلج |
| مُشاهدو | ديدار |
| طالِبوُ | سڪندڙ ڳولائو |

| پڳھيو | پڳھ يا رسيءَ سان ٻڌو |
|---|---|
| پاڻ ڳري | پاڻ وٽ |

| | |
|---|---|
| 1<br>ٻوڙِئين، چاڙھئين، تُون ڏَٽِي! ٻِئي جو دعوىٰ رَسي نہ دَمُ؛<br>هن مُنھنجي حالَ جو، ميھَرَ تي مَعلَمُ؛<br>رَکُ پيلي جو پَرَمُ، جو اَچِي پِيو اَجھور ۾. | اي ڏٽي! اِنسان کي ٻوڙين بہ تون، تارين بہ تون؛ ٻئي جي هٿ نہ حجت ٿي هلي، نہ هام. منھنجي هن حال جي ميھار کي سموري ڄاڻ آهي. اي ڏٽي! تون هن دلي جي لڄ رکج، جو اچي اَجھاڳ پاٽيءَ ۾ پيو آهي. |
| 2<br>ڪانڌي ڪَنگَ ٿِياسِ، وَهَڻُ جَنازو سُھڻِيءَ؛<br>ٻَگھا جي ٻيٺَنِ جا، ڪُلھا تن ڏِناسِ؛<br>اَڪئين مَلَڪَ ڏِناسِ، توءِ مَنَ ڪاڍو ميھارَ ڏي. | سھڻيءَ جا ڪانڌي ڪنگ پکي ٿيا ۽ درياه سندس جنازو (ڏولي يا ڪٽولو) ٿيو. ٻيٺ تي رهندڙ ٻگھن ڪيس ڪلھا ڏنا. اڪين سان حساب پڇندڙ فرشتا (منڪر ۽ نڪير) ڏٺائين، تہ بہ سندس من جو لاڙو ميھار ڏانھن هو. |
| 3<br>اُپو تَڙِ ميھارُ، مَلاحنِ سَڏَ ڪري؛<br>آءٌ پڻُ وِجهان هَٿَڙا، اَئِين پڻُ وجهو ڄارُ؛<br>گھورِيُوَن ڪارُونِيارُ، مانَ مِلَنئُون سُپِرين. | ميھار تڙ تي بيھي، مير بحرن کي سڏ ڪري پيو چوي تہ ”آءُ بہ هٿ ٿو وجھان ۽ اوهين بہ پنھنجي ڄار وجھو. اچو تہ هن اونھيءَ پاٽيءَ ۾ ڳوليون، من اسان کي محبوب (سھڻي) هٿ اچي. |
| 4<br>ڪَنڌِي جَھليو ڪانھَن، عاشِقُ اُپو آهُون ڪري؛<br>تو ڪِيئن ٻوڙِي سُھڻِي؟ ٻيلِي مُنھنجي ٻانھَن؛<br>دَرِياهَ! تو تي دانھَن، ڏِيندُسِ ڏِينھَن قِيامَ جي. | ڪنڌيءَ تي سَرَن (ڳاه) کي جھلي، عاشق (ميھار) بيٺو ورلاپ ڪري چوي تہ ”ٻيلي درياه! تو ڪئن منھنجي سڱ واريءَ سھڻيءَ کي ٻوڙيو؟ توتي مان قيامت جي ڏينھن فرياد ڪندس.“ |
| 5<br>جتي ڀيرَ ڀرَن، ڀُريُون ڀَون ڀَواريُون؛<br>تانگھہ نہ لَڌَي تارُئين، مَپُ نہ ماٿيَڙن؛<br>ڪَنڌِيءَ اُيا ڪيتِرا، سِيڻاهِيا سَنڪَنَ؛<br>تُون ڪِيئن تن تَڙَنِ، اَچيو، اَسارِي! ڳھڙِين؟ | جتي گرداب (ڪُن) پيا ڦِرن ۽ ڀوائتيون ڀڪون ڀيئون ڪرن، جتي تارُن، تري جي سُڌ نہ لڌي ۽ ماٿي تي ترندڙن (ملاحن) کي اونھاڻ جي ڄاڻ نہ پيئي، جتي ڪنڌيءَ تي سيڻاه وارا بہ بيٺي ڪنبيو وڃن، اهڙن هنڌن تي اي وسوڙي! (سھڻي!) تون ڪئن اچي ٿي گھڙين؟ |
| 6<br>سانيارا سَڏَ ڪيو، اُيا چَوَنمِ: ”آءُ“؛<br>هِڪ تکو ئِي تارِ وَهي، ٻيو لُڙُ، لَهريُون ۽ واءُ؛<br>ساٿِي جن اَللّٰهُ، ٻُجھانَ سي نہ ٻُڏَندِيُون. | سامھين پار کان بيھي سپرين سڏ ڪري پيو چوي تہ ”اچ“. هڪ تہ درياه تکو ۽ تار پيو وهي ۽ ٻيو تہ پاٽيءَ لڙ ۽ تيز لھرون آهن ۽ طوفان لڳو پيو آهي. جنجو سائين همراه آهي، سي ڀانيان ٿو (يقين سان ڄاڻان ٿو) تہ نہ ٻڏنديون. |

| 7 | |
|---|---|
| هارِي! حَقُّ رَکيج، سانيارا ساهَڙَ جو؛<br>خوابَ، خيالَ، خَطرا، تن کي تَرَڪُ ڏيئج؛<br>اَندَرُ آئِينو ڪري، پَرِ ۾ سو پَسيج؛<br>اِنهِيءَ راهَ رَميج، تہ مُشاهِدو ماڻِئين. | اي نادان ناري! سامهين پر تي بيٺل ساهڙ جي شناس رکج. مڙيئي وهم، وسوسا ۽ خوف جيڪي دل ۾ اٿئي، تنکي ترڪ ڪج. پنهنجي قلب کي آرسيءَ جيان اوجل ڪري، اندر ۾ اُهو پرين پسج. اِنهيءَ واٽ تي هلج تہ سندس ديدار ماڻين. |
| 8 | |
| سانيارا سيئِي، تَنُ جِنين جو طالِبُو؛<br>مَنُ پِريان نيئِي، پکِهيو پاڻ گُرَي. | اُهي سپرين سامهون آهن، جنجي لاءِ تن سڪندڙ آهي. پرينءَ منهنجو من چِڪي، پاڻ سان جڪڙيو آهي. |

سر سهڻي

# داستان انون

پڏڻ ويل ڪي سچيت پوُڙن ۾ هٽ ٿا وجهن. ڏسو تہ ڪکن کي بہ ڪيڏو نہ مرم آهي. اُهي يا تہ پڏندڙ کي ڪنڌيءِ تي ٿا آڻين يا تہ سوز ۽ سچائي وچان ساڻس سِير ۾ ٿا هلن. سَر جو ڪمزور ڪانو بہ اونهي مان اُڪاريو چڏي. اِها ڪکن جي ڳالهہ هنڌين ماڳين مشهور آهي. اي طالب! تون بہ پنهنجو ترهو سوگهو جهل؛ اونهي ۾ پيو ڪوبہ آڏي نہ ڏيندءِ. جئن سهڻيءَ کي ڪچي دلي جي پاهرين رنگ ۽ روپ پلايو، تئن اِنسان کي بہ جواني جي دور ۾ پاهريون حسن پلايو چڏي. اِنساني جوڀن ۽ جمال کي اهڙوئي جتاءُ آهي، جهڙو پاڻيءَ ۾ ڪچي گهڙي کي. اِنسان ويچارو عاجز ۽ بيوس آهي. رڳو مٿس محبوب جي پڪي نظر هجي تہ وير وهيٺو نہ ٿئي. ساهڙ جي صلاح ئي پڏن کي پار مان تي ڪدي، نہ تہ هنن ويچارن ۾ سِير منجهہ ڪوبہ ست نہ ٿو رهي. سچن سالڪن اڳيان موت اچيو بيهي تہ بہ سهڻيءَ وانگر سندن من جو لاڙو محبوب ڏانهن آهي.

| مشڪل لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| پوُڙن | گاه جي پوڙن |
| هاتڪَ | حاذق، حرفت وارا |
| ناتَ | نہ تہ |
| ڪاني | ڪانو |
| ڪانَهن | گاهہ يا سر جو |
| بارِ | اونهي پاڻيءَ |
| ڏُريان | ڏر يا منڊ |
| ڪَما حَقَهُ | جئن واجب آهي |
| اَڳانهہَ | پڌري مشهور |
| اُماڻ | اَمانت، اُماڻ وارو |

| جُوانَ | جوان |
|---|---|
| آگهَتِيا | روڪيا |
| آڏي | منهن مقابل، سامهون |
| پائي آڻ | آڻ مڃي |
| ٻانڌيُنِ | پاڻيءَ ۾ لڙهندڙ ٻنڌن، پانڌيڙن |
| ڪَهي | وڃي |
| وَڃارن | وڃارن (ميهارن) ڏانهن وڃي |
| نَهي | قابو ڪري، ٻڌي |
| نَڌو | قابو ڪيو، يا ٻڌو |
| ڪُلال | ڪنيار |
| خال | گلڪاريون |
| ڏاءِ | گيڙو رنگ |
| ڏَمال | سَٽ |
| سپَڪَ | چڱيءَ طرح بلڪل |
| جوپَنَ جي جَمالَ | جوانيءَ جي سونهن جي نشي ۾ |
| آڪي | ڪچي دلي |
| مَعلُمُ | معلوم |
| تان ڪوهُ | ته ڇا |
| ڇَنو | سخت طوفان |
| ڇوهُ | تکو وهڪرو |
| پوُرينديَس | ويندس |
| پارِ مَٽي | پرينءَ پر ڏانهن |
| ڪَچي | ڪچي دلي |
| ڪَٿُ | هرگز |
| جهَليو | زور نہ جهليو |
| پيلو | دلو |
| سارَ | سگهہ، ست |
| ٻُري | ساڻي ٿي، ٿڪجي |
| ماهيَت | صورت |
| مَلَڪَ اَلموتَ | موت جي فرشتي (عزرائيل) |
| ٻَر! ٻَر! | افسوس! افسوس! |
| وِيرُنِ ۾ وَائي | ويرن مان آلاپ |

| لال | سهڻي نار (سهڻي) |
|---|---|
| ڪُلال | ڪنيار |
| فائِقُ | اعليٰ ڏٺي |
| موجوُن | لهرون |
| پِرُ | موٽ، ور |
| بيِراه | اوجهر |
| تورِءَ | تو بنا |
| تاري | آڏار |
| والي | اي مالڪ! |
| صَلاح | راضپو، لطف |
| تار | اونهيءَ پاڻيءَ |
| بيليپَو | سات، واهر |
| اوَڪَرُ | چوٽڪارو |
| آر | اونهي پاڻيءَ مان |

| 1<br>ٻُڏَندي ٻُوڙَن کي، ڪي هاتڪَ هَٿَ وجَهن؛<br>پَسو لَجَ، لَطِيفُ چگِي، ڪيڏي کي ڪَکَنِ؛<br>توڙي ڪَنڌِيءَ کَنِ، ناتَ ساڻِن وجن سِيرَ ۾. | ٻڏڻ ويل، ڪي عقل ۽ حرفت وارا گاهہ جي ٻوُڙن کي هٿن ۾ ٿا پڪڙين. ڏسو تہ ککن کي ڪيڏو نہ حياءُ ۽ مرم آهي. اُهي ٻڏندڙن کي وچيو يا تہ ڪنڌيءَ تائين رسائين، نہ تہ اُنهن سان گڏوگڏ سير ۾ سندن ساٿي ٿي ٿا وڃن. |
|---|---|
| 2<br>ڪَچِي ڪانِي ڪانهَن، ٻُڏا ڪَڍي ٻارِ مان؛<br>يا لَنگهائي، لَطِيفُ چئي، يا ڏُريان ڪري دانهَن؛<br>کَما حَقَہُّ کَکَن جي، آهي ڳالهہ اڳانهَ؛<br>جيڪِي ڏي ٻُڏَنِ کي ٻانهَن، ناتَ ساڻِن وجن سِيرَ ۾. | سَرَ جو ڪچيو ۽ ڪمزور ڪانو ٻڏندڙن کي اونهي پاڻيءَ مان پار ٿو اُڪاري يا تہ منڍ ۾ ئي درد جي دانهن ٿو ڪري. ککن جي ڳالهہ مشهور آهي، جئن واجب آهي. يا تہ ٻڏندڙن جي واهر ٿا ڪن، يا تہ ساڻن گڏ سير ۾ ٿا وڃن. |
| 3<br>آهِئين هُت اُماڻَ، ٻَڌُ تُرَهو تارِ جو؛<br>لَهريُونَ، لُڙَ، لَطِيفُ چئي، جَهليا جُنگَ جُوانَ؛<br>اُونهي تَڙِ آگهِتيا، آڏي پائي آڻَ؛<br>جي پِيا مُنهن مهراڻَ، تن ٻانڌِيُنِ ٻيڙُ نہ اُجَهي. | توکي آخر هُتي (ٻي دنيا ۾) وڃڻو آهي، تون اونهي پاڻيءَ ۾ ترهو ٻڌ. هنن لهرن ۽ لڙن، جبرن جوانن کي روڪي ڇڏيو. اُهي اڳيان آڻ مڃي، اونهي گهيڙ ۾ روڪجي بيهي رهيا. جي ساگر ۾ گهڙيا، تن ڀانڌيڙن کي ٻيڙ (سلامتيءَ جو هنڌ) نہ ٿو وڙي. |
| 4<br>ڪَچِي ساڻُ ڪَهي، پَڪو پُچي نہ سُهڻِي؛<br>لَنگهيو لُڙُ، لَطِيفُ چئي، وَچارَنِ وَهي؛ | سهڻي، ڪچي دلي سان ئي درياهہ ڏي وڃي ۽ پڪي دلي جي ڪاڻ نہ ٿي ڪڍي. هوءَ لُڙ مان لنگهي ميهار (پنهنجي سپرينءَ) ڏانهن پيئي وڃي. سا ڪئن نينهن کي قابو ڪري، جنهن کي نينهن قابو ڪيو آهي. |

| سا ڪِئن نِينهَن نهَي؟ جنهنکي نِينهَن نَدو ڪٽِي. | |
|---|---|
| 5<br>ڪديا جي ڪُلالَ، سي پَسِي خالَ خُوشِ ٿِئي؛<br>پاڻِيءَ چِٽَ پُسائِيا، ڏاءَ نہ جَهلِي ڏَمالَ؛<br>سِپَڪَ پانيا سُهڻِيءَ، جوپَنَ جي جَمالَ؛<br>آڪي جا اَحوالَ، مَعلُمُ ٿِيا مهراڻَ ۾. | جي چِٽ ۽ گل ڪنير دلي تي ڪديا هوا، تنکي ڏسي سهڻي خوش ٿي. پاڻيءَ اُهي نقش مٽائي ڇڏيا ۽ رنگ بہ سٽ نہ جهلي. جوانيءَ جي حسن جي نشي ۾ سهڻيءَ اُنکي پڪل دلو سمجهيو. ڪچي دلي جي ڪيفيت (حالت) جي ڄاڻ سمنڊ ۾ پيئي. |
| 6<br>ڪَچو تان ڪوهُ؟ پَڪو نَظَرُ پريُنّ جو؛<br>ساهَڙُ مُنهنجو سُپِرين، ڏَمَ ڏِنِيئِي ڏوهُ؛<br>جي ڇِتو جي ڇوهُ، تہ پُورِيندِيَسِ پارِ مَٽِي. | جي دلو ڪچو آهي تہ ڇا ٿيو؟ محبوب جي نظر پڪي ۽ پختي آهي (جي ڏڻيءَ جو لطف هجي تہ فڪر نہ آهي.) ساهڙ منهنجو پريتم آهي، ڏم کي ڏسڻ ئي گناهہ آهي. جي تيز طوفان هوندو يا ڇوهہ درياہ تہ بہ پَرين ڪنڌيءَ ڏانهن ويندِيس. |
| 7<br>ڪَچي ڪَٿُ نہ جَهليو، پيلو پيو پُري؛<br>سارَ ڇَڏِيائِين سِيرَ ۾، ٻانهُن ڳان ٻُرِي؛<br>لَٽي لَهريُون ويئِيُون، چؤڏارِي چُرِي؛<br>هِنئَڙي مَنجه هُرِي، ماهِيَتَ مَلَڪَ الَمَوتَ جي. | ڪچي دلي پٽيءَ ڏڪ نہ جهليو، اَڻ پڪل گهڙو پُري رتيون رتيون ٿي پيو. سهڻيءَ ٻانهن ڪان ساٿي ٿي، سمورو سَٽُ سير ۾ ڇڏي ڏنو. لهرن چئني طرفن ڪان چري، کيس لٽي ڇڏيو. سندس دل ۾ هاڻ موت جي فرشتي (عزائيل) جي ڏيکاري سُجهي آئي. |
| 8<br>پيلي پُلائِي، پَسِي چِٽَ چَري ٿِئِي؛<br>"ٻِرَ! ٻِرَ! ٻُڏِي سُهڻِي!" ويرُنَ ۾ وائِي؛<br>ڪَچِي ڪيرائِي، لال لَهرنَ وِچَ ۾. | سهڻيءَ کي ڪچي دلي پلايو؛ هوءَ اُن جي گلڪاري ڏسي چري ٿي پيئي. وِيرن مان اها ئي تنوار آئي تہ "هيءِ! هيءِ! سهڻي ٻڏي ويئي!" ڪچي دلي هن لعل جهڙي سندريءَ کي لهرن ۾ ڪيرايو. |
| 9<br>پَڪو ڪَٺِج پاڻَ سين، چَڱو چِٽائي؛<br>ڪَچو ڏيج ڪَلالَ کي، مُنهن تي موٽائي؛<br>سو سُڻُ هِنئين سين، سُهڻِي! جيڪي فائِقُ فَرمائي؛<br>مؤجُون مُنجهائِي، مارِينِئِي مَهراڻَ جون. | اي سهڻي! (اي سالڪ!) تون پاڻ سان پڪو دلو، چڱيءَ پَر رڱائي رکج. ڪچو دلو بر وقت ڪنيار کي منهن تي موٽائي ڏج. اي سهڻي! جيڪي ڏڻيءَ فرمايو آهي، سو دل سان هنداءِ، نہ تہ تو کي ساگر جون لهرون منجهائي مارينديون. (ڏڻي بہ تو چوي تہ پڪو وسيلو هٿ ڪري، پوءِ مونتي رکو، نہ تہ پريشان ٿيندا.) |
| 10<br>پِرُ، پَلِيرا سُپِرين! پَلا ۾ بيراهَ؛<br>تو رِءَ تارِي ناهَ ڪا، والِي! تو رِءَ واهَ؛<br>ساهَڙَ جي صَلاحَ، تَنَ کي ڪَڍِي تارِ مان. | اي ٻاجهارا سپرين! تون ور ۽ اڇي اوجهڙ ۾ رس. اي مالڪ! توکان سواءِ مونکي نہ وسيلو آهي، نہ واٽ. ساهڙ جو راضپو ئي تار پاڻيءَ مان ٿو تاري. (ساهڙ مان مراد آهي "هادي" يا "ڏڻي".) |
| 11<br>تَنَ کي ڪَڍِي تارِ مان، صُلحُ ساهَڙَ جو؛<br>اُت آڏو اَچي ڪِين ڪِي، ٻيلِيپَو ٻئِي جو؛<br>ميهَرَ! ڪَج مُنهنجو، ڪو اوڪَرُ ڪَنهَين آرَ تان. | ساهڙ جو راضپو ئي سرير کي سِير مان ٿو اُڪاري. اُتي ٻئي ڪنهنجو ساٿ ڪم نہ ٿو اَچي. اي ميهار! تون ئي هن درياہ مان منهنجو ڪو ڇوٽڪارو ڪج. (هن جهان ۾ ڏڻيءَ جو لطف ئي گهرجي.) |

سر سهڻي

# داستان نائون

جل تر ۾ وڻ ٽڻ ۾ هڪ ئي محبوب جي وائي آهي. هستي رڳو حبيب کي آهي، ٻي ڪنهن به چيز کي وجود نه آهي. هر ڪا شيءِ، منصور وانگر، "انا الحق" جو نعرو پيئي هڻي. منصور ته هڪ هو، جو ڪُٺو ويو، پر هتي سهسين منصور آهن. سُوري تي چاڙهجي، ته ڪنهن کي چاڙهجي! پاڻي هڪ آهي پر لهرن کي لکين لباس آهن. حق يا ايشور هڪ آهي، پر ڪيس سهسين رنگ ۽ روپ آهن. سندس انت ۽ پار ڪونهي. سندس مشاهدي ماڻڻ لاءِ هر ڪا خواهش ترڪ ڪرڻي آهي. پرينءَ کي ملڻ ڪو سولو نه آهي. قيامت ڏينهن وصال ملي ته به ويجهو چئبو. طالب جي وس ۾ رڳو سهڻيءَ وارو ذوق آهي. نه عشق جو اَنت آهي، نه معشوق جو. هن پنڌ ۾ بيحد سڪ گهرجي. ري سِراهيءَ سَلَ سهڻا آهن ۽ ري کوري جلڻو آهي. ڪي پنهنجي جفا، ڪي سائينءَ جي همراهيءَ شل هو ڪا رنڊڪ اڳيان نه ڏئي. عاشق اُهو جو ساعت جي جدائيءَ کي به سهسين سجن جو اُلهڻ سمجهي.

| مشڪل لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| جر تر | پاڻيءَ ۽ پرٿويءَ تي |
| شَيءِ | مڙيئي |
| سوُريءَ | ڦاسيءَ |
| سَزاوار | لائق (منصور وانگر ڦاسيءَ لائق) |
| هَمَهہَ | سڀيئي |
| مَنصوُر | منصور کي "انا الحق" چوڻ جي ڪري ڦاسيءَ تي چاڙهيو ويو. |
| هَزار | هزارين |
| سَيَت | هر هنڌ |
| حُضوُرُ | حاضري، موجودگي |
| لِباس | ويس، روپ |
| عَميق | اونهي سمنڊ |
| واري | دل تان لاهي ڇڏ |
| وماس | خيال، ويچار |
| نِهايت | حد، اَنت |
| ڪاسَ | خواهش |
| تَلاسَ | تلاش |
| لَڳِ | پرينءَ جي ويجهو |
| وَري | موٽي |

| چتَ | دل (نينھن) |
|---|---|
| وصالان | وصال (ڳڏجاڻيءَ) کان |
| ڳري | وڏيڪ وزن واري |
| تيلاهين | تنھن ڪري |
| مُنھن ڳِنيو | منھن ڪنيو |
| قِيامَ | قيامت جي ڏينھن |
| مِڙن | ملن |
| ڪَرَ | چڻ |
| سُڄَڻ | سڄڻ |
| جَرَ ڳھڙي | پاڻيءَ ۾ گھڙڻ ڪري |
| ڪَريمَ | ٻاجھاري ڌڻيءَ |
| لِکئي | تقدير وارتا |
| اوَليس | ڏکي ھنيس |
| اول | درياه جي ڪند |
| ڪانن | ڪلڪ (قضا جي قلم) |
| اَنگَّ | تقدير ڀاڳ |
| قَضا | تقدير |
| سَنڌو | حدم اَنت |
| عَدَدُ | ڪٿ |
| ٻُجاڻي | پڇاڙي |
| سُڻي | ٻڌي |
| ساڻي | ويجھي (نينھن) کي |
| مَھَندان | اڳيان، اوريان |
| اَجھَلَ | اڻ جھل، اٿاه |
| ٻَرڪيو | ٻڙڪا ڏيو |
| کوُري ڪانئي | کوُري ۾ سڙيل |
| سِيراھيءَ | سراھيءَ (سوراخ ڪرڻ جي اوزار) کان سواءِ |
| سَل | سوراخ |
| ڪي سڱھان | ڪي ڪوشش ڪريان |
| ڪي سَگھُ | ڪي واھر ڪر |
| لِڳُ | اڌ رندڪ |

| وَلَها | اي ڪانڊ |
| --- | --- |
| اُلَهي | لهي |

| بيت | معنيٰ |
| --- | --- |
| 1<br>جَرِ ثَرِ تِکَ تَنوارَ، وَڻَ ٽِڻَ وائِي هيڪڙِي؛<br>سِپِيئِي شَيءِ ٿِيا، سُورِيءَ سَزاوارَ؛<br>هَمَہَ مَنصُورَ هَزارَ، ڪَهڙا چاڙهيو چاڙهئين. | پاڻيءَ توڙي پرٿويءَ تي (هر هنڌ) اِهائي پُرجوش تنوار پيئي ٻڌجي ۽ وڻ وٽ ۾ اِهائي وائي پيئي سڻجي. (”اناالحق“ يعني مان حق يا ايشور آهيان.) سڀيئي وستو، اِنهيءَ حساب سان موت جي سزا جون لائق آهن. (جئن منصور حلاج سان ٿيو.) هزارين بلڪ مڙئي شيون منصور آهن، ڪنهنکي ڦاسيءَ تي چاڙهي ڪنهن کي چاڙهيندين؟ |
| 2<br>سَيَتِ پَچار پرِيُنِ جِي، سَيَتِ هوت حُضُورُ؛<br>مُلڪُ مِڙيو مَنصُورُ، ڪُهِي ڪُهَندين ڪيترا؟ | سيني هنڌن تي محبوب جو ذڪر جاري آهي ۽ هر جاءِ محبوب موجود آهي. سارو جهان منصور آهي، تون ڪيترا ڪُهي ڪيترا ڪُهندين؟ |
| 3<br>لَهرن لَڪَ لِباسَ، پاڻِي پَسَڻُ هيڪڙو؛<br>اُونهي تَنهن عَميقَ جِي، وارِي چَڏِ وماسَ؛<br>جِتِ ناه نِهايتَ نيِنهَن جِي، ڪوءِ اُت پنهنجِي ڪاسَ؛<br>تَڙَنِ جِي تَلاسَ، لاهِ تہ لالَنَ لَڳِ ٿِئين. | لهرن کي لکين روپ ۽ ويس آهن، پر پاڻي ڏسڻ ۾ هڪ آهي. اِنهيءَ اونهي سمنڊ جو سوچ ئي دل تان لاهي ڇڏ. جتي محبت جي ڪا حد ئي ڪانهي، تتي تون پنهنجي سموري خواهش نابود ڪري ڇڏ. تڙن (سلامتيءَ وارن هنڌن) جي تلاش ڇڏي ڏي تہ محبوب جي ويجهو ٿين. |
| 4<br>وَجان ڪِينَ وَرِي، هُوندَ رِءَ چَئي رَهِي رَهان؛<br>ڏُونهينءَ پاسي دوسَ جي، ماڳهِين پَئان مَرِي؛<br>صُورَتَ نہ سُنهن ڪا، ڪَيسَ چِتَ چَرِي؛<br>وصالان فِراقَ جِي، سُڄي ڳالَه ڳَرِيَ؛<br>تيَلاهِين تَرِي، مُنهن ڳِنيو موٽيو وَجان. | سهڻي ٿي چوي تہ ”مان جيڪر وري موٽي گهر ڪين وڃان ۽ ميهار جي چوڻ کان سواءِ ئي وٽس رهي پوان، بلڪ محبوب جي دونهيءَ جي پر ۾ ئي هوند دم ڏيان. مونکي ڪو هرويرو محبوب جي صورت يا حسن حيران نہ ڪيو آهي پر مونکي پنهنجي من جي ذوق ئي مستان ڪيو آهي. ميلاپ کان سرس ملهائتي ڳالهہ وڇوڙي جي پيئي ٻڌجي. (جيڪي جدائيءَ ۾ آهي، سو گڏجاڻيءَ ۾ نہ آهي.) اِنهيءَ ڪري ئي ڪنڌ ورائي، تري موٽيو ٿي وڃان. |
| 5<br>جي قِيامَ مِڙَنِ، تہ ڪَرَ اوڏا سُپِرين؛<br>تِهان پَري سُڄَنِ، واڏايُون وِصالَ جُون. | جي پرين مونکي قيامت جي ڏينهن ملن تہ بہ چڻ ويجها چئبا. ميلاپ جون مبارڪون اُنکان بہ پري پيئون ٻڌجن. (حقيقي محبوب سان هڪ ٿيڻ مشڪل ڳالهہ آهي.) |
| 6<br>آئُون ڪِ نہ ڄاڻان اِيئن؟ تہ جَرَ گَهڙِي جوکو ٿئي؛<br>قَضا جا ڪَرِيمَ جِي، تَنهن کان ڪَنڌُ ڪِڍيو ڪِيئن؟ | مونکي ڪهڙي ڄاڻ تہ پاڻيءَ ۾ گهڙڻ ڪري جان کي جوکو رسندو. جو ڌڻيءَ جو امر آهي تنهن کان ڪئن نٽائبو. هڪ ورڌاتا (نصيب) جي اَنگ ۽ ٻيو |

| هِڪُ لِکِئي، بِئي نِينهَن، آٽي اولِيَسِ اول ۾. | عشق، مونکي ڏکي اَچي آر ۾ هنيو. |
|---|---|
| 7<br>نہ ڪاتِيءَ نہ ڪانهَن، نکو ڏوهُ قَلَمَ جو؛<br>اَنگُ اُتيئِي لِکِيو، جت نہ رَسي ٻانهَن؛<br>ڪَنهِنکي ڏِيان ڏانهَن؟ قَضا قَلَمُ وَهائِيو. | نہ ڪانيءَ (جنهن مان قلم ٺهيو) جو ڏوهہ آهي، نہ قلم جو ۽ نہ وري ڪَپَ جو، جنهن اُنکي گهڙيو. تقدير اُتي لکي ويئي، جتي ڪنهن جي بہ ٻانهن نہ ٿي پهچي. (ڪو بہ اُنکي ڏاهي نہ ٿو سگهي.) جنهن صورت ۾ تقدير (ورڌاتا) خود قلم هلايو، تنن صورت ۾ ڪنهن کي شڪايت ڏيان؟ |
| 8<br>نَڪو سَنڌو سُورَ جو، نَڪو سَنڌو سِڪَ؛<br>عَدَدُ ناهِ عِشقَ، پُڄاڻِي پاڻَ لَهي. | نہ درد کي حد آهي، نہ سڪ کي. عشق جي ڪَٿَ ئي نہ آهي. عشق ئي پنهنجو اَنت پاڻ ڄاڻي. (نينهن ڪهڙو بہ گهاٽو هجي تہ بہ اَڌورو آهي. اُنجي پڄاڻي لهڻ مشڪل آهي. عشق بي اَنت آهي.) |
| 9<br>عَدَدُ ناه عِشقَ جو، سُڻِي ٿِيُ ساڻِي،<br>ڪانهي پُڄاڻِي، مَهَندان، مُنڌَا! ميهارَ جي. | عشق جو انت ئي ڪونهي. اِهو ٻُڌي، نينهن پيڙي ٿيءُ. اي مُنڌ! اڳيان وري ميهار جو بہ اَنت نہ آهي. |
| 10<br>سِڪَ تُنهِنجِي، سُپِرين! اَندر ٿِي اَجهلَ؛<br>ٻَرِڪيو ٻاهر نِڪرِي، ڪُوري ڪانئِي ڪَلَ؛<br>رِءَ سِيراهِيءَ سَل، مُونکي ڏِنا سَڄٽِين. | اي محبوب! تنهنجي سڪ منهنجي اَندر ۾ اَٿاه آهي. منهنجي ڪوُري ۾ جليل چمڙيءَ مان اُها پڙڪا ڪايو ٻاهر پيئي نڪري. پرينءَ مون ۾ سيراهيءَ بنا ئي سوراخ ڪيا آهن. |
| 11<br>ڪِي تران ڪِي تارِ مُون، ڪِي سَگهان ڪِي سَگُهہ؛<br>آڏو ڏيجِ مَ لَڳُ، مُون هيڪلِيءَ وَلَها. | ڪي مان پنهنجي سر ٿي تران، ڪي تون مونکي تار. ڪي پنهنجي سر ٿي پتوڙيان، ڪي تون مونکي پتوڙ ۾ واهر ڪر. اي ڪانڌ! تون منهنجي آڏو ڪا رنڊڪ اچڻ نہ ڏجانءِ. |
| 12<br>ڏِني ڏِينهَن ٿِيامَ، ڪوهُ ڄاڻان ڪهڙا پرين؟<br>سَهسين سِڄَ اُلَهِي، واجهائيندي ويامَ؛<br>تنِين سالَ ٿِيامَ، جنِين ساعَتَ نہ سَهانَ. | محبوبن کي ڏٺي مونکي ڪئين ڏينهن ٿي ويا آهن. ڪئن ڄاڻان تہ اُهي ڪهڙا آهن؟ اُنهن لاءِ واجهائيندي، بيشمار سج لهي ويا آهن. تن ڪان سواءِ ورهيہ گذري ويا اَٿم، جن کان سواءِ هڪ پل بہ جيڪر نہ سهاري سگهان. |

سر سهڻي

# ابيات متفرقہ

ساهڙ جي صحبت کان سواءِ سهڻي نسوري ناپاڪ آهي. پرينءَ جي پر ۾ آهي تہ ڇڻ تڙ ڪيائين. ساهڙ بنا سندس حال هيڻو آهي ۽ تپ ورتل آهي. ميهار جو مشاهدو توڏيءَ جي تن لاءِ دوا آهي. جيسين جيئري هئي، تيسين هر رات جو اونداهيءَ ۾ درياه تري، محب ميهار وٽ پيئي ويئي ۽ ڪڏهن بہ ورچي نہ ويئي. چنڊ جي چانڊاڻ هن لاءِ عذاب هئي، ڇو تہ ميهار جي اوريان ڪنهن جو بہ منهن ڏسڻ سوُر ههو. مئي کان پوءِ بہ لهرن جي پاند ۾ لڙهي، ساهڙ ڏانهن پئي لڙهدي هلي. سندس اکين ۾ ميهار لاءِ اِهائي اُڪير هئي. ڏٽي جا عاشق بہ جيئري ڪڏهن ويساند نہ ٿا وٺن ۽ مئي بعد بہ رجوع رب ڏانهن ٿا ٿين. اسان تي ڏٽيءَ جون پلايون سمنڊ جي لهرن ۽ تر جي واريءَ جي ڪڻن کان ئي اپار آهن.

| مشڪل لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| نَجاسَتَ | ناپاڪائي |
| ناہ ڪرِي | نيست و نابود، ناس |
| ڪِيرَ پِياڪ | ڪير پيئندڙ (ميهار) |
| جُنُبِي | ناپاڪ |
| ڏوءِ | ڏوئي |
| هوءِ | پرينءَ جي پر ۾ هجي |
| تَڙ | سناڻ |
| جهُڪي | ضعيف |
| رِءِ جَمالَ | سونهن کان سواءِ |
| آزار | مرض (عشق جي بيماريءَ) |
| ڏُکَندو | اڪِهائي |
| سَنگهار | ميهار |
| سگهيائي | ترت ئي |
| سَگهي | تندرست |
| پريمِ | اي منهنجا پرين! |
| پِون | پاتال، زمين |
| ويساند | آرام ۾ |
| لَهرن پاندِ | لهرن وچ ۾ |
| ورُ | مبارڪ |
| چاندوُڻيءَ | چنڊ جي |

| چندان | چاندوڪي، اَڇاڻ |
|---|---|
| اوري ميهار | ميهار ڪان اوري |
| ڍوري | نهر |
| اُڪَنِد | اُڪير، سڪ |
| اِنهانِ | اِنهيءَ ڪان |
| ڪوڏُ | خوشي |
| سُڄي | سڄي |
| سيباءِ | وڻي |
| حَمَد | ساراهه |
| لالَنَ | محبوب |
| وَڏاياءِ | تنهنجون وڏايون |
| سَڃيون | سامهون بيٺل |
| توهين ساءِ | تنهنجي صحبت جي لطف لاءِ |
| لوچِنِ | ڳولين، تلاش ڪن |
| جُڳاءِ | جڳائي. |

| | |
|---|---|
| 1<br>ساهَڙَ ڏاران سُهڻِي، نِسورِي ناپاڪَ:<br>نَجاسَتَ ناهِ ڪري، اُنِين جي اوطاقَ:<br>هُوءِ جي ڪِيرَ پِياڪَ، پاسي تِنين پاڪَ ٿِئي. | ساهڙ ڪان سواءِ سهڻي اَپوتر آهي. هوءَ هن (ميهار) جي آستان تي ئي پنهنجي ناپاڪائي وڃائيندي. هُو جي کير پئيندڙ (معصوم ۽ پاڪ) آهن، تنجي پر ۾ ئي هوءَ پوتر رهندي. |
| 2<br>ساهَڙَ ڏاران سُهڻِي، هِيءَ تان جُنبي جوءِ:<br>هِنَ پاڻِيءَ سين پانهنجو، مُورِ نہ مَٿو ڌوءِ:<br>جي پِرِينءَ پاسي هوءِ، تہ ڪَر توڏِيءَ تَڙُ ڪيو. | ساهڙ ڪان سواءِ هيءَ اِستري (سهڻي) مٿي ميري (ناپاڪ) آهي. هوءَ هن پاڻيءَ (ڏم يا دنيا جي پاڻيءَ) سان هرگز مٿو نہ ٿي ڌوئي جي پرينءَ جي پر ۾ هجي تہ ڇڻ سهڻيءَ سناڻ ڪيو. |
| 3<br>ساهَڙَ ڏاران سُهڻِي، هِي تان جُهڪي زالَ:<br>توڏِيءَ تَپُ شرُوع ٿِيو، هَيءِ! هيڻِيءَ جي حالَ:<br>جَڏِيءَ رِءَ جَمالَ، اَگِهي ٿِي آهُون ڪري. | ساهڙ ڪان سواءِ سهڻي، هڪ ڍٺل عاجزا آهي. افسوس آهي هن هيڻيءَ جي حال تي، جنهن کي تپ اچي شروع ٿيو آهي. هيءَ سرير ۾ ڍٺل، سونهن ۽ صحت وڃايل، درد جون جون دانهون پيئي ڪري. |
| 4<br>ساهَڙَ ڏارانِ سُهڻِي، آهي ۾ آزارَ:<br>ڏَمَ پاسي ۾ ڏُکَندو، صِحَتَ وَٽ سَنگهارَ:<br>توڏِيءَ سَندي تَنَ جِي، دَوا ۾ دِيدارَ: | ساهڙ ڪان سواءِ سهڻي اگهائيءَ ۾ ورتل آهي. ڏم جي پر ۾ هن لاءِ عليلائي (اگهائي) آهي. سهڻيءَ جي سرير جي سُتي ساهڙ جي مشاهدي ۾ آهي. جي ميهار جو منهن ڏسي تہ ترت ئي نوبني ٿئي. |

| جي پَسي مُنهن ميهارَ، تہ سِگھيائِي سَگھي ٿـئي. | |
|---|---|
| 5<br>ڏِيهاڙِي ڏَمَرُ ڪري، مَتي مُحَبَتَ مُون؛<br>تنهِن ڪَي اَڄِي تُون، پِرِيَمِ! ڪوهُ نہ پَلِئِين. | سڪ ڏهاڙي مونتي شوخي پيئي رکي. اي پرين! تون چو نہ تو اچي اُنکي روڪين ۽ جهلين؟ (هيءَ نازڪ خيالي آهي. محبت جي مچ تي ٿار تڏهن پوي، جڏهن محب درشن ڏئي.) |
| 6<br>جان جان هُئِي جِئَرِي، وِرِچي نہ وِيئِي؛<br>وِجِي پُون پيئِي، سِڪَندِي ڪي سَڄَڻين. | سهڻي جيسين جيئري هئي، تيسين ڪڏهن بہ ڪڪ تي ويهي نہ رهي. سپرينءَ لاءِ سڪندي، نيٺ وچي پاتار ۾ پيئي. |
| 7<br>جانِ جان هُئِي جِئَرِي، وِيئِي نہ ويساندِ؛<br>لُڙهِي لَهرِن پاندِ، مُيائِي ميهارَ ڏي. | سهڻي جيسين حيات هئي، تيسين آرام ۾ نہ ويٺي. مئي ڪان پوءِ بہ هوءَ لهرن جي پلاند ۾ ميهار ڏانهن لڙهندي ويئي. |
| 8<br>وَرُ اُونداهِي راتَڙِي، ڪوءِ چاندُوڻِيءَ چندان؛<br>اوري ميهاران، مُنهن مَ پَسان ڪو ٻيوَ! | پل تہ اونداهي رات هجي؛ چنڊ جي چانڊاڻ ٻن پوي. ميهار ڪان اوري شل ٻئي ڪنهن بہ شخص جي شڪل نہ ڏسان. |
| 9<br>سائِر ٻوڙِي سُهڻِي، نہ ڊوري نہ ڊنڊِ؛<br>اَڪين مَنجھ اُڪَندَ، مُيائِي ميهار ڏيَ. | سهڻيءَ کي سمنڊ ٻوڙيو، نہ ڪنهن نهر يا ڊنڊ. مئي ڪان پوءِ بہ هوءَ اکين ۾ اُڪير رکي، ميهار ڏانهن لڙهندي ويئي. |
| 10<br>سانوڻَ لَهرِيُون، ٿَرَ وارِي، تِرَ وارَ؛<br>اِنهان ئِي اَپارَ، مُون سين ٻَلي ٻالَ ڪيا. | سانوڻ جي رُت ۾ جيتريون درياه جون لهرون آهن، ٿر جي واريءَ ۾ جيترا ڪڻا آهن ۽ تِرن تر وڪڙن مٿان جيترا وار آهن، تن مڙني کان وڌيڪ يعني اَڪيچار ٻلايون مونسان ٻاجهاري ڪيون آهن. |
| وائي<br>مُنهِنجُون سِيبِئِي، آيَلِ! ماءِ، مَنَ مُرادُون پُنيُون.<br>جهڙِي پريان ڳالهڙِي، تَهڙِي ٻِي نہ ڪاءِ؛<br>ڪجِي تَانَ ڪوڏُ ٿِئي، سُجِي تَان سيباءِ؛<br>ويهُ داتا جي دَرَ تي، شُڪُر جَنهن جُڳاءِ؛<br>ڪانهي حَدَ حَمَدَ جِي، تہ ڪَريان لالَنَ لاءِ؛<br>ڳَڻِيو، ڳَڻيان ڪيتَريُون، وَڏيُون وَڏاياءِ؟<br>سو مُون هَٿان نہ ٿِئي، جيڪِي تو جُڳاءِ؛<br>تو سَڄِيُون، تو سَنديُون، سِڪَن توهِين ساءِ؛<br>اُجَ تُنهنجي اُجيُون، لوچِن توهِين لاءِ؛<br>دِلِ دانهُنِ ري نہ رهي، مُونَ ڪي ماٺِ جُڳاءِ. | اي جيجل! منهنجي دل جا سڀ مطلب پورا ٿيا. جهڙي سهڻي، پرينءَ جي وارتا آهي، تهڙي ٻي ڪا بہ نہ آهي. اِها ڪجي ٿي تہ خوشي ٿي ٿئي، جي ٻڌجي ٿي تہ وڻي ٿي. تون اُنهيءَ ڏاتار جي در تي سئن هڻ، جنهنجو شڪر ڪرڻ جڳائي. اُنهيءَ ساراه جي حد ئي ڪانهي، جا محبوب (ڏڻيءَ) جي باري ۾ ڪجي. تنهنجون وڏيون وڏايون ڪيتريون ڳڻي ڪيتريون ڳڻيان؟ جيڪي تنهنجي باري ۾ ڪرڻ جڳائي، سو منهنجي هٿان ٿي نہ سگهندو. تنهنجون سڪايليون تنهنجي سنمک تنهنجي صحبت جي لطف لاءِ پيئون سڪن. اُنهن کي تنهنجي ئي اُڃ اڃايو آهي ۽ اُهي توکي ئي پيئون ڳولين. منهنجي دل دانهن کان سواءِ نہ ٿي رهي، پر مونکي صبر ڪرڻ جڳائي. |

# سُر سسئَي آبري

## (سسئي ۽ پنهونءَ جو قصو ۽ اُنجي روحاني معنيٰ)

راجا دلو راءِ جي ڏينهن ۾، نانونءَ نالي هڪ ٻانڀڻ، ڀانيَر واه جي پر ۾ رهندو هو. سندس اِستريءَ جو نالو مُندر هو. پيريءَ ۾ کيس هڪ نياڻي ڄائي ، جا سونهن ۾ سج ۽ چنڊ مثل هئي. وِرڌاتا سندس انگ هڪ اَجنبيءَ سان لکي ڇڏيو هو. اِهو ڏسي، نانونءَ ۽ سندس اِستريءَ هن ماٺڪ کي هڪ صندوق ۾ جڙي، درياه حوالي ڪيو.

قضا سان اِها صندوق لڙهندي ڀنڀور جي پر ۾، درياه جي ڪناري لڳ اچي پهتي. اِنهي شهر ۾ محمد نالي هڪ هاڪارو ڌوٻي رهندو هو، جنهنکي ”لالا“ بہ چوندا هئا. سوين ڪاريگر وٽس ڪم ڪندا هئا. هو بہ اولاد جو سڪايل هو. اِها پيتي سندس ڪاريگرن آڻي سندس اڳيان رکي. صندوق ۾ هي ملوڪ ٻار ڏسي، هو خوشيءَ ۾ مست ٿي ويو. ٻار کي گود ۾ ورتائين ۽ مٿس ”سسئي“ نالو رکيائين، جنهنجي معنيٰ آهي ”چنڊ“. سسئي ٿوري وڏي ٿي تہ ڌوٻيءَ سندس لاءِ هڪ عاليشان محل اَڏايو، جنهن ۾ هوءَ صبح ۽ شام پنهنجين سهيلين سان پيئي ٿلندي هئي.

اُن زماني ۾ ڪيچ مڪران جا قافلا، واپار سانگي، ڀنڀور ۾ ايندا هوا. ڪن ماڻهن وڃي پنهونءَ سان سسئَيءَ جي سونهن جي ساراه ڪئي. پنهون بہ سندس حسن جي هاڪ ٻڌڻ سان، مشڪ ۽ عنبر ساڻ ڪٺي، قافلو سنباهي، اچي ڀنيور نڪتو. سسئَي بہ قافلي جو ٻڌي سهيلين سان گڏ ڪٿوريءَ جو سودو ڪرڻ ويئي. هڪ ٻئي کي ڏسڻ سان ٻنهي جو پاڻ ۾ پريت جو پيچ پئجي ويو.

سسئيءَ، هڪ سهيليءَ سان پنهنجي دل جو حال اوريو. اُنهي وڃي پٽس سان ڳالهہ چوري، پر ڌوٻيءَ سنگ ڏيڻ کان انڪار ڪيو، چو تہ پنهون پرديسي هو ۽ سندس ذات جو نہ هو. سهيليءَ ٻهانو ڪري چيس تہ ”پنهون بہ ذات جو ڌوٻي آهي. جي اعتبار ن اچيو تہ آزمائي ڏسوس.“ محمد اِها ڳالہ قبول ڪئي ۽ پنهونءَ کي هڪ کيپ ڌوئڻ لاءِ ڏنائين. پنهونءَ جا نفيس هٿ، ڪپڙن سٽيندي، چلجي پيا ۽ ڪپڙا بہ ڦاٽي ٽهبارون ٿي پيا. پنهونءَ کي ملول ڏسي، سسئيءَ چيس تہ ”فڪر نہ آهي. هر هڪ ڪپڙي جي تهہ ۾ هڪ اشرفي وجهي ڇڏ تہ پوءِ ڪنهن وٽان بہ شڪايت نہ رسندي.“

آخر ٻنهي جي شادي وڏي طومان سان ٿي. شاديءَ کان پوءِ، پنهونءَ وطن ورڻ جو خيال ئي دل تان لاهي ڇڏيو. سندس ٻاءُ چنري سارو حال وڃي پيءُ آري ڄام سان ڪيو، جو ٻڌندي ئي بيحال ٿي پيو. پوءِ سندس ٽن پٽن چنري، هوتي ۽ نوتي کيس دلداري ڏيئي چيو تہ ”پنهونءَ کي ڪنهن بہ دستور ساڻ وٺيو ٿا اچون“.

جڏهن ٽيئي خان ڀنيور ۾ پهتا، تڏهن سندن گهڻي مرحبا ۽ خاطر داري ٿي ۽ ڪيئي ڏينهن مجلسون جاري رهيون. هڪ رات مجلس ۾ پنهونءَ جا ڀائر، کيس شراب ۾ الوٽ ڪري، اَڌ رات جو اُٺ تي ڪٺي ڪيچ ڏانهن وريا.

سسئي اُن وقت ننڊ ۾ هئي ۽ کيس صبح جو جڏهين ساري ماجرا جي ڄاڻ پيئي، تڏهين زارو زار روئي، ڀنيور سان سيِ لاڳاپا لاهي، اڪيلي‌ائي اڪيلي، پنهوءَ جي پيِنيان ٻرپٽن، جبلن ۽ جهنگلن ۾ ڪاهيندي هلي. جڏهين پٻ جبل وٽ پهتي، تڏهن اُڃ ۽ ٿڪ کان ماندي ٿي ڪري پيئي. ڏٺيءَ جي قدرت سان اُتي هڪ صاف پاڻيءَ جو چشمو پئدا ٿيو. پنهنجي پياس مٽائي، سسئي وري سفر تي هلي. هاڙي جبل وٽ ڦوڙ نديءَ جي اُٿل ڏسي، نهايت مايوس ۽ در ماندي ٿي. نيٺ پنڌ ڪندي، واپس اچي ماباڙنيءَ جي نزديڪ پهتي. اُتي پريان هڪ پهاڙ تي

هڪ پنهوار جي جهوپڙيءَ تي نظر پيس. اُتي وڃي هن ڪان، پنهون جو ڏس پڇيائين. پنهوار جو ڪيس ڏسڻ ۽ مٿس مست ٿيڻ. سسئيءَ سندس بد اِرادو ڏسي، ڌڻيءَ در ٻاڏايو. ستار سندس ستر ڍڪيو. پهاڙ ڦاٽو ۽ سسئي اندر پيهي ويئي. پنهوار اهو ڪرشمو ڏسي، نهايت پشيمان ٿيو ۽ ڌڻيءَ در توبهہ زاري ڪري، اُتي هڪ قبر ٺاهي، اُنجو مجاور ٿي ويهي رهيو. هوڏانهن پنهون جو خمار لٿو تہ پائرن ڪان پڇي، پنيور ڏانهن واپس وريو. واٽ تي اُنهيءَ قبر تي نظر پيس ۽ اُتي چتيءَ پاند ڏسي، دل ۾ سنسو جاڳيس. پوءِ پهنوار کيس سربستو احوال ڪري ٻڌايو. پنهون زار زار روئي ڌڻيءَ در سوال ڪيو ”اي رب! تون وڇڙين کي ملاءِ.“ ڌڻيءَ سندس وينتي قبول ڪئي. وري پهاڙ ڦاٽو ۽ پنهون وڃي سسئيءَ سان هميشہ لاءِ هڪ ٿيو.

شاهہ سسئيءَ تي سڄا سارا پنج سر چيا آهن: سسئي آبري، معذوري، ديسي، ڪوهياري ۽ حسيني. سيني سرن ۾ سسئيءَ جي ڏاکڙن ۽ ولايت جو احوال آهي.

”آبري“ لفظ، ”اَبري“ (ڪمزور يا ناتوان) جي مٽيل صورت آهي. هن سر ۾ سسئي جي ضعيفائيءَ جو ذڪر آيل آهي. اِنهيءَ ڪري ئي هن سر کي اِهو نالو ڏنو ويو آهي. هن سر جو مضمون هي آهي

هن سر ۾ شاهہ اِهو راز سمجهايو آهي تہ پاڻ ۾ پيهي، روح رهاڻ ڪرڻ سان، اِنسان پاڻ خدا ٿيو وڃي. سسئيءَ کي وهم ورسايو نہ تہ هوءَ پنهون پاڻ هئي. هتي جي هئڻ جون سڀ وٿون وساري ۽ سموري سرڪار ”ناهہ“ ۾ رکي، روحاني پنڌ ۾ پوڻ گهرجي. اي طالب تون روحاني رهبرن جون هدايتون سڻ تہ سرخرو ٿين. جي اِنهيءَ راهہ ۾ مرين فنا ٿئين تہ تنهنجو بخت وڏو چئبو.

اهو اِنسان پليل آهي، جو جانيءَ کي جبلن ۾ ڳولڻ ٿو وڃي. اهو شخص بہ گمراهيءَ ۾ آهي، جو سمجهي ٿو تہ ڪتابي علم سان حقيقت کي پروڙي سگهبو. پرين اندر ۾ ئي آهي، ۽ سندس پسڻ بنا، علم جي هڪ رتي بہ ڪارائتي ناهي. سسئي ۽ پنهون حقيقت ۾ هڪ آهن، پر اَڃاٽپ جي ڪري ٻہ آهن. اِنسان ۽ ڌڻيءَ جي وچ ۾ ڪوبہ حجاب يا ويڇو ناهي. جدائي هڪ وهم آهي:

ڪونهي اُت ڪوهيار، جت تو پوري! پائيو،
لنڌ مَ ڪر پهاڙ ڏي، وجود ئي وڻڪار.

سر سسئي آبريءَ

# داستان پهريون

عشق جي اُساٽ عجيب آهي. جي نينهن جي نياڻ ۾ پاٽي پيئن، تن جي اُڃ مورڳو اڳري ٿيو پوي. جن سپرينءَ جي ساگر مان سُرڪي پيتي آهي، تن کي اَپَر اُڃ آهي. پريت جو پنڌ نسوري سچ آهي. سسئيءَ جهڙا عاشق ئي اِهو پنڌ ساجن ڪارڻ قبول ٿا ڪن. جن کي پاٽيءَ لاءِ اُڃ آهي، تن لاءِ پاٽيءَ کي بہ اُڃ آهي. جانب اسان کي ساه کان بہ ويجهو آهي. اَڄاڻ ڪيس ڳولي نہ ٿا لهن ۽ سڪٽيون دانهون ئي دانهون پيا ڪن. پرينءَ ڏانهن ويندي، عاجزيءَ کي اڳيان ڪرٽو آهي. روحاني پنڌ ۾ وچين واٽ وٺجي. نہ جيءَ کي جفا ڏجي، نہ جان کي جيئارجي. نہ نجهري کي پٽجي، نہ اُنکي اَڏجي. نہ دنيا کي ڇڏجي، نہ اُنکي ڇهٽجي. نہ ڏکن کان ڏرجي، نہ سکن لاءِ سِڪجي.

| مشڪل لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| سِجهائي | پچائي ڪباب ڪئي |
| هَڏ | بنهہ |
| هڪَ | سڪ |
| تَڙَ | گهيڙ (عشق جي) |
| تڪَ | ڳيت |
| جهاجهہ | جهجهائي |
| اَڳانجهو | جهجهو |
| تِشنَگي | اُڃ |
| تارِ | ٿمتار |
| اُتيارِ | جاڳاءِ |
| اُجهائيان | بجهايان |
| پَرَچاءُ | ڏِئو |
| ڏاه | باهہ |
| ڏِيَن | جلن |
| نِهايَت | حد |
| ساهان | ساه کان |
| دَمُ | پنهنجي جان يا ساهہ پساهہ (جنهن ۾ پرين موجود آهي) |
| آريِءَ | خانداني قومہ جنهن مان پنهون هو (خود پنهون) |
| پيڪ | واقفيت |

| پاڏارِيائين | پڌرو يا ظاهر ڪيائين |
| --- | --- |
| **جاڻُ** | خودي |
| **لَهسيو** | جليو |
| **هُڳاءُ** | واس، پرِمَلاءُ |
| **طيورن** | پکين (طير جو جمع) |
| **شَبان** | ريڍار |
| **وُحوُشَن وَثاءُ** | پسن وٿان |
| **اپر** | اَٿاه |
| **اَفسوساءِ** | اَفسوس وچان |
| **بَرَ** | برپٽ |
| **بُڪاءُ** | روڄ، دردن |
| **اُڪنديا** | سڪندڙ |
| **مَهند** | اڳتي |
| **مُحتاجي** | نيزاري |
| **ڪُبيلياڻي** | برن ساٿين واري، اَڪيلي |
| **حُج** | حجت |
| **پاڻا ڏار** | خوديءَ کان خالي |
| **پريتَڻو** | محبت |
| **عَزاَزيل** | شيطان، اِبليس |
| **هاڙهي** | جبلن جي قطار (مڪران سرحد تي) |
| **سَنَري** | سرهي، خوش |
| **پَٽي ڪَر** | نابود، فنا |
| **ڳهوري** | فدا ٿيل (عشق جي راه ۾) |
| **ماري** | فنا ٿيل |
| **مَڃُڻ** | متان |

| 1 | |
| --- | --- |
| **جي سِجهائِي سڪَ، تہ پڙُ سِڪي سَسُئِي؛**<br>**پِيتائِين پُنهونءَ ڪيِ، هَڏُ نہ يِڳِيِسِ هڪَ؛**<br>**اِن تَڙَ منجهان تِڪَ، ڏِني پاڻَ اُڃَ ٿئَي.** | جي سسئي سِڪ ۾ سجهي ڪباب ٿئي تہ بہ هوءَ جيڪر سِڪڻ کي نہ ڇڏي. هن پنهونءَ جي صحبت ۾ محبت جو جام پيتو آهي. جنهن ڪري هرگز پياس نہ ٿي بجهيس. اِنهيءَ چشمي منجهان جنهن گهيت ڏني، تنهن جي اندر ۾ پاڻ اُڃ اچيو اُسري. |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| 2<br>پَسي جهاجهہ جَمال جي، جِنين پيتي پڪَ؛<br>اَپَر اَڳانجهو ٿيو، سُورُ اُنين کَي سَڪَ؛<br>هَڏِ نہ پَڳِيَنِ هڪَ، سَدا سائِرَ سِيرَ ۾. | جن پرينءَ جي حسن جو اٿاهہ ساگر ڏٺو، اُن مان سرڪي پيتي، تنکي بيحد سوز ۽ سڪ اَچي ورتو. اُهي هميشہ ساگر جي سير ۾ آهن، تہ بہ هرگز اُساٽ نہ ٿي لهين. |
| 3<br>مُحَبَّتَ جن جِي مَنَ ۾، تن تِشَنگِي تارِ؛<br>پي پيالو اُڃ جو، اُڃَ سي اُڃَ اُتيارِ؛<br>پُنهوَن پاڻَ پيارِ، تہ اُڃَ سِين اُڃَ اُجهائِيان. | عشق جنجي اَندر ۾ آهي، تنکي اٿاهہ اُڃ آهي. تون اُڃ (سڪ) جو پيالو پيءُ، اُن سان اُڃ (سڪ) کي جاڳاءِ (وڌاءِ). اي پنهون! تون پاڻ مونکي اُڃ (سڪ) جو جام پيار تہ اُڃ سان اُڃ کي ٻجهايان. |
| 4<br>مَحَبَّتَ سَندو مَنَ ۾، پُرُ پيالو جن؛<br>پيَنَ پَرچاءُ ناهِ ڪو، ڪنهن جَنهن ڏاهِ ڏِيَن؛<br>تَنهن نِهايَت ناهِ ڪا، جنهن سُجا سُجَ وِجن؛<br>تيلان اُڃَ مَرَنِ، سَدا سائِرَ سِيرَ ۾. | جنجي اندر ۾ محبت جو تار پيالو آهي، (جنجي سڪ تار آهي)، سي اهڙي ڪنهن مچ ۾ پيا جلن، جو سندن جيءَ کي فرحت ئي ڪانهي. جنهن سج (ويرانيءَ) مان هي سچا (عاشق) پند پيا ڪن، تنهنجي ڪا پڄاڻي ئي نہ آهي. هو سدائين ساگر جي سِير ۾ آهن، تنهن هوندي بہ اُڃ پيا مرن. |
| 5<br>سَدا سائِرَ سِيرَ ۾، اَندرِ لَهِي نہ اُڃَ؛<br>پَسَڻُ جو پرِينءَ جو، سا سِيائِي سُڃَ؛<br>تيلان مَرَنِ اُڃَ، سَدا سائِرَ سِيرَ ۾. | هوُ سدائين ساگر جي سِير ۾ آهن، تہ بہ سندن اندر مان اُڃ نہ ٿي لهي. پرينءَ کي پسڻ آهي سمورو سج جو سفر ڪرڻ. هو (عاشق) سدائين ساگر جي سِير ۾ آهن، تنهن هوندي بہ اُڃ ۾ پيا سِجهن. |
| 6<br>ساجَنَ ڪارَڻِ سُڃَ، مَرُ قَبُولي سَسُئِي؛<br>اَندَرُ جنِين اُڃَ، پاڻِي اُڃِيو اُنَ کي. | پرينءَ لاءِ سج جو سفر ڀل تہ سسئيءَ جهڙي عاشقياڻي قبولي. جنجي اندر ۾ اُڃ آهي، تن لاءِ خود پاڻيءَ کي بہ اُڃ آهي. (سڪ وارن لاءِ خود ساجن بہ سڪي ٿو.) |
| 7<br>پاڻِيءَ مَٿي جهوپڙا، مُورکَ اُڃَ مَرَنِ؛<br>ساهان اوڏو سُپَرين، لوچي تان نہ لَهَنِ؛<br>دَمُ نہ سُڃاڻَنِ، دانهون ڪن مُنَنِ جئن. | پاڻيءَ جي ويجهو جهوپڙا اڏي بہ مورک اُڃ پيا مرن. محبوب ساهہ کان بہ ويجهو آهي، پر هو هنکي ڳولي نہ ٿا لهن. هنن کي پنهنجي پساهہ يا جان جي پرور نہ آهي، رڳو وتن مُنلن جيان دانهون ڪندا. |
| 8<br>سَسُئِيءَ ڪِينَ سَمجهيو، اوري آريءَ ساڻُ؛<br>ڪري پيڪُ پُنهونءَ سين، پاڏارِيائين پاڻُ؛<br>جَتِ وِڃايو جاڻُ، ٻانيَڻِ ٻروچَنِ سين. | سسئيءَ پنهونءَ کي ويجهو ٿي، عشق جو راز نہ پروڙيو. پنهونءَ سان ڏيٺ رکي، پاڻ پڌرو ڪيائين. (پنهنجي هستي پرينءَ ۾ گم نہ ڪيائين.) هن اڻ ڄاڻ ٻانيڻ نيٺ پروچن ۾ پنهنجي خودي گم ڪئي. (وصال ۾ هئي تہ خودي هيس، فراق ۾ اُها گم ڪيائين.) |
| 9<br>لَڳِي ڪوسو واءُ، لوڪُ مڙوئِي لَهِسيو؛<br>اُيِنِ مَنجهان آيو، "هيءِ! هيءِ!" جو هَبڳاءُ؛<br>طُيورَنِ تَنوارِيو، پُنهونءَ پُڄاڻاءُ؛ | (پنهونءَ جي فراق ۾ جو سسئيءَ ماتم ڪيو، تنهن جو اثر ساري سرشتيءَ تي ٿيو.) اهڙي ڪوسي لُوهہ لڳي، جو ساري جهان کي لهس رسي. آسمان مان "هاءِ! هاءِ!" جو پڙلاءُ پڌڻ ۾ آيو. پنهونءَ جي وڃڻ کان پوءِ پکين بہ ورلاپ ڪيا. ريدار کي بہ پنهنجي چوپائي مال کي لهسيل ڏسي، درد |

| | |
|---|---|
| رَسِيو سُورُ شَبانَ کي، وُحُوشَنِ وَتاءُ؛<br>مِرُوئَنِ موتُ قَبُولِيو، اَپِرِ اَفسوساءُ؛<br>بَرَ پِڻُ ڪن بُڪاءُ، اُڪَنڊِيا آرِيءَ لَءِ گهڻو. | رسيو. مِرُن بيحد افسوس وچان مرڻ قبول ڪيو. برپٽ بہ پنهونءَ لاءِ گهڻو سڪندي روڄ راڙو پيا ڪن. (هتي "مجاز عقلي" يعني pathetic fallaey ڪم آيل آهي.) |
| ١٠<br>مَهِندِ مُحتاجي ڪَرِي، پُنِيءَ پيرُ ڪَٽيجِ؛<br>ڪُبِيلياڻِي! ڪيچَ ڏي، حُجَ مَ هلائيجِ؛<br>پاڻا ڏارَ پريتَڻو، سَسُئِي! ساڻُ ڪَٽيجِ؛<br>اوڏِي عَزازِيلَ کي، ويجهي تان مَ وَجيجِ؛<br>نا اُميدِي نيجِ، تہ اوڏِي ٿِئين اُميدَ کي. | عاجزي يا نيزاريءَ اڳيان ڪري، اُنجي پٺيان هلج. اي ڪسنگڻ! ڪيچ ڏانهن ويندي ڪا حجت نہ هلائج. اي سسئي! پاڻ سان خوديءَ بنا محبت ڪٽج. شيطان کي اوڏو نہ وڃج. پاڻسان نا اميدي کڻج تہ اميد کي ويجهو ٿين. (هتي شيطان کان ڪنارو ڪرڻ ۽ لاطمع ٿيڻ جي هدايت آهي.) |
| 11<br>ويهُ مَ مُنڌَ! پَنيورَ ۾، هاڙهي هڏِ مَ هلُ؛<br>ڪُوڙي ڪَج مَ ڪڏهين، سَچي ڳالَهہ مَ سَلُ؛<br>جانِبَ لءِ مَ جَلُ، سُورَ وِسارِ مَ سَسُئِي! | اي عورت! تون پنيور ۾ ويهي رہ، نڪي هاڙهي جبل ڏانهن هل. ڪڏهن بہ ڪوُڙي ڳالهہ نہ ڪج، نڪي سچي ڳالهہ سلج. اي سسئي! نڪي پرينءَ لاءِ پچ، نڪي درد کي وسار. |
| 12<br>سُکين ٿِيُ مَ سَنَرِي، پَسِي ڏُکَ مَ ڏَرُ؛<br>پَٽي ڪَرِ مَ پانهنجو، گهورِي! اَڏِ مَ گهرُ؛<br>مارِي! هڏِ مَ مَرُ، مَجُڻِ جِيُ جِيارِئين. | سکن ۾ سرهي نہ ٿيءُ، نڪي ڏک ڏسي ڊڄ. اي فدا ٿيل! نڪي پنهنجو گهر ناس ڪر، نڪي اُنکي اَڏ. اي مٺي! هرگز نہ مرج، متان وري ڪي پنهجي جيءُ کي جيئرو رکين. |

سر سسئي آبري

# داستان ٻيو

پرين، جو حسن ڪمال يا پورن سندرتا آهي سو اسان کي وک کان ئي ويجهو آهي. جن پنهنجو چت هن دنيا تان کڻي روحاني دنيا ڏانهن ڪيو، سي ترت وڃي ڪيس رسيا. جبل ۽ بر جو پنڌ نهايت اَڙانگهو آهي. اُتي لکون پيئون وسن ۽ تيز تابش آهي. سسئيءَ پاڻسان پاڻيءَ جو پاءُ بہ نہ کنيو آهي. هوءَ وٽڪار جي بہ واقف نہ آهي. هن پنڌ ۾ نہ ڪٽنب آهي، نہ قبيلو. هت هيڪلي ئي حيلا هلائڻا آهن. هڪ وڻ اوچا، پيو ٽپ ٽپ تي تي نيلا نانگ پيا سرن. چوڌاري انڌڪار لڳو پيو آهي ۽ ماڻهن جي دل ۾ بہ ڪا مهر نہ آهي. اهڙي پوائتي هنڌ هڪ محبوب جي ئي رهبري ڪپي. اهائي وڃيو سسئيءَ جهڙي طالب کي ڪيچ رسائي.

| مشڪل لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| هيٺي وَهين | ڍر ڪرين |
| لانچي | ڏوري |

| پُورج | پنڌ ڪج |
|---|---|
| وَڙائِتي | ڳٿائتي |
| آسَرَ | آسرو |
| سوُنهَن | پورن سندرتا، حسن مطلق |
| سُرت | عقل، ڪل |
| وِکان | هڪ وک يا قدم کان |
| جيڪُس | شايد |
| وَر | ڪانڌ |
| وَڏڪار | وڏراه |
| جَريدي | هيڪلي |
| پُنياس | پهتيس |
| جَلدايوُن | جبرايون، ڏاڍايون |
| معذوُرِن | عاجز عورتن |
| ڪُڙمَ | ڪٽنب |
| قبِيلا | خاندان |
| هِندوُڪارُ | انڌوڪار |
| سوُنهارا | موچارا |
| وَهيٽا | هٿ وس |
| سَڱيٽا | رشتيدار |
| اهَ پارا | اِنهن اُهڃاڻن سان، انهيءَ طرف کان |
| ٿَليوُن | گهنگهٽا |
| ٿَوئرَ | ڦندڻ |
| هَلِويوُن | زيور (اُٺن کي سينگارڻ لاءِ) |
| مَيَن سر | اُٺن تي |
| ڪُرِ اُجارا | ڪل اجاريندڙ |

| | |
|---|---|
| 1<br>پَسِي ڏُونگَرَ، ڏاهِ! جمَ هلَڻَ ۾ هيٺِي وَهين؛<br>لانچِي لَڪَ لَطِيفُ چئِي، پُنيءَ ڪيچِيُن ڪاهِ؛<br>پُڄِي پُورج، سَسُئِي! بَلوچاڻِي باهِ؛<br>اِنَ وَڙائِتي وَرَ جِي، آسَرَ هڏ مَ لاهِ؛ | اي ٻانهي! تون جبل ڏسي، متان پنڌ پوئتي پوين. لڪ ڏوري ڪيچن پنيان ڪاهيندي وڃ. اي سسئي! پنهونءَ جي عشق جي آڳ مان واقف ٿي، اڳتي هلج. اِنهيءَ ڳُٿائتي پتار جو آسرو هرگز نہ لاهج. جو پرين اڪين ڪان بہ اوري آهي، تنهن کي پري نہ ڄاڻ. |

| جو اَڪِنَئُون اوڏو آهہ، سو پِرين پَراهون مَ چئو. | |
|---|---|
| 2<br>**هتان ڪَٽِي هت، جن رَڪِيو، سي رَسِيُون؛**<br>**ساجَنُ سُونَهن سُرتِ، وِڪان ئِي ويجهو گهڻو.** | جن پنهنجهو چِتُ هِتان (هن دنيا تان) ڪٽي، هُت (حقيقي پرينءَ يا آخرت ڏانهن) ڪيو، سي وجي ترت منزل تي رسيون. ساجن (ڏٽي) جو پورن سندرتا (حسن ڪمال) ۽ پورن سُرت (عقل ڪُل) آهي، سو هڪ وک به وڌيڪ اوري آهي. |
| 3<br>**جيڪُسِ يادِ ڪَياسِ، وَرُ وجِي وَڻڪارِ ۾؛**<br>**جَلِدُ جَرِيدي پَنڌَ ۾، اَدِيُون! اَجُ تِياسِ؛**<br>**وَجِي ڪيچِ پُنِياسِ، ٻاروچاڻِي ٻاجهہ سين..** | شايد مونکي پِتار وجي وڻڪار ۾ ياد ڪيو آهي. اي سرتيون! اِنهيءَ ڪري اَڄ اڪيلي پنڌ ۾ تڪڙي تي آهيان. ٻروچ (پنهونءَ) جي مهر سان وجي ڪيچ پهتيس. |
| 4<br>**واقُفُ نہ وَڻڪارَ جِي، پاڻِي ڪَنيُمِ نہ پاءُ؛**<br>**جَبَلُ جَلدايُون ڪري، تِکَ ڏيکاري تاءُ؛**<br>**لَڳِي لُکَ لَطِيفُ چئي، معذُورِن مَتاءُ؛**<br>**اُتي اوڏو آءُ، جِتِ هوتَ هيڪلِي آهيان.** | مان وڻڪار جي چاڙُ نہ آهيان ۽ پاڻ سان پاڻيءَ جو پاءُ بہ نہ کنيو اٿم. جبل تپڻ ۾ تکايون پيو ڪري ۽ تيز تاب ٿو ڏيکاري. ويچارين اَبلائن مٿان لُک پيئي وسي. اي پرين! جتي اڪيلي آهيان، تتي مونکي ويجهو اچي رس. |
| 5<br>**وَڏا وَڻَ وَڻڪارِ جا، جِتِ نانگَ سُجَنِ نِيلا؛**<br>**اُتي عَبۡدُاللَطِيفُ چئي، ڪَيا هيڪلِيُنِ حِيلا؛**<br>**جِتِ ڪُڙمَ نہ قَبِيلا، اُتِ رَسجِ، رَهبَرَ! راهَ ۾.** | وڻڪار جا وڻ اوچا آهن ۽ اُت نيلا نانگ پيا سُجهن اُتي ويچارين اَڪيلين ڏاڍا وس هلايا. جتي نہ ڪٽنب آهن، نہ آڪهيون، تتي اي سونهان! اچي رستي ۾ رسج. |
| 6<br>**ويچارِيءَ وَڻڪارُ، اَڳُ نہ ڏِٺو ڪڏهين؛**<br>**مَهرَ نہ هئِي ماڙُهين، هو سَڀُ هندُوڪارُ؛**<br>**جَتُ ڪيائِين يارُ، سُورَنِ ڪارَڻِ سَرَتِيُون!** | ويچاريءَ سسئيءَ اڳ ۾ وڻڪار اڪين سان نہ ڏٺو هو. ماٽهن جي دل ۾ ڪا ٻاجهہ نہ هئي، اُتي مِڙيوئي اَڏڪار لڳو پيو هو. اي سرتيون! جَتَ (پنهونءَ) کي پنهنجو پريتم، سورن پرائڻ لاءِ ڪيائين. |
| **وائي**<br>**هوءِ جي هليا هوتَ سُونهارا؛**<br>**مُون نہ وَهيڻا، پنهونءَ سَڱيڻا.**<br>**سَسُئِي پُڇي ساٿَ جا، اوطاقُون اوتارا؛**<br>**آن ڪي ويندا ڳڏيا؟ آرِياڻِي اِهَ پارا؛**<br>**ٿَلِيُون ٿَؤنرَ هلَويُون، مَيَنِ سِرِ موچارا؛**<br>**مُون ڪي نِيندا پاڻَ سين، ڪامِلَ ڪُرَ اُجارا؛**<br>**اَدِيُون! عَبۡدُاللَطِيفُ چئي، دوسَ آيا دِلِدارا.** | هوُ سهڻا سپرين هليا ويا. پنهونءَ جا مِٽ منهنجي وس ۾ نہ هوا. سسئي، پنهونءَ جي ساٿين جا گهر ۽ مڪان پيئي پڇي. اوهان ڪي ڪي آرياڻي اِنهيءَ پار ويندا ڳڏيا؟ سندن توڏن ڪي سهڻا گهنگهڻا، ڦندڻ ۽ زيور ٻڌل هوا. مونکي اُهي اوچ نسل وارا (اصيل) ڪامل پاڻ سان وٺي ويندا. اي سرتيون! منهنجا دل گهريا دوست اچي سهڙيا آهن. |

سر سسئي آبري

# داستان ٽيون

محبوب حقيقي رلڻ سان نہ ٿو ملي، پر هڪ هنڌ خيال ۾ وهڻ سان. سسئي، پنهونءَ کي اجايو وڃي ٿي هاڙهي ۽ وٽڪار ۾ ڳولي. جي پنهنجي جيءَ ۾ جهاتي هڻي تہ جانب کي اُتي ئي لهي. پنهونءَ جو ڏس پيئن کان نہ پڇڻ گهرجي، نہ وري اُنهن وٽان سندس ڪو پروئي پرڻو آهي. ڪانڌ کي پنهنجي ڪايا ۾ ئي ڳولڻو آهي. ڪنهن کي بہ سپرينءَ جو سماءُ رلڻ مان نہ ملڻو آهي. محبوب ڏانهن هنئين جو پنڌ ڪرڻ گهرجي، نہ پيرن جو. جاني ڪو ٻئي ڪنهن هنڌ لڪل نہ آهي، پر پنهنجي اندر ۾ ئي آهي. رڳو ساڃهہ پريت نباهڻي آهي، ۽ ست تي هلڻو آهي. هن بر جي پنڌ ۾ پاڻ وساري هلڻو آهي ۽ سڪ کي ساڻ اِئين رکڻو آهي، جئن جاڙا ٻار گڏ ڄمن، ۽ مشڪ جو ڪٽو منهن ۾ مڙهجي.

| مشڪل لفظ | معنیٰ |
|---|---|
| تيلانهين | تنهن صورت ۾ |
| تَنگُوُن | ستون |
| جيلانهين | جنهن صورت ۾ |
| جوءِ | زال (پنهونءَ جي) |
| پارَ | ڏس |
| ڏيلِ | ديهيءَ |
| يوري | اي پورڙي! |
| وُجوُد | جان |
| گهورِ | ڳول، ڏور |
| دَرا مَنجهہ | در اندر، وجود ۾ |
| جُلڻَ | هلڻ |
| جاڻ | بوجهہ، پروڙ |
| مَنجهي | اَندر ۾ جهاتي پائيندڙ |
| پَنڌُن | پاڻ، نقطو (اِشارو) |
| تَڪيو | ديرو |
| رائي | جبل جي واريءَ ۾ |
| رَندَ | واٽ، راهہ |
| رُوحاني | روحاني طرح |
| سيئن | تائين |
| جاَٽا | جاڙا ٻار (گڏ ڄاول) |

| ڪَتُوُرِيءَ | مشڪ (عشق کي مشڪ سان<br>ڀيٽيو ويندو آهي) |
| --- | --- |
| ڪَٽو | رقي |
| مَڙهجِ | لڳائج |

| | |
| --- | --- |
| 1<br>پُنهونءَ چِڙهيو پوءِ، جانِبُ جَبَلُ ڳولئين؛<br>تيلاهين تَنگُون ڪَرئين، جيلانهين تون جوءِ؛<br>ساجَنُ سُجَ نِهارِئين، ڏُکِي! ڏوهُ ڪيوءِ؛<br>هاڙهي هوتُ نہ هوءِ، وري پُڇُ وينِيُنِ کي. | پنهونءَ کي پنتي چڙهي، تون جانيءَ کي وڃيو جبل ۾ ڳولين! جنهن صورت ۾ تو پنهونءَ سان لائون لڏيون آهن، تنهن صورت ۾ ئي تون سڄ ۾ سٽون تي ڏين. اي ڏکن ڏٺي! تون جو ساجن کي رُڃن ۾ تي ڳولين، سو وڏو قصور تي ڪرين. محبوب هاڙهي جبل ۾ نہ آهي؛ تون موٽي وڃي سندس سماءُ اُنهن ڪان وٺ، جي هڪ هنڌ ويٺا آهن. اي ڏکي! تون ساري عمر دلبر کي پنهنجي ديهيءَ ۾ ڳولج. |
| 2<br>ڪونهي اُتِ ڪوهيارُ، جِت تو، پورِي! پانئِيو؛<br>پَنڌُ مَ ڪَرِ پَهاڙَ ڏي، وُجُودُ ئِي وَٹِڪارُ؛<br>ڏارِيا پانئِجِ ڏارَ، پُڇُ پريان ڪَرَ پاڻُ تون. | اي پورڙي! اُنهيءَ هنڌ پنهون نہ آهي، جتي تو سمجهيو. جبل ڏانهن پنڌ نہ ڪر، ڇو تہ وٽڪار تنهنجي جسم ۾ ئي آهي. ڌارين کي تون ڌاريو سمجهہ؛ پرينءَ جو سماءُ تون پاڻکان ئي پڇج. |
| 3<br>سَيِيئِي سارِي، سَسُئِي! گَهرَ ڪُندُون تون گهورِ؛<br>وِڃِي ڏُورِ مَ ڏورِ، درا مَنجهہ دوسِتُ ٿيو. | اي سسئي! تون پنهنجي گهر جون سڀ ڪندون پاسا جاچي ڏس. پرينءَ کي پري نہ وڃي ڳول، ڇو تہ محبوب تنهنجي اندر ۾ ئي موجود آهي. |
| 4<br>سوئِي ڪَٽيو ساڻُ، سوئِي ڏورِئين، سَسُئِي!<br>ڪَڏهن ڪَنهين نہ ڪيو، جُلَڻَ مَنجهان جاڻُ؛<br>پُڇُ پِريان ڪَرَ پاڻُ، تہ تون تِئائِين لَهِين. | اي سسئي! اُهو ئي پاڻسان ڪنيو تي ڳهمين ۽ وري اُهو ئي پيئي ڳولين! ڪڏهن بہ ڪنهن کي رلڻ مان پروڙ نہ پيئي آهي. تون پرينءَ جو سماءُ پاڻکان ئي پڇ تہ تون هنڪي اُتان ئي هٿ ڪرين. |
| 5<br>جو تُون ڏورِئين ڏُورِ، سو سَدا آهي ساڻُ تو؛<br>لالَنَ لَءِ، لَطِيفُ چئي، مَنجهي ٿِي مَعذُورِ!<br>منجهان پَنئُن پَرُوڙِ، تو مَنجهہ آهسِ تَڪِيو. | جنهنکي تون ڳولين ٿي، سو هميشہ تو سان گڏ آهي. اي هيٺي! تون پرينءَ لاءِ پنهنجي اندر ۾ ئي جهاتي پاءِ. پاڻ منجهان ئي سندس سماءُ لهہ. هنجو ديرو تو ۾ ئي آهي. |
| 6<br>وَڃين ڇو وَٽِڪارِ؟ هتِ نہ ڳولِئين هوتَ کي؛<br>لِڪو ڪِينَ لَطِيفُ چئي، ٻاروچو ٻئِي پارِ؛<br>ٿِيءُ سَتِي، ٻَڌُ سَندرو، پرتِ پُنهونءَ سين پارِ؛<br>نانئَي نينڻَ نِهارِ، تو ۾ ديرو دوستَ جو. | تون وٽڪار ڏانهن ڇو ٿي وڃين؟ هت ئي نہ ٿي پنهنجي دلبر کي ڳولين! ٻاروچل (پنهونءَ) ڪنهن ٻئي طرف لڪل نہ آهي. تون ست تي قائم رهي، سندرو ٻڌ ۽ پنهونءَ سان پريت نباهہ. تون نظر نوائي، اندر ۾ جهاتي پاءِ. تنهنجي پريتم جو آستان تو منجهہ ئي آهي. |

| | |
|---|---|
| 7<br>**هلُ هنئين سين هوتَ ڏي، پيرين ڪَر مَ پَنڌُ؛**<br>**رائي پُڄُ مَ رَندُ، رِڙهُ رُوحانِي سَسُئِي!** | تون پرينءَ ڏانهن پنهنجي هردي سان هل ۽ پيرن سان پنڌ نہ ڪر. اي سسئي! جبل جي واريءَ مان پرينءَ جو پيچرو نہ ڳول، پر روحاني طرح ڏانهن هل. |
| 8<br>**ڪَجي پَنڌُ، پُڇان تو، ڪيچِيُن ڪارَڻِ ڪِيئَن؟**<br>**بيخود هلِجِ بَرَ ۾، آئُونَ تو چَوان اِيئَن؛**<br>**سِڪَڻِ ساجَنَ سِيئَن، مَتان، مُنِي! چَڏِئين.** | آءُ توکان پڇان ٿو تہ ڪيچين لاءِ پنڌ ڪئن ڪجي؟ آءُ توکي اِئين ٿو چوان تہ برپٽ مان پاڻ وساري هلندي هل. اي مٺي! محبوب کي ملڻ تائين متان سڪ کي هٿان ڇڏين. |
| 9<br>**مَتان، مُنِي! چَڏِئين، پريتَڙو پاڻ**<br>**جاپَنِ جئَن جاڙا، تون پڻُ هوئِج تن جئَن.** | اي مُٺي! متان محبت کي پاڻکان پري ڪري ڇڏين. جئن جاڙا پار گڏ ڄمن، تئن تون پريت سان گڏ هجج. |
| 10<br>**مَتان، مُنِي! چَڏِئين، پاڻان پريتِڙَو؛**<br>**ڪَٿُورِيءَ ڪَٽو، مَڙهي مَڙهج مُنهن ۾.** | اي مُٺي! متان محبت کي پاڻکان الڳ ڪري ڇڏين. اِهو مشڪ جو ذرو، پنهنجي منهن تي مهٽي لڳائج. (عشق ۽ مشڪ کي هڪ ٻئي سان ڀيٽيو ويندو آهي.) |

**سر سسئي آبري**

# داستان چوٿون

جنکي اندر ۾ سچي سڪ نہ آهي، سي ڪئن طريقت جو ڏکيو پنڌ ڪندا. ڪوڙي سڌ ڪندڙ وچ ۾ ئي رهجيو وڃن. سڌ هرڪو ٿو ڪري، پر بک ۽ اُڃ ڪوبہ نہ ٿو ٻاسي. هر ڪنهن کي جان پياري آهي. هيءُ پنڌ اهو ڪري، جو جيءُ  مٿو نہ ڪري. جنجي اندر ۾ آگ آهي، سي ئي جبل جهاڳين. فراق جي ڳالهہ وصل کان مٿي آهي. جدائيءَ ۾ ئي محبت جو مچ وڌي ٿو. سسئي، پنهونءَ جي وره ۾ جوڳياڻي ٿي آهي. سفر ۾ نہ ڪو ساٿي اٿس، نہ ڪو سونهون، تہ بہ ڪيچ ڏانهن موڙهيائي ڪاهيندي ٿي وڃي. پنهونءَ تہ ساڻس گهٽيئي قول ڪيا، پر پهرين پارڻ سسئيءَ ٿي آهي. رهبر گهٽيئي دلاسا ڏئي، پر جفا ۽ جهد طالب جي سر تي آهي. هنکي سسئيءَ واري سڪ ۽ سچائي هئڻ جڳائي. سسئيءَ هاڙهي کي رتيون ڪري، پنهونءَ جي پيرن تي جان ڏيڻ لاءِ تيار آهي. طالب کي اهڙي صداقت هئڻ گهرجي.

| مشڪل لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| **وندرُ** | جبل ۽ نئَن جو نالو |
| **سَڌَائِتي** | سَڌَ يا خواهش ڪندڙ |
| **جُنَبِش** | هلڻ |
| **وَريتيوُن** | ورن واريون |
| **وَرَندي** | موٽنديس |

| | |
|---|---|
| وَرَ | پتارہ ڪانڌ |
| جاڏي | ڏڪئي |
| تانگهينديَس | ڳوليندیس |
| نبيرڻ | ڏار ڪرڻ |
| اَئِين | اوهين |
| فِراق | جدائي |
| بُنِيان | گهر اندر |
| مليندیس | صاف ڪنديس |
| ڏاڄا | گيڙوءَ رتا |
| جهَلَ | روڪ |
| ڪَنين | ڪنن ۾ |
| ڪُنِرَ | ڪنڍل |
| پاڄ | سريت |
| ڏُورِاٽا | ڏورانهان |
| آپَ | پنهنجيون |
| ڳاڇ | گيتہ راڳ |
| اَڪاڄَ | نڪار |
| بولُ | انجامہ اقرار |
| وتَرو | سرس |
| ٻَهُون | گهٽيئي |
| ڪَهوُن | ڪاهون |
| ڪيٽان | ڪين |
| جِرُ | جڏهن |
| اوراڻگهيا | ٽوڙيا |
| اُلتي | سچ لٿي |
| رَتَ وَرَٽو روءِ | رت جا ڳوڙها |
| پَهي | قاصد |
| لوءِ | ديس (پنهونءَ جو) |
| موُڙهي | منجهيل |
| توءِ | تنهن هوندي بہ |
| چُلان | چالون ماريان |
| چاڪَ | طاقت |

| **پُران** | هلان |
|---|---|
| **پرُڪٽا** | ڦوڪٽا |
| **مَذڪُورَ** | صلاحون |
| **پِھريئين پوُرَ** | سَٽَہ دفعي |
| **پيير تي** | پير جي نشان |
| **قَديمي** | جهونو |
| **جَديدي** | نئون |
| **آلوُدي** | مبتلا |
| **غَريب** | اي عجيب |
| **اَهئان** | اوهان جي ڪري |
| **ڪاهِلَ** | سست |
| **ڪُوَڙي** | ڪلچٽي |
| **رَسي** | ٻندن |
| **رقيب** | اي نگھبان |
| **حاذِق** | هوشيار |
| **ڪوڙي** | گلي يا چاتي سان |
| **لاءِ** | لڳاءِ |
| **قَرِيبَ** | سپرين |

| | |
|---|---|
| 1<br>**هيجُ نہ هوندو جن، سي ڪِيئن وندُر ويندِيُون؟**<br>**وهو وِچِ رَهنِ، سَهسين سَڌُنَ وارِيُون.** | جنکي اندر ۾ اُڪير نہ آهي، سي ڪئين وندر ڏانهن ويندِيُون؟ اَنيڪ ڪوڙي سڌ ڪندڙ وچ ۾ ئي ورچيو وهيو رهن. |
| 2<br>**سَڌائِتي سَيَڪا، بُکَ نہ باسي ڪا؛**<br>**جيهيءَ تيهيءَ ذاتِ جيِ، جُنبَشِ ڪانهي ڪا؛**<br>**مون سين هلي سا، جا جِيُّ مِنو نہ ڪري.** | سڌ ڪندڙ هر ڪا آهي، پر بک ڪيڻ ڪابہ نہ ٿي قبولي. جهڙي تهڙي طالب ڪي هن پنڌ ۾ هلڻ جي مجال نہ آهي. مون (سسئيءَ) سان گڏ اها هلي، جا پنهنجي جان پياري نہ سمجهي. |
| 3<br>**وَريتيُون! وَرو، آئُون نہ وَرَندي وَرَ ري؛**<br>**جاڏي هنَ جَبَلَ جو، تانگھيندَيَسِ تَرو؛**<br>**جَتَنِ ساڻُ ذَرو، نِينهن نِبيرِڻُ نہ ٿِئي.** | اي سهاڳڻيون (ورن واريون)! اوهين پٺتي موٽو. مان پنهنجي ور بنا پٺتي نہ ورنديس. هن اڙانگهي جبل جو مان ترو بہ ڳوليندس. جتن سان تر جيترو بہ نينهن چنڻ مونکان نہ ٿو ٿئي. |

| | |
|---|---|
| 4<br>وجوسپ وَرِي، اَئِين جي وَرَن وارِيُون؛<br>ڦوڙائي فِراقَ جي، سُجي ڳالہ ڳَرِي؛<br>ٻُنيان جن ٻَرِي، ڏُونگر سي ڏوُرِيندِيُون. | اوهين جي ورن واريون آهيو، سي پٺتي موٽو. جدائي ۽ فراق جي ڳالهہ نهايت ملهائتي يا اڙانگهي پيئي ٻڌجي. جنجي گهر (اندر) ۾ آگ ٽي ٻري، سي ئي جبل جهاڳيندیون. |
| 5<br>اَڄ ملنديَس، ماءِ! ڌاڄا ڪَنديَسِ ڪَپڙا؛<br>جِيجانَ! جوڳِياڻِي ٿِيان، مون ڪِي جهلَ مَ پاءِ؛<br>هوتَ ٻَرَوچِي لاءِ، ڪَنين ڪُنرَ پائِيان. | اي امڙ! اڄ مان پنهنجا ڪپڙا صاف ڪري گيڙوءَ رتا ڪنديس. اي جيجل! مان جوڳياڻي ٿينديس، تون مونتي روڪ نہ وجهہ. مان دلبر بلوچ لاءِ ڪنن ۾ سنياسين وارا ڪنڊل پائيندیس. |
| 6<br>مُون ڪِي پانئِي پاڄَ، ڏيرَ ڏُوراڻا هليا؛<br>اڳِيان اُٿِي اُن جي، خُوبُ نہ پَڪَمِ ڪاڄَ؛<br>مَيڙِي آپَ سَرَتِيُون، نَڪِي ڳايَمِ ڳاچ؛<br>سا مُون هٿان نہ ٿِي، جيڪا رَسَمَ راڄَ؛<br>آيَلِ! آءٌ اَڪاڄَ، ٻولُ ٻَروچِي وِتَرو. | مونکي ڪا سُريت سمجهي منهنجا ڏير ڏُور هليا ويا. مون اُنهن جي اڳيان اُٿي سنياسي طعام تيار نہ ڪيا، نڪي پنهنجيون ساهيڙيون ميڙي، ڪي ڳيت ڳايم. افسوس جو منهنجي هٿان اُها رسم ادا نہ ٿي، جا اسان جي راڄ جي آهي، اي جيجل! مان نڪار ڇئبيس؛ ٻاروچي (پنهونءَ) جو ڪيل قول وڏي ملهہ وارو آهي. |
| 7<br>پهرِين تُون پاريج، پارَڻُ پوءِ پُنهونءَ تي؛<br>ٻولُ مَ وِساريج، هو جو ڪَيُءِ هوتَ سين. | پهرين تون پنهنجو قول پارج. پوءِ پنهونءَ تي آهي تہ هو پنهنجو قول پاري. جيڪو اِقرار پرينءَ سان ڪيو هوءِ، سو تون نہ وسارج. |
| 8<br>توسين ٻولَ ٻَهون، سَهسين ساجَنُ جي ڪري؛<br>ڪَندِينءَ توءِ ڪَهون، جي نالو ڳِيَڙُءِ نِينهن جو. | تو سان سپرين ڪٿي سهسين قول ڪري، تہ بہ جي تو نينهن جو ناتو ڳنڍو آهي تہ سفر ڪاهُون ڪرڻيون پونديءِ. |
| 9<br>سُڻِي ٻولَ سَندان، جمَ سُمهين سَسُئِي!<br>ڪَندِينءَ ڪوهُ ڪيٽَانِ؟ جہ سي اُنِ اورانگهيا. | اي سسئي! هننجا قول ٻڌي، تون ويسري ٿي سمهي نہ پئج. تون هننکي ڇا ڪندين جي هنن پنهنجا اِقرار اورانگهي ڇڏيا. (نہ پاڙيا) |
| 10<br>سِجَ اُلَٿِي سَسُئِي، رَتَ وَرَٽو روءِ؛<br>پَهي نہ پانڌِي ڪو، جنهن ڪَرَ پُڇِي لوءِ؛<br>مُوڙِهي وجي توءِ، موٽَڻَ جِي ڪانَ ڪري. | سج لٿي مهل، سسئي رت جا ڳوڙها پئي ڳاڙي. نہ ڪو قاصد آهي نہ ڪو واٽهڙو جنهن کان پنهونءَ جي ديس جو ڏس پڇي هوءَ منجهيل آهي، تنهن هوندي بہ پٺتي موٽڻ جي نہ ٿي ڪري. |
| 11<br>چُلان، مَنجهمِ نہ چاڪَ، پُران، پَوَنمِ پُرڪَٽا؛<br>مَتان ڪا مُنڌَ ڪَري، موٽَڻَ جِي مَزاڪَ؛<br>چِتُ سَندو مُون چاڪَ، هاڙهي هَڏِ هڻِي ڪيو. | جي چوه مان ٿي وڃان تہ مون ۾ سگهہ ڪانهي، جي هلان ٿي تہ ڦوڪٽا ٿي ٿا پونم. متان ڪا عورت مون سان موٽي وڃڻ جي مذاق ڪري. هاڙهي جبل هٽي، منهنجي دل کي چاڪ چاڪ ڪري ڇڏيو آهي. |
| 12 | سرتين گهٽيئي موٽڻ جون صلاحون ڏنيس، پر ڌوٻياڻيءَ (سسئيءَ) کي پهرين سَٽَ ئي وجي پنهونءَ وٽ پهچايو. |

| | |
|---|---|
| مونَڻَ جا مَذڪُورَ، جان ڪِي چَيَسِ جيڏِئين؛<br>پَرَيتِ پِهرئين پُورَ، نيئِي پهچائِي پُنهونءَ ڪي. | |
| 13<br>موتِي مَران مَ ماءِ! مَوتَڻَ ڪان اَڳِي مَران!<br>لُڇِي لالَنَ لاءِ، شالَ پَونديَسِ پيرَتي! | اي امڙ! مان شل پنتي موتي پوءِ نہ مران، پر موٽڻ کان اڳي ئي شل فنا ٿيان. پرينءَ لاءِ لڇندي لڇندي شل سندس پيرن جي نشاني تي ڪري جان ڏيان. |
| وائي<br>مَعلُومُ حالُ حَبِيبَ! مُون ڪي دَردُ قَدِيمِي، وو!<br>دَردُ جَدِيدِي، حُبُّ حَبِيبِي.<br>آلُودِي آزارَ ڪان، تولَءِ ٿِيَسِ، طبِيبَ!<br>شادِي ڏِئين صِحَتَ جِي، غَمِي لاهِ، غَرِيبَ!<br>اَهئان تِي آهون ڪَريان، نَعرو مَنجهہ نَصِيبَ!<br>ڪاهلَ آهيان ڪُوَڙِي، رَسِي لاهِ، رَقِيبَ!<br>حاذِقُ آهئين هنَ جو، اَچين شالَ، عَجِيبَ!<br>دَوا آهئِين دِل جِي، پُڇ پُڇ رَهيَسِ طَبِيبَ:<br>اَلا! عَبدُاللَطِيفُ ڪِي، ڪوڙِي لاءِ، قَرِيبَ! | اي جانب! تو کي منهنجي انهيءَ حال جي ڄاڻ آهي تہ مون کي هڪ جهونو درد لڳل آهي. پرينءَ لاءِ سڪ، هميشہ هڪ نئون سُور بہ آهي. اي منهنجا ويڄ! (اي پرين!) تنهنجي ڪري ئي هن مرض ۾ مبتلا آهيان. اي عجيب! مون کي چڱيلائيءَ جي خوشي ڏي ۽ مون تان ڏک لاهہ. اوهان جي لاءِ ئي آهون ٿي ڪريان ۽ اوهان جي ڪري ئي ياڳ ۾ دانهن ئي دانهن لکيل اٿم. مان سست ۽ ڪلچٽي آهيان. اي پريتم! تون مونتان پنڌن لاهہ. اي پرين! شال اچين؛ تون جو هوشيار طبيب آهين. مان ويڄ پڇي پڇي ٿڪي آهيان. تون ئي منهنجي دل جي دوا آهين. اي سپرين! تون اچي عبدالطيف کي پنهنجي سيني سان لڳاءِ. |

سر سسئي آبري

# داستان پنجون

جن ڀنڀور (دنيا) ڇڏي، ڏونگر ڏوريو، تن کي پنهونءَ جو وصال نصيب ٿيو. هو اندر ۾ جهاتي پائي ٿو ڏسي تہ پاڻ کي پرينءَ سان هڪ ٿو ڏسي. پوءِ نہ ڏونگر آهي، نہ سسئي. مڙيو ئي پنهون آهي. سسئيءَ پنهونءَ جي غم ۾ حجاب، سينگار ۽ سونهن کي ترڪ ڪيو تہ پاڻ ئي پنهون ٿي پيئي. پاڻ سڃاڻڻ ڏاران پيو سڀ علم فضول آهي. اي طالب! هيڪر هئڻ (خودي) ڇڏ تہ عجيب سان ملين، ڇو تہ عاشق ۽ معشوق جي وچ ۾ خودي ئي حجاب آهي. محبوب حقيقي اسان کي ڳچيءَ جي رڳن کان ئي ويجهو آهي. هوُ هر هڪ وستوءَ ۾ سمايل آهي. سڀ ۾ هو پاڻ آهي، ٻئي ڪنهن بہ چيز کي ڪو وجود يا هستي نہ آهي.

| مشڪل لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| سَيَت | سيني وستن ۾، هر هنڌ، هر جاءِ |
| قَضا | قاضيءَ جو فتويٰ، موت جي سزا (منصور ڏانهن اِشارو) |
| سَسُئي | جيسين سسئَي هيس |
| پَرَم | پردو |

| وَرَم | وهنوار |
|---|---|
| سَرِيُس | حاصل ٿيس |
| خَلَقَ آدَمَ عَليٰ صُوَرَتِهٖ | ڌڻيءَ آدم يا اِنسان کي پنهنجي رُوپ اَنوسار يا صورت موافق خلقيو آهي. |
| وِرُونهَ | تنوار |
| چِوُنهہ | چاهہ چُوڻ |
| اُماڻَ | ماڳ |
| پاڻ | لاڳاپا |
| آڏا | رنڊڪون |
| وَهم | اڳيان |
| ورساياسِ | پلايس |
| پاڻُ | خودي |
| پريان | پرينءَ |
| پَاسِ | پرم |
| راسِ | بحال |
| مَارَاَيَتُ شَيَئاً اِلاَّ وَرَاَيَتُ اللّٰهَ | اهڙي ڪا شيءَ نہ ڏٺيمہ جنهن ۾ الله جو حسن نہ ڏٺم. |
| وَ فِي اَنَفُسَڪُمَ، اَفَلا تُبَصِرُوَنَ، | اوهان جي اندر ۾ آهن (ڌڻيءَ جي قدرت جون نشانيون) پوءِ چو نہ ٿا جاچي ڏسو؟ |
| وَهي | ويئَي |
| پَرِياڻُ | پريتڻو |
| وَنَحَنُ اَقَرَبُ اِلَيَهِ مِنَ حَبَلِ الَوَرِيَدِ | اسين هنڪي (انسان کي) سندس ڳچيءَ جي رڳن کان بہ ويجها آيون (قرآن شريف) |
| پاڻُ | خودي |
| ووڙيمِ | ڳوليمہ ڏوريم |
| وَٿاڻ | آستان، مڪان |
| اَللّٰهُ بِڪُلِّ شَيَءٍ مُحِيَطُ، | اَللہ سيني شين کي چوڌاري ڦريل آهي. (قرآن شريف) |
| اَهڪيءَ آڳَهُ | اوڪيءَ ۾ وسيلو |
| پوءِ پيَن | پٺتي پيلن |
| لُڏ لاهي | بار لاهي |
| پَراهي | پهرائي |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| 1<br>پَڃي جان پَنيورَ ڪان، ڏُونگرُ ڏُوريو مُون؛<br>ڪَاهي رَسِيَسِ ڪيچَ کي، جِتي پاڻَ پُنهون؛<br>سَپَتِ آهئين تُون، قَضا ڪَندين ڪِنِ سين؟ | جان مون پنيور ڪان پڃي جبل ڦوليو، تان سڀُون ڏيئي ڪيچ پهتيس، جتي پنهون آهي. اي ڏٽي! سيني شين ۾ تون موجود آهين، پوءِ ڪهڙن جي خلاف (منصور جيان) موت جي فتوىٰ ڏيندين؟ |
| 2<br>پيهي جان پاڻَ ۾، ڪَيَمِ رُوحَ رِهاڻ؛<br>تہ نَڪو ڏُونگرُ ڏيہَ ۾، نَڪا ڪَيچِيُنِ ڪَاڻِ؛<br>پُنهون ٿِيَسِ پاڻَ، سَسُئِي تان سُورَ هئا. | جان ئي مون پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي، پنهنجي روح سان رهاڻ ڪئي، تان ئي ڏسڻ ۾ آيم تہ نہ جهان ۾ ڪو جبل آهي، نہ ئي وري مون کي ڪا ڪيچين جي غرض آهي. جيسين سسئَي هيس (جيسين پاڻکي الڳ هستي پانيم.) تيسين وڇوڙي جو درد هو، پر جڏهن پنهنجو وجود وڃايم، تڏهن پاڻ ئي، پنهون ٿي پيس. |
| 3<br>پُنهون ٿِيَس پاڻهين، ويو سَسُئِيءَ جو شَرَمُ؛<br>هيڪِلِيُون هلَنِ جي، پَڃي تَن پَرَمُ؛<br>جو وِنڊُرِ ۾ وَرَمُ، سو سودو سَرِيَسِ هتَهين. | مان پاڻ ئي پنهون ٿيس ۽ سسئيءَ وارو حجاب (پردو) پري ٿي ويو. جي اڪيليون ئي پرينءَ لاءِ پنڌ ٿيون ڪن، تن جو پردو هٽيو وڃي. جو وندر ۾ سودو ڪرڻو هوس، سو هت ئي حاصل ٿيس. |
| 4<br>پُنهون ٿِيَسِ پاڻهين، ويئِي سَسُئِيءَ جي سُونهن؛<br>خَلَقَ آدَمَ عَلىٰ صُوَرَتهِ، اِئن وَڻَنِ مَنجهہ وِرُونہَ؛<br>چَرِي مَنجهان چُونہَ، ڪَٽِي هوتَ هنجِ ڪَيو. | مان پاڻ ئي پنهون ٿيس ۽ سسئي وارو حسن گم ٿي ويم. (اِنسان جو حقيقي سونهن جي ساگر جو جزو آهي، سو پاڻ سڃاڻڻ ڪان پوءِ اُن سان هڪ ٿيو وڃي.) ”ڏٽيءَ آدم (اِنسان) کي پنهنجي صورت موجب خلقيو آهي“، اِها ئي وڻن مان تنوار پيئي پڌجي. هن ديوانيءَ پنهنجي چوُڻ (اندر) يا چاهہ مان ئي پرينءَ کي هٿ ڪري، هنکي پنهنجي هنج ۾ وهاريو. |
| 5<br>ويئِي سُونهن سَسُئِيءَ جِي، پُنهون ٿِيَس پاڻَ؛<br>سَيِنِ جي سَيَّدُ چئِي، آهي اُت اُماڻَ؛<br>پَنيورَ جا پاڻ، آڏا عَجِيبَنِ کي. | سسئيءَ جو جمال فنا ٿي ويو ۽ مان پاڻ ئي پنهون ٿيس. سيد شاهہ عبدالطيف ٿو فرمائي تہ سيني جو آخرين ماڳ اهو ئي آهي (سڀ شيون پنهنجي اصل ماڳ ڏانهن موٽنديون.) پنيور يعني دنيا جا لاڳاپا ئي اسان لاءِ محبوب جي اوريان رنڊڪون آهن. |
| 6<br>وَهمَ ورساياسِ، ناتَ پُنهون آئُون پاڻَ هئِي؛<br>پاڻُ وِڃايُمِ پانهنجو، پَئِي پريان جي پاسِ؛<br>رَتِي عِلِمَ نہ راسِ، ڏاران پَسَڻَ پرينءَ جي. | پرمُ (اڳيان) ئي پُلايم، نہ تہ پنهون مان پاڻ هيس. پرينءَ جي پر ۾ پئي، پنهنجي خودي وڃايم. پرينءَ کي پسڻ بنا علم جو ذرو بہ بحال نہ آهي. |
| 7<br>هيڪَرَ هئڻُ ڇَڏِ، تہ اوڏي ٿِئين عَجِيبَ کي؛ | هڪواريءَ خودي ترڪ ڪر تہ معشوق کي ويجهي ٿين. اهڙي ڪا شيِءِ نہ ڏٺيم، جنهن ۾ |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| **مَارَاَيْتُ شَيْئاً اِلاَّ وَرَاَيْتُ اللهَ، نيئي اجها اوڏانهين اَڏ؛ تہ هوتُ توهين کان هڏِ، پِرين پاسي نہ ٿِئي.** | سائينءَ جي سونهن ڏسڻ ۾ نہ آيم. تون وڃي پرينءَ جي ويجهو پڪڙا اَڏ تہ پرين توکان هرگز جدا يا پري نہ ٿئي. |
| 8<br>**هوتُ تُنهنجي هنجَ ۾، پُڇين کوهُ پَهي؟ وَ فِي اَنْفُسِکُمْ، اَفَلا تُبْصِرُوْنَ، سُوجهي ڪَر سَهي؛ ڪَڏهن ڪانہ وَهي، هوتُ ڳولَڻَ هٿَ تي.** | محبوب تنهنجي آغوش (اندر) ۾ ئي آهي، تون ڇا جي لاءِ پيئي قاصد پڇين؟ هُنجون نشانيون اوهانجي اندر ۾ ئي آهن، پوءِ ڇو نہ ٿا جاچي نظر ڪريو اِها حقيقت پروڙيو، هنڪي سڃاڻ. ڪوبہ طالب محبوب کي ڪنهن دوڪان تي ڳولڻ ڪونہ ويو. |
| 9<br>**هوتُ تُنهنجي هنجَ ۾، پُڇين کُوهُ پَرياڻُ؟ وَنَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيْهِ مِنْ حَبْلِ الْوَرِيْدِ، تُنهنجو توهين ساڻُ؛ پنهنجو آهي پاڻُ، آڏو عَجِيبَنِ کي.** | پريتم تنهنجي هنج (اندر) ۾ ئي آهي، تون ڇو ٿو پرينءَ لاءِ سڪين؟ تنهنجو سپرين تو ساڻ ئي آهي، جئن فرمايل آهي: "اسين هنکي (اِنسان کي) سندس ڳچيءَ جي رڳن کان ئي ويجها آهيون." اسانجي خودي ئي اسان ۽ محبوب جي وچ ۾ پردو يا اَٽڪ آهي. |
| 10<br>**ووڙيَم سَڀ وَڻاڻَ، يارَ ڪارَڻ جتَ جي؛ اَللّٰهُ بِڪُلِّ شَيءٍ مُحِيْطٌ، اِي آريَاڻيءَ اُهجاڻَ؛ سَڀَ ۾ پُنهون پاڻَ، ڪِينهي ٻيو ٻروچَ ري.** | محبوب جَتَ (پنهونءَ يعني ڏٽيءَ) لاءِ سڀ مڪان جاچيم. "اَللّٰهُ سيني شين جي چوگرد آهي." اِهو محبوب جو نشان آهي. پنهون پاڻ ئي (حقيقي محبوب) سڀ ۾ سمايل آهي، ڪائنس سواءِ ٻيو ڪي بہ ڪينهي. |
| **وائي**<br>اَهڪِيءَ آڳهُ آهي، وو! مون کي تان نہ ڇڏيندوتِڪَ ۾.<br>**ڇِچي پوءِ پيَنِ کي، لَڪَنِ ۾ لَڏُ لاهي؛ آرِي اُڳهاڙَنِ کي، پُنهون ڄامُ پَراهي.** | هو اوڪيءَ ۾ منهنجو وسيلو آهي؛ انهيءَ ڪري هو مونکي هن دنيا جي ساگر جي تيز وهڪ ۾ ڇڏي نہ ڏيندو. هُو پنٿي پيلن جا لڪن ۾ بار لاهي، سندن واهر تو ڪري. پنهون پاڻ ننگن کي اوڇڻ ٿو پهرائي. (ڏٽي بيوسلن ۽ محتاجن جو اڇيو پردو رکي.) |

سر سسئي آبري

# داستان ڇهون

پنهون، سسئيءَ کي آزار جو پيالو پياري ويو آهي ۽ سندس اندر ۾ محبت جو ڪُورو ٻاري ويو آهي. پرينءَ جا سهٽا وار ڏسي، هن پنهنجو سمورو آرام وڃايو آهي. جنکي محبوب جي زلفن ڪٽو آهي، سي شهيدن جي صف ۾ شمار آهن ۽ اُنهن کي غسل جي ڪابہ غرض نہ آهي. نازڪ بدن سسئي ريشم کان ئي وڌيڪ نفيس پيرن سان ڏونگر جهاڳيندي پيئَي وڃي ۽ دلِ ۾ اِئين ئي پيئَي چوندي وڃي تہ "اي پرين! جنهنکي اوهانجي نالي نوازيو آهي، تنهن کي اوجهڙ ۾ اڪيلو نہ ڇڏجو. شل منهنجو پريتم مون وٽ واپس وري ۽ اچي مونسان پنهنجو ناتو نباهي".

| مشڪل لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| جامُ | پيالو، ساغر |
| مَنگلُ | ڪوُرو، مچ |
| حمامُ | گرمہ پاڻيءَ وارو غسل خانو، گرمايش |
| اَرک | اَلگ، جدا |
| ڪاڪُلُ | وار |
| رُخساري | ڳلن |
| ڏکا | دهشتون |
| وَنهيا | شاهوڪار، سياڳا |
| عَلامَ | حال جا واقف يا ڄاڻو |
| اَهنجي | اوهان جي |
| پَٽانئي | پٽ يا ريشمہ ڪان |
| ڦَڻَ | ڦڻ، ڦيرن جون تريون |
| سيروُن | چيرون، ڦاڪون |
| ڀُري | هلي، پنڌ ڪري |
| ٻَنڌڻ | ناتو، سنٻنڌ |

| | |
|---|---|
| 1<br>جُدائيءَ جو جامُ، ڏِنائُون ڏُکيءَ کي؛<br>مَنگلُ مُنهنجي مَنَ ۾، ٻاريو هوتَ حَمامُ؛<br>اَرکِ ٿِيو آرامُ، ڪاڪُلُ ڀَسِي ڪانڌَ جو. | محبوب هن درد جي ماريءَ کي ڀيڙا جو پيالو پياريو آهي. پرينءَ منهنجي من ۾ آتش جو ڪوُرو ٻاريو آهي. ڪانڌ جي وارن ڏٺي، مون کان آرام ئي ڇڏائجي ويو آهي. |
| 2<br>دَردُ نہ لَهي دارُوئين، زُلفَ زورُ ڏِنومِ؛<br>ڪاڪُلُ ڪالَ ڏِنومِ، رُخساري تي رُوپَ سين. | زلفن مونتي آزار جو زور رکيو آهي. هاڻ منهنجو عذاب ڪنهن بہ علاج سان نہ لهندو. مون ڪالهہ پرينءَ جي ڳلن تي زيبائتي نموني ۾ لڙيل زلف ڏٺا آهن. |
| 3<br>ڪاڪُلَ ڪُني جا، ڪَفَنُ تنهن ڪينَ ٿئي؛<br>مَنجهہ شهادَتَ سان، لُڏي ۽ لاڏَ ڪري. | جا وارن جي ڪُٺل آهي، تنهن کي ڪفن نہ ٿو ملي. هوءَ شهادت جي سهڻي جامي سان اڳيئي سينگاريل آهي. |
| 4<br>ڏَکا، ڏُونگَرَ جامَ! مَ ڪَرِ مَعذُورِنِ تي؛<br>توتي لَجَ، لَطِيفُ چئي، آهي سَنديَ عامَ؛<br>مارِ مَ چَئِي مَعذُورِ کي، وَنهيا ڪانڌَ! ڪَلامَ؛<br>ٻَرِچِجِ پِيادِنِ سين، اَللهَ لَڳِ، عَلامَ! | اي ڏونگر جا سردار! تون جڏين کي پنهنجيون دهشتون نہ ڏيکار. تون مڙني جي لڄ آهين. اي خوش قسمت ڀتار! کي بہ سخن چئي، هن جڏيءَ کي فنا نہ ڪج. اي حال محرم! تون ڏٺيءَ جي واسطي اچي پيادين (عشق جي راهہ ۾ سفر ڪندڙن) سان پرچي ملج. جا اوهانجي نالي سان |

| جا نَوازِي اَهنجي نامَ، سا، هوتَ! مَ چَڏِج هيڪِلِي. | نوازيل آهي، تنهن کي اي پرين! اڪيلو نہ ڇڏج. |
|---|---|
| 5<br>پَير پَٽانئِي ڪُنئَرا، ڏُونگَرَ مَٿي ڏي؛<br>ڦَٽيا ڦَڻَ فَقِير جا، سيرُون ٿَيَڙا سي؛<br>جهڙي تهڙي حالَ سين، پُري پُنهونءَ ڏي؛<br>وَجي، مانَ وَري، ٻانهِيءَ ٻَنڌڻ جنهن سين. | سسئي، ريشم کان ٺي وڌيڪ نفيس ۽ نازڪ پيرن سان، جبلن جا سفر پيئي ڪري. سندس پيرن جون ترِيون ڦٽجي رتو رت ٿي پيئون آهن. هوءَ اِنهيءَ عاجزيءَ جي حال ۾ بہ پنهونءَ ڏانهن پنڌ ڪندي پيئي هلي ۽ ائين پئي چوي تہ "شال هوُ واپس وري، جنهن سان پيوند (ناتو)، هن جو ٻانهيءَ جو آهي. |

سر سسئي آبري

# داستان ستون

جي وندر ڏانهن وڃڻ لاءِ تيار هجن (جي عشق جو ڏکيو سفر ڪرڻ لاءِ تيار جن)، سي پِل سندرا ٻڌن. ٻين جو هن پنڌ ۾ هلڻ محال آهي. پنهون اُتي ٿو وسي، جتي ڪا نهايت ئي نہ آهي. جي ساري عمر سندن عشق ۾ ٿيون رُلن، تن سان ريڏالن جي ريس نہ آهي. جو هن مارگ ۾ مري ٿو، سو وڏي بخت وارو آهي. سسئَي جي محبت لازوال آهي. رائي ۽ رجن جي پنڌ کيس رنجور ڪري ڇڏيو آهي. سندس سمورو سينگار ناس ٿي ويو آهي، تہ بہ هوءَ لڪ لاچيندي ۽ ٽڪر ٽاڪيندي، پنهونءَ جي جستجو ۾ ڪيچ ڏانهن ڪاهيندي پيئي وڃي. سپرين، ويٺي يا سُتي نہ ٿو ملي، پر ووڙڻ ۽ ڏاکڙن سان ٿو هٿ اچي. تون خوديءَ سان جانب کي نہ ملندين، پر عجز ۽ نياز سان. جي ساڻس وصال چاهين تہ دنيا جي سموري ڪاروبار کي ترڪ ڪر ۽ نيستي اِختيار ڪر.

| مشڪل لفظ | معنیٰ |
|---|---|
| پَرانهين | دور |
| پورُ | مسافري، منزل |
| حُضور | درٻار ۾ (آريءَ ڄام جي) |
| جيلانهين | جنهن جي خاطر |
| هيڪاندي | وصل ۾، ميلاپ ۾ |
| هوئي | ٿي ڪري |
| رَوان | روانا |
| قَضا | تقدير، ورڌاتا |
| سُڌيرُ | ڌيرج ۾ |
| دَرماندي | وياڪل |
| جاگِيرُ | مال اسباب، ڌن دولت |
| مِلڪَ | ملڪيت |
| ريڏالِيُون | هلڪڙيون |

| مارَڳ | واٽ ۾ |
|---|---|
| طالع | نصيب، ڀاڳ |
| رائي | جبل جي واري |
| رَنجوُر | ڦٽيل |
| حُضور | پنهونءَ جي حضوريءَ ۾ |
| سالوُر | ريشمي وڳا، هار سينگار |
| پَنءُ | پاڻ، اِشاري |
| ڏُٽي | ڇاٽي، صاف ڪري |
| موُڙ | موڙي، خزانو |
| پَند | صلاح، نصيحت |
| اَنبرين | عرشين، آڪاس سان |
| سَرڪارِ | دنيوي ڪاروبار |
| ناهَ | نابودي، نيستي |
| قَدَ ٻڌي | سينو ساهي، اوچي ڳاٽ |
| ڪين | ڪئن |
| تَهوارُون | ڇيهون ڇيهون |
| تِين | تئن |
| همتَ | گيرب، وڏائي |
| ٻَلَر | معصومڙيءَ کي، اٻلا کي |
| جَرَا | ذرا |
| سَنيوڙي | سنيري، تيار ٿي |

| | |
|---|---|
| 1<br>وندُرِ جي وَجَنِ، سي مَرُ ٻَڌَن سَندرا؛<br>ٻِيُون ڪوهُ ٻَڌَنِ، چوڙي جي چَڏِينديُون | جي وندر ڏانهن سفر ڪرڻ لاءِ تيار هجن، سي پيل سندرو ٻڌن. ٻيون سندرا ڇو ٿيون ٻڌن، جي پوءِ اُهي چوڙي لاهي ڇڏينديون. |
| 2<br>ڏيهُ ڏيهان ئِي ڏُورِ، پَرڏِينهان پَري ٿِيا؛<br>سيڻَنِ ڪارَڻِ سَسُئِي، پيئِي پَرانهين پُورِ؛<br>تُون وَڃِين، هوتَ! حُضورِ، مُنهنجوجئڻُ جيلانهِين تِئي. | پنهونءَ جو ديس منهنجي ديس کان تہ دور آهي، پر پنهون خود پرديس کان بہ پري آهي ( محبوب حقيقي اُتي آهي، جتي ڪا نهايت نہ آهي.) سسئي پرينءَ ڪاڻ ڪنهن پرئين سفر لاءِ سنيري آهي. اي پرين! تون جنن ڪاڻ آءُ جيان ٿي، سو هليو ٿو وڃين آريءَ جي دربار ۾. |
| 3<br>هيڪانديءَ هوئِي، اُٿي راتِ رَوان ٿِيا؛ | مون سان وصال ۾ رهي، پوءِ راتو واهہ روانا ٿيا. پنهون منهنجو ساهہ درد جي ڏاڳي ۾ پوئي ويو. اي تقدير! ڪجهہ وقت ترس (مونکي جيئڻ جي مهلت ڏي) تہ هڪواريءَ |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| **ساهُ سَڳِي ۾ سُورَ جي، پُنهون وِيو پوئِي؛ رَهُ، قَضا! دَمُ ڪوئِي، تہ هيڪَرَ هيڪاندِي ٿِيان.** | پنهنجي جانب سان گڏجان. |
| 4 **هَڏِ نہ ساهُ سُڌِيرُ، دِلِ دَرماندِي دوسَ ري؛ پائِي وِيَڙا پِرتِ جَو، زوراوَرَ زَنجِيرُ؛ جِيُ جُسو، جاڳِيرُ، هاڻي مِلڪَ هوتَ جي.** | منهنجي جان هرگز صبر ۾ نہ آهي، منهنجي دل دوست بنا بي قرار آهي. پرين زور آور مونکي محبت جي زنجير سان جڪڙي ويا آهن. هاڻ منهنجو جسم، جان ۽ سمورو مال اِسباب، جانيءَ جي ملڪيت آهي. |
| 5 **عُمرِ سَڀِ عِشقَ سين، پُنهون جي پُڇَنِ؛ رِيسَ رِيذالِيُون تن سين، ڪُجاڙِي ڪِي ڪَنِ؟ مارَڳِ جي مَرَنِ، وڏو طالعُ تن جو.** | جي ساري ڄمار عشق ۾ وتن پنهونءَ جا پار پڇنديون، تن سان هلڪڙيون عورتون ڇا جي لاءِ ٿيون ريس ڪن؟ جي روحاني واٽ ۾ ٿيون مرن، تن جو بخت وڏو چئبو. |
| 6 **وِيئي وَرِ نہ پَوَنِ، سُتي مِلَنِ نہ سُپرِين؛ جي مَتي رَندَنِ رُئَنِ، ساجَنُ مِلي تَنَ کي.** | سپرين وِيئي حاصل نہ ٿا ٿين، نڪي سُتي ٿا ملن. جانب انهن کي تہ ملي، جي واٽن تي رئندا ٿا رهن. |
| 7 **رائي ڪي رَنجُورَ، ٿَڪَرَ توءِ ٿاڪِيو چڙهي؛ لانچي لَڪَ، لَطِيفُ چئي، هلي ڏانهن حُضُورَ؛ رَهيا سَڀِ رُڃِنِ ۾، سَسُئِيءَ جا سالُورَ؛ ساجَنُ ميڙِيُس سُورَ، سُکَ نہ ميڙِيُس سُپرِين.** | سسئيءَ کي پهاڙن جي پنڌ ڦٽي ڇڏيو آهي، تنهن هوندي بہ هوءَ ٽڪر ٿاڪيندي، لڪ چڙهندي پيئي وڃي. هوءَ لڪ لتاڙي، پنهونءَ جي حضور ۾ پهچڻ لاءِ ڪشيندي پيئي وڃي. رُڃن ۾ سسئيءَ جو هار سينگار هليو ويو آهي. ڏک ئي ڪيس سپرين ملايو، نہ سُک. |
| 8 **مَنجهان پَنءُ پَرُوڙِ، سَڀَ مَ پُڇِج، سَسُئِي! ويهي وَڏي ڍِڳَ مان، ڏُٽِي وِجهج ڏُوڙِ؛ تہ تون ماڻِئين مُوڙِ، جي پَنڌِ اِهائِي پارِئين.** | اي سسئي! تون پاڻ منجهان ئي پروڙج ۽ هر ڪنهن شيءِ ۾ پنهونءَ کي ڳولج. هن سوري خاڪ جي انبار کي ڇاڻي (هر هنڌ جستجو ڪري) منهن کي ڌوڙ سان ملج (پرينءَ جي پاڪ خاڪ هٿ ڪج) جي اِها صلاح مڃيندينءَ تہ خزانو ماڻيندينءَ |
| 9 **ٻَريائِي تہ ٻارِ، ڦُوڪِ تہ لَڳِي اَنبَرين؛ هِتِي جي هُئَڻَ جُون، وَٿُون سَڀِ وسارِ؛ سَمُورِي سَرڪارِ، نيئِي رَکِج ناهَ ۾.** | جي آتش لڳي اُٿيئي تہ اُنکي ٻاريندي رهہ. مچ کي پڙڪاءِ تہ عرش سان وڃي لڳي. هتي جي (دنيا جي) هستيءَ جون سموريون شيون وساري ڇڏ. هيءَ ساري ڪاروبار ڪٺي نيستيءَ جي طاق تي رک. |
| 10 **قَدُ ٻَڌِي، تُون ڪِينَ، پَهُچندينءَ پُنهونءَ سين؛ جئَن سِينو ساهئين سَسُئِي، تَئين تَهوارون تِينَ؛ مُنِي! ٿِيُ مِسڪِينَ، هِمَّتَ هوتُ وِڃائِيو.** | تون سينو ساهي، ڪئَن پنهونءَ کي رسندينءَ؟ جئن سينو ساهيندينءَ، تئن پرزا پرزا ٿيندينءَ. مُني! نماڻي ٿيءُ. خودي، جانب هٿان وڃايو ڇڏي. |

| 11<br>ٻلَرِ لَڳو ٻاڻُ، پَسو! جوءِ جَرا ٿئي؛<br>سا مُنَڌَ مَري نہ جِئي، پيئِي پَچاڙِي پاڻُ؛<br>سَسُئِي سُورَنِ ساڻُ، سَنيوڙِي سَيَّدُ چئي. | هن عاجزا کي ڪانُ لڳو آهي؛ ڏسو تہ هوءَ ڪئَن نہ رتيون رتيون ٿي پيئي آهي. هيءَ ويچاري نار (اِستري) نہ مري ٿي، نہ جيئي ٿي، رڳو پاڻ پيئي پچاڙي. سسئي هميشہ سوُرن لاءِ تيار ٿي بيٺي آهي. |
|---|---|

سر سسئي آبري

# داستان اٺون

سسئي اَڏرِ نڌر ۽ اَيري آهي ۽ سندس سونهون ڪوبہ نہ آهي. هوءَ پنهونءَ لاءِ لال لڙڪ پيئي وهائي ۽ جانب لاءِ جبلن ۾ پيئي جَلي ۽ لُڪن ڪيس لوُساتي ڇڏيو آهي. هوءَ پهڻن منجهہ پچي، سُپڪ ٿيندي ۽ نيٺ راه منجهہ رچي لال ٿيندي. رج ۽ رائي ۾، سندس وس آهي ڪيچ ڏٺين کي ڪاروُن ڪرڻ ۽ پنهونءَ ڏانهن پير پرڻ. هوءَ موت جي ڪنڌيءَ تي آهي ۽ عزاريل سندس اوڏو اچي بيٺو آهي؛ هوءَ مَلَڪ الموت (موت جي فرشتي) کي ٻہ پنهونءَ جو پانڌي پيئي سمجهي. قبر ۾ منڪر ۽ نڪير حساب وٺڻ وارا فرشتا، سندس سامهون اچن ٿا، تہ ٻہ هوءَ اُنهن کان پنهونءَ جو ٿي پُڇي. جت زور پيو وچي ۽ ڪيس پهچڻ ڪونهي. سارو رائو جڏهن رت سان رڱجي ۽ جڏهن ٻَر جا مڙيئي پَوَ پيلجن، تڏهن ساڻس مس ڪو وچي ميڙائو ٿئي.

| مشڪل لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| دَليلَ | خيال، پور |
| مُنڪرِ ۽ نڪيرِ | قبر ۾ ٻہ حساب وٺندڙ فرشتا |
| اَڏرِ | ري آڌر، نٺڪي |
| پاپائي | پاڪي يا پاپيواري |
| نِڌرِ | بي وسيلي |
| پورِ | پيچ، رٿيون رٿيون ڪر |
| اَيرِيَ | ضعيف، هيٺي |
| ڪنڌور | ڳاڙهو يا لال ڪڪر |
| اَسوُنهينَ | بنا سونهن جي يا بنا سوني جي. |
| اَپرَ | نڪو هل |
| هيڪان | هيج يا سڪ وچان |
| جهت پني | سترون پني (مٿا موٽا هٿي) ڪشالا |
| پُهاياَنَ | پرچايان، ريجهايان |
| ڪيڏي | ڪيڏي |
| سُپهان | جند ۾ اٿو پيان |
| سنبلي | سنو بيلي يا همراه |
| تَنگَنِ | مشڪلاتن، تڪليفن |
| هاري | نادان، وسوڙيل |
| هوُنهين | اِهينئَين، مفت |
| ٿيُ سَچي | سگهاري |
| سُپَڪ | رسيل، پڪل |
| مَعذوُرِ | هيٺي، لاچار |
| اولاڪن | فڪرن |
| رَچي | رڱجي |
| عزرائيل | موت جو فرشتو |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| 1<br>اَڏَرِ، نڏَرِ، اَيَرِي، اَسُونهين آهيان؛<br>لُڙڪَ لَعَلَ، لَطِيفُ چئَي، وَرَ لَءِ وَهايان؛<br>هيجان هَنجُون حَبَ ۾، هوتَنِ لَءِ هارِيان؛<br>جانبُ ضَعِيفِيءَ سين، پُنهون پَهايان؛<br>پِيهان، پَچايان، جي مان نِيو پاڻَ سين. | مان ري آڌار بي وسيلي، هيڻي ۽ بي رهبر آهيان. پنهنجي ڪانڌ لاءِ رت جا ڳوڙها پيئي ڳاريان. جانب لاءِ حب نديءَ ۾ نينهن وچان هنجون بہ پيئي هاريان. مان جاني پنهونءَ کي نماڻائيءَ سان ريجهائڻ جي ٽي ڪريان. اي محبوب! جي اوهين مونکي پاڻ سان وٺي هلو تہ مان اوهان لاءِ جيڪر جند پيهان ۽ ڪاچ پچايان. |
| 2<br>اَڏَرِ، نِڌَرِ، اَيَرِي، آهيان اَسُونهين؛<br>پَرَ ڏيهي پرين ڪَيا، مَرَڻَ لَءِ مُونهين؛<br>سَسُئِيءَ کي سَيِّدُ چئَي، تَنگُنِ ۾ تُونهين؛<br>هارِي! ڪِئَن هونهين، رِءَ سَمَرَ سَڌُون ڪَرين. | مان ري آڌار بي وسيلي ۽ بي رهبر آهيان. مون موت پرائڻ لاءِ ئي پرديسي پرين ڪيا. سسئيءَ لاءِ مشڪلاتن ۾ تون ئي پروسو آهين. اي موڙهل! تون بنا سمر جي ڪئن ٿي مفت محبوب سان ملڻ جون سڌون ڪرين؟ |
| 3<br>اَڏَرِ، نڌَرِ، اَيَرِيءَ سَڌَر تُئُ سچي؛<br>سُپَڪَ تُئُ، سَيَّدُ چئَي، پَهڻَنِ مَنجهہ پَچي؛<br>مَعذُورِ تي مارو ڪيو، اولاڪَن اَچي؛<br>منجهان راهَ رَچِي، تِيَڙِي لالُ، لَطِيفُ چئَي. | اي ري آڌار هيڻي ۽ بي رهبر! تون سڪ ۾ رچي، سچي سڳهاري ٿيءُ. جبلن ۾ جلي، تون پوريءَ ريت پچي راس ٿيءُ. هن ضعيف تي ڳڻتين ۽ فڪرن اچي وار ڪيو آهي. هوءَ سفر جي ڏاکڙن ۾ رچي لال ٿي. |
| 4<br>اَچي عِزرائيلَ، سُتي جاڳائي سَسُئِي؛<br>تي دِوڙائي دَلِيلَ، تہ پُنهون ماڙُهو موڪليو. | عزرائيل اچي سُتل سسئيءَ کي سجاڳ ڪيو تہ بہ هوءَ اهي ئي خيال پيئي ڊوڙائي تہ مونکي پنهونءَ ڪو پانڌي موڪليو آهي. |
| 5<br>مُنڪَرَ۽ نَڪيرَ کي، جڏهن ڏِنائين؛<br>اَڳيانَ اُٿي اُن کي، پُنهون پُڇيائِين؛<br>اَدَا اِتائين، ڪَو ويوساٿُ سَڄَڻَ جو؟ | سسئيءَ جڏهن قبر ۾ حساب پڇندڙ فرشتن منڪر ۽ نڪير کي ڏٺو، تڏهن اُٿي اُنهن کان پنهونءَ جو احوال پڇيائين. چي ادا! هتان ڪو پرينءَ جو قافلو لنگهيو؟ |
| 6<br>پاپاڻِي ٿِي پورِ، پُنِيءَ ڪيچِيُن ڪَڪَرا؛<br>رائو مڙيوئِي رَتَ، ڪارَڻ ڪانڌَ ڪَڪورِ؛<br>لانچي لَڪَ لَطِيفُ چئَي، اُٿي ڏُونگر ڏورِ؛<br>جَتُ وَجي ٿو زورِ، اُپُڙُ تانَ اوڏِي ٿِئين. | اي سسئي! ڪيچين (پنهونءَ) جي پنيان سندس پوري ساٿڻ ٿي، پٿرن کي رتيون رتيون ڪر ۽ پنهنجي ڪانڌ ڪاڻ مڙيوئي پهاڙ رت سان رڱي لال ڪر. تون اُٿي لُڪن ۾ سندس ڳولا ڪر ۽ جبلن ۾ ڦولهہ وجهہ. جت (پنهون) جوُه مان هلندو پيو وڃيئي، تون تکي وک وڌاءِ تہ وڃي ڪيس ويجهي پوين. |
| ٧<br>جُهڻَ پِني، پِهُ جَهنگَ، هاڙهي پُڇُ مَ هوتَ کي؛<br>سُورُ سُبيلِي، سَسُئِي! لَڪَ تَنهِين سين | تون ڪشالا ڪڍي، جهنگ ۾ ڪاهي پئو ۽ پرينءَ کي هاڙهي جبل ۾ نہ ڳول. اي سسئي! درد سُهڻو ساٿي اٿئي؛ تون اُنجي واهر سان اُٿي لڪ لتاڙ تہ اي منڌ! پرينءَ جي ساٿ سان تنهنجو ملڻ ٿئي. |

| لَنگھ: تہ سُپيرِيان جي سَنگ، مُنڌَ! ميڙائو تو ٿِئَي. | |
|---|---|
| 8<br>ڪَرڪو واڪو وَسُ، وهُ مَ مُنڌَ پَنيورَ ۾؛<br>چَڙَهي ڏاڍين ڏُونگرينَ، پيرُ پُنهونءَ جو پَسُ؛<br>ڏورَڻَ مَنجهان ڏَسُ، پَوَندُءِ هوتَ پُنهونءَ جو. | اي منڌ! اُٿي ڪو واڪو ڪر ۽ وس هلاءِ. اِئين پنيور ۾ ويهي نہ رہ. ڏکين جبلن تي چڙهي، پنهونءَ جي پيرن جو نشان لهہ. توکي ڳولڻ مان ئي محبوب پنهونءَ جو سماءُ پوندو. |

سر سسئي آبري

# داستان نائون

هوت هلندڙ ٿا هٿ ڪن، باقي ويٺلن جي ور ڪجهہ نہ ٿو پوي. گهٽن ئي سالڪن بنا رهبر جي اَوجهڙ ڏوريو آهي، پر منجهائن ڪوبہ منزل تي نہ پهتو آهي. سسئي چپر ۾ پنهونءَ جي پيرن ڪي سونهون ڪيو آهي ۽ واءَ ڪي نيزاري ڪري ٿي چوي " تہ اُنهن ڪي لٽي نہ چڏ". پرينءَ ڪي نڪي ڏُور ڏورٽو آهي، نڪي صبر ڪري وهٽو آهي. نہ پيرن سان پنڌ ڪرٿو آهي، نہ ويهي رهٽو آهي. سڪن جا سيِ لاڳاپا لاهي، هنئين سان هلڻ جڳائي. پوءِ هي ڏکيو پنڌ جڻ پاسي پر نبريو. پبِ جبل بہ هڪ ئي چِڪيءَ سان ڇچيو پوي. سسئي هيڪلائي پنهونءَ ڏانهن پُوريندي ٿي وڃي ۽ سندس ساٿي سواءِ سوُرن جي ٻيو ڪوبہ ڪونهي. جي سوُر ساڻ آهن تہ لڪ ليون ٿيون پون ۽ آڏا ڏونگر سنوان پٽ ٿيو وڃن. سسئيءَ نيٺ پنهنجي جانب ڪي پنهنجي جان ۾ ڏٺو ۽ نينهن جي برڪت سان سرفراز ٿي ويئي.

| مشڪل لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| نِرمَلُ نِهاري | پاڪ نظر ڌاري |
| اَوجهَڙ | ويرانيءَ ۾ سڄ ۾ |
| اَسوُنهَن | رهبر کان سواءِ طالبن |
| سَڳَر | پيچري تي |
| چَتا | اي واءَ! |
| پَرنيان | سونپيان، حوالي يا سپرد ڪريان |
| بورائو | رهبر، سونهون، اڳواڻ |
| پَر نبري | طيءِ يا پورو ٿئي |
| کُهي | تڪجي |
| چِڪيءَ | هڪ ئي سٽ سان |
| پَبَ | پبِ جبل (هالار جبل جو ڏاکڻو پاڱو). |
| سوُريوُن | جبل جون اُتاهيون چوٽيون |

| سيلَ | اُتاهان پهاڙ |
|---|---|
| ٻيلَ | ٻيلهه |
| نِهي | خزاني، دولت |
| ڪي | ڪئي |
| سَرفِرازُ | نوازيل، مان واري، بلند |

| | |
|---|---|
| 1<br>ويهُ مَ وساري، پُڇا ڪَر مَ پَنڌَ جِي؛<br>نِرمَلُ نِهاري، هلندِن تانَ هٿ ڪيو. | پرينءَ کي وساري نه ويهه. نڪي سندس پنڌ جي ڪنهن کان پڇا ڪر. هلندڙن، پوتر نظر ڏاري، پنهنجو محبوب هٿ ڪيو. |
| 2<br>اَوَجهڙ اَسُونهَن، ڏيهُ گهڻو ئي ڏوريو؛<br>سَٻِگر رَ سُونهَن، پهتِي ڪانہ پَنڌُ ڪَري. | ري رهبر، طالبن گهڻو ئي سڄ واري ولايت ۾ ڳولا ڪئي، پر بنا سونهي جي ڪوبہ درست منزل تي پنڌ ڪري نہ رسيو. |
| 3<br>واءَ! وِجاءِ مَ سو، پُنِيءَ جنهن پَنڌُ ڪريان؛<br>ڇَنَا! ڇِپَرِ پرينءَ جو، پيرُ پَرِنيان تو؛<br>بَرِ بورائُو جو، لَڳِي، متان لَتِئين! | اي واءَ! جن پيرن جي نشانن تي لڳي سفر پيئي ڪريان، سي ڊاهي گم نہ ڪج. اي طوفان! ڏونگرن ۾ پرينءَ جي پيرن جو نشان توکي پرتو ٿي ڪريان. جو رڻ ۾ منهنجو سونهون آهي، سو لڳيءِ، لتي نہ ڇڏج. |
| 4<br>ڏُورِ مَ تون ڏوريج، صَبرُ ڪَرِ مَ سَسُئِي!<br>پُرَڻُ ڇَڏِ پَيرن سين، وهڻُ وَساريج؛<br>سُکَنِ جا، سَيَّدُ چئي، لاکا پا لاهيج؛<br>هنئين ساڻُ هليج، پَنڌُ پاسي پَرَ نِبري. | اي سسئي (اي طلب)! پرينءَ کي پري نہ ڳولج، نڪي صبر ۾ ويهج. پيرن سان هلڻ ڇڏي ڏي ۽ ساڻيءَ وقت وهڪ کي بہ وساري ڇڏج. پنهنجي دل سان پنڌ ڪج تہ سفر ترت پورو ٿي وڃي. |
| 5<br>ڪُهِي جا ڪَنيائِين، وِکَ تَنهين ويجهي ڪئِي؛<br>ڇِڪيءَ ڇِنائِين، پَنڌُ مِڙوئي پَٻَ جو. | ٽڪجي جا وک کنيائين، تنهن ڪيس پرينءَ جي ويجهو ڪيو پٻ جبل جو مڙيوئي سفر هڪ ئي سٽ سان نبيريائين. |
| 6<br>سَؤ ڪوهَ ڪري سَيَڪا، تُونِ، ڪُهي! ڪَٽِجِ وِکَ؛<br>تاڻِجِ مَنجهان تِکَ، تہ پَنڌُ پاسي پَرَ نِبري. | اي ٽڪل! سئو ڪوهن جو پنڌ تہ هرڪو ڪيو وڃي، پر تون هڪ ئي وک ڪٽج. چوه منجهان ڪاه تہ سفر ساعت ۾ پورو ٿي وڃي. |
| 7<br>هيڪليائي هيلَ، پورِينديَس پُنهونءَ ڏي؛<br>آڏا ڏُونگَرَ لَڪيون، سُورِيُون سُجَنِ سيلَ؛<br>تہ ڪَرَ ٻيلِي آهنِ ٻيلَ، جي سُور پِريان جا ساڻُ مُون. | هينئر اڪيليائي پنهونءَ ڏانهن سفر ڪنديس. جبل ۽ لنگهه اڙانگا آهن ۽ اوچن پهاڙن جون چوٽيون بہ هاڪاريون آهن، پر جي پرينءَ جا سُور مون سان گڏ آهن تہ چڻ اُهي منهنجا همراه آهن. |
| 8<br>دوسِتُ ڏِنائِين دِلِ سين، وِرچِي تان نہ وِهي؛ | سسئيءَ پنهنجو سپرين، دل جي اکين سان ڏٺو ۽ ڪڏهن بہ ورچي پنڌ کان ويهي نہ رهي. لک قولهي، پهاڙن ۾ |

| لانچي لَکَ، لَطِيفُ چئي، پَهڻَن مَنجهه پهي؛ سَندي نِينهن نِهي، کِي سَرفِرازُ سَسُئِي. | پيهي ويئي نينهن جي دولت، سسئيءَ کي بلند درجي تي رسايو. |
|---|---|

سر سسئي آبري

# داستان ڏهون

سسئي ورلاپ ڪري پيئي چوي تہ ”اي پنهون! تون ويجهو اچ ۽ مون کان پري نڪري نہ وڃ. تو پڇاڻا، پنڌ ۾ پوري ٿي ويندیس. تون هن نڌر کي سفر ۾ هيڪلو نہ ڇڏ. تو کان سواءِ منهنجي جيءَ کي ڪا جمعيت نہ آهي. آري ڄام منهنجي پنيان عشق جو واڳهہ ڇڏي ويو آهي.“

| مشڪل لفظ | معنیٰ |
|---|---|
| ڏاگهہ | داغ، ڏنڀ، ساڙو، سوز |
| واگهُہ | چيتو (عشق جو) |
| جَمعّيتَ | آرام، قرار، شانتي |

| شعر | معنیٰ |
|---|---|
| 1<br>آءُ اوراهُون، سُپرين! پَري وَڃُ ۾ پِيَّ!<br>موتُ، مَرَندِيَسِ ڇِپَرِين، تُون جيارو جِيَّ؛<br>هوتَ! مَ ڇَڏِجِ هِيَّ، پُنهون! پيادِي پَندَ ۾. | اي سپرين! تون ويجهو اچ. محبوب! تون مونکان پري نڪري نہ وڃ. تون موٽ، نہ تہ جبلن ۾ ئي فنا ٿي ويندیس، ڇوتہ تون منهنجي جيءَ کي جيارينڌڙ آهين. اي هوت پنهون! هن پياديءَ کي سفر ۾ ڇڏي نہ ڏج. |
| 2<br>آءُ اوراهُون، سُپرين! ڏُکِيءَ ڏيجِ مَ ڏاگهُہ؛<br>وَتِ ڇَڏي مُون واگهہ، آرِي! وِئين عِشقَ جو. | اي پرين! تون ويجهو اچ. هن ڏکيءَ کي جدائيءَ جو داغ نہ ڏي. اي آري ڄام! تون مون وٽ عشق جو واگهہ (چيتو) ڇڏي هليو ويو آهين. |
| 3<br>هَٿان هَڏ نہ ڇَڏيان، صَبُرُ شُڪُرانو؛<br>ذَوقَ زَمانو، مُون، وَرَا! وِيو وِسرِي. | مان صبر ۽ شڪراني کي هرگز هٿان نہ ڇڏينديس. اي ڪانڌ! مون کان شوق وارو زمانو بنهہ وسري ويو آهي. |
| 4<br>ناهِ جَمعيّتَ جانِ کي، هوتَ پُڄاڻا هاڻِ؛<br>اَللهُ! سِيئِي آڻِ، جَن ساءُ چَکايُمِ سِڪَ جو. | پرينءَ پڄاڻا، منهنجي جان کي ڪو آرام نہ آهي. اي رب! تون اُنهن کي واپس آڻ، جن مونکي سڪ جو سواد چکايو آهي. |
| 5<br>ناهِ جَمعيّتَ جانِ کي، هوتَ پُڄاڻا هت؛<br>پُنهونءَ جي پِرتِ، ساءُ چَکايُمِ سِڪَ جو | پرينءَ پڄاڻا، منهنجي جان کي هت ڪوبہ آرام نہ آهي. پنهونءَ جي نينهن مونکي سڪ جو سواد چکايو آهي. |

سر سسئي آبري

# داستان يارهون

ڪيچي (ڪامل مرد) زبان سان ڪچن نہ ٿا. هوُ سراپا ڪن آهن ۽ رڳو اِشارن ۾ راز ٿا سلين. پنهونءَ (ڪامل مرشد) جي اڳڻ ۾ رڳو ڪٽارو ۽ ڪوس پيو هلي. روحاني پنڌ ۾ مرشد (گروءَ) جون اڪيون ئي طالب جي رهبري ٿيون ڪن. چو تہ طالب پاڻ بي نور آهي. سڏ ڪي تہ پرينءَ ڪي ڪجي. هلجي تہ بہ ڏانهس هلجي. ٻيا پنڌ نہ پڇجن.

| مشڪل لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ڪَنُ | سارو وجود يا جسم ڪن ڪري |
| اشارتوُن | روحاني اِشارا |
| سُڪوُتان | ماٺ مان (سڪوت= ماٺ) |
| پاٽا | پاڻ يا خوديءَ ڪان |
| وَٽ | وانگر، مثل |
| ڪَٽارو | ڪٽار، خنجر |
| دِيَت | خون بها |
| دوسُ | دوست، محبوب |

| | |
|---|---|
| 1<br>ڪَنُ ٿيُ، ڪيچِيُنِ ڪُچِيو، ڪُڇُ مَ، ٿا ڪُڇَنِ؛<br>اِشارَتُون اُن جونِ، سُڪُوتان سُڃَنِ؛<br>وَٽان ويـهِي ٽَنِ، سُڻُ تہ سوزُ پرائِيين. | تون پنهنجي ساري جسم کي ڪن ڪر، چو تہ ڪيچي ڳالهائين ٿا. تون ڪجهہ بہ نہ ڪڇ، چو تہ ڪيچي ٿا ڪڇن. اُنهن جا اشارا سندن ماٺ مان ئي پروڙجن. اُنهن وٽان ڪجهہ ويهي ٻڌ تہ سوز حاصل ڪرين. |
| 2<br>سُڻُ تہ سوزُ پرائِيين، " آءُ " چيائُون اَڄُ؛<br>بولِي ٻِي نہ سَڪِيا، "پاٽا" چوندءِ "يَڄُ"؛<br>واڇي وَٽِ مَ وَڄُ، ٻُڌُ تہ ٻيائِي لَهي. | اُنهن (ڪيچين) اڄ "آءُ" چيو آهي. تون ڪين ٻڌ تہ سوز حاصل ڪرين. هو ٻي ڪا بہ وائي نہ سڪيا آهن، رڳو ايترو ٿا چون تہ "خوديءَ ڪان پري يچ". واڇي مثل نہ وڄ (دانهون صدائون نہ ڪر). رڳو چتائي سندن ٻولي ٻڌ تہ تنهنجي ٻيائي ڪافور ٿي وڃي. |
| 3<br>ڪَٽارو ۽ ڪوسُ، اڱڻِ آرِيءَ ڄامَ جي؛<br>دِيَتَ آهي دوسُ، مارَڳَ ۾ مُيِنِ جي. | آريءَ ڄام (پنهونءَ) جي اڱڻ ۾ رڳو ڪٽارو (ڪات) ۽ ڪوس پيو هلي. دوست پاڻ ئي محبت جا مارگ ۾ فنا ٿيلن لاءِ خون بها آهي. |
| 4 | هن انڌيءَ (سسئيءَ) سان آريءَ ڄام (پنهونءَ) جون اکيون |

| | |
|---|---|
| **اَڪِيُون آرِيءَ جامَ جون، اَنڌيءَ سين آهينِ؛ هُوَ جي وَڻَ وندُرَ جا، سي مُون سُونهائِينِ؛ ڏِسِيو ڏيکارِينِ، پيشانِي پُنهونءَ جِي.** | ساڻ آهن. اُهي ئي وندر جي وڻن ڏانهن منهنجي رهبري پيئون ڪن. اُهي ئي پنهونءَ جي پيشاني پسي، وري مونکي تيون ڏيکارين. |
| 5<br>**سَڏَ مَ ڪَرِ سَڏَن ري، هلَڻَ رِءَ مَ هلُ؛ جَلَڻُ رِءَ مَ جَلُ، رُئَڻَ رِءَ مَتان رُئِين.** | سچن سڏن کان سواءِ (محبوب ڪي سڏ کان سواءِ) پيا ڪي بہ سڏ نہ ڪر. پرينءَ ڏانهن هلڻ کان سواءِ، پيو ڪيڏانهن بہ نہ هل. محبت جي مچ ۾ جلڻ کان سواءِ نہ جل ۽ پرين جي فراق ۾ روئڻ کان سواءِ نہ روءُ. |

سر سسئي آبري

# ابيات متفرقہ

پنهون، سسئيءَ جي، جيءَ ۾ عشق اُٿاري ويو آهي. ۽ پاڻ نڪري ويو آهي. هاڻي سسئي جي اندر ۾ فراق جو ڦٽ پيو ڪڙهي. هيءَ منڌ هينئر سڀ ناتا ٽوڙي، ڪاهوڙين جيان لڪن ۾ ٻيٺي آهي. اي طالب! تون بہ سمورا حجاب لاهي، سسئيءَ وانگر روحاني پنڌ ۾ ڪاهي پئو. تون چانوَ جي پڇا نہ ڪر، پر اُس ۾ اڳتي هل. تون جا ٻجا رلي، پرينءَ کي ڏور تہ آخر عشق ۾ رچي لال ٿين ۽ جانب سان هڪ ٿين.

| **مشڪل لفظ** | معنيٰ |
|---|---|
| **اُٿِيو ۽ اُٿِياڪُ** | اُٿيل ۽ اُٿندڙ يعني عشق |
| **بيباڪُ** | بي خوف، بي پرواهہ |
| **ڇُر ڦُر** | آنڌ مانڌ، لوڇ |
| **چاڪُ** | زخم، وڍ |
| **وڙَن** | ڪميڻن، نرلڄن |
| **بيگَارِياڻي** | دربدر، ڀٽڪندڙ |
| **پَوَئي وَرِ** | حاصل ٿيئي، پڙ پيئي |
| **ڪاهوڙِين** | جهانگي ماڻهن، جنجو ڪم آهي ڏونگرن ۾ ڏٽ ڏورڻ |
| **مَنهن** | چانو، ڇِڪ |
| **اوسَرُ** | اڳتي هل |
| **اولاڪن** | ڳُٽين، محبت جي مچن |
| **مَنجهان** | دل منجهان |
| **ڪُرَ ڪَچِي** | ڪل ڪچي، گهٽ خاندان واري. |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| 1<br>اُتيو ۽ اُتياڪُ، ڪالهوڪو ڪاڏي گيو؟<br>وِيو جاڳائي، جيڏيون، برهُ، هِيُ بيباڪُ؛<br>چُر ڦُر ڪاري چاڪُ، سُورُ سُمهاري ڪِينَ ڪِي! | ڪالهه وارو اُتيل ۽ اُٿاريندڙ عشق ڪاڏي ويو؟ اي سرتيون! هي بي پرواه نينهن مون کي جاڳائي ويو آهي. اُن جو ڦٽ لوچ ٿو مچائي ۽ اُن جو سُور سمهڻ نہ ٿو ڏئي. |
| 2<br>جان ساماڻيئن، سَسُئِي! تان ويسُ وڙَن جو ڪَرِ؛<br>لاهي لَجَ، لَطِيفُ چئي، تِيُ بيگاَرِياڻِي بَرِ؛<br>تہ ويندِي پَوَئِي وَرِ، اَڳِيان هوتَ حُضُورَ ۾. | اي سسئي! تون جڏهين ساماڻي آهين تہ لاحجابيءَ جو (لڄ بنا) لباس ڪر. تون حيا لاهي، رڻ ۾ دربدر ٿيءُ تہ اڳيان محبوب حضور ۾ اچي حاصل ٿيئيئي (دنيوي حجاب ترڪ ڪر تہ محبوب مليئي). |
| 3<br>مُندَ نہ مَنجهان تن، پَسي لَڪَ لُڏَن جي؛<br>جا پَرِ ڪاهوڙِينِ، سا پَرِ سِڪِي سَسُئِي. | هيءَ منڊ (سسئي) اُنهن منجهان نہ آهي، جي لڪ ڏسي ڏهڪجي وڃن. جا ريت، ڪاهوڙين (ڏونگرن ۾ ڏٽ ڏوريندڙن) جي آهي، سا ئي سسئيءَ پرائيءَ آهي. |
| 4<br>مُندَ مَ مَنهن ويهُ، اُپِي اوسِرُ اُسَ ۾؛<br>تو سيئِي سَيِڻَ ڪيا، ڏُورِ جنين جو ڏيهُ؛<br>پاڙي پاڙي پيهُ، وَتُ پُڇَندِي پِرِينءَ کي. | اي منڊ! تون چانوَ ۾ نہ ويهہ، پر اُٿي اُس ۾ اڳتي هل. تو اُنهن کي پرين ڪيو آهي، جنجو ديس پري آهي. تون جا بجا رُل ۽ پرينءَ جي ڳولا ڪندي وت. |
| 5<br>اولاڪَنِ اَچِي، مَعذُورِ تي مارِو ڪيو؛<br>مَتان، وَرَ وِسارِئين، مَنجهان ڪُرَ ڪَچِي!<br>لاهي لاڳاپا لَنگهه تُون، سيڻَنِ ڏانهن، سَچِي!<br>مَنجهان راهَ رَچِي، تِيندينءَ لَعَلَ، لَطِيفُ چئي. | غمن اچي هن هيڻيءَ تي حملو ڪيو آهي. اي ڪانڌ! تون متان هن خسيس ڪل واريءَ کي اندر ۾ وساري ڇڏين. اي سچي! تون سڀ لاڳاپا لاهي، پرين ڏانهن وڃ. تون پنڌ ۾ رچي لال ٿيندينءَ. |

# سُر معذوري

”معذُوري“ عربي لفظ آهي، جنهن جي معنىٰ آهي بيحال يا ضعيف. هن سُر ۾ سسئيءَ جي عاجزيءَ جو احوال آيل آهي. هوءَ پنهونءَ جي سڪ ۾ سچ مان ستون ڏينديي پيئي وڃي. سندس حال هيٺو آهي. هن سُر ۾ شاه صاحب، طالب جي ڪشالن جو ذڪر ٿو ڪري. ڪيس نفس ٿو ستائي، پر هو مرشد جي صورت اڳيان رکي، سيني حرصن تي غالب ٿو پوي. سندس اڳيان هڪ ئي مقصد آهي: پرينءَ کي ملڻ. نينهن واري لاءِ جبل هڪ نوڙ (ميدان) ٿيو پوي.

پرينءَ لاءِ پنڌ ڪرڻ هن لاءِ سعادت آهي. ارڏا ڏونگر هن لاءِ ڪابہ هستي نہ ٿا رکن، بلڪ هن لاءِ ڏولي آهن. جو مرڻ کان اڳي ٿو مري، سو جانب جو جمال ٿو ماڻي ۽ هو عاشقن جي دفتر ۾ هميشہ نالو چڙهي ٿو وڃي. حافظ شيرازي ٿو فرمائي: ”اُهو هرگز نہ ٿو مري، جنهن جي دل عشق سان زنده ٿيل آهي. اسان جو نالو هميشہ لاءِ دنيا جي دفتر ۾ اُڪريل رهندو.“

سسئيءَ جو نالو بہ اِنهيءَ ڪري اَمر آهي، جو هوءَ عشق ۾ فنا ٿي ويئي. وصل اُنهن لاءِ آهي، جي اڻ هوند کي اوڏو آهن ۽ هوند کان پري. جو سيني سڌن کي ”لا“ جو خنجر ٿو هڻي، سو ابدي حياتي ٿو ماڻي. اهڙا طالب جڳ جڳ ٿا جيئن ۽ موٽي ڪين ٿا مرن. هي پنڌ نيستيءَ جو آهي. نينهن جي راه ۾ رڪ جهڙو اِرادو گهرجي. طالب هر شيءَ ۾ محبوب جو ديدار ٿو پسي ۽ ڪيس وڻ وڻ مان جانب جي سُرهاڻ ٿي اچي. سسئيءَ جي فنا ٿيڻ تي ڏونگر ۽ مرون بہ ٿا روئن. سچي عاشق جي فنا ٿيڻ تي ساري ڪائنات ماتم ٿي ڪري، پر هو وڃيو عرش جو هميشہ وارو عيش ماڻي ۽ وري موٽي هن دوزخ جهڙي جهان ۾ نہ ٿو اچي.

هن سر ۾ شاه صاحب نفس جي شرارتن جو ذڪر ڪيو آهي. طالب جي پٺيان نفس هر وقت ڪتي واري ٻچ لايو ٻيٺو آهي. حقيقت ۾ نفس بہ اِنسان جي آزمائش لاءِ ئي آهي اِنهيءَ ڪري ملهائتو آهي. هوشيار طالب ساڻس اُها ڪار ٿو ڪري، جا چچر ڪري ڪتي سان.

هن سر ۾ شاه صاحب ” ترڪ“ تي بہ زور ڏنو آهي. سڀ ڪجهہ ترڪ ڪري، طريقت جي راه ۾ هلڻ کي هو صاحب ”ننگو ٿي نڪرڻ“ ٿو سڏي، ۽ سيپئي سڌون مارڻ کي ”مرڻ کان اڳي مرڻ“ ٿو ڪوٺي. جو طالب، نفس کي ”لا“ جو خنجر ٿو هڻي، ۽ مرڻ کان اڳي ٿو مري، سو جانب جو جمال ٿو ماڻي.

**مَري، جيُ: تہ ماڻـئين، جانِبَ جو جَمالُ؛**
**ٿِئَين هُونَدَ حَلالُ، جي پَندِ اِهائِي پارِئين.**

**مَرَڻان اَڳِي جي مُئا، سي مَري ٿِيَنِ نہ ماتُ.**
**هوندا سي حَياتُ، جِئَڻان اَڳِي جي جِئا.**

**سر معذوري**

# داستان پهريون

پرينءِ ڏانهن پنڌ ڪندي، ڪي ڪوُڙيون تيون تڪجن. جن جو عشق سچو آهي، تن لاءِ جبل بہ ميدان ٿيو پوي. سسئيءَ جهڙا عاشق پنهنجي جسم ۽ جان جو سانگو نہ ٿا رکن، پوءَ پل ڪٽي سندس ماس پرزا پرزا ٿي، مرن جو ڪاچ ٿئي. جئن شڪاري شڪار پٺيان ڪتن جي ٻچ ڪندو آهي، تئن طالب پٺيان بہ مصيبتن ۽ ڪشالن جي ڪاه ٿي ٿئي، پر جي سندس مرشد ڪامل آهي تہ اُهي هن تي غالب پئجي نہ ٿا سگهن. نفس، ڪتي مثل آهي ۽ هميشہ مردار پٺيان پيو مري. سچاڻ طالب هر وقت مٿس نظر رکي، ۽ ساڻس اُها ڪار ٿو ڪري، جا چچڙ ڪري ڪتي سان. سسئي بہ پهاڙن ۽ برپٽن جي مڙني پسن مٿان غالب پيئي ۽ نيٺ پنهنجو نالو سچن عاشقن جي دفتر ۾ هميشہ لاءِ چڙهي ويئي.

| معنيٰ | **مشڪل لفظ** |
|---|---|
| تڪجن | **کُهجَن** |
| ڪوُڙيون | **ڪوُٿيون** |
| پهڻ، پهاڙ | **پهڻُ** |
| جانب | **لالَنَ** |
| رليل، پٽڪيل، بيحال | **لوُنيون** |
| چوچيون، ڪم نظر | **چُنجهوُن** |
| تنگدل يا سست دل | **چوُنيون** |
| سُڌيون (ماس جون) | **ٻوُٽيون** |
| توڪي ڪائين | **ڪِيَنئي** |
| پاليل | **پاريَلَ** |
| حاصلات | **لاڌ** |
| مئي ڪان پوءِ | **مُئان پوءِ** |
| زنبور، ڏينيوءَ (سجاڳ ۽ شوخ ڪتي) | **جَنبوُر** |
| پونڪي | **ٻَهي** |
| بدن ڪي لوڏي | **گهڏي** |
| گير ڪري، پونڪي | **گَري** |
| ڪيڙا، ڪينئان | **ڪيڙَ** |
| چچر | **چيڙَ** |
| مور (ڪتي تي ڪوڏ مان رکيل نالو) | **ڪاراَيي** |
| ڪتي جي مالڪ | **سَگِبان** |

| سينڌاريا | سيڻيون وڃائڻ |
|---|---|
| ٻَهَن | پونڪن |
| موتيڙن | ڪتن |
| ڏڪارِيا | ٻچ ڪيل |
| ڏَڪا | حملا |
| پُڙندا | غالب پوندا، سوڀ پائيندا |
| پَريَتَ | ڏوڀڙ |
| سَتَر | سگهارا سڄڻ |
| سَڳائيءَ | سڱ، مائٽي |
| قَرابَتَ | مائٽيءَ، عزازت |
| پَرَڪندين | پرانهن ديسن ۾ |
| ڪيڏاس | ڪيس |
| سُياس | سندس نالو پڌي ها |
| پُريين | ديسان ديس |
| خَفَتَ | عاجزي، نماڻائي |
| دقَتَ | جفا، ڪشالو |
| مَدَحَ | ساراهہ |
| صِفَتَ | واکاڻ ورنن |
| هيج | شوق يا شد مد سان |
| مُطالع | اَپياس |
| حُزن | درد، سوُر |
| پِستان | سيني، ڇاتيءَ، اره |

| پرينءَ ڏانهن پنڌ ڪندي، ڪي ڪوُڙيون ٽيون ٽڪجن. جي جانب لاءِ رُلن ٽيون، تن لاءِ جبل بہ ميدان ٿيو پوي. سچي عشق جي راهہ ۾ مڙيئي سهيليون (ڪوڙن طالبن ڏانهن اِشارو) ڪمہ نظر ۽ سست دل ٿيون ڏسجن. اي ٻانيٽياڻي! (سسئي!) تون هن پنڌ ۾ پرزا پرزا ٿيءُ تہ پل تنهنجو ماس ڪيچ جا ڪُتا ڪائي جشن ڪن. | 1<br>هَلندي هوتَ پُنهونءَ ڏي، کُهجَن ڪي ڪوتِيُون؛<br>پَهَڻُ تنين پَٽُ ٿئي، جي لَءِ لالَن لُونِيُون؛<br>سَڀُ سَهيلِيُون سڪَ ڪي، چُنجُهون ۽ چُونِيُون؛<br>ٻانيَڻِ! ٿِيُ ٻُوٽِيُون، تہ ڪُتا ڪِيَنِئي ڪيچَ جا. |
|---|---|

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| 2<br>تن پيئي جانارَن يادِ، جي پاريَلَ پُنهونءَ جامَ جا؛<br>سَندي لا لَنِ لاڏِ، مُئان پوءِ مَنڌُ ٿِئي. | جي پنهونءَ ڄام جا پاليل جانور آهن، تنکي سسئي ياد آئي. اي منڌ! پرينءَ جو ملڻ، مئي پڄاڻا تو ٿئي. |
| 3<br>جاڳايَسِ جَنبُورَ، کُتي قَريبَنِ جي؛<br>بَهِي پوئنڪِي اُٿيو، گهڏِي مَنجهان گهورَ؛<br>سَڀِ لاهِيندو سُورَ، گِري هِنَ غَريب تان. | محبوب جي زنبور (ڏينيوءَ) جهڙي شوخ ڪتي اچي سجاڳ ڪيو. هو جسم کي چنبڙي ۽ گهوُر ڪري پونڪي اُٿيو. هو ڏاڙهي، هن مسڪين تان سڀ درد دفع ڪندو. |
| 4<br>ڪُتو طالبُ ڏُونڊَ جو، اسين ڪُتي ڪِيڙَ؛<br>ڇُهِتي آهي چِيڙَ، ڪارايي جي ڪَنَ ۾. | ڪتو مثل ماس جو شايق آهي، پر اسين ڪتي لاءِ چچڙ مثل آهيون. ڪتي جي ڪن ۾ هاڻي چچڙ چهٽيو آهي. |
| 5<br>سَگَبانَ سينداريا، بَچِيا، تي بَهَنِ؛<br>ڦِريا نہ فَرمانَ کان، مُلَهُ نہ موتِيَڙَنِ؛<br>ڪونَهي ڏوهُ ڪُتَنِ، ڏاڪارِيا، ڏاڙهِيَنِ تا. | ڪتن جي مالڪ کين سيٽيون وڄائي بچيو آهي، اِنهيءَ ڪري ئي هو ڏاڙهين ٿا. هو پنهنجي مالڪ جو حڪم نہ ٿا اورانگهين. سچ پچ تہ اِنهيءَ ڪري هو اَملهہ آهن. ڪتن جو قصور ڪونهي. هنن کان ٻچ ڪرائي تي وجي، جنهن ڪري ئي ڏاڙهين ٿا. |
| 6<br>ڏَکا، ڏُونگَرَ جا مِرُون، مَرُ تا مُون تي کَنِ؛<br>پُڙندا ڪِينَ پَرِيَتَ تِي، هِنَ جا سَڌَرَ تا سُڄَنِ؛<br>سَڳائِيءَ جي، سَيَّدُ چئي، آهي سُڌِ سَيَنِ؛<br>هُوندَ نہ هِتِ ٿَرَنِ، پر قَرابَتَ ڪَمُ ڪيو. | پل ت جبل جا مرون مون تي هلائون ڪن. هوُ ڏوڀڻ تي هرگز غالب پئي نہ سگهندا، چو ت کين سندس سگهارا سڄڻ سجهن ٿا. سيني کي اِنهيءَ سڱ جي سُڌ آهي. ونئن جيڪر نہ ٿرن، پر اِنيءَ عزازت اِهو اثر ڪيو. (ڏک، طالب تي هرگز غالب نہ ٿا پئجي سگهن، چو تہ سندس واهر ڪندڙ روحاني رهبر آهن.) |
| 7<br>سَڌَرَ سين سَڱُ ڪري، پَرَڪَندين پيياسِ؛<br>ڪيرَ برهَمَڻ؟ ڪِن جي؟ ڪيرُ ڄاڻي ڪيڏاسِ؟<br>هُوندَ نہ سِنڌُ سُياسِ، هِنَ پُريين ڪَيَسِ پَڌِري. | سگهاري سڄڻ سان سڱ ڪري، ديسان ديس مشهور ٿيس. هونئن جيڪر هن کي (سسئيءَ کي) ڪير سڃاڻي ها تہ هيءَ برهمڻ ڪير هئي ۽ ڪن سندي هئي؟ هونئن سندس نالو جيڪر سنڌ ۾ نہ سڃي ها، پر هينئر اِنهيءَ ناتي کيس ملڪان ملڪ پڌرو ڪيو آهي. |
| وائي<br>خُوبِي مَنجهِ خِفَتَ، اي! دوستَ! دِقَتَ، آهي عَبَدُاللَطِيفُ کي.<br>مَدَحَ مون کان نہ ٿِئي، سَندي سُورَ صِفَتَ؛<br>هجي ڪريان هيجَ سين، مُطالعُ مَحَبَتَ؛<br>حُزنُ هوتَ پُنهونءَ جو، رُڳيا ئِي راحَتَ؛<br>پِريان جي پِستانَ جو، فاقو ئِي فَرحَتَ. | اي دوست! عبداللطيف لاءِ درد ۽ جفا ۾ ئي خوبي آهي! درد جي خاصيت جي ساراهہ مان ڪري نہ ٿو سگهان. "محبت" لفظ جي هِجي مان جيڪر شوق سان ڪريان ۽ اُنکي چاه مان پڙهان. هوت پنهونءَ جو درد مون لاءِ نسوري راحت آهي. جانب جي سيني لاءِ سڪي پاه ٿيڻ ئي مون لاءِ فرحت آهي. (هيءَ وائي، عشق ۽ فراق جي ساراهہ ۾ چيل آهي.) |

سر معذوري

# داستان ٻيو

جن دنيا جو ويس ۽ عيش ۽ مڙيئي لاڳاپا لاٿا، تن جو تياڳ اگهيو. پرينءَ جي مشاهدي ماڻڻ لاءِ ننڊ کي ٻہ ترڪ ڪرڻو آهي، ۽ پاڻ سان "ڪين" ڪٽي نڪرڻو آهي. جن سينگار سان چاهہ رکيو، تن ليلا وانگر وصل وڃايو. محبوب، هوند وارن کان پري آهي ۽ اڻ هوند وارن جي ويجهو آهي. هي پنڌ نيستيءَ جو آهي. هن پنڌ ۾ نہ سر ساڻ گهرجي، نہ ساٿي. جن کي مال ساڻ آهي، سي ئي ڳئورا آهن ۽ هن پنڌ کان عاجز آهن. جن کي پاڻ سان ڪي ڪينهي، سي هئورا (هلڪا) آهن، ۽ هنن لاءِ سفر سٺائو آهي. حقيقي منزل تي رسڻ لاءِ حال (ذوق ۽ مستي) گهرجي، نہ مال.

| مشڪل لفظ | معنیٰ |
|---|---|
| وَرُ | مبارڪ |
| جاڙ | غفلت، سستي |
| پَرَهَڻ | پهرڻ، ويس وڳا |
| مَهَند | اڳري، گوءِ ڪٽندڙ |
| مِڙنئَان | سيني کان |
| ڪَهي | هلي |
| لوُٽي | ڦري، لٽي |
| هوُنديان | هوند کان، هستيءَ کان |
| سَري | حاصل ٿئي |
| لا | نيستي |
| خَچَرَ | نفس، جو نجس آهي |
| هوُري | هلڪي، بي بار |
| جَريدي | اَڪيلي، هيڪلي، ڇڙي |
| موُسَتُ | هار سينگار، ناز نخرا |
| مال | مال ملڪيت يا دنيوي خزاني سان |
| حالِ | اُڪير يا اُڪند سان، بي خوديءَ ۾ |

| 1 | |
|---|---|
| اَديُون! وَرُ اُگهاڙَ، وهاڻُ جنهن وساريو؛<br>جيڏِيون! ڇڏي جاڙَ، سَپِ نَنگيُون ٿي نِڪرو. | اي سرتيون! جنهن سينگار ۽ خوشي وساري، تنهنجو تياڳ مبارڪ آهي. اي جيڏيون! اوهين غفلت ترڪ ڪري، سڀ بي حجاب ٿي نڪرو. |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| 2<br>سَپِ نَنگيُون تي نِڪرو، لا لَچ ڇِڏي لوپُ؛<br>سُپيرِيان سين سوبَ، نِندُون ڪندي نہ ٿِئي. | اوهين سڀ طمع کي ترڪ ڪري، بي حجاب ٿي نڪري پئو. پرينءَ کي هٿ ڪرڻ واري ڪاميابي ننڊن ڪرڻ سان نہ ٿي پڙ پوي. |
| 3<br>سَپِ نَنگيُون تي نِڪرو، پَرَهَڻَ ڇَڏي پوءِ؛<br>مَهَندِ مِڙَنِئان هوءِ، ڪَهي جا ڪِينَ ڪَٽي. | اوهين سڀ ويس وڳا ڇڏي، بي حجاب ٿي نڪرو. جا پاڻ سان "ڪين" تي ڪٽي، سا سڀ اڳري (مرتبي ۾ وڏيڪ) آهي. |
| 4<br>ڪَهي جا ڪِينَ ڪَٽي، پِرينءَ پَهُتي سا؛<br>وِهي ويڙهجِي جا، وَصَلُ تنهن وِڃائِيو. | جا "ڪين" ساڻ ڪٽي تي هلي، سا پرينءَ سان تي ملي. جا ويس وڳا پهري ويٺي، تنهن وصال هٿان وڃايو. |
| 5<br>وَصَلُ تنهن وِڃائِيو، سِيندِ سُرمي سِيئَن؛<br>سا لُوٽِي لِيلان جِيئَن، مَٽِيو جنهن مِٽُ ڪَيو. | جا سينڌ ۽ سرمو تي ڪري، سا وصل وڃائي ٿي. جا منڊي مٽيي سان نينهن تي رکي، سا ليلا وانگر پنهنجو سهاڳ تي لٽائي. |
| 6<br>هُونديان هوتُ پَري، اوڏو آہ اَڻَ هُوندِ کي؛<br>ساڄَنُ تن سَري، "لا" سين لَڏِينِ جي. | پرين "هوند" کان پري آهي "اَڻ هوند" کي ويجهو آهي. (هوُ هوند وارن يعني دنيا وارن کان ڏور آهي ۽ اَڻ هوند وارن يعني تارڪن کي ويجهو آهي.) محبوب اُنهن کي حاصل ٿو ٿئي، جي پاڻ سان ڪي بہ ڪين تا کڻن. |
| 7<br>لائِي خَنجَرُ "لا" جو، هَيءِ! خَچَرَ کي هَڻُ؛<br>سَڌُن جُون سَيَّدُ چئي، وَٽُون سَپِ وڪَڻُ؛<br>پيرُ پَرُوڙِي کَڻُ، تہ هَلَڻَ ۾ هورِي وَهِين. | نفس تي "لا" ("ڪين" يا "الله کان سواءِ ٻيو نہ") جو خنجر وهاءِ. خواهشن جو سمورو ساز ۽ سامان ترڪ ڪر. روحاني راه سمجهي وک وڌائي تہ پنڌ ۾ هلڪائيءَ سان اڳتي وڌين. |
| 8<br>هورِن هاڙهو لَنگهيو، ٿِي جَريدِي، جوءِ!<br>هُوندِ جنِيَن سين هوءِ، هوتُ نہ هُوندو تن سين. | اي مُنڌ! تون اڪيلي (بنا ڪنهن سمر ۽ ساٿيءَ جي) اڳتي هل. هاڙهو جبل اُهي ٽيون پارِ ڪن، جنکي سمر ساڻ نہ آهي. (طريقت جي واٽ اُهي لتاڙين، جن دنيا کي ترڪ ڪيو آهي.) جن سان هُوند (دنيوي سمر ۽ هوَس) ساڻ آهي، تن سان پرين هرگز ساڻ نہ هوندو. |
| 9<br>هورِن هاڙهو لَنگهيو، مُنِي! مُوسَٽُ ڇَڏِ؛<br>"لا" سين اُتِي لَڏِ، "ڪِينَ" رَساڻي ڪيچَ کي. | اي مُنِي! تون هارِ سينگار ترڪ ڪر. "ڪين" واريون ئي هاڙهو جبل اُڪري ٽيون وڃن. تون نيستي کڻي پنڌ ڪر. نيستي ئي هلي ڪيچ (روحاني منزل تي) تي رسائي. |
| 10<br>نڪا هٿ، نہ هُت، ڪا گُوريءَ سندي گَالِ؛<br>ڪِينَ پَهُتي مالِ، حالِ پَهُتي هوتَ کي. | دنيوي اِسباب واريءَ (گوريءَ) جو جَسُ نڪي هِت (هِن جهان ۾) آهي، نڪي هُت (روحاني دنيا ۾). ڪاڻ دنيوي اِسباب ساڻ کڻي منزل تي نہ ٿي پهچي، پر روحاني مستي ۽ ذوق سان ئي تي اُتي رسي. |

سر معذوري

# داستان ٺيون

سسئي، پنهونءَ جي ڳولا ۾ لڪن ۽ لڪين جي اڙانگي پنڌ ۾ اچي پيئي آهي. واٽ تي وڻ ۽ سندس راه ۾ رڪاوٽون پيا وجهن. هوءَ عاجز ٿي وڻن کي ۽ پيئي ليلائي چوي ته ”منهنجي ڪا سونهپ ڪريو، مونکي منجهايو نه“. سندس اِرادو رُڪ جهڙو آهي. هوءَ پنهونءَ جي تلاش ۾ جُتي ۽ پرين ۾ نه پائيندي، توڙي ڪٽي لک ڪندا، آڱرين ۽ ترين ۾ لڳنس ۽ ماس ڇنن. سچي طالب کي ۽ ائين ڪرڻ گهرجي، نه ته هو وصال کي هرگز ويجهو نه رسندو.

| مشڪل لفظ | معنیٰ |
|---|---|
| مَٽِي | ڏانهن، طرف |
| اَرڏا | ڏکيا، اڙانگا |
| پُرَڙُ | هلڻ، پنڌ ڪرڻ |
| سَعادَتَ | سياڳ، خوشنصيبي |
| وَڻاهُ | اي وڻو، اي درختو |
| نيڻاهُ | اي اکيو! |
| جاتِ | ذات، اصل بنهه |
| پِرين | پيارا |
| پَرِين | مڙيئي ريتيون ۽ رسمون |

| بيت | معنیٰ |
|---|---|
| 1<br>هَلَندي هاڙهو مَٽِي، ڪَرَڙُ ڪوهَ پيامِ؛<br>اَرڏا آريءَ ڄامَ ري، ڳُوندَرَ ڳُذرِيامِ؛<br>لڪِيُون، لَڪَ، لَطِيفُ چئي، اورانگهڻَ آيامِ؛<br>پُرَڙُ پُنهونءَ پُٺِ ۾، اِيُ سَعادَتَ سَندِيامِ؛<br>مَتِسِ ڪَمَ وِڏامِ، وِهان تان نه وَسِ پِيو. | هاڙهي جبل ڏانهن هلندي، مونکي ڪوهن جا پنڌ ڪرڻا پيا آهن. آريءَ ڄام (پنهونءَ) کان سواءِ مونکي اونهن غمن ۾ گهارڻو پيو آهي. مونکي لڪيون ۽ لڪ لنگهڻا پيا آهن. پنهونءَ جي پٺيان وڃڻ، منهنجو سياڳ آهي. مون پنهنجا سڀ ڪم واري مٿس وڌا آهن؛ وهڻ منهنجي وس ۾ نه آهي. |
| 2<br>وَڏو ڪِيمَ وَڻاهُ! اُونچا ڏُونگَرَ! مَ ٿِيو.<br>ٿِمو مَ نيڻاهُ، ته پيرُ نِهارِيان پرينءَ جو. | اي وڻو! اوهين منهنجي راهه ۾ نه اُڀرو! اي پهاڙو! اوهين اوچا نه ٿيو! اي منهنجيون اکيون! اوهين نير نه وهايو! جئن مان پنهونءَ جي پير جا نشان صاف پسي سگهان. |
| 3<br>وارو! مُون وَڻراهِ! ڪا سُڌِ سُونهَپَ جي نه ڏِيو؟ | اي وڻڪار! منهنجي ڪا رهبري نه ٿي ڪرين؟ هن بيحال کي پيچرن ۾ اَڙائي نه مُنجهاءِ. تون پيادين جي سونهپ |

| | |
|---|---|
| وِجهي وَراڪَنِ ۾، مَعذُورِ ڪي مَ مُنجهاءِ؛<br>مَنجهان پاڻَ پيادِيُونِ، هادِي ٿِي هلاءِ؛<br>پِريان ڪي پَهُچاءِ، تہ لَڳِي لُونو نہ ٿِئين. | ڪري اُنهن کي اڳتي هلاءِ. مونکي پرينءَ وٽ پهچاءِ متان اِتي ئي سڙي سڪي وڃين. |
| 4<br>ڪَندا مون پيرَنِ ۾، توڙي لَکَ لَڳَنِ؛<br>آڳُرِ، آگُوني نہ مَڙي، چِپُون پيرَ چِنَنِ؛<br>ويندي ڏانهن پِرِيَنِ، جُتِي جات نہ پائِيان. | توڙي منهنجي پيرن ۾ لکين ڪنڊا لڳن ۽ پهاڙ منهنجا پير اِئين پٿون ڪري ڇڏين، جو آگر آگوني سان نہ مڙي، تہ بہ پرينءَ ڏانهن پنڌ ڪندي، مان پيرن ۾ جتي پٽيءَ نہ پائيندس. |
| 5<br>جُتيون سي پائِينديُون، جنِين پيرَ پرين؛<br>لاٿيُون سَڀِ پَرِينِ، سَسُئِي سُپيرِيُنَ کي. | جتي اُهي پائينديون، جنکي پنهنجا پير پيارا آهن. پرينءَ ڪاڻ سسئيءَ سموريون ريتيون ۽ رواج ترڪ ڪري ڇڏيا. |

سر معذوري

# داستان چوٿون

پاڻ کي جنهن فنا ڪيو، سو بقا کي رسيو ۽ محبوب جي مشاهدي ماڻڻ جو لائق ٿيو. اي طالب! جيسين جيئرو آهين، تيسين هن دنيا سان لاڳاپا ٽوڙ تہ موت تو لاءِ هميشہ واري فرحت ٿئي. جي جيئري مئا آهن، سي هرگز فنا نہ ٿيا آهن. اُهي هميشہ حيات آهن. اُنهن مري، ابدي (هميشہ واري) حياتي هٿ ڪئي آهي. ڪنڌ ڪپائڻ ۾ ڪي ڪينهي. تون پنهنجي هستيءَ کي فنا ڪر.

| مشڪل لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| جَمالُ | حسن |
| حَلالُ | قبول |
| پَند | صلاح، نصيحت |
| اَجَلاَن | اَجل (موت) کان |
| پَهَچِ | پرچ، سرچ، ساز ۾ هل |
| مَلڪَ اَلمَوتُ | موت جو فرشتو |
| ٽوليان | ٽوليءَ کان (گياني پرشن يا عارفن جي نصيحت کان) |
| گوشي جاءُ | ڪنڌ پاسي وڃ، پري ٿيءُ يا ڪنارو ڪري وڃ |
| پَر | ڳجهو، اندر ۾ |
| مُوُتَوا | مرو (مرڻ کان اڳي مرو) |
| سوءِ | پڌرو |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| 1<br>مَري، جيُ: تہ ماڻـئين، جانبَ جو جَمالُ؛<br>تِئين هُوندَ حَلالُ، جي پَندِ اِهائِي پارِئين. | پاڻ کي فنا ڪري، بقا ۾ رهہ تہ محبوب جي حسن جو مشاهدو ماڻين. جي اِنهيءَ هدايت جي پيروي ڪرين تہ جيڪر جانب وٽ قبول پوين. (جيئري مر تہ معشوق سان ملين.) |
| 2<br>مَرُ تہ موچارِي تِئين، اَجَلان اَڳي اَڄُ؛<br>جان ڪِي هُئين جِئري، تہ مُنڌَ! پَنيِوران پَڄُ؛<br>پُنهونءَ ساڻُ پَهَڄُ، تہ مَلَڪَ اَلْمَوتُ ماڻـئِين. | مرڻ کان اڳي اَڄ ئي مر تہ سرخرو ٿين. اي منڌ! جيسين حيات هجين، تيسين پنيور (هن دنيا) کان پڇي ڪنارو ڪر. پنهونءَ (حقيقي محبوب) سان سچي ره تہ موت جي فرشتي جو سهڻو ديدار نصيب ٿيئي. |
| 3<br>اَجَلان اَڳِي، سَسُئِي! مُنڌَ! جِئَريائِي مَرُ؛<br>ٿولِيان تنهن مَ ٿَرُ، جنهن رُوحُ وِجايو راهَ ۾. | اي سسئي! اي منڌ! تون موت کان اڳي جيئري ئي مر. اُنهيءَ ساٿ کان پاسو نہ ڪر، جنهن پنهنجي جان جبلن ۾ گهاري آهي. |
| 4<br>مَرَڻان اَڳِي جي مُئا، سي مَري ٿِيَن نہ ماتُ.<br>هوندا سي حَياتُ، جِئَڻان اَڳِي جي جِئا. | جي مرڻ کان اڳي ٿا مرن، سي هرگز نہ ٿا مرن. اُهي هميشہ جيئرا (امر) رهندا، جن هميشہ جي جيئڻ (روحاني جهان واري حياتيءَ) کان اڳ ئي هتي اُها حياتي هٿ ڪئي آهي. |
| 5<br>اُونچو اُتاهون گهڻو، جِئَڻَ کي جَبَلُ؛<br>مَرَڻَ مُون سين هَلُ، تہ پُنِيءَ تو پَنڌُ ڪَرِيان. | جيئڻ (جي سڌ رکندڙن) لاءِ ئي جبل اوچو ۽ اُتاهون آهي. اي موت! تون مونسان همراهہ ٿيءُ تہ تنهنجي رهبريءَ هيٺ هلان. |
| 6<br>تو سَڳُ، ساهُ! گهڻَن سين، جِئَڻَ! گوشي جاءِ؛<br>مَرَڻَ! مُون سين آءُ، تہ پُنِيءَ تو پَنڌُ ڪَرِيان. | اي ساهہ! (اي زندگي!) تنهنجو سنبنڌ گهڻن سان آهي. (اي ساهہ! تون گهڻن کي پيارو آهين يا اي زندگي! توکي سهسين ناتا آهن.) اي جيئڻ! تون پاسيرو ٿي وڃ. اي مرڻ! تون مون وٽ اچ تہ تنهنجي پٺيان سفر ڪريان. |
| 7<br>پَر ۾ پَچي پِرينءَ کي، مَري نہ ڄاتوءِ؛<br>"مُوَتُوا"، مُنڌَ! نہ سوءِ، ڪَنڌُ ڪُڄاڙِيان ڪاتِئِين؟ | تو ڳجهہ ڳوهہ ۾ محبوب لاءِ مري نہ ڄاتو. اي منڌ! "مرڻ کان اڳ مرڻ" نہ ٻڌو اٿيئي؟ تون ڇا جي لاءِ ٿي پنهنجو ڪنڌ ڪپين؟ |

سر معذوري

# داستان پنجون

اي طالب! تون پرينءَ جو مٽ ٻئي ڪنهن کي نہ ڄاڻج. تون ساڻس پريت نباهه. پيرن، هٿن، گوڏن پريل هل، پر تنهن سان گڏ دل سان بہ پنڌ ڪر. سورن ۽ سختين جو سبق سسئيءَ کان سک، جا تتيءَ تڏيءَ آرياڻيءَ ڏانهن ڪاهيندي ٿي وڃي. هوءَ وڻن ٽڻن ۽ پکين پکڻن کان بہ پنهونءَ جا پتا پڇندي ٿي وڃي. جيڪي تقدير ۾ لکيل آهي، سو اوس ٿئي ٿو. تنهنجو فرض آهي سڀ بر سر ڪرڻ.

| مشڪل لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| مونُڙئين | مونن (گوڏن) سان |
| هنئَين | دل، هردي |
| پاڙِج | مٽ يا ٻاني ڀانئج |
| کَهج | هلج، ڪاهج |
| ڪَپارَ | ڪاپار، مٿو |
| پريَتَڙي | پريت، نينهن |
| پَچارَ | پڇر |
| سَنَد | ٽيڪ، آڌار |
| لَنئو | محبت |
| لَغارَ | چپيٽ، ڪٽو |
| هوُنئَي | توکي هجن |
| هوت | پرين، جانب |
| تاڻَ | تکو پنڌ |
| سُڪاڻ | سڪائڻ |
| پَهَه | رستي تي، واٽ تي |
| پَرياڻ | نشان |
| ولاڙوُن | وڏيون ڀرانگهون، ستون |
| لِکئي | قسمت، ورڌاتا |
| لِکَ | ليک، لکيت |
| اَنَگُ | لکيو، قسمت |
| لوحَ | پٽي، تختي |
| جَلاوَت | جليل، سڙيل |
| هاري | بيراهه، وڃايل، نادان |

| نِسَتَ | نبل، هيٺي |
|---|---|
| ڇوه | جوش، (عشق جو) جولان |
| پٽُون | ذرا ذرا، پرزا |

| | |
|---|---|
| 1<br>هَٿين، پيرين، مُونَڙئين، هَلِج ساڻُ هِنئَين؛<br>عِشقُ آرِيءَ ڄامَ جو، نِباهي نئين؛<br>جان جان ٿِي جِئين، تان پاڙِج کومَ پُنهونءَ سين. | تون هٿن، پيرن ۽ گوڏن پر هلج، بلڪ دل سان بہ پنڌ ڪج. آريءَ ڄام (پنهونءَ) سان محبت نباهج. جيسين جيئَري آهين، تيسين ٻئي ڪنهن کي بہ پنهونءَ جو مٽ نہ ڀانئج. |
| 2<br>هَٿين، پيرين، مُونَڙئين، کَهِج پَر ڪَپارَ؛<br>مَتان، ڇوري! ڇَڏَ ئين، پرِيَتَّي پَچارَ؛<br>توکي سَنَدَ، سَسُئِي! سَندِي لَنؤ لُغارَ؛<br>جي هُونِئِي هوتَ هَزارَ، تہ بہ پاڙِج کوم پُنهُونءَ سين. | تون هٿن، پيرن، گوڏن ۽ مٿي پر ڪاهيندي هلج. اي ڇوري! تون متان پريت جي پچر ڇڏين! اي سسئي! توکي عشق جي اوٽ آهي ۽ لنو جي لغار لڳل آهي. جي تو کي هزارين پرين هجن، تہ بہ اُنهن مان ڪنهن کي پنهونءَ جو مٽ نہ ڄاڻج. |
| 3<br>ٿَڏيءَ ٿَڪي نہ وِهي، تَتِيءَ کَري تاڻَ؛<br>وِڏائِين وَٽَکارِ ۾، سَسُئِيءَ پاڻُ سُڪاڻَ؛<br>پُڇي پَهَ پَکيُنِ کي، پيئِي مُنڌَ پَرياڻَ؛<br>ڏِنَسِ ڏيهَ وَٽَنِ جا، تن اَللهَ لَڳ اُهَجاڻَ؛<br>مانَ پَرچِي پاڻَ، اَچي آرِياڻِي وَرِي. | هيءَ ٿڪل (سسئي) ٿڏيءَ ۾ آرام نہ ٿي وٺي، بلڪ تتيءَ جو پنڌ کي تاڻيندي ٿي وڃي. سسئيءَ وٽڪار ۾ پاڻ سڪائي ڇڏيو آهي. هوءَ پنڌ ۾ پکين کان بہ پنهونءَ جا ڏس ۽ پتا پڇندي پيئي وڃي. اُنهن ڏيهہ جي وٽن بہ کيس الله ڪارڻ نشان پتا ڏنا. شل آرياڻي (پنهون) پاڻ پرچي، پوئتي وري. |
| 4<br>توٽي وِلاڙُون ڪَرين، توٽي هَلِين وِکَ؛<br>لِکِئي مَنجهان لِکَ، ذَرو ضايعَ نہ ٿِئي. | توڙي سَٿون ڏين يا وِکُون کڻين هلين، تہ بہ جيڪي تقدير ۾ لکيل آهي، تنهن مان ذرو بہ نہ ٿو ميسارجي. |
| 5<br>لِکِيو جو نِراڙِ، سو اَنگُ ڪياڙِيءَ نہ ٿِئي؛<br>پاڙِيو وينِي پاڙِ، جيڪي لالَنَ لِکِيو لوحَ ۾. | جيڪي پيشانيءَ تي لکيل آهي، سو مٿجي ڪياڙيءَ ڏانهن نٿو ٿئي (تقدير بنهہ نہ ٿي مُڙي يا مٽجي.) جيڪي محبوب تنهنجي پٽيءَ تي لکيو آهي، سو برسر ڪندي رهج. |
| 6<br>ڪَيائِين ڪيچِيُنِ لءِ، جُسو جَلاوَتَ؛<br>ڇَڏَي پيئِي ڇَپَرين، هارِي سَڀِ حُجَتَ؛<br>هُئِي نِماڻِي نِسَتَ، پَنڌُ وِڏائين پاڻَ تي. | سسئيءَ ڪيچين ڪاڻ پنهنجو سرير ڪباب ڪيو. هوءَ نڌر سڀ خيال ۽ دليل ترڪ ڪري، جبلن ۾ ڪاهي پيئي. هوءَ هئي نماڻي ۽ نبل، تہ بہ پاڻ تي ڏکيو سفر برسر ڪيائين. |
| 7<br>ماڙهُو ڏيئِي مِهڻا، مُون کي ڪَندا ڪوهُ؟ | ماڻهو مهڻا ڏيئي مونکي ڇا ڪندا؟ جنهن ڇوريءَ کي نينهن جو جنون ۽ جولان لڳل آهي، |

| **جنهن چورِيءَ ۾ چوهُ، سا پٺُون ٽِيندِي پيرَ تي.** | سا (پنهونءَ جي) پيرن جي نشان تي پرزا پرزا ٿيندي. |
|---|---|

# داستان ڇهون

سسئيءَ (طالب) سيان کي ترڪ ڪيو آهي ۽ حال کي ورتو آهي. طالب جي واڳ مرشد ڪامل جي هٿ ۾ آهي. هو مرشد ڪامل اڳيان سجدو ٿو ڪري. مرشد ڪامل طالب جي اڏ جان ٿو وٺي ۽ ڪيس سئو جانيون ٿو عطا ڪري. جيڪي مرڻ کان اڳ فنا ٿا ٿين، سي ابدي حياتي ٿا ماڻين. سسئيءَ جي مرڻ تي جهنگ جا مرون بہ روئن پيا ۽ ڏونگرن مان بہ اوچنگارون پيئون اچن. محبوب سان هڪ ساعت بہ مبارڪ آهي. سسئي نڙ مثل پيئي پاڪاري ۽ سندس سوُر جي حد ئي ڪانهي.

| **مشڪل لفظ** | معنیٰ |
|---|---|
| **نَقدُ** | روڪڙ يعني حاضر وقت |
| **نارِ** | ناريءَ، اِستريءَ |
| **وِلَهيءَ** | مسڪين |
| **وِيرَمِ** | دير |
| **وارِ** | وراءِ |
| **جانڪي** | يا تہ |
| **مُدعا** | آس، هراءِ |
| **موجودُ** | حاضر |
| **سُجوُدُ** | سجدو، نمسڪار |
| **نيِ** | وٺي وڃ |
| **وُجوُدُ** | جان، هستي |
| **ڏُڏورَ** | ڏڏل، ڏکن ۾ ورتل |
| **لَهسي** | جلي، سڙي |
| **اَتورَ** | لاثانيءَ اَمٽ |
| **اوِئيوُن** | سانداريون، پخالون |
| **روجهہ** | سفيد پيرن وارا هرڻ |
| **پوُٽا** | گهمندا ڦرندا |
| **سانگ** | نيزو، ڪٽاري |
| **ڪلو** | جهيڙو، لڙائي |
| **وادِوڙِيا** | ودِيا، زخمي ڪيا |

| وڍِيَل | وڻ مان وڍيل نڙ |
| --- | --- |
| ڪُنَلَ | فراق جي ڪُنل سسئي |
| هنَ پَنَ | سبز آستان (پنهنجا اصلوڪا ماڳ) |
| سارِيا | ياد ڪيا |
| هَڏن | عزيزن، محبوبن |
| لوڙهُ | قبر |
| ڪانُ | خان (پنهون) |
| جَٿ | ويهه، گهار |
| ڪَشبوءِ | خوشبوءِ |
| سَٽَ | سودو |

| | |
| --- | --- |
| 1<br>فَردا مُندَ ڦِٽي ڪئِي، نَقدُ ڪنيو نارِ:<br>هِيَ جا واڳَ وِلَهيءَ جي، ويرَمَ ڏي مَ وارِ:<br>جانڪِي مُنِيءَ مار، جانڪِي ميڙِ مُنيءَ ڪي. | اُن منڊ "سيان" کي ترڪ ڪيو ۽ روڪڙ (حال يا حاضر وقت) کي ساڻ ڪنيو. هيءَ جا واڳ، هِن مسڪين جي تنهنجي هٿ ۾ آهي، تنهن کي دير ڏانهن نہ وراءِ. يا هن منيءَ کي مار يا پاڻ سان ملاءِ. |
| 2<br>مُنِي تي مُدَعا گُهري، موتُ ٿيو موجودُ:<br>اَچين تہ اَڄُ ڪَريان، صُباحَ جو سُجُودُ:<br>جانڪِي ني وُجُودُ، جانڪِي ميڙِ مُنِيءَ ڪي. | هيڏانهن هيءَ مُنِي، پنهنجي آس پوري ٿيڻ لاءِ پيئي واجهائي، هوڏانهن موت اچي حاضر ٿيو آهي. اي پرين! جي اڄ مون وٽ لنگهي اچين تہ تنهنجي اڳيان سڀاڻي (قيامت) جو سجدو بہ ڪري ڇڏيان. يا تہ منهنجي جان وٺ يا مُنيءَ کي پاڻ سان ملاءِ. |
| 3<br>ڏُکِي تي ڏَڌورَ، لَهسِي لَنؤ پُنهونءَ جي:<br>ڏيئِي آڳِ اَتورَ، سَبَ نہ ساڙِي سَسُئِي. | هيءَ ڏُکي ڏکن جي ڏڌل آهي ۽ پنهونءَ جي سِڪ ۾ سڙيل. اَمٽ پرينءَ آگ هٽي، سسئيءَ کي سمورو ساڙي نہ ڇڏيو. (هوءَ اڌ ڪامي آهي.) |
| 4<br>ڏَسَڻُ ڏکان اَڳَڙو، سَسُئِي! آڻ مَ شَڪُ:<br>ٿِيُ بانِهي، پَر اوئِيُون، لُڏَ مَ پَسِي لَڪُ:<br>وَرُ پُنهونءَ سين پَلَڪُ، ڪوءِ بارهَنَ وره بِيَنِ سين! | اي سسئي! اِنهيءَ ۾ ڪو شڪ نہ آڻج تہ پرينءَ جو پسڻ هار سينگار کان اڳرو اٿيئي. پنهونءَ جي داسي ٿي، سندس سانداريون پر ۽ جبلن جا لڪ پسي، نہ لُڏ. پنهونءَ سان هڪ پل بہ مبارڪ، ٻين سان ٻارهن مهينا بہ گهوريا! |
| 5<br>ڏُکِيءَ سَنديُون ڏُونگرين، پَسو! پٿُون پَوَن:<br>مُئِي پُڇاڻان مُندَ ڪي، روجهَ رُجَنَ ۾ رُئَنِ:<br>پُوٽا اِيَهِين چَوَن، تہ "مُئِيءَ اَسانکِي مارِيو!" | ڏسو تہ ڏونگرن ۾ بہ هن ڏکيءَ تي ماتم پيو پوي. رڻن ۾ روجهہ بہ سندس مرڻ پڇاڻا هنجون پيا هارين ۽ اِئين چوندا وتن تہ "هن مُئيءَ اَسان کي درد ۾ ماري ڇڏيو. |
| 6 | هن ڏکيءَ جي مرڻ تي ڏونگرن مان بہ اوچنگارون |

| | |
|---|---|
| ڏُکِيءَ سَندِيُون ڏُونگرين، اوچنگارُون اَچن؛<br>هَٿِي سانگ سَسُئِيءَ کي، ڪلو ڪيو ڪيچين؛<br>جي هَتان هوتَ مَرَنِ، هوتُ تنين جي هَنجَ ۾. | پيئون اچن. ڪيچين سسئيءَ سان ڳجهو جهيڙو منديو، ڪيس ڪتاري هنئي آهي. جي پرينءَ هتان فنا ٿا ٿين، تن جي هنج ۾ ئي پرين اچيو پوي. (جن کي هو کهي ٿو، تن سان ئي ملي ٿو.) |
| 7<br>ڏُکِيءَ سَندِيُون ڏُونگرين، وَڻَ تِڻَ وايُون ڪَنِ؛<br>وَتان ويهي جَنِ، وَڍِيءَ سي واڍوڙِيا. | ڏونگرن ۾ وڻ ۽ هن ڏکيءَ جون پچارون پيا ڪن. هن وڍيل (سسئيءَ) وڻن وٽ ويهي، ڪين پنهنجي سوز سان وڍي وڌو. |
| 8<br>وَڍِيءَ سي واڍوڙِيا، رَتُ نه ڏِنو جن؛<br>موتُ قَبوليو تن، ڏِنو جن ڏُکِيءَ کي. | هن وڍيل (سسئيءَ) اُنهن کي وڍيو، جن ۾ رت ئي نه آهي. (هن بيجان شين کي ۽ وڍي ڇڏيو.) جن ۽ هن ڏکيءَ کي ڏنو، تن مرڻ قبوليو (سي ڏک ۾ فنا ٿيا.) |
| 9<br>وَڍِيَلَ تي وايُون ڪَري، ڪُنَلِ ڪُوڪاري؛<br>هُنَ پَنَ پنهنجا سارِيا، هِيَ هنجُونَ هَڏَنِ لءِ هاري. | وڻ مان وڍيل ڪاني (بِينَ) ورلاپ پيئي ڪري ۽ درد جي ڪُنل سسئي ڪوُڪارون ڪندي وتي. بِينَ پنهنجا ساوا ماڳ پيئي ساري ۽ سسئي پنهنجي پرينءَ لاءِ نيڻن مان نير پيئي وهائي. |
| وائي<br>اَچِي، لالَنَ! لَٿِ، مِيان! مُئِيءَ جو لوڙهُ لَڪَنِ ۾.<br>هوَ ڪانُ ڪَٿُورِيءَ هيرئُون، مُون ۾ صابُڻَ ڇَٽَ؛<br>آرياڻِيءَ اَچِي ڪري، ڪا گهڙِي مُون وَٽ جَٽَ؛<br>ڪَٿُوري ڪَشبُوءِ سين، هارِيائُون هَٽَ هَٽَ؛<br>دَردُ مُنهنجِي دِل جو، تون، ڪامِلَ! اَچِي ڪَٽَ؛<br>اَدِيُون! عَبدُاللَّطِيفُ چئي، سِرَ تائِين آهي سَٽَ. | اي پرين! تون هنن لڪن ۾ اچي، هن مُئيءَ جي قبر ڏِٺ. هوُ خان پنهون ڪٿوريءَ (مشڪ) تي هريل آهي، پر مون ۾ رڳو صابڻ ڇٽ آهي (مان ڌوٻڻ آهيان ۽ منهنجو واهپو صابڻ سان آهي). اي آري ڄام! تون هت ڪا گهڙي اچي، مون وٽ گهار. ڪيچين هٽ هٽ تي مشڪ جي اوت ڪئي آهي. اي ڪامل! تون اچي منهنجي دل جو درد ميٽ. اي اَديون! منهنجو سودو سر ڏيڻ تائين آهي. |

سر معذوري

# داستان ستون

سسئيءَ جي خيال ۾ سهسين ڏينهن گذري ويا آهن ته ۽ ڪيس پنهونءَ جو ديدار نصيب نه ٿيو آهي. مٿان اچي موت سهڙيو اٿس، جو ڪيس پنهنجي مراد کان سڪائيندو. هوءَ مور جي پچن جيان وڻن تان سٽون ڏيندي پيئي وڃي. سندس آواز پرانهن پنڌن تي پڙاڏا پيو ڪري. سندس آواز، ڪونج، چتون ۽ سارنگيءَ جهڙو مٺو ۽ دل چيريندڙ آهي. هي عشق جو آواز آهي، جيتوڻيڪ ماڻهن جي خيال ۾ هڪ مُنڌ جي ڪوڪ آهي.

| مشڪل لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| هِئان | هتان |
| ديکي | ڏسي، پسي |
| سَڪرات | موت جي وقت |
| عِزرائيل | ملڪ الموت، موت جو فرشتو |
| جوراٽي | زور آور، ڏاڍائي ڪندڙ (موت) |
| قُيل | ڳالهہ ٻولهہ، چون چرا |
| دَلِيلُ | رهبر، وٺي ويندڙ |
| رئي | لٺ، انڌوڪار |
| وِڇ | ويڇو، جدائي |
| پوءِ | پوي |
| لَڄُ | لڄ ٻاسڻ، ڪاڻ يا محتاجي ڪڍڻ |
| بَردار | ميوه دار يعني وڻ |
| پَٽولي | ريشمي پيشگير |
| لانگ | ٽنگ |
| چانگ | ٽپا يا اُچانگ |
| آڪڙُي | ڳولي، سفر ڪري |
| ماسِ | ماڻس |
| سيٽاس | ساٿس، سندس ساٿي |
| ڪووَلَ | ڪوئل پکي |
| وَلُولو | آواز |
| وُوڪَ | دانهن |
| ڪَرَ | چڻ |
| ڪَرڪي | ٻوليون ٻولي |
| نِڪوُنَج | سبز ڪنارن سان چشمو |

| | |
| --- | --- |
| 1<br>آئُون نہ گَڏِي پرينءَ کي، سَهَسين سِجَ ويا؛<br>هَلَڻَ وِيرَ هِئان، ديکي شالَ دَمُ ڏِيان! | سهسين ڏينهن گذري ويا آهن تہ پرينءَ سان منهنجي گڏجاڻي نہ ٿي آهي. شل هتان (هن جهان مان) هلڻ وقت، کيس ڏسي ساهہ ڇڏيان. |
| 2<br>آئُون نہ گَڏِي پرينءَ کي، پويون ٿِيو پَساهُ؛<br>سِڪان ٿِي سَڪِراتَ ۾، رويو پُڇان راهُ؛ | منهنجو هينئر پويون دم آهي، پر پرينءَ سان مڪاميلو نہ ٿيم. پوين پساهن ۾ بہ پنهونءَ لاءِ سڪان پيئي، ۽ هنجون هاري، سندس واٽ پيئي پڇان. شل پرينءَ جي درشن ڏاران منهنجي جان نہ نڪري. |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| شالَ مَ وَڃيمِ ساهُ، ڏاران پَسَڻَ پِرينءَ جي. | |
| 3<br>آئُون نہ گَڏي پرينءَ کي، آيو عِزِرائيلُ؛<br>جوراڙي سين جَيڏيُون! نَکو قالُ نہ قِيلُ؛<br>آيو موتُ دَلِيلُ، مارِيندو مُرادَ کان. | مان پرينءَ کي نہ گڏجي نہ گڏيس، ۽ مٿان مون وٽ اچي عزرائيل (موت جو فرشتو) پهتو آهي. هن زور آور سان اي سرتيون! ڪوبہ دليل يا دعويٰ نہ ٿي هلي. هتان ڪاهي ويندڙ موت اچي سهڙيو آهي. اُهو مونکي پنهنجي من جي مراد کان هميشہ لاءِ سڪائيندو. |
| 4<br>وِلاڙيو وَڻين چَڙهي، رَئِي پَسيو روءِ؛<br>وِڇانَ جو وِچُ پوءِ، سو ڪَنهن پَرِ ڪَهي لاهِيان! | سسئي سَتون ڏيندي، وڻن تي چڙهيو وڃي ۽ اڳيان لٽ ۽ ڌنڌ ڏسيو ڳوڙها پيئي ڳاري. هوءَ ائين پيئي چوي تہ "هي جو وڇوڙو منهنجي ۽ پنهونءَ جي وچ ۾ پيو آهي، سو ڪهڙيءَ طرح پنڌ ڪري دور ڪريان. |
| 5<br>وِلاڙيو وَڻين چَڙهي، اُونچَنِ مَٿي اَڄُ؛<br>لالَنَ ڪارَڻِ لَڄُ، باسِيائِين بَردارَ جو. | سسئي ولاڙون ڏيندي اڄ اُتاهن وڻن تي چڙهيو ٿي وڃي. سپرينءَ ڪارڻ هن وڻن جي بہ محتاجي ڪئي. |
| 6<br>وِلاڙيو وَڻين چَڙهي، ڏِيو پَتولي لانگَ؛<br>ٽاريءَ ٽاريءَ چانگَ، سَسُئِيءَ مورَ ٻَچَنِ جِئَن. | سسئي، ريشمي پيشگير ۾ ويڙهيل ٽنگن سان ولاڙون ڏيندي، وڻن تي چڙهيو وڃي. ٽاريءَ ٽاريءَ مٿان مورن جي ٻچن جيئن سندس اُچانگون پيئون پون. |
| 7<br>وِلاڙيو وَڻين چَڙهي، پَسو سَگهہ سَندِياسِ؛<br>آڏيءَ وَڃيو آڪُڙي، نَکو پيُ نہ ماسِ؛<br>سوئِي سو سيڻاسِ، پَري پُڙاڏا ڪَري. | هوءَ ولاڙون ڏيندي، وڻن تي چڙهيو وڃي، ڏسو سندس سگهہ! ڪيس نہ ماءُ ساڻ آهي نہ پيءُ. هوءَ اَڌ رات جو اڪيلي سفر ڪندي پيئي وڃي. سندس ساٿي اُهو ئي سندس آواز آهي، جو پرانهين پنڌن تي پڙاڏا پيو ڪري. |
| 8<br>رُڃُنِ ۾ رَڙِ ٿِي، ڪَر ڪووَلَ جي ڪُوڪَ؛<br>وَلُولو ۽ وُوڪَ، اِيَ تان آهِ عِشقَ جِي. | رڻ پٽ ۾ سسئيءَ جو آلاپ اِئين آهي، جئن ڪوئل پکيءَ جي ڪُوڪ. هي ورلاپ ۽ هي دانهن نسوري عشق جي آهي. |
| 9<br>رُڃُنِ ۾ رَڙِ ٿِي، ڪَرَ ڪَرڪي ڪُونجَ؛<br>نَعرو مَنجهہ نِڪُونجَ، اِيَ تان آهَ عِشقَ جي. | رُڃن ۾ سسئيءَ جي دانهن اِئين ٿي لڳي، ڄڻ ڪا ڪوُنج پيئي لنوي. سندس آواز ڪنهن ڪوُنج جو ڪنهن چشمي مان ايندڙ آلاپ پيو لڳي، پر حقيقت ۾ اُهو عشق جو ئي آواز آهي. |
| 10<br>رُڃُنِ ۾ رَڙِ ٿِي، ڪَرَ سارَنگي سازُ؛<br>اِيُ عِشقَ جو آوازُ، ماڙهو رَکَنِ مُنڌَ تي. | رُڃن ۾ سسئيءَ جي پُڪارائين پيئي لڳي ڄڻ سارنگيءَ جو مِٺو آواز. اِهو نينهن جو آلاپ آهي، پر ماڻهو اُنکي هڪ عاجزا (عورت) جو ورلاپ ڪري ٿا سمجهن. |

# سر ديسي

”سر ديسي“ راڳڻي آهي، جا ديپڪ راڳ جي پنجن اِسترين مان هڪ آهي ۽ منجهند جو ڳائبي آهي. هن سر ۾ سسئيءَ جي پڪي ارادي ۽ واٽ جي مونجهارن جو وستار آهي. شاهہ هن سر ۾ سسئيءَ کي نهايت نازڪ انداز ۾ سندس ننڍ لاءِ ڏوراپا ڏنا آهن.

سسئيءَ کي ڏاگهن، ڏيرن ۽ ڏونگرن ڏنهي جي ڏُک ڏنا آهن، تنکي هوءَ هوت کي ملڻ کارڻ سک ڏي سمجهي. چانگن کي زنجير جئن چوٽيءَ سان جڙي ها تہ سندس پنهون هئَن پاڻ سان نہ نين ها. پنهنجن وارن سان گورن (اُٺن) جا گوڏا ونگي ڇڏي ها تہ هوند هيئن لکن جا لوڏا نہ سهي ها! اِها شاهہ جي سهڻي نازڪ خيالي آهي.

سيڻ ديسي ڪجن؛ پرديسي ڪهڙا پرين؟ پرديسي ڪنهن ڏينهن لڏي، پنهنجي ديس هليا ٿا وڃن؛ پوءِ پنيور ڪان بس آهي. هو دم بہ نہ دميندا؛ تو وٽان پنهون وٺي ساٿيهہ ڏانهن سڌاريندا. ڏيرن جا گورا بہ پنهنجي گامہ ٿا وڃن؛ پنهنجا نيٺ پنهنجا آهن ۽ ڌاريا نيٺ ڌاريا. سسئي تہ بہ اِها دعا پيئي ڪري تہ ”شل آريچن کي ڪو ڪوسو واءُ نہ لڳي“. ڪيس آريءَ جو واس وڻ وڻ مان پيو اَچي. مرون سندس ماس کائيندا تہ بہ سندس هڏا هوت ڏانهن هلندا.

سندس ويري مڙيئي ست آهن: اُٺ، اوٺار، ڏير، واءُ، سج، ڇپر ۽ چنڊ. اِنهن مڙني جي سازش ڪري، هوءَ اَسر جي وير ڇپر ۾ ڇلون پيئي ڏئي. پنهونءَ جي پيغام تان سندس موت مباح آهي. آريءَ ڄام بنا، سسئيءَ لاءِ سڀ سياهي (اونده) آهي. رهبر ڪان سواءِ هن راهہ ۾ ڪوڙين توائي ٿيا آهن. سسئي ستياڻي ٿي، اهڙيءَ پر پنڌ ٿي ڪري، پئي ڪنهن جي هٿ جاءِ ناهي.

ڪيچ ڪان اوري ڪيترين معذورين مُيون آهن؛ واٽون ويهہ آهن، ڪهڙي ڪر تہ ڪيچي ڪيڏانهن ويا؟ سسئي، جي ڪيچان اوري واپس وري، تہ پنهنجي ڪُل کي ڪچو لائيندي. هوءَ ورڻ جي وائي نہ ٿي واري.

اهڙي طرح، سالڪ اڳيان بہ سهسين ڏاڪڙا ۽ رنج هجن تہ بہ هو دل نہ هاري، بلڪ مڙني جفائن کي راحتون سمجهي. سسئي، رڻ مان اِئين چوهہ مان پيئي وڃي، جئن هرڻ جي رفتار ۽ هُما جو پرواز هوندو آهي. هوئنَ هي پنڌ اهڙو آهي، جو اُٺ بہ دهلجيو وڃن ۽ حريف بہ حيران ٿيو وڃن.

جنکي ڪو سمر ساڻ نہ آهي (جن سڀ ڪجهہ ترڪ ڪيو آهي ۽ پاڻ سان رڳو ”ڪين“ کنئي آهي)، تن سان هوت هميشہ ساڻ آهي. هو ڪين بر توڙي تر ۾ اچيو رسي. مطلب تہ جنهن سالڪ سڀ ڪجهہ ڇڏيو، تنهن رب ڪٽيو.

سر ديسي

# داستان پهريون

سسئيءَ کي اُٺن، ڏيرن ۽ ڏونگرن، ٿنهي ڏک ڏنا آهن. اِنهن مڙني ڏکن کي هوءَ پرينءَ خاطر سک ڪري ٿي سمجهي. هوءَ هينئر ورلاپ پيئي ڪري ۽ اِئين پئي چوي ته ”سمهڻ کان اڳ اُٺن کي زنجير سان ٻڌي ڇڏيان ها ته هوند مون وٽان پنهونءَ کي ڪٽي نه وڃن ها. ديسي سيڻ ڪجن، پرديسي سيڻ نه ڪجن، جو سور پرائجن. شل ڪنهن جو ياڳ ڏنگو نه ٿئي“. سسئيءَ کي وڻ وڻ مان سپرينءَ جي سرهاڻ پيئي اچي. هوءَ اُٺن، جتن، واءَ، سج، جبل ۽ چنڊ کي ويري ٿي سمجهي، ڇو جو اِنهن مڙني، پنهنجي پنهنجي پر ۾ ساڻس ڪلفت ڪئي آهي.

| مشڪل لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| ڏاگهن | اُٺن |
| هيڪاند | وصل، ميڙائي |
| ڏُڏي | ماريل، هيٺي ڪيل |
| اوپرا | ڌاريا |
| وِهاٽيءَ | پريات |
| سِيئن | تائين |
| لَلَ | ريت، نموني |
| سارِوُٽي | سار سنڀار |
| مامَ | منصوبو، ڳجهي صلاح |
| وَهيٺو | هٿ وس |
| ويرَ | وقت، ويرم |
| لاڏوُٺا ڪيو | لڏون ڀڏيو |
| هَيَن | مٺن، مصيبت مارين |
| حَلُ ٿيا | جذب ٿيا، سمايا |
| چَنگُلَ | اُٺن جا چنبن جهڙا پير، والا |
| چوڦرا | چيِّن ڦرن يا نئوڪن وارا |
| رُتِ | چال، لوڏ |
| ڳُپتَ | ماٺ |
| ڳَهَ | گس يا پيچري تي |
| ڳُسَ | دز، لٺ |
| پَٽِي | مٽي، ڌوڙ |
| پرسَ | پرش، پتار |

| لباسُ | ويس، دولاب |
|---|---|
| ڪِيَنمِ | منهنجو ڪائين |
| اُلَهي | لهي، غروب ٿي |
| سيرَ | لنگهه، پيچرا |
| وڏيءَ ويرَ | سويل |
| واهيري | ۽ |
| ويرَ | پکين لاءِ آکيرن ۾ آرام ڪرڻ جي مهل |
| ڇُلوُن | ستون، ڪاهون |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| 1<br>ڏاگهنِ، ڏيرَنِ، ڏُونگَرَنِ، ڏِنهي ڏَنمِ ڏُکَ؛<br>سي سَڀِ پانيَمِ سُکَ، هيڪاندَ ڪارَڻِ هوتَ جي. | اُنِ، ڏيرن ۽ پهاڙن، ڏنهي مون کي عذاب ڏنا آهن. اِهي مڙيئي سوُر پرينءَ جي ميڙائي ماڻڻ ڪاڻ سک ڪري سمجهيم. |
| 2<br>ڏاگهنِ، ڏيرَنِ، ڏُونگَرَنِ، ڏُکَنِ آئُون ڏَڏي؛<br>پُڄان پيرُ پُنهونءَ جو، وجهان وکَ وَڏي؛<br>لِڪئي آئُون لَڏِي، ناتَ پَٿَنِ ڪيرَ پَنڌُ ڪَري. | مان اُنن، ڏيرن ۽ پهاڙن جي ڏنل ڏکن جي ماريل آهيان. (مون تي حق آهي ته) مان سَتون پائيندي، پنهونءَ جي پيرن جا نشان چتائيندي وڃان. منهنجي انگ ۾ اِئين لکيل هو، نه ته بريٿن جا پنڌ جيڪر ڪير ڪري؟ |
| 3<br>اَڳُڻَ مَٿي اوپرا، جڏهن ڏاگها ڏٺَءِ ڏِينهَن؛<br>وَٺِي سَڙَڪَ، سَسُئِي! ويهُ وهاڻيءَ سِيئَنِ؛<br>چوٽِي سين چانگَنِ کِي، جَڙ زَنجيرُن جِيئَن؛<br>تہ هوتُ تُنهنجو هِيئَنِ، هوندَ پُنهوَن نيائُون نہ پاڻَ سين. | اي سسئي! جنهن ڏينهن پنهنجي پڌر ۾ ڌاريا اُٺ ڏٺئہ، تڏهن جيڪر واٽ وٺي، اسر تائين سندن ڏڳ جهلي ويهين ها. پنهنجي چوٽيءَ سان اُٺن کي زنجيرن جيان جڪڙي ڇڏين ها ته تنهنجو پرين هيئَن پاڻسان ڪٽي نہ وڃن ها. |
| 4<br>اَڳُڻَ مَٿي اوپرا، جڏهن ڏاگها ڏِينهَنِ ڏٺاءِ؛<br>ڪُنجُون جي قُفُلَنِ جون، تان ڪنهن لَلِ لڪاءِ؛<br>تہ سُيا ٿِي سَندِياءِ، ٿئي سارُوڻِي سَسُئِي! | جڏهن ڏينهن ڏٺي، پنهنجي پڌر ۾ ڌاريا اُٺ ڏٺئہ، تڏهن جي ڪنهن پر ڪلفن جون ڪنجون ڇپائي ڇڏين ها ته اي سسئي! ٻئي ڏينهن تي تنهنجي ڪا سار سنڀار لڌي وڃي ها. |
| 5<br>اَڳِي اُٺَ رَڙَنِ، مُونِ پيري ماٺ ٿِئي؛<br>پَلاڻِيندي، پاڻَ ۾، ڪُڇيو ڪِينَ ڪُنَنِ؛<br>ڪا جا مامَ مُنَنِ، هِنِ پڻ هُئِي هُنَ سين. | اڳي (هونئَن) اُٺن رڙيو پئَي، پر مون پيري بنهه سَن ۾ رهيا. ڪُٺلن، هتان اُسهندي، پاڻ ۾ ڪي به ڪين ٻوليو. هِنن مُٺن (اُٺن) جي هُنن (جتن يعني سسئيءَ جي ڏيرن) سان ڪا ڳجهي سازش هئي. |
| 6<br>ڇا جي ڏنگا ڏيرَ، مُنهنجو ڏينهن ڏنگو مَ ٿِئي!<br>اُنَنِ ۽ اونِيَڙَنِ جي، ڇا وَهِيڻو ويرُ؟ | جي ڏير ڏنگا ٿيا ته ڇا ٿيو؟ شل منهنجو ڀاڳ ڏنگو نہ ٿئي! وقت ۽ ويل، اُٺن ۽ جتن جي وس ڇا ٿيندا؟ هيءَ خسيس (سسئي) ڪير آهي، جا تقدير جي حڪم (لکئي) کي آڏو پوي. |

| | |
|---|---|
| هِيَ ڪَمِيڻِي ڪيرَ؟ جا اُمُرَ ڪي آڏو ٿِري. | |
| 7<br>ديسي سيڻَ ڪَجَنِ، پَرَديسِي ڪَهڙا پرين؟<br>لَڏِيو لاڏؤُڻا ڪَيو، پَنهنجي ديسِ وَڃَنِ؛<br>پُڄاڻان پِريَنِ، ڪَجي بَسِ پَنيورَ ڪان. | نينهن، ڏيهي دلبرن سان ڳنڍجي، پرديسي ڪهڙا سپرين ٿيندا؟ هو سمر پڌيو، پنهنجي ساٿيهه ڏانهن لڏيو وڃن. پرينءَ جي وڃڻ کان پوءِ پنيور کي هميشہ لاءِ الوداع ڪجي. (پنيور کان هميشہ لاءِ موڪلائجي.) |
| 8<br>اُٺَ مَ اوري آڻِ، ڏاگهنِ ڏَڏي آهيان!<br>هَٿِي هَٿُ هَيَنِ ڪي، پَري نيئِي پَلاڻِ؛<br>هوتُ مُنهنجو هاڻِ، پُنهون نياڻُون پاڻَ سين. | اُٺن کي منهنجي ويجهو نہ آڻ، جو تہ مان اِنهن چانگن کان ڇيهون ٿيل آهيان. اِنهن مصيبت پين کي ڇهو هٽي، پري پلائي وڃ. اِهي ئي اجان هاڻ منهنجو پنهون پاڻ سان ڪنيي وئي ويا آهن. |
| 9<br>جَتَ هَڏِهين هُتِ، مُون هت هنئَڙي ۾ حَلُ ٿِيا؛<br>ڇَنگُلَ جنِين چوڦَرا، راحَتَ تن جي رُتِ؛<br>ڳُنگَنِ جي ڳُپُتِ، چيڙي وِڏِيَسِ ڇَپَرين. | جَتَ ماڳهين هُت يعني پنهنجي ماڳ تي وڃي پهتا، پر هِت منهنجي هئين ۾ سمايا پيا آهن. جن اُٺن جا پير چئن ڦَرن (نوڪن) وارا آهن، تن جي لوڏ مون لاءِ راحت آهي. اِنهن ڳُنگن جي ماٺ مون کي چيڙي، جبلن ۾ ڇُلايو آهي. |
| 10<br>ڳَهَ سِرِ ٿئي مَ ڳُسَ، پَٺِي پوءِ مَ پرينءَ تي!<br>جنهن سِرِ ساڄَنُ سُپرين، تنهن اُٺَ مَ لَڳِي اُسَ!<br>پُنهونَ پاڪُ پُرِسَ! هوتَ نہ ڪَجَنِ هيڏِيُون. | شل پيچري تان دز نہ اُٿي ۽ منهنجي پرين کي لٽ نہ لڳي! جنهن اُٺ تي منهنجو سپرين سوار آهي، تنهن کي شل اُس نہ لڳي! اي پنهون پاڪ مرد! منهنجا جانب! توکي نہ جڳائي تہ هيڏيون جاڙُون ڪجن. |
| 11<br>لَڏيندي لِباسُ، جَتَنِ جيڏوئي ڪَيو؛<br>اَڇي آرِيءَ ڄامَ جو، وَڻَ وَڻَ مَنجهان واسُ؛<br>مِرُون ڪِيَنِمِ ماسُ، هَڏَ هَلندا هوتَ ڏي. | پنيور مان لڏيندي، جتن وڏو ئي طلسم ڪيو. مون کي وڻ وڻ منجهان پنهون ڄام جي سرهاڻ پيئي اچي. منهنجو ماس جانور کائي کپائي ڇڏين تہ بہ منهنجا ڪرنگهر (هڏا) پرينءَ ڏانهن پنڌ ڪندا هلندا. |
| 12<br>اُٺَ ويري، اونارَ ويري، ويري ٿيَڙَمِ ڏيرَ؛<br>چوٿون ويري واءُ ٿيو، جنهن لَٽيا پُنهونءَ جا پيرَ؛<br>پَنجون ويري سِڄُ ٿِيو، جنهن اُلهي ڪي اَويرَ؛<br>ڇهون ويري ڇَپَرُ ٿِيو، جنهن سَنواَن ڪَيا نہ سيرَ؛<br>سَتون ويري چَندُ ٿِيو، ڪِڙِيو نہ وَڏِيءَ ويرَ؛<br>واهيري جِي ويرَ، ڇُلُون ڪَرِيان ڇَپَرين! | منهنجا ويري هڪڙا اُٺ، ٻيا جت ۽ ٽيان ڏير ٿيا. چوٿون ويري واچوڙو ٿيو، جنهن پنهونءَ جا پير دز سان لٽيا. پنجون ويري سج ٿيو، جنهن لهڻ ۾ دير ڪئي. ڇهون ويري پهاڙ ٿيو، جنهن پنهنجا لنگهہ ۽ پيچرا سنوان سڌا نہ بيهاريا. ستون ويري چنڊ ٿيو، جو ساجهر ئي نہ اُڀريو. سنجها جو (پکين جي آکيڙي ڏانهن ورڻ ويل) جبل مان ڇوُه مان سَتون ڏيندي تي وجان. |

سر ديسي

# داستان پهريون

سسئيءَ جون سهيليون ميڙ ڪري ڪيس سمجهائين ٿيون. چونس ٿيون تہ ”سفر دوزخ جي باهہ اٿيئي. ڪيچي توکي ساڻ نہ نيندا، جو تنهنجي نينهن ۾ دوئي آهي.“ سسئيءَ جو انگ ازل کان پنهونءَ سان لکيل هو. جو اِنسان جنهن بہ شيءِ جي طلب رکي، اُن لاءِ حفا ٿو ڪري، سو نيٺ اُنکي وڃيو حاصل ڪري. اِنهيءَ ڪري سسئيءَ کي بہ اِهائي آس آهي تہ پنهونءَ سان نيٺ وڃي ملنديس. پنهونءَ کان سواءِ هن لاءِ نسوري اونده آهي. جت پاڻ ۾ ڳجهيون مصلحتون ڪري هليا ويا. جن گسن تي دوڪ بہ دهلجيو وڃن، تتان سسئي ستيا رکي ڪاهيندي ٿي وڃي.

| مشڪل لفظ | معنیٰ |
|---|---|
| سَهجان | سهج يا ڪوڏ مان |
| اَلسَّفَرُ قِطَعَةٌ مِنَّ النَّارِ | مسافري، دوزخ يا باهہ جو ٽڪرو آهي |
| صِراطَ الۡمُسۡتَقِيۡمَ | صراط جي پُل (دوزخ مٿان پڌل) جا ترار کان تکي ۽ وار کان بہ سنهي آهي |
| نيندءِ | وٺي ويندءِ |
| ڪيان | ڪتان |
| نَفاقَ | ٻيائي، دوئي |
| ڪُن فَيَڪونَ | ”ٿيءُ ۽ ائين ٿي پيو“ |
| ميثاقاءِ | روز ميثاق يا ازل کان |
| مَنۡ طَلَبَ شَيۡئاً وَّ جَدَّ وَ جَدَ | جو ڪنهن شيءِ جي طلب ٿو ڪري يا اُنجي جستجو ۾ جدوجهد ٿو ڪري، سو اُها شيءِ حاصل ڪندو (حضرت علي) |
| اُتو | فرمايو |
| مُباحُ | رتا |
| ميڙائو | ميلاپ |
| سَبَهہَ | سڀ |
| سِياهي | اونده |
| دوُدُ | دونهون |
| مَنۡ لاَ شَيۡخُ لَهٗ فَشَيۡخُهُ الشَّيۡطَانُ | جنهنکي ڪو مرشد يا گرو ناهي، تنهنجو مرشد شيطان آهي (صوفي قول) |
| ڳيرَبَ | هٺ، مغروري |
| ڳَمائي | گمراه ڪئي |

| بِلَا شَيۡخ مَنۡ يَّمۡشِيۡ فِيۡ الۡطَرِيۡقِ | جو مرشد کانسواءِ طريقت (روحاني پنڌ) ۾ هلي ٿو (سو بنا ٻيڙيءَ جي سمنڊ ۾ هلي ٿو) (صوفي قول) |
|---|---|
| اَوائي | بد يا خراب وائي |
| تنهن رِءَ | تنهن يعني مرشد کان سواءِ |
| تَوائي | گمراهہ |
| ڀِنيءَ | اَسر مان |
| سَنڌِ | ساندار، پخالون |
| منجهُ | راز، ڳجهہ |
| آڌڪو | ڀروسو، آسرو |
| اُٻاڪَرا | اُيڪڙا، تڪڙا |
| پَهَہَ | صلاحون، مصلحتون |
| پاريسيوُن | پارسي گفتگويون، ڳجهيون ڳالهيون |
| ٻاروچي | ٻروچڪيءَ ٻولي، جا بگڙيل پارسي آهي |
| دوڪَ | پنجن ڇهن سالن جا اُٺ |
| ڇئو سال | ڇئن سالن جا گهوڙا |
| تَنگَ | لڪ |
| ٻوءِ | ٻوي |
| پانچارِيَن | پنجن سالن جا گهوڙا يا اُٺ |
| ڀرتَ | بوجهہ، ڀروڙ |
| نيشَنِ | نيشي گهوڙن سا اُٺن |
| نِرتِ | نظر |
| سَتِ | ستيائي |
| سِرپا | پٽرن تي |
| بارِ | باري تعاليٰ، خدا تعاليٰ |
| ساٽِ | سٽي ٽاٽي يا ٽاٽي تي |

| 1 | |
|---|---|
| مڙي مُنڌَ ڏي آئيُون، ساهيڙيُون سَهَجان؛<br>اَلسَّفَرُ قِطۡعَةٌ منَّ النَّارِ، هارِيَ! موٽُ هتان؛<br>سَگَ صِراطَ الۡمُسۡتَقِيۡمَ جو، اُتيئِي تان اَگيان؛<br>سي ڪيچِي نِيندَءِ ڪِيان؟ تُنهنجو نِينهُن نِفاقَ سين. | سهيليون ڇوڇ وڇان هن عورت (سسئيءَ) وٽ ميڙ ڪري آيون. چيو: اي وسوڙل! سفر، دوزخ جي باهہ جو ٽڪر آهي، تون هتان واپس ور. اڃا اڳيان تہ صراط جي پل جو وهنوار اٿيئي. اُهي ڪيچي توکي ساڻ ڪيئن نيندا، جو تنهنجي محبت، دوئيءَ (ٻيائيءَ) سان ڀريل آهي. |
| 2 | |
| جَڏان ڪُنۡ فَيَڪُوۡنَ چَئِي، نِيو آرِياڻِيءَ اَرواحُ؛ | جڏهن ”ٿيءُ ۽ ائين ٿي پيو“ چئي، پنهونءَ (ڏٽيءَ) منهنجو ارواح پاڻ ڏانهن ڇڪيو، تڏهن ازل کان ئي منهنجو ڀاڳ اُتي لکيو ويو. شاهہ عليءَ فرمايو آهي تہ ”جو |

<table>
<tr><td>اَنگُ اَڳهِين لِکيو، مُنهنجو مِيثاقاءَ؛<br>مَنۡ طَلَبَ شَيۡئاً وَّ جَدَّ وَ جَدَ، اُتو عَلِيءَ شاهَ؛<br>اَجا اِن حَدِيثَ جو، مُون آسِرو آهَ؛<br>پُنهونءَ جي پيغامَ تان، مُنهنجو موتُ مُباحُ؛<br>سَرَتِيُون! دُعا ڪَجاهُ، تہ ميڙائو مُون ٿِئي.</td><td>ڪنهن شيءِ جي طلب ٿو ڪري ۽ ان جي لاءِ جفا ٿو ڪڍي، سو ضرور اُنکي حاصل ٿو ڪري.“ اِها حديث اجا منهنجي لاءِ آڌار آهي. پنهونءَ جي پيغام مٿان منهنجو مرڻ روا آهي. اي سرتيون! دعا ڪجو تہ پنهونءَ سان منهنجو مڪاميلو ٿئي.</td></tr>
<tr><td>3<br>سَبَهَ سِياهِي، آهي آرِيءَ ڄامَ ري؛<br>ڪڏهن پَسي ڪا نہ ڪا، رِءَ لالَنَ لالائِي؛<br>دُودُ دِل تان دُورڪَري، ڪَر، ساجَنَ! صَفائِي؛<br>مَنۡ لاَ شَيۡخُ لَہٗ فَشَيۡخُہٗ الشَّيۡطَانُ، اِنَ رِءَ اُونداهِي؛<br>هُوءَ جا هَلِي هيڪلِي، سا گِيرَبَ گمائِي؛<br>بِلَا شَيۡخِ مَنۡ يّمۡشِيَ فِیۡ الّطَرِيۡقِ، اِهڙِي اَوائِي؛<br>تنهن رِءَ تَوائِي، ڪوڙين ٿِيَنِ ڪيتَريُون.</td><td>پنهون ڄام کان سواءِ مون لاءِ سموري اونداهي آهي. پنهنجي پرينءَ ڌاران ڪٿي بہ ڪنهن کي لالاڻ (روشنيءَ جي چمڪ) ڏسڻ ۾ نہ آئي. (مرشد بنا طالب لاءِ اونده آهي.) اي سپرين! منهنجي دل تان ڪارنهن لاهي، اُنکي اڇو اجرو ڪر. ”جنهن کي ڪو شيخ (مرشد) ناهي، تنهنجو مرشد شيطان آهي.“ اُنهي بنا (مرشد کان سواءِ) اونداهي آهي. اُها، جنهن اڪيلي سر پنڌ ڪيو، تنهنکي خوديءَ گمراه ڪيو. جو مرشد بنا طريقت تي هلي ٿو، (سو بنا ٻيڙيءَ سمنڊ تي هلي ٿو)، اِها اهڙي بري وائي اٿيئي. تنهن (مرشد) کان سواءِ ڪروڙين گمراه ٿيو وڃن.</td></tr>
<tr><td>4<br>پِنِيءَ ٿا پَرِينِ، ساٿِيُن سَندَ هَٿَن ۾؛<br>ليڙَن جو لَطِيفُ چئِي، مُون کي مَنجُھ نہ ڏِينِ؛<br>هوتُ پُنهون ٿا نِينِ، اَسُونهِينءَ جو آجِڪو!</td><td>ساٿي، اسر جو پاڙي ٿا پرين! هٿن ۾ ساندارا اٿن. مونکي اُٿن جو ڪو اَنت بہ نہ ٿا ڏين. هن موڙهل جو آسرو هوت پنهون، پاڻ سان وٺيو ٿا وڃن.</td></tr>
<tr><td>5<br>پڻ ٿا پَلاٽِينِ، اونِي اَڄُ اُباڪَرا؛<br>پَهَ پارِيسِيُون پاڻَ ۾، ڏيرَ ڏهاٽِي ڏِينِ؛<br>هوتُ پُنهون ٿا نِينِ، ٻاروچِي ٻولِي ڪَيو!</td><td>جت اڄ لاڏاڻو ٿا ڪن اُپڪڙا آاهن. ڏير هر روز پاڻ ۾ پارسيءَ (ڳجهي ٻوليءَ) ۾ مصلحتون پيا ڪن. پاڻ ۾ ٻروچڪي (بلوچي) ٻولي ڳالهائي، هوت پنهون پاڻ سان وٺيو ٿا وڃن.</td></tr>
<tr><td>6<br>دوڪَ دَهلِيا جت، گوُرا هَلَن نہ گَسَ ۾؛<br>چَؤسالَ ئِي نہ چَلَٽا، ٿِي تَنگَ نِهاري تِتِ؛<br>سُوڌِي اُنين، سَيَّدُ چئِي، پوءِ پانچارِيَن پِرتِ؛<br>اِنَ اَڙانگي پَنڌَ جِي، ڪا نيشَنِ پوءِ نرتِ؛<br>سَسُئِي وَڏِي سَتِ، جا اَهڙِيءَ پَرِ پَنڌُ ڪَري.</td><td>جنهن گس تي دوڪ (پنجن ڇهن سالن جا اُٺ) بہ دهلجيو وڃن ۽ هلي نہ سگهن؛ جتي چئو سال بہ نہ چلي سگهن، تتي هوءَ (سسئي) لڪ پيئي تڪي. اُنجي پوري ٻوجهہ پنج سالن اُٺن کي بہ مس پوي؛ اِنهيءَ ڏکئي پنڌ جي پروڙ ڪا نيشن (پوريءَ طرح جوان اُٺن) کي پوي تہ پوي؛ سسئيءَ کي وڏي ستيا چئبي، جو اهڙيءَ طرح پنڌ ٿي ڪري.</td></tr>
<tr><td>7<br>”هَيءِ ! هَيءِ!“ ڪَيو ”هاءِ!“، ٿِي پاڻ هٽي سِرِ پاهِڻين؛<br>لَڏائين، لَطِيفُ چئِي، جُوءِ جَتَنِ جِي جاءِ؛<br>شُڪُرَ، بارِ! سَنداءِ، سُٿاٽِي ساٿِ مڙِي.</td><td>”هيءَ! هيءِ“ ۽ هاءِ! هاءِ!“ ڪيو، سسئي پهڻن مٿان پاڻ پيئي هٽي. نيٺ جتن جي منزل وڃي ڏوري لڌائين. اي ڏٽي تعاليٰ! شڪرانا تنهنجا، جو هوءَ سٺي ٿاٽي يا موچاري ماڳ تي وڃي ساٿ سان ملي.</td></tr>
</table>

سر ديسي

# داستان ٽيون

سسئيءَ جتن کي نيرازي ڪري پيئي چوي تہ ”مونکي چڳن ڪان گهلي، ساڻ وٺي هلو.“ ڪيس سپرينءَ جي سار تي ماري. ڪيچ (آخري روحاني منزل) ڪان اڳ، ڪيئي طالب فنا ٿي ويا. پنهونءَ جي اُٺن جا غاشا لڪن هيرن سان سينگاريل هوا ۽ سندس قافلو شهنشاهي رونق ۽ زينت وارو هو، جت پنهونءَ کي بحري باز وانگر جهٽي اُڏائي هليا ويا، ۽ قهر ڪري ڪيس نند مہ ڇڏي هليا ويا ۽ مٿس ڪابہ ڪهل نہ ڪيائون. هاڻ هوءَ لڪن مہ وٺي پنهونءَ کي لوچيندي. ڏکيا ڏونگر سچن عاشقن کي ڇا ڪندا! هو نيٺ وڃيو حقيقي محبوب سان هڪ ٿين.

| مشڪل لفظ | معنىٰ |
|---|---|
| ليڙا | اُٺ |
| نِيو | وٺي وڃو |
| لُرَ | تڪڙ |
| ٻُرَ | وارن جي چڳن ڪان |
| هُرَ | يادگيري |
| ڪَچو | ملامت، داغ |
| ڪُرَ | خاندان يا ڪٽنب |
| جُنگ | جوان |
| ٽَليارا | ٽلين وارا (موڙ) |
| موڙ | ٽئونر، جهاپا، ڳانا |
| دؤلَتَ | دولت نالي پانهي |
| دوڙَ | ڪميڻي، خاڪسار |
| جهوڙا | ٽوُنر، جهاپا |
| جهُلَن | غاشن، بالاپوشن |
| پالار | پن، ٽاريون |
| جهوڪِيا | جهڪايا |
| جهَوڪ | اُٺن جي وهڻ جي جاءِ، وٿاڻ |
| چاٽي | جهپو هڻي |
| بحَري | ساموندي، وڏو |
| قَهري | ظالم، بيدرد |
| ويِڙهو | چڪر، ڦيرو |
| ويڪرو | وڏو، وسيع |

| پَهري | پکڙجي |
|---|---|
| پٽ | ميدانن ۾ |
| سَٽ | سودي يا عيوض ۾ |
| ڏاهہ | ٻانهيءَ |
| جورو | ظلم، زبردستي |
| برہ | عشق |
| مٽائُس | مچايس |
| سَڌُون | خواهشون |
| ڏورياڻين | ڳوليائين |
| وَرُ | ڀتار |
| وَرَ | مڙس |
| وَرُ | ڀيچ، ڏنگائي |
| وَرُ | ڊونگ، چل ول |
| روهَ | اي جبل، پهاڙ |
| حَق | مڙس، ڏڻي، سچ |
| کوہ | ڇا |
| ڪَنڌِيُن | جفاڪش عورتن |

| | |
|---|---|
| 1<br>اَللهَ ڪارَڻ، اوٺِيا! ليڙا نِيو مَ لُرَ؛<br>نِيو نِماڻي پاڻَ سين، ٻانِهيءَ جَهلي ٻُرَ؛<br>مُون ڪي مارِي مَنجِهه ڻِي، سَنڌِي هوتَنِ هُرَ؛<br>ڪَچو لايان ڪُرَ، ڪيچان اوري جي وَران. | اي جتو! الله جي واسطي، اُٺن کي تڪڙ ۾ ڪاهي نہ وجو. هن نماڻي ٻانهيءَ کي چڳن کان گهلي پاڻ سان وٺي هلو. مونکي اندر جو اندر ۾ سپرينءَ جي سار ٿي ماري. ڪيچ جي اوريان جي واپس وران تہ پنهنجي ڪل تي ٽڪو لائيندس. |
| 2<br>ڪيچان اوري ڪيترِيُون، مَعذُورِيُون مُيُون؛<br>واڻُون وِيهَ ٿِيُون، ڪهُ جاڻان ڪيهِي ويا؟ | ڪيچ جي اوريان ڪيتريون ئي ويچاريون مري فنا ٿي ويئون. ڪيچ ڏانهن ويهہ واٽون آهن، مونکي ڪهڙي ڪل تہ ڪهڙي واٽ وٺي ويا. |
| 3<br>ڪيچان آيو قافلو، جُنگُ سُونهارِيءَ جوڙَ؛<br>تَليارا توڏَنِ ڪَي، ڳِچِيءَ سُونهَنِ موڙَ؛<br>دؤلَتَ چايان دوڙَ، جي مُون نِيو پاڻَ سين. | ڪيچ کان سهڻي رونق سان هڪ شاهي قافلو آيو. اُٺن جي ڳچيءَ ۾ موڙ ۽ جهاپا سونهن لايو بيٺا هوا. مان پاڻکي ”دولت“ نالي سان خسيس ٻانهي چوايان، جي مونکي پاڻ سان وٺي هلو. (اڳي ٻانهين تي سهڻا نالا مثلن چنبيلي، گلبوءِ ۽ دولت وغيره رکندا هوا.) |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| 4<br>جهوُڙا جن جُهلَنِ ۾، هِيري لَکَ هَزارَ؛<br>لَڳا واڻَ وَٽَنِ جا، پُنهونءَ کي پالارَ؛<br>آن کي ويندا ڳَڏيا، اَهڙيءَ سٽَ سُوارَ؟<br>لَنگهِي ڪالَهہ قَطار، تُون، آئِي! اَڄُ نِهارِئين! | جنجي بالا پوشن (غاشن) ۾ ٽوُنر ۽ لکين جا هيرا لڳل هوا. پنهونءَ جي بت کي واڻ جي وٽن پنن ۽ ٽارين پئي ڇهيو. اهڙي دِولِ جا سوار اوهان کي ڪي ويندي ڳڏيا؟ ”اي منڌ! اُها اُنِ جي قطار تہ هتان ڪالهہ لنگهي ويئي؛ تون اَڄا اَڄ تي اُنهن لاءِ واٽون نهارين!“ |
| 5<br>مِزمانَنِ مَهرِي، آٽي جهوڪيا جهوڪَ ۾؛<br>ڇاٽي ڇنبَنِ ۾ وِيا، جِئن بازُ سَٽي بَحرِي؛<br>ڪوهِيارو قَهرِي، وِيو نِهوڙي نِندَ ۾! | مزمانن (جتن)، مهري اُٺ آٽي وٽاڻ ۾ جهڪايا. هو بحري باز (شاهين) وانگر پنهونءَ کي جهپو هٽي ڪٽي ويا. بيدرد ڪوهيارو (پنهون) مونکي ننڊ ۾ ماري فنا ڪري ويو. |
| 9<br>مُون پانيو مُون وَٽِ، هَميشَہَ هُوندا پرين؛<br>ويڙهو ڏيئِي ويڪِرو، پَهرِي ويا پَٽَ؛<br>ساهُ جِنين جي سَٽِ، وِڪيُمِ تي وَٽِڪارِ ۾. | مون پانيو تہ منهنجا سپرين مون وٽ هميشہ مزمان هوندا. هوُ تہ وڏي گوهي ڏيئي، پرپٺ ۾ وتڙي، غايب ٿي ويا، جنجي سودي ۾ وٽڪار منجهہ پنهنجي جان بہ ٿي سهسايم. |
| 7<br>مُون پانيو مِزمانَ، هَميشَہَ هُوندا پرين؛<br>کُهي کَميٽِي هَليا، کَهلَ کَيائُونَ کانَ؛<br>ڏيئِي وِيا ڏاهِ کي، سُوَرَن جا سامانَ؛<br>جورو راتِ جُوانَ، جيڏيُون! جَتَ کَري وِيا! | مون پانيو تہ منهنجا پرين مون وٽ هميشہ مزمان هوندا. هُو ڪميٽيءَ کي کهي هليا ويا ۽ ڪا بہ کهل نہ ڪيائون. هن ٻانهيءَ کي هوُ دردن جا اَنبار ڏيئي ويا. اي سرتيون! رات جو، جوان جت مون سان نسورو قهر ڪري ويا. |
| 8<br>برهَ مَٽايُسِ بَرُ، ناتَ سُکِي کيرَ سَڌُون کَري؟<br>گهٽو ڏورِيائِين ڏُکَ سين، ڏيرَن لءِ ڏُونگَرَ؛<br>ورِي آيُسِ وَرُ، سَفَرَ مُئِيءَ جاَ ساب پِيا. | عشق رڻ (رڻ جو پنڌ) مڃايس، نہ تہ سکي کير اهڙيون خواهشون ڪري؟ ڏاڍي جفا سان ڏيرن لاءِ جبل ۾ تلاشون وڏائين. وري پتار موٽي آيس ۽ مئيءَ جا سفر سڃايا ٿيا. (مئي ڪان پوءِ پنهون مليس). |
| 9<br>وَرَ ۾ ڪونهي وَرُ، ڏيرَن وَرُ وَڏو ڪَيو؛<br>نهارِينديَس نِڪرِي، بوتَنِ ڪارَڻ بَرُ؛<br>آڏو ٽَڪَرَ ٽَرُ، متاَن روهَ رَتِيُون ٿِئين! | پتار ۾ ڪو ڏنگ ڪونهي، پر ڏيرن وڏي ڏنگائي ڪئي. مان برپٽ ۾ نڪري، اُنَ کي ڏوريندِيس. اي ٽڪر! منهنجي اڳيان هٽي پاسو ڪر، متان اي پهاڙ! تون پڇي، ڪٽا ڪٽا ٿي پوين! |
| 10<br>وَرَ وَراڪا وِچَ ۾، لَکين آڏا لَکَ؛<br>هُو جي آڏا حَقَ، سِي کَندا کوهُ کَندِيُنِ کي؟ | وچ ۾ (منهنجي ۽ ڪيچ جي وچ ۾) لکين آڏا اُبتا ۽ ورن وڪڙن وارا لڪ آهن. اُهي لڪ (جفائون) جي ڏٽيءَ يا پتار يا سچ جي آڏو آهن، سي جفاڪارن (ڪشالا ڪيندڙن) کي ڇا ڪندا؟ |

سر ديسي

# داستان چوٿون

جت پاڻ ۾ ڳجهي مصلحت ڪري ۽ سسئيءَ کي ويساهه ۾ رکي، ساٿ سنيرائي هليا ويا. هاڻ سسئيءَ لاءِ نسوري قيامت ٿي ويئي آهي. تقدير سندس پيچ ڏارين سان اڙايو. ٻاروچا سندس ذات پرکي، ڪائنس پنهونءَ جو پلاند ڇڏائي هليا ويا. هوءَ ڏوٻياٽي آهي ۽ سندس واهپو صاٻڻ چٽ سان آهي ۽ پنهونءَ ۾ مشڪ جي سرهاڻ آهي. هاڻ سواءِ زاريءَ جي سندس وس ۾ ڪجهه ناهي. هوڏانهن جتن کي ڪا فڪرات ناهي. شل نہ ڪنهنجو سانگين سان پيچ اڙي. اُنهن لاءِ سسئيءَ وانگر قيامت ٿيو وڃي.

| مشڪل لفظ | معنیٰ |
|---|---|
| آرِيچا | آريءَ جي ڪُل جا، سسئيءَ جا ڏير |
| اَظلامَ | ظالم، ڪٺور |
| مُنهان | مون کان |
| مخَفي | ڳجهو |
| مامَ | راز، ڳجهارت |
| سَنيوُرا | سنيري هليا |
| ويساهي | ڪوڙو ويساهه ڏيئي، دلبو ڏيئي |
| وَرِيامَ | پهلوان، بهادر |
| جيڏِيوُن | اَديوُن، ڀينر، چاچيون |
| قِيامَ | قيامت |
| ڏاڙهيءَ ڍَنيا | سهڻين ڏاڙهين وارا |
| اُليرَ | اُڇل، ٽپو |
| لِڪَ | ذرو |
| نِرمَلُ | پاڪ، پوتر |
| نِڪالي | تڙي، ڪڍي |
| ڀَرِٽياڻي | ڏوٻياڻي |
| پالي | پناهه ۾ رکي |
| اِرادي | قسمت، تقدير |
| سانگِينِ | سانگي سان ايندڙن، سفر ڪندڙن |
| اُگَهَٽ | اوگهڙ، پڌر |
| ڀَرِٽُ | ڏوٻي |
| پارچو | ڪپڙو |
| ڀَهَسَ | زور سان |

| پڇاڙئين | ڏوئين، سٽين |
|---|---|
| پوتئين | ڪپڙن ڪي |
| هورُ | فڪر، ڳڻتي |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| 1<br>وارو! وَرُ وَنِي وِيا، آرِيچا اَظَّلامَ؛<br>آنداڻُون آريءَ جا، پُنهونءَ ڏي پيغامَ؛<br>پَهُ ڪَيائُون پاڻَ ۾، مُنهان مَخفِي مامَ؛<br>سَنيُورا ساٿُ ڪَٽِيِ، ويساهي وَرِيامَ؛<br>ڪاڪِيُون! راتِ قِيامَ، جيڏِيُون! جَتَ ڪَري وِيا! | هاءِ! ظالم آريچا منهنجو پيتار پاڻ سان وٺي ويا. آري سردار (پنهونءَ جي پيءُ) جا سنيها پنهونءَ لاءِ آندائون هوائون. مون کان لڪائي پاڻ ۾ ڳجهي مصلحت ۽ ٺاه ڪيائون. جُنگ جت مونکي ويساه ۾ رکي، ساٿ سنيرائي هليا ويا. اي جيڏيون ۽ سرتيون! جت مون سان رات نسوري قيامت ڪري ويا. |
| 2<br>وارو! وَرُ وَنِي وِيا، ڪَري ڏيرَ ڏَمَرُ؛<br>هاڻي ٿِيو حَشَرُ، پُنا قَول قِيامَ جا! | افسوس! منهنجا ڏير جوش ۾ اچي منهنجو پيتار ساڻ وٺي ويا. هاڻي قيامت ٿي ويئي ۽ اُن جا سڀ نشان هينئر پوريءَ طرح پڌرا ٿي چڪا آهن. |
| 3<br>وارو! وَرُ وَنِي وِيا، ڏاڙهِيءَ پَنيا ڏيرَ؛<br>ڏِينديَسِ ڏاڍِين ڏُونگرين، اُنِين لَءِ اُلِيرَ؛<br>ڪيچِ پهچِي ڪيرَ؟ وِجڻَ سين وَسُ ڪَرِيان. | هيءِ هيءِ! سهڻين سونهارين وارا ڏير منهنجو پيتار ساڻ وٺي ويا. اُنهن لاءِ ڏکين پهاڙن ۾ ولاڙون وجهنديس. ڪيچ ۾ پنڌ ڪير پهچي سگهندي؟ مان پنڌ ڪرڻ ۾ وسان ڪين گهٽائيندس. |
| 4<br>جَڏِيءَ وَٽ جالِي، مانَ اَللهِ ڪارَڻِ لِڪَ سِيئن؛<br>آهي آرِيءَ ڄامَ جي، هت هُتَ حوالي؛<br>عَيبَ مُون اَڳِرا، مانَ نِرَمَلُ نِڪالي!<br>پَرِٿِياڻِي پالِي، ڪامِلُ نِيندو ڪيچَ ڏي! | من الله لڳ مون عليل سان ڪا ٿوري ساعت گذاري. هيءَ جڏي هتي توڙي هُتي آريءَ ڄام (پنهون) وهيٽي آهي. من هوُ پاڪ منهنجون پڌريون اوڻايون مون مان ڌڙي ڪڍي. شل هوُ ڪامل هن ڏوهڻ کي پنهنجي پناه ۾ آڻي، ڪيچ وٺي ويندو. (مرشد ڪامل کي پاڻ سپرد ڪرڻ جي هدايت.) |
| 5<br>پَرِٿَنِ جي پاڙي، جاڙَ گُذارِيَمِ، جيڏِيُون!<br>جنِيَن مُون کي مارِيو، سُورَنِ سِين ساڙِي؛<br>اِرادِي آڻِي، سانگِيُنِ سين سَنگُ ڪَيو. | اي سرتيون! مون ڏوهين جي ويڙهي ۾ ناحق گذاريو، جن مون کي سور ڏيئي جلائي ماريو. پاڳ اَچي منهنجو پيچ سانگي سان ايندڙن يا سفر ڪندڙن (جتن) سان اڙايو. |
| 6<br>اَسِين پاڻَ پَرِٿَ، پورهِيَتَ پُنهونءَ ڄامَ جا؛<br>هوتُ ڪَٺُورِيءَ هيرَئِونِ، مُون ۾ صابُڻَ ڇَٿَ؛<br>آتَڻَ مَنجِهه اُگَهٽَ، ڪانڌُ ڪنهِين جِي مَ ڪَري! | اسين پاڻ ڏوهي ۽ پنهون ڄام جا پورهيت آهيون. پنهون پاڻ مشڪ تي هريل آهي، پر مون ۾ صابڻ جي ڇٿ آهي. (مون ڏوهڻ جو واهپو صابڻ سان آهي.) شل پيتار آتڻ ۾ ڪنهن اِستريءَ جي پڌر نه ڪري. |

| بيت | مطلب |
|---|---|
| 7<br>آئُون تان اَهڙياءِ، جا ٻانهيءَ کي ٻائِي چوان؛<br>مُون ڪَمِيڻِيءَ لاءِ، پُنهون تي پَرِٺ ٿِيو. | آءُ تہ اهڙي آهيان، جو ٻانهيءَ کي سائڻ سڏيان. مون ڪميڻيءَ جي ڪري، پنهون ڏوہي ٿي ٿيو. |
| 8<br>گڏيو ڏوہيُنِ ڏوءِ، پُنهُونءَ پارچو هَٿَ ۾؛<br>اُتي آرِيءَ جامَ جو، قاصِدُ آيُسِ ڪوءِ؛<br>اِيُ، ڪامِلُ! ڪَمُ نہ سَندوءِ، جِئَن پَهَسَ پَچاڙِئين پوتِئين. | پنهونءَ ٻين ڏوہين سان گڏ ڪپڙو هٿ ۾ جهلي پئي ڏوتو تہ اُتي وٽس آري سردار وٽان ڪو پانڌي هي نياپو ڪٽي آيو: ”اي ڪامل! (سردار!) اِهو ڪم تنهنجو ناهي، جو ٻازو هٽي چوه مان ڪپڙا وتين سٽيندو.“ |
| 9<br>نَڪو ڪيچُ پَنيورُ، نَڪو مائٽُ مُنڌَ جو؛<br>هورُ مِڙوئِي هِنَ کي، هوتَنِ ڪونهي هورُ؛<br>زارِيءَ ڏاران زورُ، هَلي ڪونَ حَبِيبَ سين. | هن ناريءَ (سسئيءَ) لاءِ نہ پنيور ٿيو نہ ڪيچ ٿيو ۽ نڪو ڪو سندس سڱدار رهيو. سموري جهوري هن (سسئيءَ) کي آهي. محبن (پنهونءَ) کي ڪا فڪرات ناهي. جانب سان، سواءَ نيزاريءَ جي، ٻيو ڪو وس نہ ٿو هلي. |

**سر ديسي**

# داستان پنجون

جئين ختن ملڪ جو هرڻ پنهنجي سرهاڻ تي حيران ٿي، چوطرف پيو رلندو آهي ۽ جئن هُما پکي هر وقت پرواز ۾ هوندو آهي، تئن سسئي بہ سڄن ۾ پنهونءَ لاءِ سرگردان آهي. هوءَ شايد سورن جو سبق هرڻ ۽ هما پکي کان سکي آهي. جنکي سمر ساڻ ناهي، تنجو واهرو ڏٺي آهي ۽ بر ٿر ۾ سندن ساٿي آهي. سسئي پهاڙن کي ميدان تي سمجهي. سندس ليکي ڪانيو ۽ ڪارو پهاڙ ڪکرن مثل آهن. جبلن جون واٽون ڏکيون آهن، پر عشق وارن لاءِ مڙيئي مشڪلاتون آسان آهن.

| مشڪل لفظ | معنیٰ |
|---|---|
| هَرَڻُ | ختن جي ملڪ جو هرڻ، جنهنجي دن ۾ مشڪ ٿيندي آهي. |
| هُماءُ | هڪ خيالي سڀڳورو پکي، جنهنجي سابي پوڻ سان چون ٿا تہ ڪوبہ شخص بادشاه ٿيو پوي. |
| گَردان | حيران |
| پَڳُ | قدم |
| جيڪُسِ | شايد |
| مُلاءِ | وٽان |

| روجھ | اَڇن پيرن وارا هرڻ |
| --- | --- |
| پرِيتَڻي | عشق |
| سَبوجھ | سياڻي |
| سنهائي | واقف ڪئي |
| چيچ | ناچ، جهمر |
| نوُڻ | هيٺائين زمين |
| چِمَرُ | ڪارو ڪڪر |
| ڪانيو ۽ ڪارو | ٻن پهاڙن جا نالا |
| لَڳھ | بادل، ڪڪر |
| ڪَرڪرا | ڪرڙا، سخت |
| ويڌ | ويڌنون، ڪشالا |
| ونگايُون | ڏنگايون |
| پَٽئين | پٽن ۾ |
| نَڌَرَ | نڌڻڪي، بي وسيلي |
| سَڳَر | پنڌ، پيچرا |
| ٻاتاڙيءَ | منجهيل، موڙهل |

<table>
<tr><td>1<br>جئنِ سو هَرَڻُ هُماءُ، سَرگَردان سَنسارَ ۾؛<br>هِيُ پَڳُ نہ کوڙي پَٽئين، هُو ڏَڙَ سِر ڏَري نہ ساهُ؛<br>جيڪُسِ تن مُلاءُ، سَسُئِيءَ سُورَ پِرائِيا.</td><td>جئن ختن ملڪ جو هرڻ پنهنجي ناف (ڌُن) مان ايندڙ سرهاڻ تي حيران ٿي، چوطرف پيو رلندو آهي ۽ هُما پکي هميشہ پرواز ۾ هوندو آهي؛ ۽ جئن هُما پٽ تي پير ئي نہ کوڙيندو آهي ۽ هرڻ کي پنهنجي سرير جي سمڪ نہ رهندي آهي، تئَن سسئي بہ شايد اُنهن کان سور سکي، رڻ ۾ سٽون ڏيئندي پئي وڃي.</td></tr>
<tr><td>2<br>رات ڏِٺائِين روجَھ، ياڻءِ ڪِ اوٺِي آئِيا؛<br>پرِيَتَڻِي پِرِيُنِ جي، سِڪَڻَ ڪَي سَبوجَھ؛<br>هُئِي گَهٽو اَبوجَھ، سُورَنِ سُنهائِي سَسُئِي.</td><td>رات رڻ ۾ روجھ (اَڇن پيرن وارو رڻ) ڏٺائين ۽ سمجهيائين تہ جت آيا آهن. پرين جي محبت ۽ سڪ کيس ٿپي سياڻو ڪري ڇڏيو. هوئَن گهٽو ئي اَياڻي هئي، پر سورن کيس سياڻو ڪري ڇڏيو.</td></tr>
<tr><td>3<br>سَمَرُ جنِين نہ ساڻُ، هوتُ حِماتِي تن جو؛<br>ڪَري چيچَ چِپَرَ ۾، پُنهون اِيندو پاڻَ؛<br>ٿِيندِي رِيجَھ رِهاڻِ، لَحظي مَنجھ، لَطِيفُ چئي.</td><td>جن کي ڪو اِسباب ساڻ ناهي، تنجو سچڻ واهرُو آهي. پنهون (رب) پاڻ جهمر هٽي، اچي جبلن ۾ وارد ٿيندو. پوءِ هڪ ساعت ۾ ورونهن ٿي ويندي.</td></tr>
<tr><td>4<br>سَسُئِيءَ لَنگِهيو سو، مَردَ جنهن ماتِ ڪَيا؛</td><td>سسئيءَ اُهو پهاڙ پار ڪيو، جو جُنگ مڙسن کي بہ نهوڙي ڇڏي. اُتاهون جبل بہ نينهن لاءِ هڪ لسو پٽ آهي.</td></tr>
</table>

| جَبَلُ وڏو جوءِ نوُڙ مِڙوئِي نِينهَن کي. | |
|---|---|
| 5<br>ڇِپَرُ ڇِمَرُ پانيان، ڪانيو ۽ ڪارو؛<br>پَبُ وڃهنديَس پُٺ تي، صُبُحَ سَوارو؛<br>وَڃَڻَ مُون وارو، ڪينَ وِهَندِيَس وِچَ ۾. | ”ڪانيو“ ۽ ”ڪارو“، پهاڙن کي ڪارو ڪکر ڪري تي سمجهان. (اُنهن مان آسانيءَ سان هلي تي وڃان) صبوح جو سويل ”پب“ جبل کي پوئتي ڇڏيندس. مون کي اڳتي هلڻ جي اونَ آهي، وچ ۾ ساهي نہ پٽيندس. |
| 6<br>ڇِپَرَ ۽ ڇِمَرَ، تا لَڳَہَ لَڳَنِ پانڌَ ۾؛<br>ڏاڍا ڏُونگَرَ ڪَرڪَرا، ويڌَ، ونگايُون وَرَ؛<br>آئُون پيادِي پَنڌئين، نماڻِي نِڌَرَ؛<br>سُورِيُون جِتَ سَگِرَ: اُتِ باتاڙِيءَ بِيلِي ٿِئين! | پهاڙ ۽ ڪارا ڪکر هڪ ٻئي سان پيا لڳن (جبل ايڏا اُتاهان آهن، جو اُنهن جي چوٽين سان ڪڪر پيا لڳن). جبل نهايت سخت آهن ۽ منجهن ڏاڍيون جٺيون، ڏنگايون ۽ وڪڙ آهن. آءُ نماڻي ۽ بي وسيلي پٽن مان پنڌ پيئي وڃان. جت سُورين جهڙا پيچرا آهن (جتي چوٽيون پيچرا آهن)، تتي شل تون هي موڙهل جو اچي مددگار ٿين. |

سر ديسي

# داستان ڇهون

جبلن جون واٽون ڏکيون آهن ۽ سسئيءَ جا پير پهاڙن جي پنڌ ۾ ڦٽجي پيا آهن. هن سفر ۾ ماهرن جون مٽيون بہ منجهيو وڃن. سسئي سڪ وچان ڪوبہ سنڪو نہ ٿي رکي، چو تہ پنهون سندس رهبر آهي. هوءَ فنا ٿي پيئي آهي. جهان جا لاڳاپا رڳو جيئرن لاءِ آهن. سسئي پنهونءَ کي اِهوئي سوال پيئي ڪري تہ ”اي رهنما! تون اچي راه ۾ رسج.“ پنهون ماڻڪ مثل آهي، جنهنجو سوجهرو سجن کي روشن ڪيو ڇڏي. جتي اونداها ماڳ آهن، تتي ڪامل مرشد اچيو طالب کي رسي. هن داستان ۾ شاه صاحب، پيغمبر صاحب جي شفاعت ڏانهن بہ اِشارو ڪيو آهي.

| مشڪل لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| آڏ تراڇا | ڏنگا، ڦڏا، ور وڪڙ |
| آهُڙا | اَهنجا، آڙانگا |
| باڪا | بانڪا، پهلوان، سوره |
| ڪَهَ | پنڌ، ڪاهہ |
| باڪَ | خوف، خطرو |
| بَهير | قطار، ساٿ |
| گوُناگوُنِ | قسمين قسمين |
| تَنگ | سوڙهن لڪن ۾ |
| هوُندَنِ | جيئَرن، هستيءَ وارن |

| روڏا | اُٺ |
|---|---|
| **رِنگائي** | رڙندا، رينگٽ ڪندا |
| **ساڱاپي** | سڱ، ناتي |
| **ڪارَڻي** | وسيلو، حامي |
| **ماڻڪ** | موتي، دُر (پنهون) |
| **حَشَر** | قيامت ۾ |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| 1<br>**آڏَ تراڇا، آهُڙا، ڏُونگَرَ ڪي ڏاڪا؛<br>ڪَيَمِ آهَ عَجِيبَ ڪي، سِڪَ مَنجهان سا ڪا؛<br>پيئِي هِتِيڪِي هوَتَ ڪي، ڪُوڪَ وَڃِي ڪَنِ ڪا؛<br>مُنهنجو وَسُ واڪا، ٻُڌَڻُ ڪَمُ ٻَروچَ جو.** | جبل تي چڙهڻ جون واٽون ڏنگيون ۽ ڏکيون آهن. مان پنهنجي پرينءَ لاءِ سڪ وچان آهون پيئي ڪريان. منهنجي پڪار محب جي ڪن تي پڪيءَ ريت وڃي پيئي. منهنجو ڪم آهي فريادون ڪرڻ، سڻڻ ڪم پنهونءَ جو. |
| 2<br>**آڏَ تراڇا، آهُڙا، ڏُونگَرَ ڪي ڏاڪا؛<br>وَنِي وَرُ واٽَ ٿِيا، ٻَرِ چڙهِي ٻاڪا؛<br>ڦَٿيا پيرَ فَقِيرَ جا، چَڙَهندي چَڙهاڪا؛<br>هُيَنِ جِيءَ اَندَرِ جا ڪا، وِيا پُڄائي پانهنجِي.** | جبل تي چڙهڻ جون واٽون ڏنگيون ۽ ڏکيون آهن. هوُ بانڪا (پهلوان) منهنجو پتار ساڻ ڪري رڻ اُڪاري هليا. هن فقير جا پير، چاڙهيڪا چڙهندي، ڦٽجي پيا آهن. هنن اندر ۾ جا سِڪ سِٽي هئي، سا هو پنهنجي پوري ڪري ويا. |
| 3<br>**ڪَرڙا ڏُونگَرَ ڪَهَ گَهٽِي، جِتِ ٻَرِپَٽَ، سُڄَنِ ٻَيرانُ؛<br>ڏَاهَنِ ڏاهَپَ وِسرِي، ٿِيا حَرِيفَ ئِي حَيرانُ؛<br>سَسُئِيءَ لَنگهيو، سَيَّدُ چئي، مُحَبَّتَ سين مَيدانُ؛<br>جنهنجو آرِياڻِي اَڳوانُ، تَنهن ڪانهي باڪَ ٻَهِيرَ ۾.** | جبل ڏکيا ۽ سفر وڏو، جت رڃون ۽ سڃون ٿيون سجهن، اُتي سياڻن کي پنهنجي سياڻپ وسريو وڃي ۽ ماهر به منجهيو پون. سسئي، سڪ وچان سارو ميدان جهاڳي ويئي. جنهنجو رهبر پنهون پاڻ آهي، تنهن کي ساٿ ۾ ڪوبه سنڪو (ڊپ) ناهي. |
| 4<br>**ڪَرڙا ڏُونگَرَ، ڪَهَ گَهٽِي، جِتِ جَبَلَ گُوناگُونَ؛<br>ليڙَنَ جُونِ، لَطِيفُ چئي، تَنگَ تَنوارُون پُونَ؛<br>جِنِ ڏِنو پيرُ پُنهونءَ جو، سي نہ ڪَي رُونِ، نہ چُونَ؛<br>هُوندَنِ مَٿي هُونِ، لاڳاپا هِنَ لوڪَ جا.** | جبل ڏکيا ۽ سفر اَٿاهہ، جت طرحين طرحين جا پهاڙ آهن. اُنن جون سوڙهن لڪن ۾ پاڪارون پيئون پون. جن پرينءَ جي پيرن جو نشان لڌو آهي، سي نہ ڳوڙهو ڳاڙين، نہ چپ چورين. جيئَرن (هستيءَ يا خوديءَ وارن) لاءِ ئي هن جهان جا لڳ لاڳاپا آهن. |
| 5<br>**ڪَرڙا ڏُونگَرَ، ڪَهَ گَهٽِي، جِتِ وِيا روڏا رِنگائي؛<br>ساڱاپِي سيڻَنِ جي، ٿِي وَندُرِ واجهائي؛<br>رَهيَسِ، رَسُ، لَطِيفُ چئي، تنهن ڪَمِيٽِيءَ ڪاهي؛** | جبل ڏکيا ۽ سفر اَجهاڳ، جت اُٺ به رڙندا ويا. سسئي، پرينءَ جي سڱ سانگي، وٽي وندر جبل ۾ واجهہ وجهندي. مان پوئتي رهجي ويئي آهيان، تون ڪاهي اَچي هن ڪميٽيءَ وٽ پهچ. آري ڄام ئي هيڻن جي پناهہ يا پردو آهي. |

| | |
|---|---|
| آرياڻِي آهي، مَنَهن مَعذُورِن جي. | |
| 6<br>ڪَرڙا ڏُونگَرَ، ڪَهَ گَهڻِي، جِت مِينهَن وَسَنِ ماڪُون؛<br>سُجَنِ تِيُون، سَيَّدُ چئَي، هَاڙهي جُون هَاڪُون؛<br>جِتِ اَنڌيُون اوطاقُون، تِتِ ڪاهي رَسِج، ڪارَڻِي! | جبل اَڙانگا، پنڌ وڏو، جتي مينهن وسڪارا ڪيو پيا وسن؛ جتي هاڙهي جبل جي جبراين جا ڏاڍا هل پيا پئجن؛ اي واهرو! جت اونداها ماڳ آهن، تتي تون ڪاهي، اچي مون وٽ پهچ. |
| 7<br>ماڻڪُ مِٿُ سَندومِ، اونداهيءَ ۾ سوجھرو؛<br>حَشَرَ وِيلَ حِسابَ ۾، ڇَڏِي نہ ويندومِ؛<br>سارِيو سَڏُ ڪَندومِ، ڪوهِيارو ڪيچَ ڌَڻِي. | ماڻڪ جهڙي پنهونءَ سان منهنجو سڱ آهي، جو اونده ۾ روشني ڪيو ڇڏي. قيامت ڏينهن حساب جي وقت هو مونکي ڇڏي نہ ڏيندو. ڪيچ جو سائين مونکي اُتي سنڀاري سڏيندو. (هتي پيغمبر صاحب ڏانهن اِشارو آهي، جو قيامت جي ڏينهن شفاعت ڪندو.) |

سر ديسي

# داستان ستون

پنهونءَ جي پيچ سسئي لاءِ پنيور ۾ وهڻ زهر ڪري ڇڏيو آهي. سندس سيني ۾ بره جو ڪان لڳو آهي ۽ هاڻي هوءَ وتي برن ۾ مرن سان محفلون ۽ رهاڻيون ڪندي. هوءَ هينئر پنهنجي وس ۾ ناهي. ڪيس پنهونءَ جو پلاند گهرجي، جو پڪڙي هوءَ لڪن مان لنگهي وڃي. هوءَ سندس سلام لاءِ پيئي سڪي ۽ ڪيس پنهونءَ جي سرهاڻ رڻ ۽ پهاڙن مان پيئي اچي. هوءَ پنهنجي اَيا ڳ تي روئي پئي. جي ننڊ ۾ غافل نہ رهي ها تہ جت هئَن فرار تي نہ وڃن ها. هوءَ هاڻ پنهونءَ کي اِهو ئي سوال پيئي ڪري تہ ”اي پاڪ پرس! تون اچي مون لاءِ انڌاري ۾ اُجالو ڪج ۽ هن فقيرياڻيءَ جون ڪارون ڪنين سڻج.“ سسئيءَ جي نظر ۾، ساري جڳ ۾ پنهونءَ جو ڪو ثاني ناهي. پنهونءَ جي خوشبوءِ ٿر بر واسي ڇڏيا آهن. هر هنڌ سندس حسن جو جلوو ئي نمايان آهي. مطلب تہ طالب لاءِ هر مڪان ۾ هڪ حق جي ئي هيڪارَ ۽ سونهن موجود آهي.

| مشڪل لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| پنيي | بدحال، اَيو ڳي |
| ڏانجهَن | ڏکن |
| نائڪَ | تير |
| ڪُڙه اَندَرِ | سيني ۾ |
| ٿاجا | محفلون |
| پاري | پاليل |
| پاندَ پُڄي | دامن کي پهچي |
| تَمامُ | فنا، نابود |

| دامُ | دمہ پل |
|---|---|
| ويلا ڪَرينِ | وقت گذارين |
| ڇاٽُون | سرهاٽيون |
| هوُءِ | سڳند |
| وَري روُءِ | منهن سرهو ٿيو |
| گوُندر | غمہ درد |
| گولِئَين | ٻانهين جا |
| جانڪوُن | جڏهن کان |
| تانڪوُن | تڏهن کان |
| ڏُکوئي | نيم بسملہ اَڌ ڪُٺل |
| وسَهي | ويساه ڪري |
| وَڙي | واڻجيہ ويڙهجي |
| ڪَڙي | ڪئوڙي |
| ڏاوَڻُ | ڏاوڻ جي رسمہ: (ڪا سهاڳڻ، ڳاڙهي ڪچي سُٽ جي ڌاڳي سانہ پنهنجي پير ۽ هٿ جي آڱوٺي کي ست وراڪا ڏيئيہ گهوٽ جو رستو روڪي بيهندي آهي. پوءِ گهوٽ ان کي ڪاتيءَ سان ڪپيہ ڪنواريتي گهر گهڙندو آهي.) |
| ڇَلوَرُ | گهنديدار وارن وارو |
| ڏينَهن | قسمتہ ورڌاتا |
| لُطَفوُن | مهر سانہ لطف سان |
| ظُلمتَ | اوندهہ تاريڪي |
| نِرمَلَ | پاڪہ پوتر |
| نوُرُ | روشنہ نوراني |
| ثاني | مٽ شريڪ |
| پَرِتياڻي | ڌوٻياڻي |
| پرَ | پرين |
| وِندرُ وَڪاڻي | وندر تان پاڻ گهورينڊڙ |
| آرياڻي | آري ڄامہ (ٻنهون) |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| 1<br>**پُنهونءَ سين پريتِ جو، ڪو جو پيچُ پيومِ؛<br>پَنيي هنَ پَنيورَ ۾، وهَڻُ وهُ ٿيومِ؛<br>مَتيُون موٽَڻَ سَنديُون، ڪاڪيُون! ڪِيمَ ڏيومِ؛<br>سَرَتيُون! ساهُ سَندومِ، ٿِيو حَوالي هوتَ جي.** | پنهونءَ سان محبت جو اَهڙو ڪو پيوند پيو اَٿم، جو هن بدزيبي پنيور ۾ وهڻ ئي زهر ٿي پيو اَٿم. اي اَديون! مون کي واپس ورڻ جون نصيحتون نہ ڏيو. اي سرتيون! منهنجي جان هينئَر پرينءَ کي پرتل آهي. |
| 2<br>**ڏانجَهنِ تي ڏانجها، ڏِنائُون ڏُکيءَ کي؛<br>لَڳيَسِ نائُڪَ نِينهَن جي، ڪُڙه اَندَرِ ڪا جا؛<br>ٿَرَنِ ۾ تاجا، ڪَري مُنڌَ مِرُنِ سين.** | هن ڏکيءَ کي عذابن تي عذاب ڏنائون. هن کي سيني ۾ بره جو اهڙو ڪو ڪان لڳو آهي، جو هوءَ وتي برن ۾ مرن سان رهاڻيون ۽ محفلون ڪندي. |
| 3<br>**ڪو مُنهن ڪُنَلِ آئِيو، وَسِ نہ ويچارِي؛<br>هوتَ! تُنهنجي هَٿَ ري، پَهُچي نہ پارِي؛<br>اَچِين جي، آرِي! تہ پاندَ پُجِي، لَڪُ لَنگِهيان.** | هن وڏيل جي منهن ۾ اُهو ڪي آيو (ڪيس اهڙي ڪنهن مصيبت کي منهن ڏيڻو پيو)، جو هوءَ ويچاري پنهنجي وس ناهي. اي جانب! هيءَ ٻانهي، تنهنجي واهر ڌاران ڪيچ نہ پهچي سگهندي. اي آري ڄام! جي تون هت اچي سهڙين تہ مان تنهنجو پلاند پڪڙي، لڪ لنگهي وڃان. |
| 4<br>**ڪَڏهِن تان ٻاجَهہ پَئِي، ساجَنَ! مُنجُ سَلامُ؛<br>سِڪَ تُنهنجيءَ، سُپِرِين! ڪَيو تَنُ تَمامُ؛<br>هَٿين هاجَ وهُ ٿِيو، نيڻين نِندَ حَرامُ؛<br>دوسَ! نہ سَهان دامُ، تُون وِندُرِ ٿو ويلا ڪَرِين!** | اي پرين! من ڪا مهر پوئي جو مونکي پنهنجي طرفان ڪو سلام منجين. اي سپرين! تنهنجي سڪ منهنجي سرير کي سُڪائي پورو ڪيو آهي. هٿن سان ڪرت منهنجي لاءِ زهر آهي ۽ منهنجي نيڻن ۾ ننڊ مُور ناهي. اي دوست! مان هڪ ساعت بہ تنهنجو وڇوڙو سهي نہ ٿي سگهان ۽ تون وتين وندر ۾ ديرُون لائيندو! |
| 5<br>**بَرُ مِڙوئِي بُوءِ، چِپَرَ چاڻُون مُڪِيُون؛<br>بَہ بَہِ ٿي پَنيورَ ۾، هَنڌَ مِڙيئي هُوءِ؛<br>راٽِيُنِ وَرِي روُءِ، گُوندَرَ لَٿا گولِئين.** | رڻ مڙوئي خوشبوءِ سان واسجي ويو ۽ پهاڙن مان سڳنڌيون آيون. پنيور ۾ رونق لڳي ويئي ۽ مڙيئي ماڳ سرها ٿي ويا. راڻين جا منهن سرها ٿيا ۽ ٻانهين جا غم ميسارجي ويا. |
| 6<br>**جَتَنِ سان جانڪُون، سَرَتيُون! مُون سَڳُ ٿِيو؛<br>ڪَري ڪوهيارو ويو، تَنُ چِنِي تانڪُون؛<br>آئُون پڻ تَڏانڪُون، اَڌَ ڏُکوئِي آهِيان.** | اي سرتيون! جڏهن کان مون جتن سان سڳ ڳنڍيو، تڏهن کان پنهون منهنجو تن تهباروں ڪري ويو آهي. اُنهيءَ وقت کان وٺي مان اَڌ ڪُٺل آهيان. (وڇوڙي جي وڍ کان سِير ڏنل پکيءَ جيان پيئي ڇيڇلايان.) |
| 7<br>**مَتان ڪا، ٻَڙِي! ٻولَ ٻاروچِي وِسَهي؛<br>هُوندَ نہ سُتِيَسِ، سَرَتِيُون! ويهي رَهَيَسِ وَڙِي؛<br>جَتَ پَنهنجي جُوءِ ۾، گهارِينِ مانَ گهَڙِي؛<br>ڪيچِيُنِ آئُون نہ ڪَڙِي، ڪنهن ڏُکِيءَ ڏاوَڻُ ڏائِيو.** | ٻڙي! متان ڪا منڌ ٻاروچي جي سخن تي ويسهہ ڪري. اي سرتيون! مان جيڪر اونگهہ سمهي نہ پوان ها، پر پاڻ کي پنهونءَ سان واڳي يا مڙهي ڇڏيان ها. شل جت پنهنجي ماڳ تي ڪا ساعت گذارين. ڪيچين کي مان ڪوُڙي نہ آهيان، پر منهنجي وِهانو ۾ ڪنهن اَياڳيءَ ڏاوڻ ڏانيو هو. |

<table>
<tr><td>8<br>اَدِيُون! آئُون نہ تِيئَن، جِيئَن پريَتَڻو پِريُن سين؛<br>بَڌِي سُتِيَسِ نہ سوگھو، چِلُوَرُ چاتِيءَ سِيئَن؛<br>ڪيچي ڪاھي ڪَرَھا، مُونهان وَڃَنِ ڪِيئَن؟<br>ڏوهُ مُنهنجي ڏِينهَن، پُنهونءَ ڪي ڪا مَ چَئي.</td><td>اَديون! مون اِئين نہ ڪيو، جئن پرينءَ جي پريت ۾ ڪرڻ جڳائي. مان پيچدار وارن وارو پنهون پنهنجي سيني سان جَڙي نہ سُتيس، نہ تہ ڪيچي مون وٽان اُٿ ڪاھي ڪئَن فرار ٿي وڃن ھا؟ سمورو ڏوھ منهنجي تقدير جو آھي، پنهونءَ جي باري ۾ اوھان مان ڪابہ ڪجھ نہ چوي.</td></tr>
<tr><td>9<br>وَرَ! مَ وِساريج، آهِيان تُنهنجي آسري؛<br>ڏاڍو ڏُونگَرَ جو سُجِي، سو لُطفُون لَنگھائيج؛<br>اُسِري اُتَهين، وِيرَ! تُون، آرِي جامَ اَچيج؛<br>نَماڻِيءَ ڪي نُورَ سين، لالَنَ! لَڏائيج؛<br>ظُلمَتَ جا زمين جِي، سا نرمَلَ! نُورُ ڪَريج؛<br>ڪامِلَ! ڪَنِ ڪَرِيج، فَرِيادُيون فَقِيرِ جون.</td><td>اي پتار! مون کي نہ وسارج، مان تنهنجي آڌار تي پيئي تڳان. جو جبل اُڙانگو پيو ڀڏجي، سو پنهنجي مهر سان مونکي پار اُڪارج. اي جُنگ آري سردار! تون اُتي پرگهٽ ٿي، اچي سهڙج. اي پرين! هن نماڻيءَ جو، پنهنجي سوجهري سان پنڌ پڄائج. هيءُ جو هن زمين (برپٽ) جو اَنڌارو آهي، تنهن کي اي پاڪ اِنسان! مٿائي روشن ڪج. اي ڪامل! هن فقيرياڻيءَ جون ڪارُون ڪنين سڻج.</td></tr>
<tr><td>وائي<br>چورِي ڇَڏِ مَ ڇَپَرين، ٻاروچلَ! ٻانهِي؛<br>جانبَ جَهڙو جَڳَ ۾، ناهِي ڪو ثانِي؛<br>پُنَهَلَ! نِيو پاڻَ سان، پورِهَيتِ پَرِٿياڻِي؛<br>پورهيو ڪَنديَسِ پرَ جو، پَرِينديَسِ پاڻِي؛<br>هوتَ! مَ ڇَڏِيو هيڪلِي، هِيءَ جا وَندُرَ وڪاڻِي؛<br>اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چئي، اِيندمِ آرِياڻِي.</td><td>اي ٻاروچل! هن بي وس ٻانهيءَ کي ڏونگرن ۾ ڇڏي نہ ڏج. جهان ۾ منهنجي جانيءَ جو ڪو مٽ ناهي. اي پنهون! هن پورهيت ڏوٻياڻيءَ کي پاڻ سان وٺي وڃو. مان پنهنجي پرينءَ وٽ پورهيو ڪنديس ۽ سندس پاڻي ڀرينديس. اي جانب! هيءَ جنهن وندر تان پاڻ گهوريو آهي، تنهن کي اڪيلي نہ ڇڏجو. اي اَديون! مون وٽ شل آري ڄام اچي سهڙندو.</td></tr>
</table>

# سر ڪوهياري

## مشڪل لفظن جي معنيٰ ۽ تشريح

”ڪوه“ لفظ جي معنيٰ آهي ”جبل“ ۽ انهيءَ مان معلوم ٿو ٿئي تہ هي سر جابلو ماڻهن جو رچيل آهي. سنڌ ۽ پنجاب ۾ هي سُر گهڻو ڳائڻ ۾ ايندو آهي ۽ نهايت درد ۽ ميٺاج وارو آهي. هن سُر ۾ پهاڙن جي پنڌ جو بيان ۽ ڏونگرن جي ڏاڪڙن جو احوال ڏنل آهي. اِنهيءَ لحاظ کان اِهو نالو مٿس رکيو ويو ٿو ڏسجي. هن سُر ۾ سسئيءَ جو مثال وٺي، شاه ننڊ تي ملامت هنئي آهي ۽ عاشقن کي سجاڳيءَ لاءِ تاڪيد ڪئي اٿس.

سسئي رات جو ذرو بہ نہ جاڳي ۽ رڳي ننڊ ڪيائين. اِنهيءَ ڪري هاڻي روز راه ۾ رهي آهي. وڏا تنوارينڌا هليا ويا؛ هاڻ سندس مرڪ آهي، پڇي ساٿ سان مڙڻ. ”اي اُٺاسي! تون ڪئين ٿي اوجهرين! هو چُپاتا هليا ويا ۽ وڃي توڙ پهتا. هاڻ تون نيڻن مان ننڊ اُڪوڙ متان وٽن ۾ واڪا ڪرڻا پونئي“.

جي پير ڊگها ڪري سُتيون، تن کي ساٿ سُتي ئي ڇڏي ويو. سمهڻ، ڪميڻن جو ڪم آهي. ڏونگر، سسئيءَ سان اِئين ڏاڍايون ٿو ڪري، جئن واڍو وڻ وڍي. اُنجي روح ۾ ذرو بہ رحم ڪونهي. پهڻن سندس پير پٿون ڪيا آهن ۽ ٽِريون چنيون آهن. جبل ساڻس جاڙون ڪيون آهن. جنجا هوت وڃن، تن کي تہ پاڻ گهڻو پُڇجي، پر ڏونگر وٽ اهڙو دلاسو ڪونهي.

سسئيءَ جي تنوار سٽي، مِرُون بہ مامري ۾ پيا آهن. ڏونگر تپي ڏکوئين کي ڇا ڪندو؟ جي پپ جا پهڻ سخت آهن تہ سسئيءَ جا لڱ بہ لوهہ آهن. آريءَ جو اَوک، رڃن ۾ سندس رهنما ٿيو آهي. ڪوهياري مٿس ڪِرڪ وهائي آهي. اِنهيءَ ڏک سندس ڏڙ ڏوڏيو آهي ۽ هاڻ جڏيءَ جو جيئڻ مس ٿئي. پنهونءَ جي پيڪان جون راسيون، رُڪ منجهان ٿهيل آهن.

هوءَ جهڙي جي تهڙي، ٻاروچل جي ٻانهي آهي. جا هو پير ۾ پائين، تنهن جُتيءَ جهڙي بہ هوءَ ناهي. اُنهن ڪيچين کي ڪٿن وساري ويهي رهي؟ پنهونءَ جو پرتوو ڪي چانوَ ڪي اُس. پنهونءَ جو سايو رُڳيائي راحت آهي. سسئيءَ لاءِ آريءَ چام جي مصيبت مِٺي آهي.

پرينءَ پڇاڻا هوءَ اڪهي آهي. هوءَ وره ويڙهي آهي ۽ ڏکن سندس چِٽُ چوُر ڪيو آهي. جي عاشقن جي حال جي حقيقت، ذري بہ ظاهر ٿئي، تہ هوند وڻ ٽڻ ٻري وڃن ۽ جبل جلي وڃن . مرن کي ماٺ لڳي ۽ شبان (ريڍار) کي سوُر رسي.

هن سر ۾ شاه صاحب سالڪن کي هيءَ هدايت ڪئي آهي: ننڊ ڪرڻ عبث آهي. رب کي ريجهائڻ لاءِ هر دم سجاڳي گهرجي؛ روحاني پنڌ ۾ دل ڏارينڌڙ ڏکن اڳيان بہ دل هارڻي ناهي، پر نماڻائيءَ کي ساڻ ڪري، ڪاهي هلڻو آهي. سچن عاشقن کان ئي نينهن پڇجي ۽ سکجي. سندن اندر ۾ ايتري آگ آهي، جو اُنجي چڻنگ ئي جيڪر جهر جهنگ ۽ جبل جلائي وجهي.

مرشد ڪامل جو درجو اعليٰ آهي؛ ۽ طالب تيسين ڳاٽاٽي ۾ ناهي، جيسين، پاڻ بچائي، منزل تي نہ رسيو آهي. پنهونءَ جي ذات شاهاڻي هئي، سسئي ڏوٻڻ هئي. پنهون، سندس سونهن تي فدا ٿيو، نہ سندس ڪُل تي. طالب ۾ بہ لڪل حسن آهي، جو مرشد ٿو ڏسي، پوءِ ڪٽي هو ڪهڙي بہ خسيس ڪُل جو هجي. مرشد ۽ طالب جي ڳڏجاڻي عارضي (ٿوري وقت لاءِ) آهي؛ طالب، پاڻ ڪاڙهي ۽ نيٺ مري، وڃي ساڻس هڪ ٿو ٿئي، جئن

پنهونءَ ۾ سسئيءَ جي حالت ۾ ڏيو. طالب هر وقت مرشد اڳيان پاڻ کي ذلت ۽ نيزاري سان پيش ڪندو آهي ۽ پنهنجي پاڻ لاءِ ناڪارهه ۽ پنهنجي اڻ لائقيءَ جو اظهار ڪندو ٿو اچي:

**جيهي جي تيهي، تہ بہ ٻانهي ٻاروچَنِ جِي؛**
**حُجَتَ هوتَ پُنهونءَ سين، مُون ڪَميڻِي ڪيهِي؟**
**اَصلِ آرِيءَ ڄامَ جي، پَليءِ آءٌ پيئِي؛**
**هُوءَ جا پَائِينِ پيرَ ۾، تنهن جُتِي نہ جيهي؛**
**وِساري ويهِي، تن ڪيچِيُنِ کي ڪِيئن رَهان؟**

سر ڪوهياري

# داستان پهريون

شاه صاحب، سسئيءَ (سالڪ) کي ساري رات، ننڊ جي خمار ۾ رهڻ تي شرمسار ٿو ڪري. جو طالب اِئين ٿو ڪري، تنهن سان روحاني سردار رسيو وڃن، ۽ ساڻس اُها ڪار ٿاڪن، جا سسئيءَ سان ٻاروچن ڪئي. اي طالب! نيٺن مان ننڊ اُکوڙ نہ تہ سسئيءَ وانگر ورن ۾ واڪا ڪري، افسوس ۾ رت جا ڳوڙا ڳاڙٽا پوندءِ. پنهونءَ مان مراد آهي ڪامل مرشد، جو طالب کي غفلت ۾ ڏسي، ساڻس ناراض ٿيو پوي ۽ ڪيس هميشہ لاءِ رڻ ۾ رلايو ڇڏي. طالب جو فرض آهي هميشہ سجاڳ رهڻ ۽ پرينءَ کي لوچڻ. جي سُستيءَ ڪان سُتيون تن کي ساٿ سُتي ئي ڇڏيو.

| مشڪل لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| لَيلَ | رات |
| لڪَ | ذري، تر (لک سيئن = تر ماتر) |
| ڪُلِي نَومُ | سموري ننڊ |
| قُم | اُٿي تيار ٿي |
| قَريبَ | محبوب، پرينءَ |
| اجلَس | وهڪ (سستي، غفلت) |
| مَرحَبا | جس، مبارڪ |
| موڏَن | توڏن، اُنن |
| روڏَن | اُنن |
| اَليومَ سَيرُوا | اڄ سفر ڪر |
| اَٽاسي | اَسوري، نرلڇي |
| چُپاتا | ماٺ، ڳجهہ ڳوه ۾ |
| اُکوڙ | ڪيدي ڇڏ |
| جمَ | متان |
| آلوڙو | جهوٽو، گهرٽ |
| جاڙ | غفلت، ويسر |
| سِياءِ | مائٽياڻي |
| لوچين | ڳولين، سڪين |
| اوپِالا | عتاب، طعنو |
| ڪَچو | عيب، قصور |

| | |
|---|---|
| 1<br>لَيَلَ نہ جاڳِينءَ لکَ سيئَن، ڪُلّي نَوَمُ ڪَياءِ!<br>قُمَ تِي، پُهچُ قَرِيبَ ڪَي، اِجّلِسَ تو نہ جُڳاءِ؛<br>مُنِي! مهمانَنِ سين، ويهي رات وِهاءِ؛<br>جيلانَ نِنڊَ ڪَياءِ، تي روزُ رَهِين ٿِيَ راهَ ۾. | تون رات جو ذرو بہ سجاڳ نہ رهينءَ ۽ مڙيوئي ننڊ ڪيءِ. اُٿي پرينءَ کي رس، توکي وهڻ واجب ناهي. مُني! تون ساري رات جاڳي، مهمانن سان گڏ گذار. جنهن صورت ۾ ننڊ ڪيءِ، تنهن صورت ۾ هميشہ لاءِ واٽ تي ئي رهجي ٿي وڃين (منزل تي هرگز نہ پهچندينءَ.) |
| 2<br>اِجّلِسَ ڪَري اُٿيا، تَنوارِيو توڏَنِ؛<br>نَوَمَ نَوازِينءَ؛ اُنَ جي، مَرَحَبا موڏَنِ؛<br>رِڙهِي رَسُ روڏَنِ، اَلّيَوَم سِيَرُوَا، سَسُئِي. | هو ويهي هليا ويا ۽ سندن اُٺن بہ آلاپيو. توکي ننڊ نوازيو؛ آفرين سندن اُٺن کي هجي! (جو سجاڳ رهيا). اي سسئي! تون اڄ ئي سفر ڪري وڃي اُٺن کي رس. |
| 3<br>غافِلِ! غَفِلَتَ چوڙِ! تُون ڪِيئن، اَٽاسِي! اوجِهرين؟<br>چُپاتا چَڙهِي ويا، وجِي پَهُتا توڙِ؛<br>نيٽين نِنڊَ اُڪوڙِ، جِمَ وَرَنِ ۾ واڪا ڪَرِين. | اي غافل! تون غفلت ڇڏ. اي اٽاسي! تون ڪئن ٿي خمار ۾ آجهرين؟ هو ماٺ ميٺ ۾ چپر تي چڙهي ويا ۽ وڃي منزل تي رسيا. اکين مان ننڊ ڪڍي ڇڏ، متان ڏونگرن جي ڏکين لڪن ۾ رڙيون ڪرڻيون پونئي. |
| 4<br>آلوڙو اَڪينِ، آيَمِ نِنڊَ اَياڳَ کي!<br>هاڻي هنَ پَنيورَ ۾، گهارِيان ڪارَڻِ ڪِن؟<br>اَڊيُونَ! اونِيَڙَنِ، هِنئين سان هاجو ڪَيو. | بدبختيءَ کان اکين کي گهرٽ اچي ويم ۽ ننڊ ڪچي ويم. هاڻي هن پنيور جي شهر ۾ ڪِن جي لاءِ رهان؟ اديون! جتن منهنجي جان سان نسورو وئل وهائي ڇڏيو. |
| 5<br>سُتِينءَ پِير دِگها ڪَري، وَڏي جاڙَ ڪَياءِ؛<br>دَرَ پَرِ اُپِئين دوسِتَ جي، تہ سُرِ پُرِ هُوندَ سُياءِ؛<br>اَصَلِ آرِيءَ جامَ جي، سَڳي تُونَ نہ سِياءِ؛<br>پُنهُونءَ سين پِياءِ؛ ٿِيَ، نِياڳِي! نِنڊُون ڪَرِين! | تون پير ڊگهيري سمهي پيئينءَ، اِها وڏي غفلت ڪيءِ. جي پرينءَ جي در وٽ ويهين ها تہ جيڪر سندس سُرپُر سڻين ها. تون اصل ۾ پنهونءَ جي سڳي مٽياڻي تہ نہ هئين (تون سندس ٿاني شريڪ نہ هئينءَ). اَياڳي پيوند پنهونءَ سان اَڙيو اَٿيئي ۽ تون وتين ننڊون ڪندي! |
| 6<br>اِيُ ڪَمُ ڪَميٽِيَنِ، جِئن سُمَهَنِ پيرَ دِگها ڪَري؛<br>لوچِين چو نہ، لَطِيفُ چئي، هارِي! لَءِ هوتَنِ؛<br>نِنڊان نِياڳِينِ کي، اوياڻا اَچَنِ؛<br>سي پُنهُونَ ڪوہ پُڇَنَ؟ جي سَنجهي رَهَنِ سُمهِي. | پير ڊگها ڪري سمهي پوڻ، اهو ڪميڻين (نالائق طالبن) جو وڙ آهي. اي وسوڙي! تون چوڻ ٿي پرين جي ڳولا ڪرين؟ ننڊ جي ڪري اياڳين تي عتاب ٿا اچن. سوير سج لٿي ئي وڃيو ننڊون ڪن، سي ڇو ٿيون پنهونءَ (حقيقي محبوب) جي طلب ڪن؟ |
| 7<br>سُتِينءَ سَنجهيئِي، مُنهُن ويڙهي مُئِنِ جِئَن؛<br>اوجاڳو اَکِيُنِ کي، جاتوءِ نہ ڏيئِي؛<br>هَٿان تو پيئِي، ٿِي ڪَچو ڪيچِيُنِ ڪَرِين! | تون سج لٿي سوير ئي مئلن مثل منهن ڍڪي سمهي رهينءِ. اکين کي اوجاڳو ڏيڻ تہ تو ڄاتو ئي ڪين. خطا توکان ٿي، ڏوہ ڪيچين تي ٿي مڙهين! |

سر ڪوهياري

# داستان ٻيو

ڏونگرن، سسئيءَ سان ڏاڍايون ڪيون آهن ۽ سندس هنئين ڪي اِئين چيريو آهي، جئن واڍو وڍي وڻ کي. هوءَ ڏونگرن جي جاڙن جون شڪايتون پنهونءَ سان ڪندي. پهڻ سندس پير پٽون ڪيا آهن ۽ سندس تريون چنيون آهن. ڏونگر جو ڪم آهي ڏکوين کي دلداريون ڏيڻ ۽ جن وٽان دلبر ويو آهي، تن سان دلبريون ڪرڻ. سسئيءَ جون صدائون اهڙيون تہ سوز ڀريون آهن، جو اُهي ٻڌي، مرون بہ ماتم ۾ پئجي ويا آهن ۽ پهڻ بہ پار ڪندي پيا روئن.

| مشڪل لفظ | معنیٰ |
|---|---|
| ڏاڍايون | سختيون، جٺيون |
| ڪَرَمَ | قسمت، تقدير |
| ڪاڍو | ڪشش، ڇڪ |
| پٽَرِ | پٽرن ۾ پهاڙن ۾ |
| ڀِنيءَ | آسر جو، ڀريات جو |
| ڀَوارَئون | خوفناڪ، ڀوائتو |
| وِنگا | ڏنگا، پيچدار |
| ڳِلِ | ڳلن تان |
| ڀورا | پرزا پرزا، رتيون رتيون |
| ڳوُندر | غم، درد |
| گهوڙا | لشڪر، انبوه |
| مامري | ڏک يا درد |
| ڀوُنِين | زمين لاءِ |
| ڪيِرَ | ڪلا، ڪيلا |
| سُڌير | ڌيرج وارا، صابري |
| پريتَڻو | محبت، نينهن |
| اَمُر | خدائي امر، ڌڻيءَ جو حڪم |
| رَفاقَت | دوستي، واقفيت |
| ڪاري | ڪرائي |
| اَهُڪُ | رنج، اهنج |
| رَهَنُما | رهبر، سونهون |

| | |
|---|---|
| 1<br>ڏُونگَرَ! تُون ڏاڍو، ڏاڍا! ڏاڍايُون ڪَرين؛<br>مُون تَنَ اَندَرِ تِيئَن وَهين، جِئَن وَڻُ وَڍي واڍو؛<br>اِي ڪَرَمَ جو ڪاڍو، ناتَ پَٿَرِ ڪيرَ پَنڌَ ڪَري؟ | اي جبل! تون نهايت ڪٺور آهين. اي سنگدل! تون ڏاڍا ستم ٿو ڪرين. تون منهنجي جسم ۾ اِئين ٿو وڍ وجهين، جئن واڍو چيري وڻ ڪي. هيءَ تقدير جي ڪشش آهي، نہ تہ هوند جبلن ۾ ڪير پنڌ ڪري؟ |
| 2<br>ڏُونگَرَ! ڏُکَ سَنداءِ، پِرين گَڏجان تہ چوان؛<br>پِنيءَ ٽِئين پَوارَئون، ٻِيا ونگا وَرَ سَنداءِ؛<br>ڇِڳِي ڪانَ ڪَياءِ، پَيرُ وِڃايُءِ پِرِينءَ جو. | اي جبل! سپرينءَ کي گڏجان تہ ساڻس تنهنجي ڏکن جو حال اوريان. پره ڦٽيءَ جو پوائنتو ٽيو پوين ۽ ٻيو تہ تنهنجا پيچ نهايت اَڙانگا آهن. اِها ڇڳي نہ ڪيءِ، جو پنهونءَ جي پيرن جا نشان بہ گم ڪري ڇڏيءِ. |
| 3<br>ڏُونگَرَ! ڏوراپو، پَهريون چَوندِيَسِ پِرِينءَ کي:<br>”پَهَڻَ پيرَ پٿُون ڪَيا، ترِيُون ڇنيُون تو؛<br>رَحمُ نہ پِيُءِ رُوحَ ۾، قَدُرُ مُنهَنجو ڪو؛<br>واڪو ڪَندِيَسِ: ”وو! مُون سان جَبَلُ ٿَو جاڙُون ڪَري!“ | اي جبل! تنهنجي باري ۾ پرينءَ کي پهرين هيءَ شڪايت ڏيندس: ”پهڻ منهنجا پير ڦٽي رتورت ڪيا ۽ ترِيون ڇني پوريون ڪري ڇڏيون. تو پنهنجي دل ۾ مون تي ذرو بہ ترس نہ آندو ۽ نہ منهنجو ڪو قدر ڪيءِ. مان ورلاپ ڪري چوندس تہ ”الا! مون سان جبل ڏاڍيون جٺيون ٿو ڪري!“ |
| 4<br>ڏُونگَرَ! ڏُکويُنِ کي، دِلاسا ڏِجَنِ؛<br>گَهٽو پُڇجي تِن کي، جِن وَٽان هوتَ وَڃَنِ؛<br>تُون ڪَئِن سَندا تن، پَهَڻَ پيرَ ڏُکوئِيين؟ | اي جبل! ڏک جي ستايلين کي دلداريون ڏيڻ گهرجن. جن وٽان پرين هليا وڃن، تن سان گهٽيون پرچاٽيون ڪجن. اي پهاڙ! تون اُلٽو ڪئن ٿو اُنهن جي پيرن کي آزارين؟ |
| 5<br>ڏُونگَرَ! ڏُکويُنِ کي، ڳَلِ نہ سُڪا ڳوڙها؛<br>هُو جي پَهَڻَ پَٻَ جا، سي پَچِي ٿِيا پورا؛<br>گُوندَرَ جا گهوڙا، وَڃَنِ جانِ جُدا ڪَيو! | اي جبل! ڏکويلين جي ڳلن تان ڳوڙها ئي نہ ٿا سُڪن. هوُ جي پبِ جبل جا پٿر هوا، سي هنن جي اڳيان پچي رتيون رتيون ٿي پيا. غمن جا لشڪر مون کي ماريو، مون کان جان ڇڏايو وڃن. |
| 6<br>کي جي کَدِيا پارَ، ڏُکِيءَ ڏُونگَرَ پاڻَ ۾؛<br>سُٽِي سا تَنوارَ، مِرُون پِيا مامري. | ڏکن جي ماريل سسئيءَ ۽ ڏونگر، پاڻ ۾ گڏجي اهڙا کي پار کڊيا، جو اُنهن جي تنوار سُٽي، مرون بہ ماتم ۾ پئجي ويا. |
| 7<br>ڏُونگَرَ پُونينِ ڪِيرَ، سَجَڻَ ميخُون ڏُونگرين؛<br>هَهڙا سيڻَ سُڌِيرَ، ڪِينَ لَهَندِينءَ کي ٻِيا. | جبل، زمين لاءِ ڪِلا آهن (جئن قرآن شريف ۾ فرمايل آهي)، پرين (ڏٽي) خود پهاڙن لاءِ ميخون (اُنهن کي بيهاريندڙ) آهي. ههڙا بردبار سڄڻ، ٻيا هٿ ڪري نہ سگهندينءَ. |
| 8<br>ٻَئِي وينا رُوَن، ڏُکِي ڏُونگَرَ پاڻَ ۾؛<br>ڪنهنکي ڪِين چَوَنِ، مَنجِهنِ جو پِريتَڻو. | ڏکن جي ستايل سسئي ۽ جبل ٻئي گڏجي ويٺا پاڻ ۾ رودن ڪن. پر منجهن جو نينهن سمايل آهي، تنهنجو ذڪر ڪنهن سان نہ ٿا ڪن. |

| | |
|---|---|
| 9<br>تَپِي کَندين کوهُ؟ ڏُونگَرَ! ڏُکويُنِ کي؛<br>تُوَن جي پَهَڻَ پَبَ جا، تہ لَگَ مُنهنجا لوهُ؛<br>کَنهنجو کونهي ڏوهُ، اَمُرَ مُون سين اِئن کَيو. | اي جبل! تون تپي، ڏک جي ماريلين کي ڇا ڪندين؟ جي تون پٻ جو پهاڙ آهين منهنجا لڱ بہ لوہ جهڙا سخت اُٿيئي. اِنهيءَ ۾ ڪنهنجو قصور ڪونهي؛ اِها ڪار مون سان تقدير ڪئي آهي. |
| 10<br>ٻَڙِيَ! تہ ٻيلِي گَهڻا، ساٿِي پُڇِي سُکُ؛<br>رَفاقَتَ رُڃُنِ ۾، ڏُونگَرَ ڪاري ڏُکُ؛<br>آرِيءَ جو اَهُکُ، مُون رَهَنُما راه ٿِيو. | ٻڙي! ساٿي تہ گهڻيئي، پر ساٿي بہ سُک ۾ ٿا پڇن (يا ساٿي بہ سکن جا طاماعو آهن). ڏک، منهنجي واقفيت، رڃن ۾ جبل سان ٿو ڪرائي. آري ڄام پنهونءَ جي عشق جو آزار، هن سفر ۾ منهنجو سونهون ٿيو آهي. |

سر ڪوهياري

# داستان ٿيون

سسئي، پنهونءَ کي ڇپرن ۾ سڏن تي سڏ پيئي ڪري ۽ ليلائي پيئي چوي تہ ”اي هوت! مون کي هت هيڪلو نہ ڇڏ. مون کي خوديءَ پلايو. هاڻ اچي مون کي راه ۾ رس.“ ڪيس پنهونءَ جي اکين جا تير، رڪ ڪان ئي تکا لڳا آهن. هوءَ جهڙي تهڙي ٻاروچن جي ٻانهي يا ڪنيزڪ آهي، بلڪ سندن جُتيءَ جيهي بہ ناهي. پنهون نيٺ پاٽيهي اچي ڪيس ڦچندو. جو طالب پنهنجي هستي وڃائي، پاڻ پنهنجي هاديءَ جي حوالي ٿو ڪري، تنهن کي رهبر راه ۾ رسي، هٿ ڏيئي ٿو رکي.

| معنيٰ | مشڪل لفظ |
|---|---|
| هٿ، خودي | پاڻ |
| خوديءَ، مغروري | ٻاڻَ |
| رسيل، رس ڀريا | رَسيلا |
| مکيہ عضوي تي (جئن تہ دل، جگر، جيري ڦڦڙ تي) | وَمَ |
| زور سان هنئَي | وهاٽي |
| تير، ٻاڻ | ڪرڪ |
| بدن | ڏَڙُ |
| لوڏي ڇڏيو | ڏوُٽيو |
| تير، ڪان | پَيڪان |
| ڇهنبون، نوڪون | راسِيُون |
| ٻاڻ پڇاڙيان | لوچان |
| رُڪ جو تير | لوهُ |

| جيهي جي تيهي | جهڙي جي تهڙي |
|---|---|
| **ڪيهي** | ڪهڙي |
| **جيهي** | جهڙي |
| **مُقابِلِ** | ڪارڻ، لحاظ کان |
| **سُئَي** | ٻڌڻ ۾ آئي |
| **لَجَ** | زال، شرم |
| **لُئي** | وڃي ڇڏي |

| | |
|---|---|
| 1<br>**مُون ڪي ڇَڏِ مَ ڇَپَرين، هت، هوتاڻي! هاڻِ؛**<br>**اوڏِي مُنڌَ اُنَنِ ڪي، اَللّٰهَ ڪارَڻِ آڻِ؛**<br>**پورهيو ڪَنديسِ پاڻِ، اَڳيان آرِيچَنِ جي.** | اي پنهون! مون کي هت، پهاڙن ۾ نہ ڇڏي ڏي. هن عاجزا (اٻلا) کي الله جي واسطي پنهنجي اُنن جي ويجهو آڻ. مان پاڻ آريچن اڳيان ٻانهي ٿي چاڪري ڪنديس. |
| 2<br>**مُون ڪي ڇَڏِ مَ ڇَپَرين، پوءِ رَهايَسِ 'پاڻ'؛**<br>**جي پُلاءُون پاڻِ، تن ڪي رَسُ، رَسِيلا، راهَ ۾.** | مون کي پهاڙن ۾ نہ ڇڏي ڏي؛ مونکي منهنجي خوديءَ ئي پٺتي رهائي ڇڏيو. جن کي خوديءَ گمراه ڪيو، تن کي اي رس پريا! اچي راه ۾ پيرو ٿيءُ. |
| 3<br>**سُتي پَوَنِ چِرڪَ، آيَل! ٻاروچَنِ جا؛**<br>**وَمَ وِهاڻِي، وو! ڙِي! ڪوهِياري ڪِرڪَ؛**<br>**ڏَرُ ڏُوٽِيو تنهن ڏَڪَ، جَڏِيءَ جِئَڻ نہ تَئي!** | اي امڙ ! ستي، ٻاروچن جي ياد ۾ ڇرڪ اچيو پونم. الا! ڪوهياري منهنجي قلب، جگر يا جيري تي زور سان تير وهايو. اِنهيءَ ڏڪ منهنجي ساري جسم کي ڏوڏي ڇڏيو؛ هاڻ هن جڏيءَ جو وڏيڪ جئَڻ نہ ٿيندو. |
| 4<br>**سُتي پَوَنِ چِرڪَ، آيَل! ٻارَوچَنِ جا؛**<br>**پُنهونءَ جي پيڪانَ جُون، راسِيُون مَنجهان رُڪَ؛**<br>**هَنيَمِ هوتَ ڪِرڪَ، لوچان، لوهُ نہ نِڪري.** | اي امڙ! ٻاروچن جي ياد ۾، ستي اچيو ڇرڪ پونم. پنهونءَ جي ٻاڻ جون نوڪون، رُڪ مان جڙيل آهن. هوت مون کي اهڙو تہ ڪان هنيو آهي، جو پاڻ پچاڙيان پيئي تہ بہ اُهو رُڪ جو تير ٻاهر نہ ٿو نڪري. |
| 5<br>**جيهي جي تيهي، تہ بہ ٻانهي ٻاروچَنِ جِي؛**<br>**حُجَتَ هوتَ پُنهونءَ سين، مُونَ ڪَميڻي ڪيهِي؟**<br>**اَصَلِ آرِيءَ جامَ جي، پَلءِ آءٌ پيئِي؛**<br>**هُوءَ جا پائِينِ پيرَ ۾، تنهن جُتِي نہ جيهي؛**<br>**وِساري ويهِي، تن ڪيچِيُنِ ڪي ڪِيئن رَهان؟** | جهڙي جي تهڙي، تہ بہ ٻاروچن جي داسي آهيان. مون ڪميڻيءَ جو هوت پنهونءَ سان ڪهڙو اختيار هلندو؟ اصل آءٌ آري ڄام (پنهونءَ) جي دامن ۾ پيل آهيان (آري ڄام جي سام ورتي اٿم.) اُهي، جا پيرن ۾ جتي ٿا پائين، مان تنهن جهڙي بہ نہ آهيان. مان ڪيچي سردارن کي وساري ڪيئن ويهي رهان؟ (طالب جو، مرشد اڳيان عجز ۽ نياز.) |
| 6<br>**هُئِي، جي نہ هُئِي؛ تہ بہ ٻانهِي ٻاروچَنِ جِي؛** | هجان توڙي نہ هجان تہ بہ داسي ٻاروچن جي آهيان. سسئي، سندن سڱ جي ڪري ئي سٽڻ ۾ آئي (هاڪاري ٿي). هنن (پنهون سردار)، پنهنجي لڄ (زال) |

| اِنَ سَگَ مُقابِل سَسُئِي، سَندِيَن تي سُئِي؛ هُنِ تان لَجَ لُئِي، هِنَ جو هَلَڻَ هوتَ ڏَي. | سان ناتو ڇني ڇڏيو، پر هِن (سسئيءَ) جو پنڌ، هوت پنهون ڏانهن آهي. |
|---|---|

سر ڪوهياري

# داستان چوٿون

سسئيءَ کي ڇپرن ۾ ٻاروچن جي ڪا بہ وائي سڻڻ ۾ نہ ٿي اچي. هوءَ اُتاهان پهاڙ ڏسي، منجهي پيئي آهي ۽ پرون پيا پونس تہ جيڪس پنهونءَ جي ڦوڙائي ۾ جان ڇڏينديس. هوءَ پنهوارن ۽ پهاڙن کان پنهونءَ جي پڇا پيئي ڪري. افسوس جو اکين جي خمار، ساڻس هيءَ جاڙ ڪئي آهي. پنهونءَ پنهنجن نيڻن مان رڪ جا تير اُڇلي، کيس گهايل ڪيو آهي. هاڻ هوءَ ويڄن جي وس کان ويئي آهي. ڪامل مرشد، طالب کي پهرين پچائي ۽ ڪاڙهي، پوءِ رڱي لال ٿو ڪري. جڏهن سسئي هر عذاب کي عيش تي سمجهي، تڏهن طالب بہ هر مصيبت کي مٺو ڪري ٿو مڃي.

| مشڪل لفظ | معنیٰ |
|---|---|
| ڳَائي، نہ وائي | ڳالهہ ٻولهہ، خبر چار |
| ڪنهن پر | ڪهڙي طرح |
| جَبَلَ جهاجهائي | جبلن جي لنبي قطار |
| جيڪس | شايد |
| آرَسِ | آلس، غفلت |
| جيهائي | ههڙي، هيڏي |
| جوڙَ | جٺ، تعدي |
| آن کي | اوهان کي |
| سَلِتمِ | سليمہ اوريمہ |
| تي | انهيءَ ڪري |
| جيلان | جنهن صورت ۾ |
| پَيڪان | تير، ڪان |
| پَچَنديا | وسايا |
| بِلَنِ | اکين جي تارن |
| ويڄَنئون | ويڄن يا طبيبن کان |
| سَهائي | چانڊاڻ |
| سياه | اونداهي |
| راهُ | طريقت جي واٽ، طريقو |

| پاهُ | تيزاب (ميل ڪڍڻ لاءِ) |
|---|---|
| پَوارئون | پوائتو، خوفناڪ |

| بيت | معنيٰ |
|---|---|
| 1<br>ڳَائِي نہ وائِي، اَدِيُون! آرِيچَن جي،<br>ڪنهن پَرِ ڪَهي لَنگهيان، جَبَلَ جهاجهائِي،<br>جيڪسِ واجهائِي، هَاڻي مَرَندِيَسِ هوتَ لَءِ؟ | اديون! هت آريچن جي ڪا ڳالهہ يا وائي بہ نہ ٿي سڻجي. مان ڪهڙيءَ ريت پهاڙن جي هيڏي اوچي قطار لنگهي پار وڃان؟ شايد پنهونءَ لاءِ پريشان ٿي، هاڻ جان ڇڏينديس. |
| 2<br>هَلَڻُ سَهان نہ هوتَ جو، وَڃَڻُ مُون نہ وَسِ،<br>اَللّٰهَ! آرِيچَن جي، گولِي ميڙِئين گَسِ،<br>پِرِين، پَنهوار! تو پُڇان، ڏونگرِيا! مُون ڏَسِ،<br>اَڪِينِ جِي آرَسِ، مُنڌَ جيهائِي جوڙَ ڪِي. | مان پنهونءَ جو اُسهڻ سهي نہ ٿي سگهان ۽ وٽس وڃڻ منهنجي وس کان ٻاهر آهي. اي رب! شل هن ٻانهيءَ کي آريچن جي گس (راه) تي رسائين! اي پنهوار! مان تو کان پنهنجي پرينءَ جي پُڇا ٿي ڪريان. اي پهاڙ! تون ئي مون کي سندن ڏس ڏي. اکين جي سستيءَ هن عورت سان هيڏي جُٽ ڪئي. |
| 3<br>مُون کي جِنين مارِيو، آنِ ڪِي گَڏِيا سي؟<br>تَنَ ۾ طَاقَتَ ناهِ ڪا، اَدا! اُنين ري،<br>سُورُ سَلِتُمِ تي، جيلان ڳالِهِ ڳِري ٿِئِي. | مون کي جن فنا ڪيو آهي، سي ڪي اوهان کي مليا؟ اي ادا! انهن کان سواءِ منهنجي سرير ۾ ڪا سگهہ ناهي. مون پنهنجا سور اِنهيءَ ڪارڻ سليا، جو ڳالهہ ڳري (نہ سهڻ جهڙي) ٿي ويئي. |
| 4<br>مُون کي جِنين مارِيو، سُجاتَمَ سيئِي،<br>پُنهون پيڪَانَ پَچَندِيا، ٻِلَنِ تَان ٻيئِي،<br>ويجَنِئون وِيئِي، تِي وَهيڻِي سَجڻين. | مون کي جن فنا ڪيو، تن جي ئي پڇاڻ مون ڪئي. پنهون پنهنجن ٻنهي نيڻن مان مون تي ٻاڻ وسايا. هاڻ هوءَ طبيبن جي وس کان ٻاهر ويئي ۽ وڃي جانب جي وس ٿي. |
| 5<br>پَرَتَوو پُنهونءَ جو، سَهائِي، سِياهُ،<br>مُنهُن ڏيئِي مُون آئِيو، رَنگَارَنگِي راهُ،<br>پَهرِين ڏِيندا پاهُ، پوءِ رَڱِيندا رَڱَ ۾. | پنهونءَ (مرشد ڪامل) جي عڪس ۾ ڪڏهن چانڊاڻ آهي تہ ڪڏهن اونده. هيءُ گوناگون گس (طريقت جي واٽ) مون کي منهن ۾ آيو آهي. پهرين تہ مون کي تيزاب ۾ وجهندا (عذاب ڏيئي صاف ڪندا)، پوءِ اِلاهي رنگ ۾ رڱي لال ڪندا. (مرشد، طالب کي ڪاڙهي صاف تو ڪري ۽ پوءِ ڪيس رڱي لال تو ڪري.) |
| 6<br>پَرَتَوو پُنهونءَ جو، رُڳِيائِي راحَتَ،<br>پانئِيان ڏِينهُن پَوارِئون، ساجَنَ لاءِ صِحَتَ،<br>مِنِي مُصِيبَتَ، آرِي جامَ جِي. | پنهونءَ جو عڪس مون لاءِ رڳي فرحت آهي. پرينءَ ڪاڻ پوائتي (ڏکئي) ڏينهن کي سگهائي (صحت) ڪري ٿي سمجهان. آري ڄام جو آزار مون لاءِ عيش آهي. |

سر ڪوهياري

# داستان پنجون

سسئي لاءِ پنهون پچاٽا، درد ئي، ڪاچ آهي. ڪيچي، جي سندس روح جي راحت هوا، سي وجي ڪيچ ۾ قراريا (آرامي ٿيا) جي هوءَ پنهنجي بره جو رتيءَ جيترو به اِظهار ڪري ته هوند مڙيئي جبل جلي وڃن ۽ سموري وڻڪار ٻري وڃي؛ وري ڪٿي به جيڪر نه پهاڙ پسجي، نه ساوڪ نظر اچي؛ مرن ڪي ماٺ لڳي وڃي ۽ ڏنارن ڪي جهوري وٺي وڃي. سسئي، اِنهيءَ حال ۾ زارين تي زاريون پيئي ڪري ۽ پنهون لاءِ پاڻ پيئي پچاڙي. سسئيءَ کي ئي سچو سور آهي. ٻيون جيڪي به روئن ٿيون، سي دولاب وچان ٿيون آب وهائين. جنکي کو درد ناهي، تن لاءِ ماتم کهڙو! جنکي گهٽ ۾ گهاءُ آهي، روح تنجو ئي مرڪ آهي.

| معنيٰ | مشڪل لفظ |
|---|---|
| محبوبن، سڄڻن | قَريبن |
| برهه، درد | وِرهُ |
| عذاب ڪان، درد ڪا | عَذَابان |
| ڪيڏانهن | ڪيڻ |
| وڻيا، پسند پيا (يعني محبوب) | سيباٽا |
| پسن، حيوانن | مِروُئَنِ |
| وڻڪار، ساوڪ | اويَر |
| ڏنار | شَبانَ |
| ٽڪري | ٽاڪَر |
| گهٽيون | سَبيلَ |
| اُوٽايون، عيب | تَقصيرون |
| اصل خاندان وارا، اعليٰ نسل وارا | اَصيلَ |
| مسڪينن يا نماڻين استرين | ولَهن |
| سورائتين، ماتم ڪندڙ عورتن | سوُراَتِن |
| ماتم لاءِ وچاٽو يا ٽئونري | پَٽَر |
| ٽِڳي، دولاب | رِياَ |
| ڏيان ڏيئي | چيتاريو |

<table>
<tr><td>1<br>رِءَ قَريبَنِ قُوتُ ڪَيو، وينِي وِرهُ چَران؛<br>اِنَ عَذابان اَگِهين، مادَرِ! چو نہ مَران؟<br>اَدِيُون! جو نہ اَوَهان، سو مان سُر سَرَتِيُون!</td><td>پرينءَ کان سواءِ، مان بره يا درد کي پنهنجو کاڄ ڪري ويٺي کان. اي امڙ! اِنهيءَ سور سهڻ کان اڳي ئي مان چو نہ ٿي مري ويس! اي سرتيون! جو درد اوهان کي ناهي، سوئي مون کي وڪوڙي ويو آهي.</td></tr>
<tr><td>2<br>اَدِيُون! اَگهي آهِيان، پِرِيُنِ پُڄاڻا؛<br>سي ڪوهِيارا ڪيڏَ وِيا، سَاڄَنَ سِياڻا؟<br>جي سَسُئِي سيباڻَ، سَي وِجِي ڪيچ قَرارِيا.</td><td>اي جيڏيون! مان سڄڻ جي وڃڻ کان پوءِ بيمار آهيان. اُهي منهنجا سياڻا سپرين ڪوهيارا ڪيڏانهن ويا؟ جي سسئيءَ کي وڻيا، سي وڃي ڪيچ ۾ آرامي ٿيا.</td></tr>
<tr><td>3<br>حَقيقَتَ هنَ حالَ جِي، جي ظاهِرُ ڪَريانِ ذَرِي؛<br>لَڳِي ماٿَ مِرُوئَنِ کي، ڏُونگَرَ پَوَنَ ڏَرِي؛<br>وَجَنِ وَڻَ ٻَرِي، اوپِرَ اُپِري ڪِينَ کِي.</td><td>جي مان هن عشق يا وره جي حال جي رتيءَ جيتري بہ پڌر ڪريان تہ مِرن کي سُن وٺي وڃي ۽ پهاڙن جو جگر بہ ڦاٽي پوي. وڻ سمورا جيڪر جلي خاڪ ٿي وڃن ۽ ساوڪ بنهہ ڪين اُسري.</td></tr>
<tr><td>4<br>حَقيقَتَ هنَ حالَ جِي، جي ظاهِرُ ڪَريان زبانَ؛<br>لَڳِي ماٿَ مِرُوئَنِ کي، رسي سُورُ شَبانَ؛<br>ٿاڪَرِ ٽِڪَي ڪانَ، جَبَلُ سَڀِ جَلِي وَڃي.</td><td>مان جي زبان سان پنهنجي بره جو اِظهار ڪريان تہ مرون بہ سُن ۾ پئجي وڃن ۽ ڌنار کي جهوري وٺي وڃي. ٽڪر جيڪر قايم ڪين رهن ۽ جبل سمورا سڙي بسم ٿي وڃن.</td></tr>
<tr><td>5<br>سارِيان ٿِي سَبِيلَ، پُر تَقصِيرُون پاڻَ ڏِي؛<br>مَتان مُون کي چِڏِئين، آرِي ڄامَ اَصِيلَ!<br>وَرُ وِلَهِنِ جا وَسِيلَ! رَسُ، رَهَبَرَ! راهَ ۾.</td><td>مان پاڻ ڏانهن گهٽيئي اوڻايون ٿي ڳڻيان. اي اعلىٰ آري ڄام! تون مون کي متان ڇڏي ڏين! اي نماڻين جا وسيلا! اي سونهان! تون ئي اچي مون کي هن گس ۾ رس.</td></tr>
<tr><td>6<br>سرَتِيون سُوراتِنِ جي، ڪوهُ ٿِيون پَٽَرِ پَوَنَ؟<br>گهاءُ نہ لَڳُنِ گَهٽَ جو، رِيا مان تِيُون رُوَنَ؛<br>چيتارِيو نہ چَوَنِ، پارَ مُنهِجي پِرِينءَ تان.</td><td>سرتيون چو ٿيون سورائتين جي تئونريءَ تي وهن؟ (سرتيون، جنکي ڪوبہ سور يا ڏک ناهي، سي چو ٿيون روڄ راڙو يا ماتم ڪن؟) هنن کي اَندر ۾ ڪو گهاءُ نہ رسيو آهي. اُي دولاب وچان ٿيون هنجون هارين. اُهي پنهنجي پرينءَ لاءِ دل و جان سان پار ڪدي نہ ٿيون روئن.</td></tr>
</table>

سر ڪوهياري

# داستان ڇهون

سسئيءَ لاءِ لکن توڙي گسن ۾ ويري هڪيا بيٺا آهن. جنجي اندر ۾ عشق جو جوش آهي، تن لاءِ نيستيءَ يا نابوديءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهه نہ آهي. حق (ڏٽي) هڪ آهي، پر جنکي سچي نظر ناهي، سي نفاق ڏانهن مائل آهن. ڏٽيءَ کي ويچو يا ٻيائي هرگز نہ ٿي وڻي. اي طالب! تون اڃا سچي واٽ کان اڻ واقف آهين. طريقت کان واقف ٿيءَ تہ اندر ۾ ئي روحاني راه لهين. پٻ جبل جا ڏاڪڙا عاشقن کي ڇا ڪندا! پٻ، ڪيچ اڳيان ڇڻ هڪ نفيس گلم وڇايل آهي. مطلب تہ محبتين اڳيان هرڪو عذاب هڪ عيش ۽ هرڪو خارزار هڪ گلستان آهي.

| مشڪل لفظ | معنیٰ |
|---|---|
| اُساٽ | اُڪير |
| لوهوُڪا | لوهيڙي جا وڻ، گهاٽو ۽ ڇيرينڊڙ گاه |
| ويري | دشمن |
| ڇوُنڇاٽ | سوساٽ، سڏڪا |
| پَڇَڻَ | سوز ڪي |
| پَڇار | ظاهر ڪرڻ جو نوع |
| ڪاٽي | سڙيل |
| گِريي | رودن |
| پِتَ | نموني |
| طالبَ | ڳولائو |
| تَحقيقَ | سچ |
| ني | وٺي وڃ |
| هيڪَ | هڪ |
| ويڪَ | ويڇو |
| ٿئايوُن | ٿيڻ جو وايون |
| اَواٽَ | گمراه |
| واٽان | روحاني واٽ کان |
| ويسري | غافل |
| سوُنهين | واقف |
| سُواٽ | سنئين واٽ |
| پانهِين | پوئتي |

| **پٻُ** | پٻ جبل |
|---|---|
| **ڪُومَ** | ڪيپاءِ |
| **ڪَٻُ** | ڪنب، ڊِچ |
| **قالِي** | قالين، گلم |

| | |
|---|---|
| 1<br>**ڪَنهن پَر رُئان پرينءَ ڪي؟ اَندَرِ ناه اُساٿَ،**<br>**لَوهُوڪا لَڪَنِ ۾، ويري مَٿي واٿَ،**<br>**چِپَر ۾ چُونچاٿَ، ڏِنَمِ ڏُکوئِنِ جا.** | پرينءَ لاءِ ڪهڙيءَ ريت هنجون هاريان؟ اندر ۾ اِها اُپر اُڪير نہ اٿم. لڪن ۾ لڳ چيريندڙ وڻ آهن ۽ گس مٿي دشمن بيٺا آهن. جبلن ۾ درد جي ماريلين جا مون سوُسات سُٽيا. |
| 2<br>**ڪَنهن پَر رُئان پرينءَ ڪي؟ پَچَڻَ ناهِ پَچارَ،**<br>**اَندَرَ ڙِي آهُونِ ڪَرِيان، ڪاڙِي مَنجِهہ خُمارَ،**<br>**گِريي جِي گُفتارَ، ٻِيءَ پَتِ ٻاروچَنِ ۾.** | پرين لاءِ ڪهڙيءَ ريت ڳوڙها ڳاريان؟ پنهنجي سوز کي پڌري ڪرڻ جو ڍنگ نہ اٿم. اندر ۾ عشق جي خمار ۾ ڪڙهي، آهون پيئي ڪريان. ٻاروچن ۾ رودن جي ٻولي ٻيءَ طرح آهي. |
| 3<br>**سُجَ وَسَندِي تن ڪي، جوشَ جَلايا جي،**<br>**طالِبَ جي تحَقِيقَ جا، نِينهُن تِنين وَٽِ نِي،**<br>**ٽِيڏِي پَسي ٽِي، هُو تان آهي هيڪِڙو.** | جنکي عشق جي آتش جلايو آهي، تن لاءِ رڳي سچ پيئي وسي (تن لاءِ نسوري نيستي آهي). جي حق يا سچ جا ڳولائو آهن، تن وٽ عشق ڪٽي وڃ يا اُنهن وٽان محبت پراءِ. ٽيڏيءَ کي ٽي ٽا نظر اچن، پر هوُ تہ هڪ آهي. (جهاني ماڻهن ۾ نفاق آهي، پر حقيقت ۾ حق هڪ ئي آهي.) |
| 4<br>**ٻيُون ڏيئِي ٻَنِ ڪي، هَلج پاسي هيڪَ،**<br>**وَرُ نہَ سَهي ويڪَ، تُون، ٽيڏِي! ٽِئايُون ڪَرِين.** | ٻين مڙني کي ترڪ ڪري، تون هڪ جي ئي طرف هلج. ڪانڌ (ڏٽي) ويچو نہ تو سهي ۽ تون ٽيڏي! ٽِيڻ جون ڳالهيون پيئي ڪرين! (ٻليل اِنسان پاڪي، ڏٽيءَ کي ۽ ڪائنات کي ٽي الڳ هستيون ٿو سمجهي، پر اِهي ٽيئي هڪ آهن: سواءِ حق جي ٻيو ڪي ڪينهي.) |
| 5<br>**اَجا تُون اَواٿَ، واٽان پاسي ويسري،**<br>**سُونهِين ڙِي سُواٿَ، تہ مَنجهان دِلِ دَڳُ لَهِين.** | اجا تون گمراه ۽ حقيقت جي راه کان غافل آهين. تون سنئَين واٽ کان واقف ٿيءُ تہ پنهنجي دل مان ئي محبوب جو مارگ ڳولي لهين. |
| 6<br>**پانهين، پسي پَٻُ: مَتان ڪاهِ مُنڌَا! ڏئين،**<br>**اَڳِيانَ ڪَؤ مَ ڪَٻُ، اِيُ قالِي آڏو ڪيچَ ڪي.** | اي منڌ! پٻ جبل پسي، متان پنٽي ورين! تون اڳيان هلي نڪي ڪُو ڪاءُ، نڪي ڊِج. هي پهاڙ ڪيچ اڳيان هڪ قالين (سهڻو غاليچو وڇايل اٿيئي |